# گروُ نانڪ
## جو
# روحاني اُپديش

پروفيسر جي. آر. پُري

راڌا سوامي ستسنگ، بياس (پنجاب)

# وشيہ سوچي

# ڇپائيندڙ جي طرفان

راڌا سوامي ستسنگ بياس طرفان "پورب جا سنت" پستڪ مالها جي سلسلي ۾ سنت نامديو، سنت دادو دَيال، پلٽو صاحب، تلسي صاحب، گرو رويداس ۽ ميران ٻائي جي جيون، ورتالت، اپديش ۽ ٻاڻيءَ تي ڇپايل پستڪ نهايت لوڪ پريه ثابت ٿيا آهن. ان ڪري ڀارت جي مهان سنت ستگرو شري گرو نانڪ ديو جن جي جيون ۽ اپديش تي پستڪ ڇپائڻ جي به ضرورت محسوس ڪئي وئي.

پستڪ مالها جي ٻين پستڪن وانگر هيءُ پستڪ به سنت مت يا سنتن جي اپديش جي مکيه نقطن ۽ روحاني پهلن تي روشني وجهي ٿو.

سنت ستگرن پاڻ پرماتما سان ميلاپ ڪيو ۽ سنسار کي به انهيءَ سان ملڻ جو مارگ ڏيکاريو. سڀني پورن ستگرن جو اپديش انهيءَ انترمک روحاني ابيو تي منحصر آهي. انهن سڀني جي اپديش ۾ پورن هڪجهڙائي هوندي آهي. سنتن جي جيون ۽ ٻاڻيءَ جي ابياس ڪرڻ وقت سڀ کان وڌيڪ ڌيان انهيءَ اپديش ڏانهن ئي ڏيڻ گهرجي.

انهن سنتن پنهنجي دور ۾ ٻاڻي انهيءَ ئي مقصد سان رچي هئي ته جيئن اُن کي پڙهڻ سان اسانجي اندر ۾ به انهيءَ پرم ستيه جي کوج جو اُتساهه پيدا ٿئي ۽ اُن جي پراپتيءَ جي صحيح مارگ جي تلاش بابت ڪو به شڪ نه رهي. خوشيءَ جي ڳالهه آهي ته هن پستڪ جي ليکڪ پروفيسر جڳ پريءَ وڌيڪ ڌيان گرو نانڪ صاحب جن جي اپديش کي روحاني درشٽيءَ کان پيش ڪرڻ طرف ئي لڳايو آهي. گرو نانڪ صاحب جن جي ٻاري ۾ پهريان ئي ڪيترائي پستڪ لکيا ويا آهن. پر جن سڀڻ جو روحانيت

طرف جهڪاءُ آهي، اُهن لاءِ هيءُ پستڪ خاص اهميت
رکي ٿو.

هن پستڪ ۾ گرو صاحب جن جي روحاني اُپديش ۽
منش جنم سان، ان جي سمبنڌ جي ڪافي تفصيل سان
ورياکيا ڪيل آهي. ليکڪ سداچار ۽ روحانيت ۽ ڌرم
۽ روحانيت جي وچ ۾ ولجهي سمبنڌ کي به نئين ونچار ڌارا
کان پيش ڪيو آهي. پروفيسر پريءَ فيلسوفيءَ ۽ سنتن جي
سکياڻن جو گهرو اڀياس ڪيو آهي ۽ کيس اُهن سکياڻن
جي سار جي اندروني سوجهي حاصل ٿيل آهي. فيلسوفي
۽ روحانيت جي اُهيءَ سڪداڻي ميل سبب ڀاو ۽ دليل،
شرڌا ۽ منطق جو جيڪو ميلاپ نظر اچي ٿو، اُهيءَ پستڪ
کي وڌيڪ لاڀدائڪ ۽ اهميت ڀريو بڻايو آهي.

پروفيسر جڳ پُريءَ جو فارسيءَ جي صوفي سنتن جي
ڪلام جو اڀياس به ڪافي گهرائيءَ سان ٿيل آهي. هن
صوفي فقيرن جي ڪلام مان به ڪيترائي حوالا ڏنا آهن،
جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته سڀني پورن سنت ستگرن پرمل
پرمارٿ (پرم سنتم) ۽ پريم پراپتيءَ جي مارگ جي باري ۾
ساڳيو ۽ هڪ سرکو ورڻن ڪيو آهي.

پورن سنتن جي مهانتا دراصل روحانيت جي راهه ۾
سندن حاصل ڪيل انوکي پراپتيءَ سبب ٿي آهي. هن
پستڪ مان صاف ظاهر ٿئي ٿو ته گرو نانڪ صاحب سنسار
جي پرم سنتن مان هڪ هئا. سندن جيون ۽ اُپديش هڪ
مهان روشن منار آهي. سندن باڻي آتمڪ گيان جو اٿاهه
ساگر آهي ۽ اُهيءَ باڻيءَ جي جيتري وڌيڪ کوج ۽ اڀياس
ڪيو وڃي، اوترو گهڻو ڪارائتي ۽ لاڀدائڪ آهي.

آشا آهي ته هن پستڪ مان پريم پراپتيءَ جي هر سچي
جگياسو ۽ ابلاشيءَ کي گرو نانڪ جي روحاني اُپديش مان
ڪافي لاڀ پراپت ٿيندو.

سنڌي جگياسن ۽ سٽسنگين جي لاءِ هن پستڪ جو سنڌي انواد شري چولارام ڪيو ۽ شري منگهارام ديال اڄمير واسيءَ ڇپائڻ جو پربنڌ ڪيو.

انهيءَ پريم ۽ شرڌا ڀري سيوا لاءِ اسين سندن شڪرگذار آهيون.

**ڊيرا بابا جئمل سنگهه**
ضلع امرتسر (پنجاب)
جولاءِ ١٩٩٥

**سيوا سنگهه**
سيڪريٽري
راڌا سوامي ستسنگ، بياس

# لیکک جي طرفان

ڪيترا سال اڳ، سنه ١٩٦٩ع ۾، مون پنجابي يونيورسٽي پٽيالا طرفان گرو نانڪ صاحب جي پنجين جنم شتابديءَ جي موقعي تي سنڌي انترراشٽريه سيمينار لاءِ هڪ ليک لکيو هو. اُن جو سرو هو: ”گرو نانڪ جو روحاني اُپديش.“ ڪجهه سال ٿيا ته ڪن مترن صلاح ڏني ته انهيءَ ليک جون ڪجهه ڪاپيون گرو نانڪ صاحب جي روحاني سڌانتن ۾ دلچسپي رکندڙن جي لاڀ لاءِ ورهايون وڃن. انهيءَ صلاح جي پڄ منهنجي من ۾ ڦٽڻ ۽ وڌڻ ۾ ڪجهه وقت ورتو. انهيءَ سلسلي ۾ مون کي ڪجهه ٻين مترن صلاح ڏني ته هن ليک جو دائرو وڌائي گرو نانڪ صاحب جي جيون جو ورڻن به پوري ۾ لکيو وڃي. ڪجهه وقت بعد وڌيڪ زور ڏنو ته سنڌي ٻوليءَ جو ڪجهه حصو (شبد) به شامل ڪيا وڃن، جيئن پاٺڪن کي سنڌي رچنا جي سڳنڌ ماڻڻ جو لاڀ به ملي سگهي. اُن سان گڏ اها به صلاح ملي ته گرو صاحب جن جي اُپديش کي الڳ الڳ حصن ۾ ورهائي ڪجهه نوان باب به جوڙيا وڃن ۽ سنڌي اُپديش جي وياکيا لاءِ گرو گهر جي ٻاڻيءَ مان به ڪجهه حوالا درج ڪيا وڃن.

اهڙي طرح هڪ ننڍي ليک جي صورت ۾ شروع ڪيل رچنا، هڪ پستڪ جو روپ ڌارڻ ڪري ورتو.

مان پروفيسر ڪرپال سنگهه نارنگ جو ٿهدل شڪرگذار آهيان، جنهن نه صرف هن ڪارج ۾ گهري دلچسپي ورتي، پر پستڪ جي لکڻ ۾ به ڪارائتيون صلاحون ڏنيون. مان ڏٻري جي پرڪاشن وڀاڳ جي سڀني سائين جو احسانمند آهيان، جن هيءَ لکيل انگريزي پستڪ جي پوري ڪرڻ ۾ سهائتا ڪئي آهي. ان ڪانسواءِ مسز ٻيورلي مدسڪاٽي ۽ مسز ڪملا سامتاڻي اهو هٿ لکيل پستڪ ٽائيپ ڪيو آهي.

مسز اندرا اهو هٿ لکيل پستڪ نظر مان ڪڍي ۽ انکي سوڌي، ان جي ٽائيپ ڪاپي تيار ڪئي آهي. گڏوگڏ ڇپوائيءَ ڪور جي ڊزائين تيار ڪئي آهي ۽ مرلم ڪيرا ونلا ۽ وان ڪيرا ونلا، مس لئيس هلگر جي سڌ-ٻڌي سوجهه سمجهه ۽ شرڌا ڀرپور رهنمائيءَ هيٺ، ان پستڪ جي پرڪاش ۽ ڇپائيءَ جو پربنڌ ڪيو آهي. مان انهن سڀني پيارن سڄڻن جو تهدل احسانمند آهيان.

ڏيرا، بياس.

جنڪ راج پُري

# گرو نانڪ:

# جيون ۽ اُپديش

## جيون

سنتن مهاتمائن ۽ پيرن پيغمبرن جي جيون ڪٿائن ۾ سچيون گهٽنائون ۽ خيالي ڪهاڻيون اهڙي طرح رليل مليل هونديون آهن، جو اُنهن کي پوري طرح الڳ ڪرڻ گهڻو ڪري ناممڪن ٿيندو آهي. هيءَ ڳالهه گروُ نانڪ صاحب جن سان ته خاص طرح لاڳو آهي، جنهن جي جيون ساکين ۾ سچائي ۽ افسانوي نگاري اهڙي طرح مليل آهي، جو اُنهن مان سندن صحيح روپ ظاهر ڪرڻ ڏاڍو مشڪل آهي. جيتوڻيڪ اسان سندن زندگيءَ جو سچو ۽ حقيقي ورتانت ڏيڻ جي بهترين ڪوشش ڪئي آهي، پر ان هوندي به ان ۾ مليل ليکڪن جي ڪلپنا ۽ شخصي ڀاونائن کي بلڪل الڳ ڪري نه سگهيا آهيون.

## بنياد

گروُ نانڪ صاحب جي جيون جي باري ۾ سڀ کان پراڻو ڀروسي جوڳو رڪارڊ ڀائي گرداس جي وارن مان ملي ٿو. پر ليکڪ جي پهرين ۽ مکيه دلچسپي گروُ نانڪ صاحب جي جيون ۾ نه پر سندس اُپديش ۾ هئي ۽ هن جي باڻيءَ مان گروُ صاحب جي جيون تي پورو پرڪاش نٿو پئجي سگهي. ٻيو ته سندس وارُن ۾ گروُ نانڪ صاحب جي جيون گهٽنائن طرف اشارو ڏيان نه ڏنو ويو آهي، جيترو سندن مهما ورڻن ڪرڻ طرف ڏنو ويو آهي.

گروُ صاحب جي زندگيءَ سان اڪثر طور ڪئين قسمن جون ڪرامتون جوڙيون ويئون آهن، پر جيئن ڀائي گرداس جو ڪٿن آهي، گروُ صاحب سچي نام جي ڪرامت بنا، ٻي

ڪابہ ڪرامت يا رڌيون سڌيون ڏيکارڻ پسند ڪونہ ڪندا هئا. ”باجهون سچي نام ڏي هور ڪرامت اسان ٽي ناهي“ (وار ا، پ-وڙي ۴۳). دراصل پاڻ چمتڪار ڏيکارڻ وارن جي سخت نڪتہچيني ڪندا هئا ۽ فرمائيندا هئا تہ اهي دشت آلمائن ۽ شيطاني طاقتن کان اهڙيون شڪتيون پراپت ڪن ٿا.

گروُ نانڪ صاحب جن جي جيون سان سنبنڌ رکندڙ گهٽنائن جو مکيہ احوال جنم ساکين مان ملي ٿو. جنم ساکيءَ جي لفظي معني آهي ”جنم جي ڪهاڻي“، جيتوڻيڪ اهو عام طور جيون جي ڪهاڻيءَ لاءِ ڪم اينديو آهي. انهن ساکين ۾ ڏنل گهٽنائن ۽ ڪهاڻين جو پاڻ ۾ ڪو ڪو سياويڪ سنبنڌ آهي ۽ نڪا ڪا انهن ۾ ايتري ساهتيڪ يوگيتا يا خوُبي آهي، جيتوڻيڪ اهي سلسلي وار لکيل ڏسڻ ۾ اچن ٿيون. چوڻ ۾ اچي ٿو تہ اهي اڌوري پڙهيل ليکڪن جون لکيل آهن ۽ اڻ پڙهيلن جي لاءِ لکيون ويئون هيون. انهن ساکين ۾، انهن جي ليکڪن جي باري ۾ ڪجهہ بہ لکيل ڪونهي ۽ نہ انهن ۾ موُل بنياد جو ذڪر آهي، جدهن تان اهي لکيون ويئون آهن. اِنهيءَ ڳالهہ جو ڪافي اِمڪان آهي تہ اهي گهڻن ئي هٿن مان ۽ بدل سدل جي لنبي دوُر مان گذريون آهن ۽ اهڙي طرح مختلف وقتن تي انهن ۾ گهڻا وڌي بہ تبديلي رهي آهي.

سکہ اِتهاس جا اوائلي ليکڪ ڀائي سيواداس جي لکيل ساکيءَ کي گهڻو مهتو ڏين ٿا. مڪالف انکي نرسنديهہ گروُ صاحب جي جيون جي موُجوُد رڪارڊ مان تمام پروسي جوڳو ۽ وستار پربو رڪارڊ ڪري مڃي ٿو. ان ۾ پراڻڪ يا ڪلپت ڳالهيون گهڻي قدر گهٽ آهن ۽ هيءُ گهڻو وڌيڪ سمجهہ پربو، هڪ سرڪو ۽ تسلي بخش ورتالت آهي. هن جنم ساکيءَ جا بہ نمونا آهن. هڪ اِنڊيا آفيس لئبريريءَ ۾

آهي، جا ولايت واري جنم ساکي سڏجي ٿي ۽ ٻي حافظ آباد ۾ آهي، جا حافظ آباد واري جنم ساکي سڏجي ٿي. ٻنهي ۾ ڪن ٿورو ئي فرق آهي ۽ هڪ ئي ليکڪ جو ڪارڻ معلوم وڃي ٿو، جنهن جي اصل ڪاپي لڀي ملي. ٻنهي کي گڏي ”پراڻ جنم ساکي“ ڪري ليو وڃي ٿو. هن ساکيءَ جي ليکڻ کان اڳ پاڻي ٻاني جي جنم ساکي پرچلت هئي. پراڻ جنم ساکيءَ جي ظاهر ٿيڻ کانپوءِ به پاڻي ٻاني جي ساکي چالو آهي ۽ اُن جو مهتو گهٽ نه ٿيو آهي.

هڪڙي ٻي جنم ساکي مهربان جي چئي وڃي ٿي، جو گروُ رامداس جن جو پوٽو هو. مهربان جو پيءُ پرٿي چند، گروُ رامداس جن جو وڏو پٽ هو، پر گروُ رامداس جن پنهنجي وڏي پٽ کي رلئي گروُ گدي پنهنجي ننڍي پٽ ارجن ديو کي ڏني. هن سوال تي هڪ طرف پرٿي چند ۽ سندس پوئلڳن، جي ميڻا جاليءَ جا سڏيا ويندا هئا ۽ ٻئي طرف گروُ ارجن ديو ۽ سندس جانشين ۽ پوئلڳن جي وچ ۾ لمبي عرصي تائين منهيد ۽ جهڳڙو هلندو رهيو. انهيءَ جو نتيجو مهربان جي لکيل گروُ نانڪ صاحب جي جيون ساکيءَ تي به پيل سمجهيو وڃي ٿو. انهيءَ ڪري ڪيترن ودوانن ان ۾ گهٽ دلچسپي ڏيکاري آهي. مڪالف جو چوڻ آهي ته مهربان جي جنم ساکيءَ ۾ سندس پيءُ جي وڏپڪ ساراهه ڪيل آهي ۽ انجي تفصيلن يا ورنن ۾ قيرقار ڪرڻ لاءِ کيس پورا وجهه ميسر هئا. تنهن هوندي به، مڪلئوڊ جو راءِ آهي ته مهربان کي گهڻي پاڪي غلط سمجهيو ويو آهي، پر اصل ۾ سندس رخ مکيه طور گروُ نانڪ صاحب جن جي گهڻتائي ڪرڻ جو نه پر پاڻ پرلل شرڌانجلي يا مهما پتر ارپڻ ڪرڻ جو آهي ۽ مڪلئوڊ هنکي ٻين ساکين سان برابريءَ ۾ ۽ شد ڌارمڪ ساهتيه جي درجي ۾ رکي ٿو. گيان رتناولي نالي جنم ساکي ڀائي مني سنگهه جي

مهي وجي ٿي، جو گروُ گوبند سنگهه جن جو سمڪالين هو. ڀائي گرداس جي ٻهرين وار هن ساکيءَ جو بنياد آهي. هن جي ٻولي پيٽ ۾ هاڻوڪي آهي، اها دسم گروءَ جي وقت کانپوءِ جي ٺهيل آهي. هن ۾ پراڻن ۽ ڀائي ٻالي جي ساکين مان ٿه گهڻو ئي ڪجهه کنيل آهي. اهڙي طرح هنجو مصالحو مختلف ساکين مان گڏ ڪيل آهي، تنهن ڪري هن کي پنهنجي سر ڪا اهميت ڪانهي.

انهن ساکين جي الهاسڪ اهميت بابت شڪا پيدا ٿيڻ سهاوڪ آهي. گروُ صاحب جي ڪرامتن جون ڪهاڻيون سندن پنهنجي سکيا سان ميل ڪانيندڙ نه آهن. انهن ۾ اهڙين ڪن گهٽنائن جا ۾ اشارا يا ورتانت ملن ٿا، جي ڪجهه قدر يا پوري طرح اچوڪي درشٽيءَ کان ممڪن نه آهن. جيڪڏهن گروُ صاحب جن جي جيون ۾ ڪي ڪرشما ٿيا ۾ هئا نه اُهي صرف ان سنمت ستگروءَ جي طرفان سندس ڪنهن شردالوُ پريمي شش جي اُدار يا اُپڪار ۾ ورتل گهريءَ دلچسپيءَ جو ظهور هئا. اهي سڌيءَ طرح ٿي صرف اُن خاص شخص لاءِ هئا ۽ ڪلئي ڏيکاو لاءِ نه هئا ۽ نه ئي عام سنساري ماڻهن لاءِ هئا.

جنم ساکين ۾ ڏنل بيانن يا ورتانتن جي بين وشواس جوڳن ذريعن مان پراپت ٿيل گهٽنائن سان ڀيٽ ڪري، اُنهجي تصديق ڪرڻ، هڪ ڪارگر طريقو آهي. پر بدقسمتيءَ سان اهڙا ذريعا ناياب يا بلڪل ٿورا آهن. عملي طور گروُ صاحب جن جي حالت ۾ صحيح ثابتي صرف سري آد گرنٿ ۾ ٿورن حوالن جي صورت ۾ آهي ۽ ٻي ثابتي بغداد ۾ ڪن شلاليکن جي روپ ۾ آهي. تازو ڪجهه اعتبار جوڳا پرماڻ گروُ صاحب جي اوڙيسا ۽ لنڪا جي مسافرين بابت ۾ هٿ آيا آهن.

اسانجي جاڻ جي هاڻوڪيءَ حالت ۾ جنم ساکين ۾ ڏنل ڪنهن به ڳالهه کي هڪدم شروع ۾ ئي رد ڪرڻ مناسب نه ٿيندو. جيڪا به گهٽنا يا ساکي خود بخود ممڪن پرتيت ٿئي، پوءِ چاهي اُن ۾ ڪي غلط يا اَسپاوڪ تت يا جزا شامل ٿي به ويا هجن، تنهن به اُها اسان لاءِ عام جگياسوءَ جي خيال کان مڃڻ جوڳي هئڻ گهرجي.

مسلمان ليکڪن جي طرفان گروُ صاحب جو اوائلي احوال محسن فاني يا موبد ذلفڪار اردستانيءَ جي پرسڌ ڪتاب "دبستان-ي-مذاهب" مان ملي ٿو. جيتوڻيڪ هي پستڪ عام طرح ڪافي مقبوُل آهي ته به اِنکي پوري طرح اعتبار جوڳو نٿو مڃيو وڃي. هڪ ته اهو ڪنهن آزاد شاهد جي طرفان لکيل ڪونهي، پيو ته پوءِ جي انگريزي اِتهاسڪارن مالڪوم ۽ ڪننگهام جي چوڻ موجب هن جو ليکڪ گهڻ ڳالهائو ۽ ڪجهه قدر ويساهه وسوڙو (يعني ڪنهن به ڳالهه تي جلدي ويساهه ڪندڙ) مسلمان هو.

ٻئي پاسي جي طرفان سکن جي ڌرم ۽ سندن گرن جو جيڪو اپمان ڪيو ويو هو، اُن جي عيوضي يا سڌاري جو ذمو مئڪالف پاڻ تي کنيو. هن پنهنجو ڪتاب (سک ڌرم - The Sikh Religion) هڪ ڪٽر سک جي درشٽيءَ کان لکيو ۽ پنهنجي طرفان ڪابه نقطچيني يا راءِ ظاهر ڪونه ڪيائين. تنهنڪري هن گروُ صاحب جن جون ڪيتريون ڪرامتون پنهنجي ڪتاب ۾ درج ڪيون آهن، جن کي سک سنگت ادب ۽ ستڪار سان مڃي ٿي.

گروُ نانڪ صاحب جن جي جيون ساکيءَ لاءِ مٿي ڏنل خاص موجوُده ذريعن جي مختصر بيان مان پاٺڪن کي سمجهڻ گهرجي ته هوُ گروُ صاحب جي جيون جا پوري طرح ۽ پڪا تصديق ٿيل تفصيل پائڻ جي اُميد نٿا رکي سگهن.

اتهاسڪار گروُ صاحب جي باري ۾ اچا تائين نه صرف باهربون خاڪو يا مختصر اِتهاس ئي ڏيئي سگهيا آهن، انڪان وڌيڪ ڪجهه به نه.

## گروُ نانڪ صاحب جو جنم

گروُ نانڪ صاحب جو جنم سنه ١٤٦٩ع ۾ ٿيو، پر سندن جنم جي تاريخ ۽ مهني جي باري ۾ ڪا هڪ راءِ ڪانهي. پراڻن جنم ساکي، مهربان جنم ساکي، گيان رتناولي ۽ مهما پرڪاش جي مطابق گروُ نانڪ ١٥ اپريل ١٤٦٩ع (ويساک سدي ٣، سنبت ١٥٢٦ع) تي ڄائو هو. ٻئي طرف ڀائي بالي جي جنم ساکيءَ مطابق سندن جنم نومبر ١٤٦٩ع) ڪارتڪ سدي ١٥، پوُرن ماسي، سنبت ١٥٣٦) ۾ ٿيو هو. سنه ١٨١٥ع (سنبت ١٨٧٢) تائين گروُ نانڪ صاحب جي جنم (گرپرب) جي ساليانو ورسيءَ جو ميلو ننڪاڻا صاحب ۾ ويساک (اپريل) جي مهني ۾ ملهايو ويندو هو. ورسيءَ جي تاريخ مهاراجا رنجيت سنگهه جي وقت ۾، ڀائي سنت سنگهه گيانيءَ جي چوڻ موجب، بدلائي ڪاتڪ (نومبر) ۾ ڪئي وئي هئي. هن تبديليءَ جي هڪ ممڪن مراد اها ٿي سگهي ٿي ته "خالصا پنٿ" جو جنم، جو آنند پور ۾ ويساکيءَ تي سائيٽي مهني ۾ ملهايو ويندو هو، ان ۾ وگهن نه پوي. ٻيو، تنهن ڪانسواءِ سک، ڪسان يا آبادگار ڄاتيءَ جا هئا، تن لاءِ ڪٽڪ جي لاباري جي موسم ۾ به ميلا ملهائڻ مشڪل هو.

جنم ساکين ۽ مهما پرڪاش مطابق گروُ نانڪ پنهنجي پتا جي گهر، ڳوٺ تلونڊي راءِ ڀوئي ۾ ڄائو هو، جو پوءِ "ننڪاڻا صاحب" جي نالي سان مشهور ٿيو ۽ جو لاهور (هاڻي پاڪستان) کان اٽڪل ٤٠ ميلن جي مفاصلي تي آهي. ٻيو عقيدو آهي ته هوُ پنهنجي ناني جي گهر، ڳوٺ ڪاڇا

ڪاهن يا چاهل ۾ ڄائو هو. هي رايو پنجاب ۽ ڀارت جي ڪجهه ٻين اِستانن ۾ پرچلت پراڻيءَ روايت سان ٺهڪي ٿو کائي، جنهن موجب گربهوتي اِستري ٻار ڄڻڻ لاءِ پنهنجي پيڪي گهر ويندي هئي. نانڪ نالو به اِنهيءَ ڳالهه ڏانهن اِشارو ڪري ٿو ته هو پنهنجي ناني جي گهر ڄائو هو ۽ اهو به ممڪن آهي ته گروءَ جي وڏي ڀيڻ به پنهنجي نانائي گهر ڄائي هئي جو سندس نالو نانڪي هو. پر جنم ساکيون صاف طور گروءَ صاحب جو جنم سندس پيءُ مهتا ڪالو بيديءَ جي گهر ڳوٺ تلونڊي راءِ ڀوئي ۾ ٿيڻ جي تائيد ڪن ٿيون.

تلونڊي ڳوٺ جو حاڪم، گروءَ نانڪ صاحب جن جي جنم وقت، راءِ بلار هو، جو گروءَ نانڪ صاحب جن جو شڀ چنتڪ هو ۽ پوءِ سندن پوئلڳ به ٿيو. گروءَ صاحب جو پيءُ ڪالو مهتا ذات جو کتري ۽ بيدي ڪل جو هو. هو ڳوٺ جو پٽواري هو. گروءَ صاحب جي ماتا جو نالو ترپتا هو ۽ هوءَ پنهنجي پتر ڏانهن پريم ۽ شرڌا لاءِ مشهور آهي. جيئن مٿي چيل آهي، گروءَ صاحب کي هڪ وڏي ڀيڻ نانڪيءَ نالي هئي.

## وديا

گروءَ صاحب جي اوائلي ٻالپڻ جي زندگيءَ جي اِتهاسڪ تصديق ڪانه ٿي ملي. پر هن ڳالهه لاءِ عام طور سڀ سهمت آهن ته سندن لاڙو دنيوي وديا جي ڀيٽ ۾ روحاني گيان طرف وڌيڪ هو. سندن پڙهائيءَ جو عرصو بلڪل ٿورو هو، جنهن ۾ پنهنجي ڪتابن ڏانهن ڪو خاص ڌيان ڪونه ڏنائون. نه فقط سنساري علم ۾ سندن دلچسپي ڪانه هئي، پر اهڙا موقعا به کين ميسر ڪونه هئا. تلونڊي هڪ ننڍڙو ڳوٺ هو جنهن ۾ ڪو جوڳي مٺ يا مسلم خانقاهه نه هئا، جي اُن سمي ۾ اوچي تعليم جا مرڪز سمجهيا ويندا هئا. ڳوٺ جي

رحمدل مالڪ راءِ بلار نانڪ کي، سندس پيءُ ڪان پوءِ پٽواري مقرر ڪرڻ جو انتظام ڪيو، بشرطيڪ هوُ فارسي سکي وٺي ۽ اُن ۾ پوگيتا حاصل ڪري، ڇاڪاڻ تہ اُن وقت اِنهيءَ ٻوليءَ ۾ ئي سارو سرڪاري ڪم ڪار ٿيندو هو. گروُ نانڪ صاحب جي ٻاڻيءَ ۾ گهڻي تعداد ۾ استعمال ڪيل عربي ۽ فارسي لفظن مان ظاهر آهي تہ ڪين انهن ٻنهي ٻولين ۾ ڪافي ماهريت حاصل هئي. سندن فارسي اُستادن لاءِ الڳ الڳ ذريعا رڪن الدين، قطب الدين ۽ سيد حسن جا نالا ڏين ٿا. اِئين بہ چيو وڃي ٿو تہ ڪين هنديءَ ۾ لکڻ پڙهڻ ۽ حساب ڪتاب رکڻ گوپال پنڊت سيکاريو هو.

## سچ جي کوج

گروُ نانڪ صاحب اوائلي عمر ۾ ڪجهہ سنساري گيان حاصل ڪيو هو، پر سندن من ۾ روُحانيت جي جگياسا کين ڪيترن مذهبي سکيا جي مرڪزن ڏانهن وٺي ويئي. اِن تلاش جي دوران هوُ انيڪ تپسين، ويراڳين ۽ تياڳين جي سمپرڪ ۾ آيا، جن لاءِ اِهو چيو ويندو هو تہ هوُ ڌرم گرنٿن جي اڀياس، پوڄا سمرن ۽ پارٿ جي اعليٰ حصن ۾ رهندڙ مذهبي پيشوائن سان رابطي جي ذريعي روحاني گيان پراپت ڪري چڪا هئا. گروُ صاحب جن جي ٻاڻي، مثال طور "جپجي"، "آسادي وار" ۽ "سڌ گوشٽ" نہ صرف سندن اهڙن ماڻهن سان تعلق ظاهر ڪري ٿي، پر سندن ڌارمڪ پستڪن جي ڪيل اڀياس جو اِشارو بہ ڏئي ٿي، ڇاڪاڻ تہ مذهبي مسئلن جي پوُرن سوُجهہ ٻوُجهہ جيڪا سندن ٻاڻيءَ مان جهلڪي ٿي، سا سندن ڪن ڌرم استانن جي يالرا جي دوران سادن ۽ فقيرن سان صرف زباني چرچا يا بحث مباحثي مان مشڪل پراپت ٿي سگهندي.

## جڻيءَ جي رسم

گرو صاحب جي ٻالپڻ ۾ هڪ مهتو پُورن گهڻا جا سمدن ۹ ورهين جي عمر ۾ ٿي، سا هئي سمدن جڻيءَ پائڻ جي رسم. پاڻ ان رسم جي ڪا ڏرمي اهميت نه سمجهائون ۽ اها ڳالهه ڪل جي پروهت هر ديال کي صاف طور چئي هٽائون. اها ڪهاڻي، جا جنم ساکين ۾ ورلن ٿيل آهي، گرو صاحب جي ”آسا دي وار“ جي لفظن مان ٿي ڪئيل ڏسجي ٿي. هن ۾ گرو صاحب جڻيءَ جي ٻاهرئين رسم کي وٿرت ميو آهي ۽ صرف اوچي اخلاق ۽ سنجم کي سچو جڻيو ڪري سويڪار ڪيو آهي. پاڻ فرمائين ٿا ته ديا جي ڪپهه، سنتوش جي سٽ، برهمچرج جي ڳنڍ، ستيہ جي وَٽڻ سان ٺهيل جڻيو پائڻ گهرجي. اهڙو جڻيو مرڻ بعد به جيءَ سان گڏ وڃي ٿو. پر ساڌارڻ سٽ جو ٺهيل جڻيو مرڻ سڙ ۽ سان ڇڪيا ۾ ٿي جلي وڃي ٿو ۽ جيو جڻيءَ بنا پرلوڪ سڌاري ٿو وڃي.

دئيا ڪپاهه سنتوک سوُت جت ڳنڍي ست وٽ،
ايهه جنيئُو جيئه ڪا هئي ته پاڏي گهت.
نا ايهه ٽٽي نه مل لگي نا ايهه جلي نه جاءِ،
ڌن سو ماڻس نانڪا جو گل چلي پاءِ.

چؤ ڪڙ مُل اڻائيا بهه چؤڪي پائيا،
سکا ڪن چڙائيا گُر براهمڻ ٿيا،
اوُهه مُئا اوهه جهڙ پيا ويتگا گيا.

(آسا دي وار م ۱-۴۷۱)

(باڻيءَ جو حوالو ۱۴۳۰ صفحي واري آد گرنٿ جي انوسار آهي).

## شادي ۽ ڪٽنب پروار

گروُ نانڪ صاحب جي شادي سندن عمر جي ١٢ ۽ ١٦ سالن جي وچ ۾ بٽالا، ضلع گرداسپور، پنجاب جي رهواسي ڀائي مولا جي ڌيءَ ٻيبي سلکڻي سان ٿي. جنم ساکين مان اندازو لڳي ٿو ته گروُ صاحب جن جي شادي ١٤٨١ع ۽ ١٤٨٥ع جي وچ ۾ ٿي. گهڻو ڪري سندن ڀيڻيوئي جيرام ئي سندن شادي ڪرائي. متڪالف جو چوڻ آهي ته جيڪڏهن کين آزاد ڇڏيو وڃي ها ته شايد هوُ شاديءَ جي بندن ۾ ٻڌجڻ پسند ئي نه ڪن ها، ڇاڪاڻ ته ڀاڻ اُن کان اڳ ئي سلطانپور ۾ سرڪاري نوڪريءَ ۾ داخل ٿي چڪا هئا.

وقت ٿيڻ کين ٻه پٽ ڄاوا، سري چند ۽ لکمي داس.

## ڪاروبار

ڪالو بيديءَ چاهيو ٿي ته سندس پٽ ساڌارڻ گرهستي جيون گذاري، پر گروُ صاحب جي رچي ٻئي طرف هئي. هوُ سدائين پرمارٿي پرش جي سنگت صحبت ۾ رهندا هئا. ڪالو بيدي سندن ڏيان دنيوي ڪم ڪار ڏانهن موڙڻ لاءِ منتظر هو ۽ ڪوشش ڪري کين مينهون پالڻ، کيتي ڪرڻ، دڪانداري ڪرڻ ۽ گهوڙن جو واپار ڪرڻ وغيره ۾ لڳائي رکڻ ٿي چاهيو، پر گروُ صاحب جي دل انهن ڌنڌن ۾ ڪانه هئي.

پٽ جي هوڻ ۽ انهن ڌنڌن ۾ چت نه لڳائڻ ڪارڻ سندن پتا نراس ٿي پيو ۽ پوريءَ ڪوشش سان هن پنهنجي جوان پٽ کي انهن سنياسن ۽ فقيرن جي سنگت کان پري رکڻ چاهيو، جي تلونڊيءَ جي آسپاس وارن جهنگلن ۾ رهندا هئا. پر ان ۾ ڪامياب نه ٿيو.

سندن غير معمولي هلت چلت ڪري، گروُ صاحب لاءِ انهن سمجهيو ويندو هو تہ سندن هوش ٺڪاڻي نـاهي. سندن ڪٽنب جـا ماڻهو کين ديـوانو سمجهڻ لڳا. گروُ صاحب جن پنهنجي بـاڻيءَ ۾ شايد انهيءَ اوستا جـو ئي ذڪر ڪيو آهي:-

ڪوئي آکيءَ ڀوتـنـا ڪو کهيءَ بيتالا،
ڪوئي آکيءَ آدمـي نـانڪ ويـچـارا.
ڀئيا دوانـا ساهہ ڪا نـانڪ بئـرانـا،
هـئـہ هـر بـن اَور نـہ جـانـا.

(مارُو م ١ - ١٩٩١)

ڪالو بيديءَ پنهنجي پٽ کي ڌنڌي ۾ ڪامياب بڻائڻ لاءِ هڪ ٻـي ڪوشش ڪئي. هن کيس چـوهڙ خان (ضلع گجرانوالا - هاڻي پـاڪستان) ۾ واپار لاءِ موڪليو. پـر هـوُ کين ڏنل پئسا رستي ۾ ئي بکين سادن کي کارائڻ ۾ خرچي ڇڏيندي موٽي آيا، جتي کين آگيا جي الڳهن لاءِ پيءُ جو ڪوپ سهڻو پيو. گـروُ صاحب جـي ڀيڻيوئي جيرام جي چـوڻ ۽ ڳـوٺ جي چوڌريءَ راءِ بـلار جي سهائتا سان ڪالو بيديءَ کي انهيءَ ڳـالهہ لاءِ رضامند ڪيو تہ نـانڪ ساڻس گڏ سلطان پور وڃي.

گروُ صاحب جن جي سلطانپور ۾ گذاريل جيون جي بابت کي خاص مئيد ڪولهن. جيرام جي سفارش تي دولت خان لوديءَ کين پنهنجي موديءَ خاني ۾ رکيو. جيتوڻيڪ گروُ صاحب هي دنيوي ڌنڌو قبول ڪيو، پـر سندن من جو رخ اصل ڪونہ بدليو. ڏينهن جو هوُ پنهنجي پوريءَ لياقت سان پنهنجا فرض نباهيندا رهيا ۽ رات جو پڄن سمرن ۾ ئي لڳا رهيا.

## انترمکي روحاني انڀؤ

هن عرصي ۾ ئي اسانکي گروُ نانڪ صاحب جن جو ڀهريون الهاڪ پرماڻ سندن اندروني روحاني انڀو جي پراپتيءَ بابت ملي ٿو. هڪ ڏينهن سوير صبح جو سلطانپور پرسان وهندڙ ڪالي ٻيئين نديءَ ۾ اشنان ڪرڻ بعد هوُ پرواري جهنگل ۾ غائب ٿي ويا ۽ پراڻن جنم ساکيءَ مطابق کين پرميشور جي درگاهه ۾ ليو ويو. ڪل مالڪ کين امرت جو پيالو آڇيو ۽ کين نام جي پرچار ڪرڻ جو ڪم سؤنپيو. هوُ ٽن ڏينهن کانپوءِ سلطانپور موٽيا ۽ مقامي ماڻهو کين ڏسي ڏاڍو خوش ٿيا، جو اُنهن سمجهيو هو ته هوُ نديءَ ۾ ٻڏي ويو هو.

دراصل هيءَ ورنن، گروُ نانڪ صاحب جي پنهنجي اندر روحاني سماڌيءَ ذريعي پرماتما جي پراپتي ڪرڻ ڏانهن اشارو ڪري ٿو. جڏهن سندن آتما سمرن وقت ايڪاگرتا ذريعي جسم مان سميٽجي اندر ويئي ته سندن سرت شبد ڌن سان جڙي ويئي ۽ کين اُهو روحاني انڀؤ ٿيو، جنهنکي عام طور آتم گيان يا شبد ڌن ۽ پرڪاش سان جڙڻ جو انڀؤ چيو ويندو آهي. گروُ صاحب پاڻ به پنهنجي باڻيءَ ۾ سنپورش کي شبد روپ ڪري ڄاڻيو آهي، جيئن هيٺئين راڳ مارؤءَ جي شبد مان ظاهر آهي:-

تو اکال پرکه ناهي سر ڪالا تو پرکه اليکه اگم نرالا،
ست سنتوکه سبد اَت سيتل سهج ڀاءِ لو لائيئا.
(مارؤ م ١ - ١٠٣٨)

سرت جي ڌارا جي سرير مان سمٽاوَ جي ڪريا سچ پچ جڻ مرڻ جي ڪريا آهي. جو ساڌڪ اهڙي طرح پنهنجي اڇا انوسار جيئري مرڻ جي جڳتي سکي ٿو وڃي، اُنهن دراصل مؤت تي جيت حاصل ڪئي، ڇاڪاڻ ته هوُ پنهنجي

اچا انوسار جڏهن چاهي، پنهنجو جسم خالي ڪري سگهي ٿو ۽ وري پنهنجي مرضيءَ موجب جڏهن چاهي ان جسم ۾ واپس اچي سگهي ٿو. جيئن سنت پال فرمايو آهي: ”مان نه روز مران ٿو“ (۳۱:۱۵ ڪور I). اهڙي پياري ڪي هن اسٿتيءَ ڪانپوءِ ڪوبہ موت جو ڀؤ نٿو رهي. اُنهيءَ ساڌڪ کي ڪهڙو ڀؤ رهندو، جو هر روز جڏهن چاهي مري سگهي ٿو ۽ جڏهن چاهي شرير ۾ واپس اچي سگهي ٿو يا جيئرو ٿي سگهي ٿو. گروُ نانڪ صاحب باڻيءَ ۾ ساڌڪ کي پريوڌ ڏين ٿا تہ هوُ پنهنجي زندگيءَ جي عرصي ۾ ئي اها جيئري مرڻ جي اسٿتي پراپت ڪري. هوُ فرمائين ٿا:-

مِٽِتا جمن گهر جائيِّ، تس جيود ٿا مر مار.
(سري راڳ م ۱-۲۱)

گروُ صاحب کي پرماتما جي طرفان امرت جي پيالي جي آڇ بابت جو پراڻن ساکيءَ ۾ ذڪر آهي، اُن جو اشارو بہ اصل ۾ انترمکي روحاني آنند دائڪ انيؤ ڏانهن آهي، جو ساڌڪ جي ڪايا پلٽي ڪيس امر ڪري ٿو ڇڏي. گروُ صاحب جن جو ڪٿن آهي تہ امر جيون جي بخشيش ڪرڻ واري سچي امرت جو سروور ڪايا جي اندر ئي آهي، پر اهو امرت پريم پيار سان ئي پراپت ٿي سگهي ٿو.

ڪائتا اندر امرتسر ساچا، من پيوءِ ڀاءِ سڀائي هٿ.
(مارو م ۳-۱۰:۲۶)

هن مهان روحاني انيؤ گروُ صاحب جن جي ساري زندگيءَ کي پلٽي ڇڏيو. ان کانپوءِ هوُ سچ جا ساڌارڻ کوجي يا جگياسوُ نہ رهيا، پر سچ جا ساکيات جاڻوُ، ستگرو نانڪ بڻجي پيا. هوُ اهڙا پورڻ ستگرو بڻجي پيا، جي پنهنجي حاصل ڪيل سچ جي ڏات لوڪن ۾ ورهائي سگهيا ٿي.

## ڇا گرو نانڪ صاحب جن جو ڪو گرو هو؟

هن سوال تي ڪافي مٺهيد آهي ته گرو نانڪ صاحب جو ڪو گرو هو يا نه. سکن جو عقيدو آهي ته سندن ڪو به گرو نه هو. انهنجو وچار آهي ته ڪالي بيئين نديءَ جي پر واري جهنگل ۾ پراپت ٿيل مهان روحاني انڀو وقت پرماتما کين پنهنجي نام جي مهما ۽ سچي روحاني گيان جي پرچار جو ڪارج سونپيو هو، پر ڪي ودوان انهيءَ ڳالهه تي زور ڏين ٿا ته گرو نانڪ صاحب جن جو گرو ضرور ڪيل هو. "سيارل مثا خرين" جي ليکڪ غلام حسين جو چوڻ آهي ته سيد حسن گرو نانڪ جن جو گرو هو. تازو ڇپيل هڪ پستڪ جي ليکڪ به ان ڳالهه جي پشٽرائي ڪئي آهي. هو چوي ٿو ته غلام حسين گرو نانڪ جن جي باري ۾ ڪيئين ڳالهه اها ٻڌائي آهي ته بالپڻ جي ڏينهن ۾ تلونديءَ ۾ گرو صاحب جن جو سيد حسن نالي هڪ استاد هو، جو هڪ مسلمان ودوان ۽ درويش هو.

ڪبير پنٿي عام طور ان ڳالهه جي دعويٰ ڪندا آهن ته گرو صاحب جن کي ڪبير صاحب کان گيان پراپت ٿيو. ويسٽڪاٽ جو چوڻ آهي ته جيڪي ماڻهو ڪبير صاحب کي پنهنجو روحاني رهبر مڃي سندس احسان مند آهن، تن ۾ سک پنٿ جو سنستاپڪ پنجاب جو نانڪ شاهه به آهي. هڪ ٻيو ودوان لکي ٿو ته ان ۾ ڪو سنديهه ڪونهي ته سڀئي ليکڪن ڪبير سان گڏ نانڪ جو نالو جوڙيو آهي. اهو ورنن جاري رکندي اهو ودوان اي. ايس. گارڊن ۽ جي. اين. فرقوهر جا نالا وٺي ٿو، جي گرو صاحب جن کي ڪبير صاحب جو شش مڃڻ جي وچار جي حمايت ڪن ٿا. ٻيل نالي ليکڪ اهو وچار مڃي ته گرو نانڪ جو ڪو نه ڪو گرو ته ضرور هو، سيد حسن کي سندن گرو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، پر هن وري اهو به چيو آهي ته

کي ماڻهو ڪبير کي سندن گروُ مڃين ٿا. هڪ ٻئي ودوان گروُ صاحب جي بغداد ياترا جو ورڻن ڪندي هيئين شلاليک جو ذڪر ڪيو آهي "گروُ مراد جو ديهانت تي ويو. بابا نانڪ فقير هن عمارت جي نهڙ ۾ سهائتا ڪئي، جا ڳالهه هڪ سچي شش جي پيار کي پرگهٽ ڪري ٿي" (هجري ٩٢٧). اهڙي طرح هن شلاليک انوسار مراد، گروُ نانڪ صاحب جو روحاني رهبر هو. انهي برعڪس پرنسيپال جوڌا سنگهه ۽ ڊاڪٽر گنڊا سنگهه وغيره گهڻائي ودوان ان ڳالهه کي نٿا مڃين ته گروُ نانڪ جو ڪو گروُ هو.

ڪجهه ودوان گروُ صاحب جن جي سندن ئي باڻيءَ جا حوالا ڏيئي اهو ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪن ٿا ته گروُ صاحب جن، گروُءَ جي پراپتيءَ لاءِ گهر بار ڇڏيو ۽ ستگروءَ دوارا ئي کين پرماتما جي پراپتي ٿي. گروُ صاحب پاڻ فرمائين ٿا: "مون گرمک جي کوج ۾ گهر بار ڇڏيو ۽ پرماتما سان ميلاپ جي اچا، ابلاشا ئي مونکي هيءَ اداسين وارو ويس ڌارڻ لاءِ مجبور ڪيو. مون گرمک کان پراپت ڪيل شبد ذريعي من کي وس ۾ ڪيو. ستگروءَ جي گهر جنم وٺي (ستگروءَ کان نام دان پائي)، مون پنهنجو آواگون مٽايو ۽ گرمک جي ذريعي ئي اندر شبد ۽ جوت جي پراپتي ڪئي":

١. گرمک کوجت پئي اداسي، درسن ڪيءَ ڻائي ڀيک نواسي.

٢ سڻ سنامي سچ نانڪ پرڻويءَ آڳڻي من سمجهائي،
گرمک سبدي سچ لو لاگيءَ ڪر ندري ميل ملائي.

٣. ستگر ڪيءِ جنمي گون مٽائٿا انهت راتي اِهه من لائٿا،
منسا آسا سبد جلائي گرمک جوت نرنتر پائي.

(رامڪلي سک گوشٽ، م ١ - ٩٣٩، ٩٤٤، ٩٤٠)

ڪجھ پيا ودوان چون ٿا تہ گرو نانڪ صاحب جن جي باڻيءَ ۾ ڪيترن هندن تي سندن ستگروءَ ڏانهن اشارا ملن ٿا، خاص طور اُنهن اِستانن تي جتي پاڻ ستگروءَ لاءِ ”ميرا“ (منهنجو) يا ”آپڻا“ (پنهنجو) لفظ استعمال ڪيا اٿن.

هرِ ن جيئہ جل بل جاءِ،
مہ آپڻا گر پوچ ديکڻا اَور ناهي ٿاءِ.
(سري راڳ، م ١-١٣)

ٻلهاري گر آپڻي ڏئهاڙي صدوار،
جن ماڻس تي ديوتي ڪيئي ڪرت نہ لاگي وار.
(آسادي وار، م ١-٤٦٢)

ج پرکہ ندر نہ آوئي تسڪا ڪئا ڪر ڪهئا جاءِ،
ٻلهاري گر آپڻي جن هردي دتا دکاءِ.
رامڪلي دکڻي اونڪار.
(م ١-٩٣٧)

هڻہ گر پوچہ آپڻي گر پيچ ڪار ڪماءِ،
سبد سلاهي من وسي هؤي دکہ جل جاءِ،
سهجي هوء ملاوڙا ساچي ساچ ملاءِ.
(سري راڳ، م ١-٥٨)

پائي ري اؤر ناهي مہ ٿاءِ،
مہ ڌن نام ندان هڻہ گر ديٽا بل جاءِ.
(سري راڳ، م ١-٥٧)

تو تو پاءِ لگہ گر اپني، آتم رام نهارنا.
(آسا، م ١-٣٥٣)

ميرا گر ديئال سدا رنگہ ليٺا،
اهدس رهي ايڪ لو لاگي ساچي ديکہ پتيڻا.
(رامڪلي دکڻي اونڪار، م ١-٩٠٧)

مل حر ڊدي لالا گولا ميرا ناٿ سهاگا،
گر ڪي ٻڇي هاٿ ٻڪانا جمه لائتا انت لاگا.
(مارؤ م ١ - ٩٩١)

مون هن وشيه ۾ گهرائي ۽ وستار سان کوج ڪانه ڪئي آهي، ڇاڪاڻ ته منهنجو مکيه مقصد گرو نانڪ جي روحاني اُپديش جي وياکيا ڪرڻ جو هو. مان هن واد وواد ۾ پوڻ نه ٿو چاهيان، جو مکيه وشيه جي دائري کان ٻاهر، صرف اتهاسڪ ڳالهين سان سنٻنڌ رکي ٿو.

## مهان روحاني انڀؤ

چيو وڃي ٿو بيئين نديءَ جي ڪناري تي تيل روحاني انڀو ڪانپوءِ گرو نانڪ صاحب پنهنجو سارو مال اسباب ڏيائي، سادارڻ طور چپ رهڻ لڳا. انهيءَ وقت ڀائي مردانو لڳاتار گرو صاحب جن سان گڏ رهڻ لڳو. گرو صاحب جن گهٽ ڳالهائيندا هئا، پر هيءَ پيد پرڀو واڪ اڪثر اُچاريندا هئا، ”نه ڪوئي هندو آهي، نه مسلمان آهي“.
هن سڙل وچن مان صرف سندن دوبه درشٽي ۽ وشو وياپي پريم جي جاڻ پوي ٿي، اهو به ايڪ ماڻهو هن ڳالهه تان چڙندا هئا. حڪومت ڪندڙ طبقو اهو خاص طرح ان ڳالهه کي برو سمجهندو هو ته گرو صاحب هندن کي مسلمانن جي برابر رکيو آهي. هن باري ۾ صوبيدار نواب دؤلت خان (ڀائي گرداس پنهنجي وارن ۾ دؤلت خان لوديءَ جو نالو گرو صاحبن جي شش ۾ شمار ڪيو آهي) وٽ شڪايت ڪئي ويئي. دؤلت خان انهن ڇني شڪايت رد ڪري ڇڏي ته گرو نانڪ هڪ درويش آهي، جنهن جا وچن آسانيءَ سان سمجهه ۾ نٿا اچي سگهن. انهيءَ موقعي تي اسلامي شرع جي سمجهائي ڏيڻ وارو قاضي به موجود هو، جنهن پڻ ان شڪايت جي پٺڀرائي ڪئي ۽ نواب کي چيو ته گرو صاحب

کي سڏايو ويو. جڏهن گرو صاحب اُتي پهتا ته نواب صاحب سندن سواگت ڪيو ۽ ڪين پنهنجي پرسان وهاريو. اُنهيءَ وچ ۾ مسلمانن جي شام جي نماز جو وقت ٿي ويو. سڀ اُٺي مسجد ۾ هليا ويا. گرو صاحب به اُنهن سان گڏ ويا. جڏهن قاضيءَ نماز شروع ڪرائي تہ اُميد جي خلاف گرو صاحب بينا ئي رهيا ۽ سجدو* ڪونہ ڪيائون. قاضيءَ کي اِن مان شڪايت ڪرڻ جو هڪ بيو به موقعو مليو ۽ اِها ڳالهہ نواب سان ڪيائين. گرو صاحب کان نماز ۾ شامل نہ ٿيڻ جو سبب پڇيو ويو تہ پاڻ فرمايائون، "قاضيءَ جو من نماز ۾ نہ هو. هنجو من تہ گهوڙيءَ جي ننڍن ٻاول وڇيري ۾ هو جنهنکي هو گهر جي اڱڻ ۾ کليو ڇڏي آيو هو. اڱڻ ۾ کوهہ هو ۽ قاضيءَ جو ڌيان بار بار اُنهيءَ ڳالهہ ڏانهن ٿي ويو تہ متان وڇيرو کوهہ ۾ نہ ڪري پوي". قاضيءَ قبول ڪيو تہ گرو صاحب ٺيڪ فرمايو هو ۽ هو سندن چرنن تي ڪري پيو. اُنهيءَ تي گرو صاحبن هيءُ شبد اُچاريو: "سچو مسلمان اُهو آهي، جو پنهنجي خوديءَ يعني هؤميءَ کي ختم ڪري ۽ پرماتما جي ڀاڻي يا رضا ۾ راضي رهندي، صدق ۽ صبر سان ڪلمي يا شبد جي ڪمائي ڪري، من کي پوتر ۽ نرمل ڪري. جيڪو مسلمان پينل چيز کي نہ ڇيڙي ۽ ڪريل چيز کي نہ کائي، سوئي ڀهشت ۾ ويندو".

مسلمان مساويءِ آپ، صدق صبوري ڪلما پاڪ.

کڙي نہ ڇيڙي پڙي نہ کاء، نانڪ سو مسلمان ڀسمت ڪئہ جاء.

(پراڻن جنم ساکي، صفحو ۳۹)

گرو صاحب جي سلطانپور ۾ مودي خاني جي نوڪريءَ جي وقت جو هڪ ٻيو پرسنگ بہ هن ريت آهي. نواب کي

* مسلمان نماز وقت هڪ خاص پرلگہ سان جهڪي دعا گهرندا آهن، جنهنکي سجدو ڪرڻ چئبو آهي.

شڪايت ڪئي وئي ته ناناڪ مودي خاني جو ڪم ڏهان سان ڪونه ٿو ڪري. مٿس اهو الزام لڳايو ويو ته هوُ ماڻهن کي قيمت کان به وڌيڪ مال توري ڏئي ٿو، جنهنڪري شاهي ڀنڊار ۾ گهاٽو پئجي رهيو آهي. اهو ڏوهه صحيح ثابت ٿيڻ تي ڀاري سزا ملڻي هئي. پر جڏهن جاچ پڙتال ڪئي وئي ته نواب کي پتو لڳو ته مودي خاني ۾ نه فقط مال پورو هو، پر اجا به وڌيڪ هو. هن واردات کي ڪرامت سمجهڻ ضروري ناهي. مودي خاني ۾ اناج جي واڌِيءَ جو هڪ سبب هيءُ به ٿي سگهي ٿو ته گروُ صاحب پنهنجو پگهار نقدِيءَ جي بجاءِ راشن جي روپ ۾ وٺندا هئا ۽ هوُ پاڻ ان اناج جو ڏاڍو گهٽ استعمال ڪندا هئا، باقي اناج سرڪاري ڀنڊار ۾ ئي پيو رهندو هو، جنهن ڪارڻ ڀنڊار ۾ مال حساب کان وڌيڪ نڪتو.

گروُ صاحب جي سلطان پور اچڻ ۽ اُتان روانو ٿيڻ جي اصل تاريخن بابت ڪا ڄاڻ نٿي ملي. گهڻو امڪان اهو آهي ته گروُ صاحب دولت خان لوديءَ جي سلطان پور جي نواب ٿي رهڻ جي سمي تائين اُتي رهيا هوندا. جڏهن دؤلت خان جي لڳ ڀڳ سنه ۱۵۰۰ ۾ ترقي ٿي ۽ هوُ لاهور جو نواب بڻجي ويو ته ممڪن آهي ته اُن وقت گروُ صاحب سلطانپور مان هليا ويا هجن.

## سنت مت پرچار لاءِ ياترا

پڪي تاريخ سنه ۱۵۲۰ع آهي، جڏهن گروُ صاحب سيد پور ۾ هئا. سنه ۱۵۰۰ع کان ۱۵۲۰ع جي وچ وارو عرصو گروُ صاحب پنهنجي روحاني اُپديش جي پرچار لاءِ ڪيل ياترائن ۾ گذاريو. اُنهن ياترائن کي گروُ صاحب جون اُداسيون ڪوٺيو وڃي ٿو، ڇو جو اُن ۾ گروُ صاحب هڪ اُداسيءَ وانگر وهنوار ڪندا رهيا. پاڻ جتي به ويندا هئا، اُتي جي

واڳاورڻ ۽ ضرورتن انوسار هڪ ٻاريءَ وارو ويس پائيندا
هئا. ڏکڻ ڀارت جي ياترا وقت گرو صاحب پيرن ۾ چاکڙيون
پاتيون هيون، هٿ ۾ لٺ کنئي هئائون، مٿي تي پڳڙيءَ
وانگر رسي ليٽي هئائون ۽ مستڪ تي تلڪ لڳايو هئائون.
گرو صاحب جي اُتر ڀارت جي ياترا وقت، چيو وڃي ٿو تہ
پاڻ پيرن ۾ چمڙي جي جتي ۽ مٿي تي چمڙي جي ٽوپي
پاتي هئائون. ڪمر ۾ رسي لپيٽيل هين ۽ مستڪ تي ڪيسر
جو تلڪ لڳايو هئائون. اهو بہ چيو ويندو آهي تہ مڪي
جي ياترا وقت پاڻ هڪ مسلمان حاجيءَ وارو نيرو لباس
پهريو هئائون، هٿ ۾ فقيرن وارو ڏنڊو هون ۽ بغل ۾
پنهنجي باڻيءَ جي هڪ پوٿي هين. پاڻ هڪ مسلمان ساڌڪ
يا پرهيزگار وانگر وضو ڪرڻ لاءِ هٿ ۾ لوٽو ۽ بندگي ڪرڻ
لاءِ هيٺ وڇائڻ وارو مصلو بہ رکيو هئائون. انهيءَ مان
اهو ثابت ٿئي ٿو تہ گرو صاحب جيڏانهن بہ ويندا هئا، اُتي
جي ماڻهن سان رلي ملي ويندا هئا ۽ اُنهن جو ئي ڌرمي
لباس پائيندا هئا. قدرتي طور ائين ڪرڻ سان کين عام
لوڪن ۾ پنهنجي روحاني اُپديش جي پرچار ۾ سهوليت
ٿيندي هئي.

پنهنجي ياترا سان گڏ گرو صاحب پنهنجي پوڄا سمرن
تي بہ ڌيان ڏيندا هئا. سندن پورو جيون ئي روحاني
ابياس ۽ نام دان جي پرچار لاءِ ارپت ٿيل هو. کائڻ، سمهڻ،
پهرڻ ۽ آرام ڪرڻ طرف سندن ڪوئي ڌيان نہ هو. ڀائي
گرداس هڪ وار ۾ گرو صاحب جن جي ڪٺن ساڌنا جو
ذڪر ڪندي لکي ٿو:

پهلان بابي پائيا بکسدر پڇو دي ڦر گهال ڪمائي،
ريت اِڪ آهار ڪر روڙا کي گر ڪيئہ وڇائي،
ڀاري ڪري تپسيا وڏي ڀاڳ هر سڃ بڻ آئي.
(وار ١، پؤڙي ٢٤)

”دبستان-ي-مذاهب“ ۾ آيل آهي:

نانڪ گهور تپسيا ۽ ساڌنا ڪئي. پاڻ پهرين پوڄن گهٽايائون ۽ پوءِ توري ڳاهه جي کير تي گذارو ڪرڻ شروع ڪيائون. ان کانپوءِ پاڻ صرف گيهه تي ۽ پوءِ صرف پاڻيءَ تي رهڻ شروع ڪيائون. تنهن کانپوءِ گروُ صاحب انهن لوڪن وانگر صرف پون يا هوا تي رهڻ شروع ڪيو، جنهن کي هندستان ۾ ”پون يا پونڻ آهاري“ سڏيو وڃي ٿو.

گروُ صاحب جي الڳ الڳ اداسين يا ياترائن جو ڪو پڪو ۽ پورو احوال ڪونه ٿو ملي. ڀائي گرداس جي پهرينءَ وار ۾ آيل ذڪر بلاشڪ سڀ کان پراچين ۽ معتبر جوڳو آهي، پر اهو احوال وستار پرلو ۽ پورو ناهي. ”پراتن جنم ساکي“ ۾ چئن وڏين ۽ هڪ ننڍي، ڪل پنجن اداسين جو احوال آهي ۽ ڪيترين جڳهن جو ذڪر آهي. ”مهربان واريءَ جنم ساکيءَ“ ۾ صرف ٻن اداسين ڏانهن اشارو ڪيل آهي، جيتوڻيڪ گهڻن ئي جڳهن جو ورلن ڪيل ملي ٿو. انهيءَ ۾ جن مکيه جڳهن جو ذڪر ناهي، انهن ۾ ڪامروپ، بغداد ۽ نانڪ متا شامل آهن. ٻنهي جنم ساکين ۾ گروُ صاحب جي ڪيل ياترائن جي سلسلي ۾ به فرق آهي ۽ انهن سان لاڳو تفصيلن ۾ به فرق آهي. وري الڳ الڳ استانن جي جاگرافيءَ موجب پوزيشن ۾ به ڪافي غلطي ۽ ڏنڌلاپڻ آهي. تنهن هوندي به گروُ نانڪ صاحب جي ويهن سالن جي عرصي ۾ ڦهليل اداسين جي گهڻي ۾ گهڻي صاف ۽ جوڙ ميل ڪائيندڙ جهاڪي پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي. انهيءَ ڪاري لاءِ ”پراتن جنم ساکي“ ۽ ”مهربان جي ساکيءَ“ جي سهائتا سان مول پاڻي جو نرماڻ ڪيو ويندو ۽ ان ۾ ڀائي گرداس کان پراپت ڪيل سامگري به جوڙي ويندي.

## ڀرين اُداسي (ياترا)

گروءَ صاحب کي سلطانپور لوڌي ۾ رهندي ڪجهه سال
ٿيا هئا ۽ سندن پهرين اُداسي هتان ئي شروع ٿي هئي.
گروءَ صاحب جو ٻڪو ۽ وفادار ساٿي مردانو راٻي، هن ياترا
۾ ساڻن گڏ هو.

مٿي ڏنل اتهاسڪ ڪارڻ ڪرم انوسار اهو پرتيت ٿئو
ٿي ته گروءَ صاحب جي پهرين اُداسي سنه ١٥٠٠ع کان پوءِ
شروع ٿي هوندي. عين ممڪن آهي ته هيءَ اُداسي سنه ١٥٠٠ع
کان ڪجهه سال پهرين شروع ٿي هئي. پراڻن جنم ساکيءَ
مطابق هيءَ اُداسي ١٢ سالن تائين هلي، انکانپوءِ گروءَ صاحب
تلونڊيءَ موٽي آيا. ڀائي گرداس هن اُداسيءَ جو ورڻن ڪن
ٿا ته هن عرصي ۾ گروءَ صاحب انيڪ تيرٿن تي ويا، خاص
ڪري وڏن ڏڻن ۽ تهوارن جي ڏينهن ۾. گروءَ صاحب ڏٺو
ته ماڻهو پنهنجي پنهنجي ڌرم انوسار پرمپرا کان هليل ٻڌنڪ
سان ڪئين ڪرم ڪانڊ ۽ رسم رواج اختيار ڪري رهيا
هئا، پر اُنهن ۾ سچي پريم ۽ سچي شرڌا جي ڪمي هئي.
هنن ٻاهرمکي ڪرياڻن مان ڪين ڪو بہ لاڀ پهچي نٿي سگهيو.
انهن ماڻهن جي ڌر مستڪ ۾ پرماتما جو سچو پريم لکيل نہ
هو ۽ هوءَ ويدن ۽ سمرتين جي پاٺ ۾ ٻليا وينا هئا.

ڀائي گرداس جن ٻڌائين ٿا ته هن ياترا ۾ گروءَ صاحب
جي انيڪ ڀيسين، جوڳين، سڌن، ناٿن، گرن، شٽن وغيره
سان ملاقات ٿي. گروءَ صاحب ڏٺو ته بيشمار ماڻهو ديوي
ديوتائن ۽ ٻين انيڪ پرڪار جي لنڊن وڏن اشٽن جي
پوڄا ۾ لڳل آهن. ڌرم استانن ۽ تيرٿن جي لمبي ياترا جي
دؤر ۾ گروءَ صاحب سچي پريو ڀڳت جي تلاش ڪندا رهيا،
پر ڪين ڪوئي اهڙو ڀڳت نہ مليو. هندوءَ گهڻا ئي ملين،
مسلمان گهڻا ئي ملين ۽ اُنهن جا گروءَ، پير، پنڊت، قاضي بہ

گهڻا ئي ملين، پر گروءَ صاحب ڏٺو ته الڏا الڏن جا اڳوان
ٿي، اُنهن کي ڪوهه ۾ ڏڪي رهيا آهن.

سلطانپور کان گروءَ صاحب ۽ مردانو اولهه طرف ويا. سيدپور
(جو هاڻي پاڪستان ۾ آهي ۽ ايمنآباد جي نالي سان مشهور
آهي) جي ٻاهران جهنگلن ۾ گروءَ صاحب ڪيترا ڏينهن
ڌيان ۾ مگن رهيا. ڀائي گرداس جي ڪٿن موجب سندن
آتما پوريءَ طرح اڪال پرکه ۾ لڏو لين ٿي ويٺي. انڪانپوءِ
هوءُ شهر ۾ داخل ٿيا ۽ اُتي هڪ واڍي ڀائي لالو جي گهر ۾
رهيا. گروءَ صاحب جو ڀائي لالو جي گهر وڃڻ سان، شهر جو
چوڌري ملڪ ڀاڳو ڏاڍو ناراض ٿيو، ڇاڪاڻ ته گروءَ صاحب
سندس گهر ۾ ٿيندڙ پرائتي ڀوڄ ۾ شامل ٿيڻ کان انڪار
ڪري ڇڏيو هو. ملڪ ڀاڳوءَ گروءَ صاحب جن سان غصي ۾
ڳالهايو ۽ شڪايت ڪئي ته گروءَ صاحب جي سندس ڀوڄن
کان انڪار ڪرڻ ڪري، سندس ڀاري اپمان ٿيو آهي.
گروءَ صاحب هڪ هٿ ۾ ڀائي لالوءَ جي سادي اناج جي
سڪل روٽي ۽ ٻئي هٿ ۾ ملڪ ڀاڳوءَ جون گيهه ۾ تريل
ڪچوريون ڪئي، ٻنهي کي نپوڙيو ته ڀائي لالوءَ جي روٽيءَ
مان کير ۽ ملڪ ڀاڳوءَ جي ڪچورين مان خون ٽپڪڻ لڳو.
گروءَ صاحب سمجهايو ته ڀائي لالوءَ جي سڪي روٽي حق
حلال ۽ خون پسيني يعني پگهر جي پورهئي جي ڪمائيءَ
جي آهي ۽ ملڪ ڀاڳوءَ جا پڪوان رشوت ۽ اتياچار جي
پيداش آهن. هن ڪهاڻيءَ ۾ کير ۽ خون ٽپڪڻ واري حصي
کي ڇڏي، ڪا به چيز غيرقدرتي ڪانهي. هن ساکيءَ مان
گروءَ صاحب جي اُپديش جي هيءَ ضروري سکيا سهڻي نموني
۾ ظاهر ٿئي ٿي ته پنهنجي روزي ايمانداريءَ سان ڪمائڻ
گهرجي. گروءَ صاحب پنهنجي باڻيءَ ۾ به پگهر جي پورهئي
يا حق حلال جي ڪمائيءَ تي زور ڏنو آهي. ’آسا دي وار‘
۾ فرمائين ٿا ته جڏهن ڇل ڪپٽ، چوري نندا يا هيرا ڦيريءَ

ساں ڏِنُ ڪمائي اُن مان پِترن جي نمت شراڌ يا دان وغيره
ڪيو وڃي تہ پرماتما اُن پاپ جي ڪمائيءَ کي سچائي ٿو
وٺي ۽ اُن مان پترن کي لاڀ نہ ڇا ٿيڻو آهي، پر نقصان
اوس ٿئي ٿو. نہ صرف اُنهن جي پترن تي چوريءَ جو الزام
لڳي ٿو، بلڪ اهڙي ڏِنَ سبب پوڄا ڪرڻ وارن براهمڻن
جا هٿ بہ ڪارا ٿيا وڃن ٿا. پرلوءَ جي نياءَ جو چڪر اِئين
ئي هلي ٿو. گرو صاحب فرمائين ٿا تہ پڪ دان جو ڦل اصل
۾ اُنکي ئي ملي ٿو، جو پنهنجي سر حق حلال جي ڪمائي
ڪري، اُن پوءِ ڏِنَ مان پرمارٿ ۾ خرچ ڪري ٿو.

جي موها ڪا گهر مهيءِ گهر مهہ پتري ديڻ،
اگيءِ وستُ سڃاڻيئي پتري چور ڪريڻ.

وڍيئهہ هٿ دلال ڪي مصفي ايهہ ڪريڻ،
نانڪ اگيءِ سو ماءِ ج کٽيءِ گهاليءِ ديڻ.

(آسا دي وار، م ١ - ٤٧٢)

سيد پور مان گرو صاحب پنهنجي ساٿي مرداني سميت
هڪ ايڪانت واري جهنگل ۾ هليا ويا. هن سفر ۾ هو هڪ
ٺڳ شيخ سڄڻ جي گهر وڃي پهتا. هن پنهنجي مهمانن کي
هڪ کوهہ ۾ اُڇلڻ جي رٿا رٿي، پر هن مهان سنت ستگروءَ
جي سنگت ۽ روحاني تيج جو هن ٺڳ تي اهڙو نہ گهرو
پرڀاوُ پيو، جو پنهنجي رٿا کي لياڪي، سڄڻ پنهنجي هن
نيچ ارادي ۽ پهرين ڪيل پاپن جي ڳنڍڙي گرو صاحب جي
سامهون کولي رکي ڇڏي ۽ پنهنجي گناهن جو پڇتاءُ ڪيو.
آخر ۾ هو گرو صاحب جو سچو شيوڪ بڻجي ويو. جنهن
استان تي هيءَ وارادات ٿي، اُتي پهرين ڌرمشالا بڻائي
وئي. هيءَ کهاڻي سڀني جنم ساکين ۾ ملي ٿي، جيتوڻيڪ
ورڻن ۾ فرق ضرور آهي.

هن يـاترا جي دؤران گرؤ صاحب جي وشرام جو هڪ ٻيو مهتوپورن استان ڪرڪيتر هو. گرؤ صاحب سورج گرهڻ جي موقعي تي اُتي پهتا. اِهو ممڪن آهي ته گرؤ صاحب ماڻهن کي گرهڻ جي وقت دان، پوڄا، سؤتڪ، سنان آدِي ڀرمن مان ڪڍڻ چاهيو ٿي ۽ گهڻن ماڻهن کي پنهنجي وچار ڌارا انوسار بدلڻ ۾ پاڻ سڦل ٿيا.

مهربان جي جنم ساکيءَ کي ڇڏي، باقي سڀني جنم ساکين ۾ آيل آهي ته پاڻيپت ۾ گرؤ صاحب جي ملاقات اُتي جي پير شيخ شرف سان ٿي هئي. هيءَ پير گهڻو وقت اڳ، گذري چڪو هو. انهيءَ لاءِ اِهو صاف ظاهر آهي ته گرؤ صاحب جي ملاقات اُن جي جانشين سان ٿي هوندي. هن نديءَ چوڪ سبب ساري ورتانت کي بي ڀروسي سمجهڻ نيڪ نه ٿيندو، ڇاڪاڻ ته ليکڪ جو ڪڏهن قدرتي سڀاءُ ٿيندو آهي، جو هو پنهنجي ڳالهه کي پرڀاوشالي بڻائڻ لاءِ اُن سمي جي وڏن ماڻهن کي پنهنجي ورتانت سان جوڙي ڇڏيندو آهي. چيو وڃي ٿو ته اُن درويش گرؤ صاحب جا هٿ ۽ پير چميا ۽ هو پوري طرح گرؤ صاحب جي اُپديش کي سويڪار ڪري، سندن شرڻ ۾ اچي ويو.

گرؤ صاحب جي اڳين منزل دهلي هئي، جتي نه ته هو وڌيڪ دير ترسيا ۽ نه ڪا خاص گهمندا ٿي. دهليءَ کان پاڻ هردوار ويا. اُتي گرؤ صاحب ڏٺو ته انيڪ ياتري اُڀرندي طرف منهن ڪري پنهنجي پترن لاءِ سورج کي پاڻي ڏئي رهيا هئا. اِهو ڏسي گرؤ صاحب اولهه طرف پاڻي ڏيڻ شروع ڪيو. جڏهن ماڻهن ڪارڻ پڇيو ته پورب جي بجاءِ پڇم طرف پاڻي ڇو ڏئي رهيا آهيو ته گرؤ صاحب جو جواب ڏنو ته لاهور جي ڀرسان منهنجا کيت آهن، مان اُنهن کي پاڻي ڏئي رهيو آهيان. ماڻهن چيو ته اهڙي طرح ايترو دور کيتن کي پاڻي ڪيئن پهچي سگهندو ته گرؤ صاحب

جواب ڏنو تہ جڏهن لوهانجو پاڻي پرلوڪ تائين پهچي سگهي ٿو تہ منهنجو پاڻي بہ ضرور لاهور تائين پهچي سگهندو، ڇو تہ لاهور پرلوڪ کان گهڻو ويجهو آهي. هتي بہ گروُ صاحب ماڻهن کي اُپديش ڏيڻ چاهيو ٿي تہ هن قسم جا ڪرم ڪانڊ ونرٿڪ آهن ۽ انهن مان ڪنهن کي ڪجهہ بہ پراپت ٿي نٿو سگهي.

انڪانپوءِ گروُ صاحب اُتر پرديش ۾ پيلي ڀيت جي ڀرسان "گورک متا" نالي اِستان تي ويا. اُنکي هاڻي گروُ صاحب جي پائرا جي ياد ۾ "نانڪ متا" سڏيو وڃي ٿو. اُتي گروُ صاحب جي گورکھ جي ڪيترن سڌن سان ملاقات ٿي. اُنهن سمجهيو تہ هيءُ ڀوڳہ جو سٺو جڳياسو آهي، اِنهيءَ ڪري اُنهن گروُ صاحب کي پنهنجي مت ۾ شامل ٿيڻ جي پرپرٿنا ڏني. ڇيو وڃي ٿو تہ گروُ صاحب اُن وقت سوهي راڳہ جو هيٺيون شبد اُچاريو ۽ جوڳين کي سمجهايو تہ سچي يوگہ جو رهسيہ باهرمکي ڪريائن ۾ نہ، بلڪ سنسار جي لوڀ لالچن ۾ رهندي اُنهن کان نرليپ ٿي رهڻ ۾ آهي. پاڻ ڪين سمجهايائون تہ سچو جوڳہ گودڙي، ڏنڊي، ڀسم، منڊرائون ڌارڻ يا متو ڪوڙائڻ ۾ نہ آهي ۽ نہ سڱي وڃائڻ، شمشان ۾ چاليها رکڻ يا ڌيان لڳائڻ ۾ آهي. جڳهہ جڳهہ ٿي ڀٽڪڻ ۽ تيرٿن ۾ سنان ڪرڻ سان بہ جوڳہ جي پراپتي نٿي ٿئي. سچو جوڳہ ڳالهين سان نٿو ملي. هيءُ انترمکي ڪنن ابياس آهي، جنهن ۾ ايڪتا ۽ دويت کي تياڳي، پورن ايڪتا ۾ استر رهڻو پوي ٿو. هن سچي جوڳہ جي پراپتيءَ لاءِ جيئري ئي مرڻ جي جڳتي سکڻ ۽ اُن تي عمل ڪرڻ سان ٿئي ٿي. چنچل من کي ايڪاگر ڪري، اندر شبد ڌن سان جوڙڻ مان ئي سهج ۽ سچي جوڳہ جي پراپتي ٿئي ٿي. شبد جي اها انوکي نرمل ڌن ڪنهن باهرئين ساز سان ڪانہ ٿي وڃي. اها سوکيم سڱي سهج اوستا ۾ انٿي پهر هرهڪ جي اندر

خود بخود وڄي رهي آهي. هن ذن ۾ لين ٿيڻ سان جيو
کي اندر ئي سٽيه جو گيان پراپت ٿئي ٿو ۽ اُنکي سنسار
يا مايا (انجن) ۾ رهندي ٻه اُنکان نرليپ (نرنجن) رهڻ
جي جڳتي پراپت ٿئي ٿي. آلما جو اهڙي طرح پرمالما ۾
سمائجي وڃڻ ۽ سنسار کان نيارو رهڻ ۾ سچو جوڳ آهي:

جوڳ نہ کنٿا جوگ نہ ڏنڊيءِ جوگ نہ ڀسم چڙائيئي،
جوگ نہ مندي مونڊ مڊائيئي جوگ نہ سڱي وائيئي،
انجن ماهہ نرنجن رهيئي جوگ جڳت اِوَ پائيئي.

گلي جوگ نہ هوئي،
ايڪ درسٽ ڪر سمسر جاڻيءِ جوگي ڪهيئي سوئي. رهاءُ.

جوگ نہ باهر مڙي مساڻي جوگ نہ ٽاڙي لائيئي،
جوگ نہ ديس ديسنتر ڀوئيءِ جوگ نہ تيرٿ نائيئي،
انجن ماهہ نرنجن رهيئي جوگ جڳت اِوَ پائيئي.

ستگر ڀيٽيءِ تا سهسا تُوٽيءِ ڌاوت ورج رهائيئي،
نجهر جهريءِ سهج ڌن لاڳيءِ گهر هي پرچا پائيئي،
انجن ماهہ نرنجن رهيئي جوگ جڳت اِوَ پائيئي.

نانڪ جيولتا مر رهيئي ائسا جوگ ڪمائيئي،
واجي باجهہ سنگي واجيءِ تئہ نربهہ پد پائيئي،
انجن ماهہ نرنجن رهيئي جوگ جڳت تئہ پائيئي.
(سوهي م ١ - ٧٣٠)

هيءُ اُپديش ٻڌي سڌن اديب سان گروُ صاحب جي
اڳيان سر جهڪايو. گروُ صاحب جي اُپديش اُن ڪيترن جي
ڪيترن ماڻهن کي وهم ۽ ڀرمن کان مڪت ڪيو.

"گورک متا" کان گروُ صاحب ٻنارس ويا، جو گنگا ۽
جمنا جي سنگم تي وسيل هندن جو پرسڌ تيرٿ آهي.
ڪڏهن جي سمي ياتري ۽ شرڌالوُ گهڻي تعداد ۾ ندين جي

پوتر جل ۾ سنان ڪري رهيا هئا. انهيءَ پاري ڀرُ ۾ ويٺي
گروُ صاحب اُن ڀرم پتا جي مهما جو شبد آلاپيو. ڪئين
ياتري گروُ صاحب ڏانهن ڪيڏهن ڇڪجي ويا. گروُ صاحب جي مڌر
سنگيت اُنهن کي موهي ڇڏيو. هڪ پنڊت جو هيءُ درشيه
ڏسي رهيو هو، جلدي گروُ صاحب جن وٽ آيو ۽ چوڻ لڳو:
"ڪنڀ جو وقت سماپت ٿي رهيو آهي ۽ توهان اڃا تائين
سنان نه ڪيو آهي. هيءُ موقعو هٿ مان نه نڪري وڃي
۽ توهانجا پاپ اَڻڌوتا نه رهجي وڃن". گروُ صاحب ڪانئس
سوال پڇيو: "سرير کي ڌوئڻ سان پاپ ڪيئن ڌوپي سگهندا؟
سرير کي ڌوئڻ سان من جي مليڻتا ڪيئن ڌوپي سگهندي؟"
پوءِ گروُ صاحب جن وري هڪ شبد اُچاريو، جنهن ۾ ڀاڳ
هيءُ ويچار پرگهٽ ڪيائون: "شرير کي ڌوئڻ سان من نرمل
نه ٿي سگهندو. نرمل اصل ۾ اُهي جيو آهن، جنهجي هردي
۾ اهو نرمل پرماتما وسي رهيو آهي".

سوُچي ايهہ نہ آکيئن بهن ج پنڊا ڌوءِ،
سوُچي سي ٿي نانڪا جن من وسيا سوءِ.

(آسادِي وار، م ۱ - ۴۷۲)

گروُ صاحب جي اڳلي اهميت ڀري منزل بنارس (جنهنکي
ڪاشي وارانسي سڏجي ٿو) جي پوتر نگر ۾ هئي. گروُصاحب
ڏٺو ته هتي ڪئين ودوان ۽ پنڊت گرنٿن شاسترن جي پاٺ
۾ لڳل آهن. مورتي پوڄا ڪرڻ وارا وشنوُ ۽ انيڪ پرڪار
جي هٺ يوگن ۾ لڳل ڪيترا سادو به گروُ صاحب ڏٺا.
ڪيترا ماڻهو مڙهين مساڻن ۾ آسڻ لڳائي ويٺل به نظر آيا.
گروُ صاحب جو لباس، هرهڪ جو ڌيان پاڻ ڏانهن ڇڪڻ لڳو،
ڇاڪاڻ ته اُهو نه ته پوري طرح گرهستين جو ويس هو ۽ نه
سادن يا فقيرن جو. اُن وقت جو هڪ ودوان پنڊت،
جنهنجو نالو چترداس هو، گروُ صاحب وٽ اچي پڇڻ لڳو:

"هي پلا ماڻهو! توهان ڪهڙي ڀرم ڪي مڃو ٿا؟ نه توهانجي
گلي ۾ تلسيءَ جي مالها آهي، نه ته توهان وٽ پوڄا لاءِ
سالگرام آهي، نه توهانجي هٿ ۾ مالها آهي، نه توهانجي
مٿي تي تلڪ آهي". گروءَ صاحب هڪ شبد ذريعي هيءَ
اُپديش ڪيو ته هي براهمڻ، تون رام نام جو سالگرام بڻاءِ
۽ شُڀ ڪرمن جي مالها گلي ۾ پاءِ. پرڀوءَ کان ديا مهر گهر
۽ اُنکي ئي پنهنجي پيڙهيءَ جو لنگر مڃ. تون ڪلراٺي زمين
کي پاڻي ڏيڻ ۽ واريءَ جي ديوار اڏڻ ۾ وقت ڇو وڃائي
رهيو آهين؟ من کي ٽِڪل بڻائي، پرڀو ڀڳتيءَ جي نار دواران
رام نام جي امرت سان جيون روپي کيت کي پاڻي ڏي.
تڏهن پرڀوءَ روپي مالهي تنهنجي ڪمن ڪارڻ تي پرسن
ٿيندو.

سالگرام بپر پوج مناوهُ سڪرت تلسي مالا،
رام نام جپ بيڙا باندهُ ديا ڪرهُ دئيالا.

ڪاهي ڪلرا سنچهُ جنم گواوهُ،
ڪاچي ڍهگ ديوال ڪاهي گچ لاوهُ. رهاءُ.

ڪر هرهٽ مال ٽنڊ پروَوهُ تس ڀيتر من جووهُ،
امرت سنچهُ ڀرهُ ڪياري تؤ مالي ڪي هووهُ.

(بسنت هنڊول، م ١ - ١١٧١)

چندرداس کي اها به پنهنجي گيان جو فخر هو، تنهن
گروءَ صاحب کي چيو ته توهان بنارس ۾ رهي، هر قسم جي
وديا سکو. گروءَ صاحب جواب ڏنو ته موکي ته پرڀو پراپتيءَ
لاءِ صرف شبد يا نام جي ضرورت آهي، باقي ٻئي ڪنهن
به گيان يا ڌيان جي ضرورت ناهي. پراڻن جنم ساکيءَ
انوسار گروءَ صاحب پنهنجي پرسنن لمبي ٻاڻي "دکڻي اونڪار"
بنارس ۾ ئي اُچاري هئي. دکڻي اونڪار جون ٥٤ پؤڙيون
آهن، اُن ۾ پرماتما ۽ سندس رچنا جي سروپ ۽ سڀاءُ جي

وياکيا ڪئي وئي آهي. ان مان چترداس کي سچي گيان
جي پراپتي ٿي ۽ هو گروُ صاحب جي چرنن ۾ ڪري پيو ۽
سندن شش بڻيو.

هڪ پرمپرا انوسار گروُ صاحب جي ڪبير صاحب سان
۾ ملاقات ٿي هئي. مهربان جي جنم ساکيءَ ۾ هيءَ ملاقات
گروُ صاحب جي بنارس جي ياترا وقت ٿيل ڄاڻي وئي
آهي. ڪبير پنٿين جو اهو ويچار آهي ته ٻئي سنت هڪ
ٻئي جا واقف هئا. اهڙيءَ ملاقات لاءِ بنارس ئي سڀ کان
وڌيڪ ممڪن ۽ موزون جڳهه ٿي سگهي ٿي. اهو به خيال
ڪيو وڃي ٿو ته گروُ صاحب پوسا ۾ سنه ١٥٠٦ع ۾ ڪبير
صاحب سان مليا هئا. مئڪالف ان ڳالهه سان سهمت ناهي
ته ٻنهي جي ڪٿي ملاقات ٿي هجي. اُنجو ويچار آهي ته
گروُ صاحب جي بنارس ياترا وقت، جيتوڻيڪ ماڻهو ڪبير
صاحب کي برابر وساري نه سگهيا هئا، پر ڪبير صاحب
سرڳواس ٿيائي چڪو هو. اتهاسڪ طور، گروُ صاحب ۽
ڪبير صاحب جو پاڻ ۾ ملڻ ناممڪن ڪونهي، پر ملاقات
جي پڪي ثابتي ڪانه ٿي ملي.

بنارس کان گروُ صاحب پانڌا، ايوڌيا ۽ گيا ويا. ايوڌيا
۾ به گروُ صاحب جي اُتي جي ڀڳتن ۽ پنڊتن سان گيان چرچا
ٿي. گيا ۾ گروُ صاحب جن اُپديش ڏنو ته هندن طرفان
پترن لاءِ ڏنيدڙ انيڪ قسمن جا سراڌ، پنڊ دان ۽ ٻيا اهڙا
ڪرم ڪانڊ وِئرٿ آهن.

انڪانپوءِ جنم ساکيون اسانکي ڪؤروُ يا ڪوروُ ديش
ڏانهن وٺي ٿيون وڃن، جتي راڻي نورشاهه جو راڄ هو.
انهيءَ ديش ۾ استرين جي سَتا هئي ۽ اُهي خاص طور
جادوُ ٽوڻي لاءِ مشهور هيون. چيو وڃي ٿو ته انهن جادوُگرڻين
گروُ صاحب تي به پنهنجو ڪارو جادوُ استعمال ڪيو، پر

سندن ازغيبي روحاني شڪتيءَ ڪارڻ ئي ان جو ڪو به اثر ڪونه ٿيو. آخر ۾ انهيءَ ديش جي راڻي ۽ سڀ جادوگرڻيون گروءَ صاحب جي مت ۾ شامل ٿي ويون. ڪوروءَ ديش کي عام طور ڪامروپ سان جوڙيو وڃي ٿو، جو پڇمي آسام ۾ آهي. اهو ٺيڪ آهي ته بعد جي شردالو ليکڪن گروءَ صاحب جي آسام ياترا ۾ ڪيترين قسم جون گهٽنائون جوڙيون آهن جي هڪ ٻئي جي ورڌ آهن، پر ان هوندي به گروءَ صاحب جي آسام جي دوري جي وارتا ڪافي پڪي آهي.

پراڻن جنم ساکيءَ کي ڇڏي، باقي سڀني جنم ساکين ۾ گروءَ صاحب جي پوريءَ جي ياترا جو ورڻن آهي. "چيتنيه ڀاڳوت" انوسار گروءَ صاحب هتي پرسڌ ويشنو سنت چيتنيه مها پرڀوءَ سان مليا هئا ۽ ٻنهي گڏجي ڪيرتن ڪيو هو. "چيتنيه ڀاڳوت" موجب گروءَ صاحب جو شش سارنگ به ساڻن گڏ هو. اهو ممڪن آهي ته هن بنگالي ليکڪ کي مرداني جي ناليءَ جو پتو نه هجي ۽ هن سارنگي وڄائڻ واري مرداني کي ئي سارنگ ڪري بيان ڪيو هجي. ليکڪ جي بيان موجب ٻه ٻيا روپ سنڌالن ۽ جڳاني متائي به ڪيرتن ۽ دوله نرتيه (ناچ) ۾ شامل ٿيا هئا.

"چيتنيه ڀاڳوت" ۾ ڪيرتن ۾ ڀاڳ وٺڻ وارن جن شخصن جا نالا آهن، تن ۾ نگر پرشوتم، جنگلي، نندني ۽ گوپال گروءَ به آهن. چيو وڃي ٿو ته گوپال گروءَ سان گروءَ نانڪ صاحب جو گهڻو پريم هو. انهن ۾ نتيانند پرڀو به هو، جنهن کي ڪرشن ڀڳوان جي ڀاءُ ٻلرام جو اوتار سمجهيو ويندو هو.

ائين ٿو لڳي ته گروءَ نانڪ صاحب ۽ چيتنيه مها پرڀوءَ جي وچ ۾ ٿيل ملاقات جو ويشنو مت جي ودوانن تي ڏاڍو گهڻو پرڀاءُ پيو هو. "ڍهين سڪند" جي بنگالي ٽيڪا ۾ هيٺ لکيل منگلا چرڻ مان انهيءَ ڳالهه جي ساک ملي ٿي ته ان ملاقات جي ياد سؤ سالن کانپوءِ به قائم هئي:

”پرڻام آهي گروُ نانڪ کي، جو سڀني گرنٿن شاسترن جو گياتا، ڄاڻوُ آهي ۽ سچو برهم گياني آهي ۽ سڀني گرن جو گروُ آهي“

گروُ صاحب پريءَ وينديءَ يا پريءَ کان پنجاب موٽنديءَ اوڙيسا جي بالاسور ضلع ۾ به ترسيا هئا. هڪ روايت آهي ته گروُ صاحب هن ضلع ۾ پدرڪ نالي ننڍي شهر جي نزديڪ سنگت نالي ڳوٺ ۾ ويا هئا. ڳوٺ جي نالي مان ئي ان ڳالهه جو اِشارو ملي ٿو ته گروُ صاحب اُتي آيا هوندا.

اِئين پرتيت ٿئي ٿو ته پريءَ کان واپس موٽنديءَ، سنه ١٥١٠ع جي آسپاس گروُ صاحب موٽي تلونڊي آيا. هيءَ ڳالهه اتهاسڪ درشٽيءَ کان صحيح لڳي ٿي. پراڻن جنم ساکيءَ ۾ ڀيرين اُداسي يا يانرا ١٢ سالن جي لنبي مدي وٺي آهي ۽ هيءَ ڳالهه انهيءَ سمي سان به ميل کائي ٿي. پر واپس اچي، گروُ صاحب نه پنهنجي پتا جي گهر ويا ۽ نه پنهنجي پتنيءَ سان ئي ملڻ ويا. ڀاڻ مرداني کي ساڻ وٺي پيو دفعو پنهنجي يانرا تي نڪري پيا. هن دفعي ديش جي دور دراز علائقن جو دؤرو ڪرڻ کان پهريان پنجاب جي ڪجهه حصن ۾ رٽن ڪرڻ جو فيصلو ڪيائون. راوي ۽ چناب ندين کي پار ڪري گروُ صاحب پاڪ پٽڻ ويا. چوڻ ۾ اچي ٿو ته هتي گروُ صاحب شيخ برهم يا شيخ ابراهيم سان مليا ۽ ڪيس ستنام جو اُپديش ڏنائون. شيخ برهم (ابراهيم) شيخ فريد شڪر گنج جي گديءَ جو ٻارهون پير هو. ان کانپوءِ گروُ صاحب ديپال پور، کنگن پور، قصور، پٽي، گوئند وال، سلطانپور، ونرووال، جلال آباد ۽ پناڻ جي ڪڙيءَ ۾ به ويا. پناڻ جي ڪڙيءَ ۾ ڪيترا پناڻ سندن شش ٿيا. اُن بعد گروُ صاحب بٽالا ويا ۽ اُتي ڪجهه عرصو ترسي، پسرور، سيال ڪوٽ ۽ منڻ ڪوٽ ويا ۽ آخر ۾ لاهور وڃي پهتا.

لاهور گروُ صاحب جي ٻهراڻ ياترا جي آخري منزل هئي.
پراڻن جنم ساکي (حافظ آباد واري) جي مطابق گروُ صاحب
ڪجھ وقت لاءِ راوي لڏيءَ جي ساڄي ڪناري تي وسيل
ڪرتار پور نالي ڳوٺ ۾ رهيا. هي ڳوٺ هڪ لکپتي اهلڪار
وسايو هو.

جيئن ته پنجاب کان ٻاهر ٻيءَ لمبي ياترا تي
وڃڻ کان اڳ ۾ گروُ صاحب پنهنجي ڪٽنب پرِوار جي
رهائش جو پورو پربند ڪري ڇڏڻ ٿي چاهيو. اڄا تائين
سندس ڪٽنب پاکوکي ڳوٺ ۾ سندس ساهري گھر ۾
ٿي رهيل هو. هتي هڪ ٻالڪ گروُ صاحب جي صحبت ۾
آيو، جو پوءِ ٻابي ٻڍي جي نالي سان پرسڌ ٿيو. اهو ممڪن
آهي ته گروُ صاحب پنهنجي تکاري راڳ جي پرسڌ ”ٻارهه
ماهه“ جو اُچارڻ هتي ئي ڪيو هجي.

## ٻين اُداسي يا ياترا

پراڻن جنم ساکيءَ مطابق گروُ صاحب جي ٻين اُداسي
ڏکڻ جي طرف ٿي هئي. جيئن ته سنڌوءَ گھڻو
ٻه جاتر ٻه ساٿن گڏ هئا. جنم ساکين جي ليکڪن هن ياترا
جي ٻاري ۾ ڏکڻ جي دور دراز علائقن سنبنڌي وچتر
ڳالھين تي آڌار رکندڙ ڪيترِيون ئي ڪلپڪ ڪهاڻيون
جوڙيون آهن. جيئن ته ڏناسري ديش ۾ گروُ صاحب
جي ملاقات پراڻن يا ديوتا ڪتابن ۾ آيل مسلمان درويش
خواجا خضر سان ٿي هئي. ڪنهن کي به معلوم نه آهي ته
ڏناسري ديش ڪهڙي علائقي کي چيو ويو آهي. اِئين به
جيئن ته هتي گروُ صاحب جي هڪ جين منيءَ سان
به ملاقات ٿي هئي. اِنکانپوءِ گروُ صاحب هڪ ٻيٽ ۾ ويا.
اُتي جي الياچاري راجا، گروُ صاحب کي گرم تيل جي
لهندڙ ڪڙهائيءَ ۾ تلڻ جي ڪوشش ڪئي. بعد ۾ گروُ صاحب

جو مقابلو هڪ پاڪدڙي مسلمان پير سان ٿيو، جڏهن ڪي گروُ صاحب اُپديش ڏنو ته سچيئي ڌارمڪي رسمون رواج ۽ ڏيکاءُ وئرٿ آهن.

اهو ٿي سگهي ٿو ته اِتهاسڪ درشٽيءَ کان انهن ڪٿائن جو ڪو مهتو نه به هجي، پر اهي ڳالهه ڪي ان عجيب ۽ ويرورودڙ پرڀاو واتاورڻ جو احساس ته ضرور ڪرائين ٿيون، جن مان گروُ نانڪ ۽ سندس ساٿين کي لنگهڻو پيو هو.

پر گروُ صاحب جي لنڪا جي يالرا پڪي، تسلي بخش بنياد تي ٻڌل آهي. ڪيترن دليرِ پارٽي واپارين لاءِ لنڪا ڪو اڻ سڃاتل ملڪ نه هو. گروُ صاحب جي آئي ٻهچڻ کان اڳي سنڌ ۾ هڪ شرڌالوُ واپاري اُن ديش ۾ پنهنجو گهر ٺاهي چڪو هو. هن گروُ صاحب جي هڪ شبد جو انواد لنڪا جي راجا لاءِ اِستاني بوليءَ ۾ به ڪيو هو. گروُ صاحب جي لنڪا يالرا وقت ڌرم پرڪرم ٻاهو آئي جو راجا هو. شلاليک مان اِها ثابتي ملي ٿي ته جدا چارپه نالي ڌرم پرچارڪ راجا سان مليو ۽ کيس پنهنجي مت ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪيائين. راجا کيس چيو ته جي لوهان ديش جي راڄ پروهت يا سنگهه راڄ کي، جڏهن جو اُلو ڌرم ڪمزلي سٿويرا هو، ڌرم چرچا ۾ جيتمندا ته مان توهانجي مت ۾ شامل ٿيندس.

چئو وچي ٿو ته سرگڻ برهم ۽ امر آتما جي وشيہ تي ڪمل ڪلتي بحث مباحثي ۾ حاضر ماڻهن جي گهڻائيءَ پنهنجي راڄ پروهت جي مقابلي ۾ جدا چارپه جي پتوراڻي ڪئي ۽ اهڙي طرح جدا چارپه پنهنجي وروڌيءَ کان جيتيو. بعد ۾ ڪيترن سمن کري برهمڻ لوڪ جدا چارپه جي خلاف ٿي بيٺا. جدا چارپه ادويت واد تي قائم رهيو ۽ مورتي پوڄا جي برخلاف پرچار ڪيائين. اِنهيءَ کانسواءِ هن ذات پات جي آڌار تي برهمڻن کي اوچو مڃڻ کان اِنڪار ڪيو. آخر

۾ هوُ راجڌاني ڇڏي هليو ويو ۽ راجا جي مت بدلڻ جي ڳالهہ وچ ۾ ئي رهجي ويئي.

اِهو نيڪ آهي تہ هن شلاليکہ ۾ گروُ صاحب جو نالو نہ ڪونہ تو اچي، پران ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ اها واردات گروُ صاحب جي لنڪا جي ياترا سان ئي سنبنڌ رکي ٿي.

گروُ صاحب پنهنجي ساموندي ڪناري کان ٿيندا واپس پنجاب موٽي آيا ۽ اِنهيءَ سان سندن ٻي ياترا سماپت ٿي. واپس ايندي گروُ صاحب ڪيترن هندن ۾ ستسنگ ڪيا. مهربان جي جنم ساکيءَ ۾ آيل آهي تہ گروُ صاحب اُجين، ونڌياچل پربت، نرمدا ندي، بيڪانير ۽ سوُراشٽر جي طرف بہ ويا هئا. ٻين جنم ساکين ۾ بيڪانير کي ڇڏي، باقي جڳهن جو ذڪر ڪونہ ٿو ملي.

## ٽين اُداسي يا ياترا

گروُ صاحب جي ٽين اُداسي اُتر طرف ٿي هئي. اُن ياترا ۾ هسو لوهار ۽ سهان ڇيبا ساڻن گڏ هئا. مئڪالف انوسار گروُ صاحب جي هن ياترا جي پهرين منزل اچل بٽالا هو، جو ضلع گرداسپور ۾ اڄڪلهہ جي بٽالا کان ڇهن ميلن جي مفاصلي تي هو. هتي گروُ صاحب جي جوڳين سان لنبي گيان وارتا ٿي هئي ۽ پاڻ هتي ئي ”سڌ گوشٽ“ جي رچنا ڪئي هئائون. ڀائي گرداس جي وارن مان هن ڳالهہ جي شاهدي ڪانہ ٿي ملي، ڇاڪاڻ تہ سندس ڪٿي موجب هيءَ گهٽنا ڪافي عرصي بعد گروُ صاحب جي پنهنجي ياترا ڪانپوءِ ٿي هئي.

پراتن جنم ساکيءَ انوسار، گروُ صاحب اچل بٽالا کان سري نگر، ڪشمير ۾ ويا. اُتي پاڻ ڪجهہ ڏينهن ترسيا ۽ گهڻائي ماڻهو سندن ستسنگ ٻڌي ۽ سندن سنگت صحبت

۾ اچي، سِڌن پُونڳ بڻيا. سري نگر کان گرو صاحب هماليہ پربت ۾ دور تائين هليا ويا ۽ اُتي جي ڪيترن اوچين چوٽين تي چڙهيا.

پرمپرا موجب اِهو سڌ ٿيل آهي تہ پاڻ لداک ۽ ٽبيت تائين پهتا هئا، پر اڃا تائين هن ڳالهہ جي ثابتيءَ ۾ ڪو شلاليکہ ڪونہ مليو آهي. پراڻن جنم ساکيءَ ۾ آيل آهي تہ گرو صاحب سمير پربت تي ويا هئا ۽ اُتي سڌن سان گيان گوشٽ ڪيو هئائون. ڀائي گرداس بہ هن گوشٽيءَ جو وستار پوربو ورڻن ڪيو آهي. سهمي مهتو پورن جنم ساکين ۾ گرو صاحب جي سڌن سان هن وارتالاپ جو ورڻن آهي. چاهي ورڻن ۾ فرق ٿلي ڏسڻ ۾ ايندو هجي. تنهن هوندي بہ مئڪلوڊ هن ڳالهہ کي پوريءَ طرح رد ڪيو آهي. هُو اِهيءَ ڳالهہ تي زور ڏئي ٿو تہ جاگرافيءَ انوسار سمير پربت جهڙو ڪو اِستان ئي ڪونهي ۽ هيءَ صرف ڪلپت ڪٿائن جو ئي حصو آهي. هُو سمير پربت جو ناتو ڪئلاش پربت يا ٻين ڪن پهاڙن سان جوڙڻ لاءِ تيار نہ آهي. پر هن انهيءَ ڳالهہ تي ويچار بالڪل نہ ڪيو آهي تہ ڀائي گرداس مان يا جنم ساکين جي ليکڪن مان هماليہ پربت سنبنڌي جاگرافيءَ جي صحيح ڄاڻ رکڻ جي آشا نٿي ڪري سگهجي.

## چوٿين اُداسي يا ياترا

گرو صاحب جي چوٿين اداسي، حسن ابدال (اٽڪ ضلع جو هڪ ڳوٺ، جو هاڻي پاڪستان ۾ آهي) کان شروع ٿي هئي، جتان گرو صاحب پنڇم طرف ويا هئا. چيو وڃي ٿو تہ حسن ابدال ۾ گرو صاحب پربت تان زور سان رڙهندي ايندڙ هڪ ڀاري ڇپ کي هٿ ڏيئي روڪي ڇڏيو هو. هيءَ ڇپ هڪ مسلمان فقير غصي ۾ اچي هيٺ ڌڪي هئي. اِهو چيو وڃي ٿو تہ اُن ڇپ تي گرو صاحب

جي پنجي (هٿ) جو نشان ٺهي ويو ۽ هيءُ استان
”پنجا صاحب“ جي نالي سان مشهور ٿيو. ميڪالف هن
وارداس کي لنين چئي رد ڪيو آهي ته هن ۾ ڪابه اهڙي
ڳالهه ڪانهي جنهنجي آڌار تي هنکي سچ مڃي سگهجي.

لڳ ڀڳ سؤ سالن کان گروُ صاحب جي عرب ديشن جي
ياترا جي ورتانت کي شڪ جي نظر سان ڏٺو پئي ويو آهي.
پر تازو اهڙيون ثابتيون مليون آهن جن مان پتو پوي ٿو ته
گروُ صاحب سچ پچ دنيا جي انهيءَ حصي جي دوري تي
به ويا هئا. ڀائي گرداس گروُ صاحب جي بغداد، مڪي ۽
مديني وڃڻ جو اشارو ڏنو آهي. پراڻن جنم ساکي ۽ مهربان
جي جنم ساکيءَ ۾ مديني ۽ بغداد جو ذڪر ڪونهي، پر
مڪي جي ياترا جو بيان ضرور ملي ٿو. گيان رتناولي ۽
ڀائي ٻالي جي جنم ساکيءَ ۾ بغداد جو ذڪر آيل آهي.
ميڪالف گروُ صاحب جي مڪي، مديني ۽ بغداد، ٽنهي
جڳهن تي وڃڻ جي روايتيءَ ساکيءَ کي صحيح ڄاڻيو آهي.
پنهنجي پهرينءَ وار ۾ ڀائي گرداس دوارن گروُ صاحب جو
مڪي جي ياترا جو ڪمل ورنن جيترو تفصيل وار آهي،
اوترو وشواس جوڳو پڻ آهي. ڀائي گرداس جي ڪٿن موجب
گروُ صاحب هڪ مسلمان فقير جي لباس ۾ مڪي ويا هئا.
ياڻ نيرا ڪپڙا پهريا هئائون، هڪ هٿ ۾ ڏنڊو هون، بغل
۾ پستڪ هون، ٻئي هٿ ۾ لوٽو هون ۽ ڪلهي تي مصلو
هون. مڪي پهچي گروُ صاحب، هڪ مسجد ۾ ديرو ڪيو.
رات جو گروُ صاحب پنهنجا پير محراب جي طرف ڪري
سمهيا. هڪ جيون نالي ماڻهو (پراڻن جنم ساکيءَ ۾ رڪن
الدين جو نالو آهي) گروُ صاحب کي چوڻ لڳو ته محراب
جي طرف پير ڪري سمهڻ ڪفر آهي، ڇاڪاڻ ته انهيءَ
طرف ڪعبو يعني رب جو گهر آهي. گروُ صاحب چيس ته
”ڀائي جنهن طرف ڪعبو يا رب نه رهندو هجي، پلي

انهيءَ طرف منهنجون ننگرن ڦيري ڇڏ“. سڀ ماڻهو گروءَ صاحب جي انهن گيان ڀريل لفظن تي حيران ٿيا ۽ سڀني گروءَ صاحب جو آدر سنمان ڪيو. مسلمان درويشن گروءَ صاحب کان پرمارٿي مسئلن تي ڪيئين سوال پڇڻ شروع ڪيا. گروءَ صاحب کان هڪ سوال اهو پڇيو ويو ته هندو وڏو آهي يا مسلمان؟ گروءَ صاحب جواب ڏنو: ”نيڪ اعمالن (ڪرمن) بنا هندو سچو هندو نـاهي ۽ مسلمان سچو مسلمان ناهي. بنا نيڪ يا شڀ ڪرمن جي، ٻنهي مان ڪنهنکي به رب جي درگاهه ۾ جڳهه نه ملي سگهندي. مسلمان ۽ هندو ناداني‌ءَ ڪارڻ هڪ ٻئي کـان نفرت ڪن ٿا، پر اهو ننا جاڻن ته رام ۽ رحيم هڪ ئي رب جا به نالا آهن“.

ڀائي گرداس جي چوڻ موجب گروءَ صاحب مڪي کان بغداد ويـا. بغداد ۾ گروءَ صاحب طرفـان گروءَ صاحب جـي ڪارگذارين جو ڪو وشواس جوڳو ورنن ڪونه ٿو ملي، پر انهيءَ ڪري سندن بغداد ياترا ۾ شڪ ڪري نٿي سگهجي. انهيءَ باري ۾ ڪجهه وقت اڳ ٻه شلالیکه مليا آهن ۽ ٻنهي مان هن بابت ڪافي پروسي جوڳي شاهدي ملي ٿي. هڪ چبوتري يـا مڙهه جي پٺيان بيٺل ديوار تي اُڪريل هڪ ليکه جو انواد هيٺينءَ طرح ڪيل آهي:

”گروءَ يعني سنمت ستگرو بابا نانڪ فقير اولياءَ جي ياد ۾ هيءَ عمارت ستن درويشن جي مدد سان نئين سر ٺهرائي ويئي. (تاريخ جو حوالو). سڳوري مريد رحمت جو چشمو وهائي ڏنو آهي. سال ٩٢٧ هجري برابر ٢١-١٥٢٠ع“.

ٻيو شلالیکه سوامي آنند آچاريه کي بغداد کان ٻاهر هڪ مقبري تـي مليو. پاڻ پنهنجي ڪتـا جي هڪ حصي ۾ هن ليکه جو ترجمو هيٺينءَ ريت ڪيو آهي:

”هتي هندو گروءَ نـانڪ پنهنجا وچن فقير بهلول کـي سڻايا ۽ هدن سمت سيارن ۾، جڏهن کان گروءَ ايران مان ويو

ٻهلول جي آلما گروءَ جي شبد تي لائين وشرام ڪيو آهي، جيئن ماڪيءَ جي مکه، پرڀات جي لاليءَ سان روشن ماڪي پريل گلاب تي وڻي رهندي آهي".

صحيح معنيٰ ۾ مڪي جي ياترا ۽ مديني جي ياترا ته اڃي ئي وڃي. ڪوئي سبب ناهي، جو هڪ ئي ملڪ جي هڪ پوتر شهر جي ياترا ڪانپوءِ گروُ صاحب ٻئي پوتر شهر جي يـاترا نـه ڪئي هجي. ڀـائي گرداس هن طرف اِشارو ڪيو آهي:

گڙهه بغداد نواءِ ڪي، مڪا مدينا سڀي نوائتا.
(وار ١، پؤڙي ٨٧)

هاڻي گروُ صاحب پنهنجيءَ ياترا جي آخري منزل تي پهچي چڪا هئا. هوُ ڪرتار پور واپس اچي ويا ۽ پنهنجو اُداسي با ياتريءَ وارو ويس لاهي ڇڏيائون.

ڪيترن ماڻهن جـو وشواس آهي ته جڏهن بابر ١٥٢٠ع ۾ سيد پور (ايمنآباد) کي لٽيو، اُن وقت گروُ نانڪ صاحب اُن شهر ۾ موجود هئا. هي وچار گهڻو ڪري گروُ صاحب جي آد گرنٿ ۾ شامل "بابر واڻي" نالي رچيل شبدن تي آڌار رکي ٿو. منش ذات جي دک ڪليش ڏانهن همدردي ۽ اونهي احساس ڪارڻ گروُ صاحب جي هردي مان رحمت ۽ ڪروڻـا پريل باڻيءَ جو اِهو شڪتي شالي وهڪرو وهڻ لڳو، جنهن ۾ همدرديءَ جي گهريءَ ڀاونا سان گڏ سوکيم سورن جا ڀاو پڻ ڏيکاري ڏين ٿا.

هڪ شبد ۾ گروُ صاحب فرمائين ٿا:

جـن سر سوهن پٽيئا مـانگي پـاءِ سندور،
سي سر ڪاتي مني‌ئنهه گـل وچ آوي ڌوڙ،
محلا انـدر هـو ديـئـا هڻ بهڻ نه ملنهه حدور.

آديس بابا آديس،
آد يوگ ليرا انت نہ پائئا کر کر ديکھہ ويس۔
جدھہ سيئا ويئا هيئا لاڙي سو هن پاس.
هيڪ ولي چڙ آئيئا دند کدھ کيتي راس۔
اپرھہ پائي وارئي جهلي جهوکن پاس۔
اک لکہ لهنهہ بهنيئا لکہ لهنهہ کڙيئا،
گري چهاري کانديئا ماٹدھہ سيجڙيئا،
لنهہ گل ملکا پائيئا لٹنهہ موس سريئا.
ڌن جوبن دءِ وئري هوئي جنهي رکي رنگہ لاءِ.
دوتا نو فرمائئا ليءِ چليءِ پت گواءِ.
جي تس ڀاويءِ دي وڊائي جي ڀاويءِ ديئہ سجاءِ.
اگوڌي جي چيتيئي تان کاڱت مليءِ سزاءِ،
ساهان سرت گڙائيئا رنگہ تماسيءِ چاءِ،
بابر واڻي ڦر گئي ڪئڙ نہ روٽي کاءِ.
اکنا وکت کٹائيئہ اکنها پوجا جاءِ.
چؤکي وڻ هندوائيئا ڪئہ ٽکي ڪيڍهہ ناءِ،
رام نہ کبھوُ چيتئو هڻ کهڻ نہ مليءِ خداءِ.
اک گهر آوهہ آپڻيءِ اک مل مل پڇهہ سکہ،
اکنها ايهو لکئا بهہ بهہ رووهہ دکہ،
جو تس ڀاويءِ سو ٿيئيءِ نانک کئا مانکہ.
(آسا، م ١ - ٤١٧)

هيءَ ورن بابر جي لٽ مار ۽ ظلم ستم جو اهڙو سچو ۽ جيئرو جاڳندو چٽر پيش ڪري ٿو، جو انگان متاثر ٿي مئڪلئوڊ چئي اٿيو:

”گروُ صاحب دواران هن دک ۽ تباهيءَ جي چٽيل تصوير ۾ اصليت جي اُها وهڪ آهي ۽ ڀاوناڻن جي اُها گهرائي آهي، جي صرف سڌيءَ طرح شخصي انڀو مان ٿي پيدا ٿي سگهن ٿا“.

## آخري سال

گرو صاحب جي جيون جو آخري وقت سنه ١٥٢٠ع کان ١٥٣٩ع تائين ڦهليل آهي. هي سيدپور جي تباهي ۽ لٽ مار کان وٺي سندن پرلوڪ سڌارڻ تائين جو سمو آهي. پاڻ هي سارو وقت راوي نديءَ جي ڪناري ڪرتارپور ڳوٺ ۾ گذاريائون. ڀائي گرداس جي ڪٿن موجب گرو صاحب هتي هڪ گرهستيءَ جي ويس ۾ سنتن جي رهبر يا سنت ستگروءَ جو جيون وليت ڪيو.

ڦر بابا آئڻا ڪرتارپور ڀيکه اداسي سگل اُتارا،
پهر سنساري ڪپڙي منجهي بئٺ ڪيئا اوتارا.

(وار ١ پؤڙي ٣٨)

هتي گرو صاحب پرماتما جي سچي گيان جي ٻاٽي اُچاري، جنهن مان اگيانتا جو اندهڪار دور ٿيو ۽ گيان جو پرڪاش ڦهليو. پاڻ سچي گيان جا ستسنگ ڪيائون ۽ سچ (روحانيت) جي ويچارڌارا جو وهڪرو وهايائون ۽ پنهنجي سنگت صحبت ۾ ايندڙن کي انهد شبد جي اکنڊ ڌن سان جوڙيائون.

واڻي مکه اُچارئي هوء رسنائي مٺيءَ اندارا،
گڻان گوسٽ چرچا سدا انهد سبد اُٺي ڌنڪارا.

(وار ١، پؤڙي ٣٨)

ڀائي گرداس جو ڪٿن آهي ته ان سچي گرمک جي پڌايل مارگ تي هلڻ وارا جيو اترويد جو بار لاهڻ ۾ سڦل ٿي ويا. انجو مطلب اِهو آهي ته اُنهن کي اندر سچو گيان پراپت ٿي ويو. تنهنڪري کين ڪنهن باهرئين گيان جي ضرورت نه رهي.

اهڙيءَ طرح گرو صاحب خود سهج اوستا جو لاثاني جيون وليت ڪري رهيا هئا ۽ سندن سنگت ۾ ايندڙ جيو ٻه

انهن مان اوڪو لاڀ پراپت ڪري رهيا هئا. جيون جي هن
دؤر ۾ گروُ صاحب دوارن شروع ڪيل ٻن مهتوپورن رتائن
جو ورڻن ڪرڻ ضروري آهي. اهي آهن لنگر ۽ شيوا جون
رتائون. گروُءَ جو لنگر ايڪتا، سمانتا، نمرتا ۽ برادري ڀاو
جي نشاني هو، ڇو ته لنگر ۾ سنگت جي شيوا ۾ هڪ ٻيا
ٻئي ڪار، ۾ لڳل سڀ ماڻهو ذات پات ۽ امير غريب جا
ڀيد ڀاو وساري هڪ ئي قطار ۾ ويهي ڀوڄن ڪائيندا آهن.
گروُ صاحب سان ملڻ لاءِ ايندڙ ٻاهريان ماڻهو به انهيءَ ئي
پنگت ۾ ويهي ڀوڄن ڪندا هئا، جنهن مان پرمارٿي ويچارن
وارا سڀ ماڻهو هڪ ئي گڏيل برادريءَ جو انگ ٻڻجي
ويندا هئا. شيوا ۾ سنگت جا لنگر لاءِ کوهه مان پاڻي
ڪڍڻ، پاڻي ڍوئڻ، ڪاٺيون ٻارڻ لاءِ آڻڻ، اٽو پيهڻ،
ڀوڄن رڌڻ، ڀوڄن کارائڻ، برتڻ صاف ڪرڻ، جهاڙُو ڏيڻ
وغيره ڪم شامل هئا. جيترو ڪنهن ڪم کي سنساري
درشٽيءَ کان گهٽ يا نيچ ڄاتو ويندو هو، اوترو ئي پرمارٿي
درشٽيءَ کان الڪي وڌيڪ لاڀدائڪ سمجهيو ويندو هو.

گروُ صاحب جي هن ڳوشي لهيديءَ جي جيون ۾ ڪي
غيرمعمولي گهٽنائون ڪو نه ٿيون، جو جنم ساکين جي ليکڪن
لاءِ کاڻين جو مصالحو ٻڻجي سگهن. جنم ساکين جي
ليکڪن هن عرصي جون صرف ٻه گهٽنائون ئي ورڻن لائق
سمجهيون آهن: هڪ گروُ صاحب جي سچي ۽ وفادار ساٿي
ڀائي مرداني جو پرلوڪ سڌارڻ ۽ ٻي ڪندور جي ڀائي لهڻي
جو گروُ صاحب جو پريمي شش ٻڻجڻ ۽ آخر ۾ گروُ صاحبن
جو الڪي ئي گروُ گدي سؤنپڻ.

مرداني جي عمر ٧٦ سالن جي ٿي چڪي هئي. هوُ
بيمار ٿي پيو ۽ اهترو ڪمزور ٿي ويو، جو سندس بچڻ جي
ڪا آشا ئي نه رهي. مرداني جو جنم مسلمان پروار ۾ ٿيو
هو، لدهڪري گروُ صاحب الکان پڇيو ته لدهجي مرڻڪ شرير

جي آخري ڪريا ڪيئن ڪئي وڃي؟ هن گروُ صاحب جن کي چيو ته جيئن ٻه توهين ٺيڪ سمجهو، ليڪن ٿي سرُ ٻر کي ٽڪاٽي لڳائجو. وري گروُ صاحب کانئس پڇيو: ”توُن چوُن ته تنهنجو مقبرو ٺاهيون، جيئن ساري سنسار ۾ تنهنجو ناماچار ٿئي“. مرداني چيو: ”جڏهن ستگرو منهنجي روح کي سرير جي قبر مان آزاد ڪري رهيا آهن ته منهنجي سرير کي ڇا لاءِ پٿر جي مقبري ۾ قيد ڪرڻ ٿا چاهين؟“ ٻئي ڏينهن پرڀات جو مرداڻو پرلوڪ سڌاريو ۽ سندس سرير کي راوي نديءَ ۾ پرواهه ڪيو ويو.

اهڙي طرح هن ربابيءَ جو شاندار جيون سماپت ٿيو، جنهن پنهنجي زندگيءَ جي ۴۷ سالن جو ڊگهو عرصو پنهنجي ستگروءَ جي سنگت ۾ گذاريو ۽ پاڇي وانگر سنسار جي چئني ڪنڊن ۾ ساڻن گڏ رهيو. مرداني لاءِ گروُ صاحب جو ايڏو سنيهه هو، جو تلونديءَ ۾ گروُ صاحب پنهنجي ويجهن عزيزن ۽ پاڙي وارن سان ٻه ايترو پرسن نه هوندا هئا، جيترو مرداني سان هوندا هئا. پنجين پاتشاهي سري گروُ ارجن ديو جن مرداني جو ايتري قدر سنمان ڪيو، جو سندس ٽي شبد آد گرنٿ ۾ شامل ڪيا ٿون، اُن مان هڪ شبد هيٺيئن ريت آهي:

* ڪل ڪلوالي ڪام مد مَنوآ پيوڻ هار،
ڪروڌ ڪٽوري موهه ڀري پيلاوا اهنڪار،
مجلس ڪوڙي لب ڪي پي پي هوءِ خوار.
ڪرڻي لاهڻ ست گڙ سچ سرا ڪر سار،
گڻ منڊي ڪر سيل گهه سرم ماس آهار،
گرمکه پائيئي نانڪا کاڌي جاهه بڪار.

(آد گرنٿ، ڀاڳڙي کي وار مردانا، صفحو ۵۵۳)

---

فوٽ نوٽ ڏسو صفحي ۴۴ تي.

ڪرتار پور ۾ ڀائي لهڻي جو اچڻ ٿاڌي شب گهڙيءَ ۾ ٿيو. ڀائي لهڻي جو جنم مڪتسر جي نزديڪ سراء ناگا نالي ڳوٺ ۾ ٿيو هو، پر هوُ ننڍيءَ عمر ۾ ئي پنهنجي ڪٽنب پروار سوڌو کڏور صاحب ۾ اچي ويو. کڏور صاحب ڪرتار پور کان ٦٠ ميلن جي مفاصلي تي آهي. هتي گروُ نانڪ صاحب جو هڪ ڀڳت جوڌا نالي رهندو هو، جنهن جي مک مان سدائين ”گروُ گروُ“ جي ڌن نڪرندي هئي. ڳوٺ جا رهواسي درگا جا پوڄاري هئا ۽ جوڌا جي گروُ ڀڳتيءَ جو مذاق اڏائيندا هئا. هوُ هر سال هماليہ جي دامن ۾ جوالامکيءَ جي ياترا تي ويندا هئا. هڪ ڏينهن ڀائي جوڌو گروُ صاحب جي باڻيءَ جا ڪجهہ شبد ڳائي رهيو هو. ڀائي لهڻي تي انهن شبدن جو اهڙو گهرو اثر پيو، جو پنهنجي سائين سان گڏ جوالامکيءَ جي ياترا تي ويندي، هن پنهنجي من ۾ ڪرتار پور وڃي گروُ صاحب جي درشن ڪرڻ جو نسچو ڪيو. گروُ صاحب سان پهرينءَ ملاقات ۾ ئي ڀائي لهڻي جا سڀ شڪ ۽ سنسا دور ٿي ويا. ڪيس گروُ صاحب جي سنگت ۾ اکنڊ شانتي ۽ آنند پراپت ٿيا، جنهن جهڙا

---

صفحي ۴۳ جو فوٽ نوٽ

* ڪلجگ جي ڪڙاهيءَ ۾ ڪام جو شراب ڪڍيو پيو وڃي ۽ من پيئڻ وارو شرابي آهي. ڪروڌ جو پيالو موهہ سان ڀريل آهي ۽ هؤميءِ پيئاري رهي آهي. ڪوڙ جي سڀا ۾ ويٺي هي نشو پيئڻ وارو خوار خراب، تباهہ ٿي رهيو آهي.

ان جي ابتڙ جڏهن ڪو ستگروءَ جي سنگت ۾ وڃي، شڀ ڪرمن جي لاٺ وجهي، نرملتا يا شيل جو گڙ وجهي، نام جو شراب ڪڍي پيئي ۽ ان سان گڏ نيڪيءَ جون روٽيون، سنجم جو گيهہ ۽ محنت جو ماس کائي تہ ان جا سڀ وڪار ناس ٿي وڃن.

ڪيس اڳ ۾ ڀڳي ڪڏهن هئڊ ۽ ڪو نہ مليا هئا. سندس ڪوچ پوري ٿي چڪي، سندس سفر سماپت ٿي چڪو. ڀاڻ اُهي گهڙيون پري ڏٺي ڪري چڏيائين، جنڪي ڪڙڪائيندي هوُ ڊيوڙهي جي سامهون ڏائيندو هو. گروُ صاحب کانئس پڇيو: ”ڀائي، تنهنجو نالو ڇا آهي؟“ جواب ڏنائين: ”جي، منهنجو نالو لهڻو آهي“. گروُ صاحب فرمايو: ”ها ڀائي، تون اسانکي ڪجهہ لهڻين ۽ توکي مونکان اهو ڪجهہ وٺڻو آهي ۽ اِنهيءَ لاءِ ئي اڪال پرکہ توکي مون وٽ موڪليو آهي“ لهڻي جو مطلب آهي وٺڻ. ڀائي لهڻي گروُ صاحب کان اها ڏات ورتي، جا صرف سندس لاءِ ئي رکي وئي هئي ۽ سو ڀائي هوُ گروُ صاحب جو جانشين ٿيو. جو گروُ نانڪ هو اُهو ئي لهڻو بڻجي ويو. جهڙو گروُ هو، اهڙو شش بڻجي ويو.

تاپئا لهڻا جيوندي گرئائي سر ڇتر قرائئا،
جوتي جوت ملائڪيءَ ستگرو نانڪ روپ وٽائئا،
لکہ نہ ڪوئي سڪئي آچرجي آچرج دکائئا،
ڪائئا پلٽ سروپ بڻائئا.

(ڀائي گرداس، وار ا، پؤڙي ۴۵)

## جوتي جوت سمائڻ

پراڻن جنم ساکيءَ ۾ گروُ نانڪ صاحب جي سنسار مان چالاڻي جو چٽر اهايت پرڀاو شالي ڍنگ ۾ چٽيل آهي. جڏهن گروُ صاحب ورڌ اوستا ۾ آيا تہ پاڻ سنسار مان ڪوچ ڪرڻ جو ويچار ڪيائون. گروُ صاحب ڀائي لهڻي کي پنهنجي جڳهہ تي مقرر ڪري کيس انگد جي نالي سان ظاهر ڪيو، جنهنجو مطلب آهي تہ هوُ منهنجو ئي انگ آهي. اِنهيءَ مان هر طرف خبر ڦهلجي وئي تہ ستگرو آخري سفر جي تياريءَ ۾ آهن. سنگت ستگروءَ جي آخري درشن لاءِ ڪٺي ٿيڻ لڳي. گروُ صاحب جي ڌرمپتني، سڀئي مٽر سنبڌي

۽ سڪه شيوڪ سخت دکه محسوس ڪري رهيا هئا ۽ سڀني
جي اکين مان آنسن جي ڌارا وهي رهي هئي. گرو صاحب
سڀني کي ڌيرج ۽ دلاسو ڏنو ۽ ڪين روئڻ کان منع ڪئي.
پاڻ اُن وقت هيٺيون شبد اُچاريائون ۽ سنگت کي اُپديش
ڏنائون ته اهو پرم پتا پرماتما خود ئي سنسار جو ڪرتا،
اُپائڻهار آهي ۽ خود ئي سڀني کي سنسار ۾ موڪلڻ وارو
۽ اتان واپس سڏائڻ وارو آهي. سنسار ۾ چار ڏينهن رهي
هرهڪ کي هتان هليو وڃڻو آهي ۽ اُٿي وڃي هرهڪ کي
پنهنجي ڪرمن جو ڦل ڀوڳڻو آهي. هن سنسار ۾ اچي سدائين
ان پرماتما ۾ لنوَ لين رهڻ جڳائي، ڇاڪاڻ ته سنسار ۾ اچڻ
صرف اُنهيءَ ئي سڦل آهي، جيڪي هڪ من، هڪ چت
ٿي يعني ايڪاگر رهي اُن پرم پتا کي ڌيائين ٿا. ڪنهنجي
مؤت لي روئڻ اجايو آهي، ڇاڪاڻ ته جو ڪجهه به ٿي
رهيو آهي، سو سڀ ڪل مالڪ جي پاڻي يا موج انوسار
ٿي رهيو آهي. اصل ۾ سنسار جا اگياني جيو مايا جي اثر
هيٺ روئندا آهن ۽ دکي ٿيندا آهن. سچو روئڻ اهو آهي
جو ان پرماتما جي ورهه جي نشاني هجي، نه ته باقي
ڪنهن به قسم جي روئڻ مان ڪو به لاڀ ڪونهي. هتي
ڪنهن به چيز جو فخر ڪرڻ اجايو آهي، ڇاڪاڻ ته جيڪو
سنسار ۾ آيو آهي، اُنکي هتان اوس هلڻي وڃڻو آهي. ان
لاءِ من ۾ پرماتما جي سچي پريت، سچي ورهه هئڻ جڳائي.

ڏن سرندا سچا پاتساهه جن جگه ڌنڌي لائيا۔
مهلت پني پاني پري جانيڙا گهت چلائيا۔

جاني گهت چلائيا لکيا آئيا رني ويرَ سبائي۔
ڪائيا هنس ٿيئا وڇوڙا جان دن پني ميري مائي۔

جيها لکيا تيها پائيا جيها پُرب ڪمائيا۔
ڏن سرندا سچا پاتساهه جن جگه ڌنڌي لائيا۔

صاحب سمرٿ ميري پائيھو سيڻا ايهه پڇتاڻا،
اُٺيئي ٽٽندا ڪوڙ چار ڏهه آڳي سر ڀرجاڻا.
آڳي سر ڀر جاڻا جنهن مهاڻا ڪاهي ڳارب ڪيجي،
جت سيوئي درگهه سڪهه پائيجي نام اسيءَ ڪا ليجي.
آڳي حڪم نه چليءَ مُولي سر سر ڪٽا وهاڻا،
صاحب سمرٿ ميري پائيھو سيڌا ايهه پڇتاڻا.

جو تس پاويءِ سمرٿ سو ٿيئيءِ هيلڙا ايهه سنسارو،
جل ٿل مهيئل رو رهيا ساچڙا سرجڻهارو.
ساچا سرجڻهارو الک اپارو ٽاڪا انت نه پائيا،
آئيا ٽن ڪا سڦل ڄڻيا هئه اڪ من جني ڌيائيا.
ڏاهي ڏاهه اساڙي آپي حڪم سوارڻ هارو،
جو تس پاريءِ سمرٿ سو ٿيئيءِ هيلڙا ايهه سنسارو.
نانڪ رنا بابا جاڻيئيءِ جي روويءِ لاءِ پيارو،
واليوي ڪارڻ بابا روئيئيءِ رووڻ سڳل ٻڪارو.
رووڻ سڳل ٻڪارو غافل سنسارو مائيا ڪارڻ رووي،
چنگا مندا ڪڇ سوجهيءِ ناهي اِهه تن اپريءِ کوويءِ.
اُٿيءِ آئيا سڀ ڪو جاسي ڪوڙ ڪرهه اهنڪارو،
نانڪ رنا بابا جاڻيئيءِ جي روويءِ لاءِ پيارو.
(وڏهنس، م ۱ - ۷۹ - ۵۷۸)

هيءُ شبد ٻڌي سڀ سنت سنگي ۽ سنبنڌي پاڻيءَ جا شبد ڳائڻ لڳا. سارو واتاورڻ ٻولر گيتن جي دويه ڌن سان گونججي اٿيو. پراڻن جنم ساکيءَ ۾ آيل آهي ته انهيءَ لئي گروُ صاحب سماڌيءَ ۾ انترڌيان ٿي ويا ۽ ”ٻارهه ماهه“ اُچاريائون، جنهن ۾ آتما جي پرماتما سان ميلاپ لاءِ گهري تڙپ ۽ ويدن کي پاڻيءَ جي روپ ۾ لکيو ويو آهي. ”ٻارهه ماهه“ ۾ استري ۽ پرش جي روپڪار دواران جيو آتما روپي

پڙهي پيا ورهه. وسوڙل استريءَ جي پرماتما روپي پتيءَ
سان ميلاپ لاءِ تڙپ جو ڀاو پرڀو ورلن ڪيو ويو آهي.

جڏهن شبدن جي ڳالهه جو ڪاريه پورو ٿيو تہ گروُ صاحب
پنهنجي ٻاڻيءَ جي پُوتي ۾ گروُ انگد صاحب کي سوُنپي
ڏني. اُنهيءَ وقت رات جو آخري پهر سماپت ٿي ويو هو
۽ پرڀات ٿي چڪي هئي. جنم ساکيءَ ۾ گروُ صاحب جي
آخرين گهڙين جو ذڪر هيئن ڪيو ويو آهي.

تڏهن گروُ صاحب جي چيلن مسلمان شخصن چيو تہ اسين
مرتڪ سرير کي دفنائينداسين ۽ سندن چيلن هندوُ شخصن
چيو تہ اسين سندن انگي سنسڪار ڪنداسين. گروُ صاحب
فرمايو تہ توهين پنهنجا پنهنجا گل رکي ڇڏيو. جيڪڏهن
سڀاڻي هندن جا گل تازا ۽ سرها رهن تہ سرير کي جلائي
ڇڏجو ۽ جي مسلمانن جا تازا رهن تہ سرير کي دفنائي ڇڏجو.
پوءِ گروُ صاحب سنگت کي پرماتما جي ڪرتي ۽ مهما ڳائڻ
لاءِ چيو ۽ حڪم انوسار سنگت سوهلي جو پاٺ شروع ڪيو:

جيءِ گهر ڪيرت آکيئي ڪرتي ڪا هوءِ بيچارو،
تت گهر گاوهہ سوهلا سورهہ سرجڻ هارو.
تم گاوهہ ميري نربهؤ ڪا سوهلا،
هئُ واري جت سوهلئي سدا سکہ هوءِ.
نت نت جيئڙي سماليئن ديکئيگا ديوڻ هار،
تيري دانئي قيمت نا پوءِ تس داتي ڪوڻ شمار.
سنبت ساها لکيا مل ڪر پاوهہ تيل،
ديهہ سجڻ آسيسڙيا جئُ هووئي صاحب سئُ ميل.
گهر گهر ايهو پاهچا سدڙي نت پون،
سدڻ هارا سمريئي ناتک سي ڏهہ آون.
(سوهلا گوڙي م ١-١٢)

انڪالپوءِ جيئن جو آخري سلوڪ پڙهيو ويو ۽ گروُ صاحب پنهنجي مٿان چادر وجهي ليٽي پيا. جنم ساکيءَ ۾ آيل آهي:

"جڏهن سلوڪ پڙهيو ويو ته گروُ صاحب جن چادر اوڍي ۽ سنگت مٿو ٽيڪيو پوءِ چادر کڻي وئي ته اُتي ڪجهه به نه هو، پر هندن ۽ مسلمانن ٻنهي جا گل سرها ۽ تازا رهيا. ٻئي پنهنجا پنهنجا گل کڻي ويا. ساري سنگت چرڻن ۾ جهڪي وئي".

گروُ صاحب ۷ سيپٽمبر ۱۵۳۹ع* جو پنهنجو پنجن تتن جو خاڪي سرير لاٿو. گروُ صاحب پاڻ ناسوت سنسار مان هليا ويا، پر انهن ۾ پڙهين جي لاءِ هڪ اٿاهه روحاني ورثو ڇڏي ويا.

گروُ صاحب جي ڀولڪن سنڌن ڪئين يادگار بنايا، پر اهي سڀ راوي نديءَ جي سيلاب ۾ وهي ويا. جيئو وڃي تو ته گروُ صاحب جن جي لچا به انهن تي هئي. اهو ڏسي سنڌن ڀولڪن ۽ ڪٽنب پروار وارن راوي نديءَ جي ٻئي ڪناري تي "ڏيرا بابا نانڪ" نالي قصبو وسايو. اُن قصبي کي آباد ڪرڻ وارا ماڻهو تي ان جي هالوڪين نواسن جا اَبا ڏاڏا هئا.

---

* هيءَ تاريخ آد گرنٿ جي ڪرتارپوري بيڙ ۾ درج ٿيل تاريخ سان ميل کائي ٿي. ڏيرا بابا نانڪ ۾ انهيءَ ڏينهن تي گروُ صاحب جي جوتي جوت سمائڻ جو پرب ملهائڻ جو رواج هلندو ٿو اچي. الڳ الڳ جنم ساکين ۾ الڳ الڳ تاريخون ڏنل آهن. ميڪالف به پنهنجي پستڪ "گروُ نانڪ ۽ سک ڌرم" ۾ اهائي تاريخ ڏني آهي.

## اُپديش

اَکي باجهه وکِکا وڻ ڪنان سُڻنا،
پيرا باجهه چلڻا وڻ هٿا ڪرڻا.
جيڀي باجهه بولڻا اِءُ جيوت مرڻا،
نانڪ حڪم پڇاڻ کي تءُ خصمي ملڻا.
(سلوڪ م ٢ - ١٣٩)

سبد ڌرتي سبد آڪاس،
سبدي سبد ڀيا پرڪاس.
سگلي سرسٽ سبد کي پاڇي،
نانڪ سبد گهٽي گهٽ آڇي. (پراڻ جنم ساکي، ١٣٧)

بن ستگر ڪنهي نه پائيو،
بن ستگر ڪنهي نه پائيا. (آسا دي وار، م ١ - ٤٦٦)

## ڪرم ڪانڊ جو وروڌ

جڏهن سنسار اگيان جي انڌيري ۾ گمراهه ٿيل ۽ وهم وڪارن جي بندشن ۾ ڦاٿل هوندو آهي ته سنت مهاتما ۽ پير پيغمبر جيون کي انهن بڌڻن کان مڪت ڪرڻ لاءِ سنسار ۾ پرگهٽ ٿيندا آهن. گروُ نانڪ صاحب جو جنم سنسار ۾ انهيءَ سمي ٿيو، جڏهن سچو ڌرم ڀر ڪري اُڏامي چڪو هو. ڇا هندوُ، ڇا مسلمان، ٻئي ڪرم ڪانڊ، رسم رواج يا شريعت کي سچو ڌرم ۽ سچو مذهب سمجهڻ لڳي ويا هئا. ماڻهو جڻيو پائڻ، مٿي تي ڪيسر جو تلڪ لڳائڻ، ويچار يا ڀاو بنا صرف مشين واںگر مالها ڦيريندو رهڻ ۽ ديوي ديوتائن کي پرسن ڪرڻ لاءِ جانورن ۽ پڻ انسانن جي بل ڏيڻ کي ئي ڌرم جو نالو ڏيڻ لڳي ويا هئا. هڪ نراڪار پرماتما جي سچيءَ ڀڳتيءَ جو مارگ، اَنيڪ ننڍين وڏن اشٽن جي پوڄا ۽ آرتين جي جهنگل ۾ گم ٿي چڪو هو.

گروُ صاحب جن زوردار اکرن ۾ مورتي پوڄا جو کنڊن ڪيو. پاڻ سمجهايائون ته مورتي پوڄا جو ڪو ڀرمارثي لاڀ ڪونهي، بلڪ جيتن جمع دواران جڙ پدارٿن جي پوڄا ڪرڻ، آتما ڪي اوچو اٿارڻ جي عوض هيٺ ڪرائڻ وارو ڪرم آهي.

گروُ صاحب ڏاڍي سندر ڍنگ سان سمجهائين ٿا تہ هي پنڊت! توُن پنهنجي گهر ۾ اشٽ ۽ ايڪ ديوتائن جي سيا، مورتين جي روپ ۾ سجائي وٺو آهين، توُن اڳيان ٿو ۽ انهنکي سچا ديوتائون سمجهي، انهنکي اشنان ڪرائين ٿو، انهن تي ڌوُپ، ڦل، ڪنڪسر وغيره چاڙهين ٿو ۽ جهڪي جهڪي انهن اڳيان متو رڳڙين ٿو. اهو سڀ ڪجهہ ڪرڻ جي باوجود توکي روٽي ڪپڙي لاءِ ٻين ماڻهن جي اڳيان هٿ ٽنگڻو ٿو پوي. اهي پٿر جا ٺاڪر نہ توکي ڪا ڪان ڇڏائي سگهن ٿا ۽ نہ موُت کان ئي بچائي سگهن ٿا.

گهر ٺاڪر سڀ نال پوج ڪري رکي ناوال.
ڪنڪو چندڻ ڦل چڙائي پٿري پئہ پئہ بهت مدائي.
ماڻوئا منگہ منگہ پئنيو کاءِ الذي ڪمي الذ سجاءِ.
پٿنا ديئہ نہ مردتا رکيو الذا جهڳڙا الذي سٿيو.
(سلوڪ م ١ - ١٢٤٠)

انهيءَ سمي جا جتني ۽ پوڌي ۾ اهڙي آلمڪ گراوٽ جي دوش کان پوري طرح ڇٽل نہ هئا. انهيءَ وقت جا لگ ڀڳ سڀيئي ڌرم الڌ وشواس، ڍونگ، ڪپٽ ۽ ڏيکاو جو روپ ڌارڻ ڪري چڪا هئا. اصل ۾ ماڻهو ڌرم جي سار کي وڃائي چڪا هئا ۽ ان جي ڦوگہ يا ڇلڪي لئي ئي سنتوش ڪري ويٺا هئا.

گروُ ناڪ صاحب اُنهن مهان سنتن جي پرمپرا مان آهن، جن پرم پتا پرماتما جي ساکيات انيو کي ئي سچي ڌرم جو

سار مهمو آهي. گروُ صاحب پنهنجي سمي جي ڌرمن ۾ پرچلت ذات پات، ديش قوم وغيره جي ننڍن وڏن سيڊي ڀيدڀاون کي ٽوڙيو ۽ انيڪ پرڪار جي ڪرم ڪانڊن جو کنڊن ڪيو. گروُ صاحب انسان جي من کي انڌوشواس، ڍونگ ڍرمي، روايت ۽ مذهبي تعصب کان آزاد ڪرڻ لاءِ آيا هئا. پاڻ پرچلت يا چالو عقيدن کي صرف بڌي ۽ دليل جي ڪسوٽيءَ تي پرکڻ جو اپديش نه ڏنائون، پاڪاڻ ته ان مان جيو جي شنڪا ۽ سنسي جي اونڌيري گليءَ ۾ ڀٽڪڻ جو خطرو رهي ٿو. گروُ صاحب وويڪ ۽ منطق سان گڏوگڏ هڪ آشا ۽ آنند جو سنديش به ڏنو، جو چئني طرف ڦهليل اڳيانتا، اوشواس، نراشا جي اونڌيري ۽ اداسيءَ کي ختم ڪرڻ ۾ سمرٿ هو.

## منش جي مهانتا

گروُ صاحب جن ٻڌايو ته هي انساني چولو خاص اديش جي پراپتيءَ لاءِ مليو آهي. پاڻ پنهنجي اپديش دوارا انهيءَ مقصد جي پراپتيءَ لاءِ اهو سڌو مارگ به ڏيکاريائون. هي اپديش يا ورتن ڪو نئون نه هو، پاڪاڻ ته ڀارت جي پراچين گرنٿن ۾ انجو ورنن آهي، پر صديون گذري وڃڻ سبب ماڻهو هن اپديش ۽ مارگ کي ڀلائي چڪا هئا. گروُ صاحب انکي اهڙي سندر نموني ۾ ٿمن سر جيئاريو، جو هي اپديش نه صرف نئون پر شڪتي شالي به ڀاسڻ لڳو.
گروُ صاحب پنهنجي وقت جي ماڻهن کي سمجهايو ته منش جو جيون جانورن جي زندگيءَ وانگر بي معنيٰ ناهي، جي پيدا ٿي وڏا ٿين ٿا ۽ کائي پي سنسار مان هليا وڃن ٿا. چوراسي لک جوڻين جي بي انت پساري ۾ صرف منش کي ئي اها ذات بخشي ويئي آهي ته هوُ جنم مرڻ يا آواگون جي دائما چڪر کي ٽوڙي، پنهنجي آتما کي ان مان آزاد ڪري وٺي. هيءَ رچنا چوراسي لک جوڻين جو هڪ وڏو

جيلخانو آهي، جنهن مان ٻاهر نڪرڻ جو فقط هڪ ئي دروازو آهي، جو آهي منش ديهي يا منش جنم. سنسار روپي جيلخاني مان صرف منش کي ئي ڇوٽڪارو پراپت ڪرڻ جي شڪتي ڏني وئي آهي. انهيءَ درشٽيءَ کان منش کي ساري سرشٽي يا ڪائنات کان اوچي پدوي پراپت ٿيل آهي، جنهن لاءِ کيس سرشٽيءَ جو سرمور (Top of the Creation) چيو ويو آهي. گروُ ارجن صاحب جن فرمائين ٿا:

لکهہ چؤراسيهہ جون سباٻي مانس ڪؤ پربهه ديئي وڏائي،
اس پؤڙي تي جو نر چؤڪي سو آءِ جاءِ دکهہ پائدا.
(راڳ مارو، م ٥-١٠٧٥)

ڪبير صاحب جن اُپديش ڏين ٿا:

اس ديهي ڪؤ سمرهہ ديؤ،
سو ديهي ڀج هر ڪي سيؤ. (ٻڙو ڪبير، ١١٥٨)

پرماتما نہ صرف منش سرير ۾ براجمان آهي، بلڪ هو پرگهٽ بہ انهيءَ سرير جي اندر ٿيندو آهي. انهيءَ طرح انساني جامي کي بيٺي نعمت بخشيش ٿيل آهي، ڇاڪاڻ تہ نہ صرف پرماتما ان سرير ۾ براجمان آهي، پر انهيءَ سرير ذريعي ئي ان کي پرماتما جي پراپتي بہ ٿئي ٿي.

گروُ امرداس جن فرمائين ٿا تہ پرماتما روپي انمول رتن منش سرير ۾ ئي پراپت ٿيندو آهي، پر منمک مانهو انهن ملهہ ٿا ڄاڻن ۽ اها ڳالهہ مڃڻ لاءِ تيار ٿا ٿين تہ انساني ديهہ ئي اصل هريءَ جو مندر آهي:

هر مندر ايهہ سرير هيَ گيان رتن پرگٽ هوءِ،
منمکهہ مول نہ جاڻدي مانس هر مندر نہ هوءِ.
(پرڀاتي، م ٣-١٣٤٦)

گروُ رامداس صاحب جن بہ فرمايو آهي تہ منش سرير اهو سونيءَ شهر آهي، جنهن ۾ ونهي هريءَ جي رس سا سڀئي امرت جو سؤدو ڪري سگهجي ٿو.

ڪانئا نگر، نگر هٿه نيڪو، وچ سؤدا هر رس ڪيجي.
(ڪليات، م ۴- ۱۲۲۳)

پرماتما، جو اندر براجمان آهي، اُنکي ٻاهر ڳولهڻ اگيانتا بہ آهي ۽ مورکتا بہ. اندر ۾ مؤجود پرماتما کي ٻاهر مندرن، مسجدن، گرجا گهرن، گردوارن، تيرٿن، ندين، سروورن، جهنگلن، پهاڙن، وڻن ٽڻن، پسن پکين وغيره ۾ تلاش ڪرڻ جو ڪو بہ جتن ڪنهن بہ حالت ۾ سڦل ٿي نٿو سگهي. سنتن مهاتمائن ۽ گروُ صاحبن اهڙين سڀني ڪوششن جو کنڊن ڪيو آهي. گروُ رامداس جن فرمائين ٿا تہ جو شخص ان پرماتما کي سرير کان ٻاهر ڳولهيندو ڦري ٿو، سو مورک ۽ اگياني آهي. اهو اُهڙي هرڻ سمان آهي جو پنهنجي نابيءَ ۾ مؤجود ڪستوريءَ جي تلاش ۾ ٻاهر جهاڙين ۾ ڀٽڪندو ڦري ٿو.

وڻ ڪانئا ڄ هؤرئي ڍنڍوڻدي سي مورڻ بيتالي،
سي اُجهڙ ڀرم ڀواليٿه جئه جهاڙ مرگ ڀالي.
(گؤڙي کي وار، م ۴- ۳۰۹)

گروُ نانڪ صاحب سمجهائين ٿا تہ اسانجو سرير ئي پرماتما جي رهڻ جو اصلي مندر آهي ۽ اسان جي سرير جي اندر ئي ان مندر ۾ داخل ٿيڻ جو دروازو آهي. هيءَ ڪايا هڪ قلعو يا محل آهي، جنهن ۾ اهو سڀ ڀريو پنهنجي سلطاني تخت تي براجمان آهي. ڪايا جي اندر ئي چوڏهن ڀون ۽ چنڊ، سورج وغيره آهن ۽ ڪايا جي اندر ئي پرماتما ۽ انجي نام جو امولڪ ڌن بہ آهي. جيڪي ماڻهو گرمکن جي سکيا تي هلي اندر وڃن ٿا، اُهي مايا جي هر طرح جي

ڙهر کان ٻاهي وڃن ٿا، اُهن کي اندر ئي ٻرپور روپي اصلي
ڏن پراپت ٿي وڃي ٿو.

گهر در مندر جاڳيو سولي،
جس پوري گر لي سوجهي هوئي.
ڪالٽا گـڙ محلي پـرپ ساچا،
سچ ساچا لخت رچائتا.
چتردس هاٽ ديوي دئه ساکي،
سيوڪ پنچ ناهي بڪ چاکي.
الٽر وست اوپ نرمولڪ،
گـر ملئي هر ڏن پائتا.

(مارو م ١-١٠٣٩)

پاڻ سمجهائين ٿا ته اسانجو سرير ئي سڀ کان اُتم هر مندر
آهي. ان ۾ پنج وڏا وڏا کنڊ يا منڊل آهن. انهن سڀني
کنڊن منڊلن کان مٿي اهو نراڪار پرماتما براجمان آهي.
سرير اندر وئل پرپور اسانکي نظر نٿو اچي، ڇاڪاڻ ته اسان
جو گيان ڌيان صرف سرير جي نون دوارن تائين ئي محدود
آهي. اهي نو دوار يا دروازا سنساري ڪار وهنوار لاء
آهن. اهو سرو شڪتيوان پرماتما من اندرين جي اثر کان
آزاد ۽ نرليپ آهي. هوُ انهن نون دوارن ۽ من بدِيءَ جي
منڊلن کان پري ۽ مٿي آهي. جڏهن اسين سندس ڪريا
سان سرير اندر موجود ڏهين دروازي يا ڏهين گليءَ ۾
داخل ٿيندا آهيون ته اُن الک پرڀوءَ کي پنهنجي اندر ئي
سڃاڻي يا پائي سگهندا آهيون.

دُبهي لگري اوتم ٿانا پنچ لوڪ وسهه پرڌانا،
اوپـر ايڪنڪار نـرالم سنـن سماڌ لڳائـتـا.
دبهي لگري اؤ دروا جي سرسر ڪرنٿهاريو ساجي،
دسويو پرک اليمت نرالا آپـي الکـم لکائـتـا.

(مارو م ١-١٠٣٩)

صرف گروُ نانڪ صاحب ۽ پارٽ جي سنت مهاتمائن ۽ هن ديش جي گرنٿن شاسترن ۾ مڌش ديهه جي اهڙي مهما نه ڪئي آهي، بلڪ قرآن شريف ۾ به انسان کي ”اشرف المخلوقات“ يعني سرشٽيءَ جو سرمور ۽ ساري رچنا ۾ سڀ کان سريشٽ ڪري مڃيو ويو آهي. بائيبل ۾ به آيل آهي ته پرماتما انسان کي پنهنجي شڪل تي بڻايو آهي. (Genessis ۱:۲۷). سو گروُ نانڪ صاحب اهڙي روحانيت جو ورنن ڪيو، جنهنجو سنسار جي لڳ ڀڳ سڀني مهان ڌرمن ۾ ذڪر ڪيل آهي، پر جنهن روحانيت کي دنيا جا لوڪ ڪافي عرصي کان ڀلائي چڪا هئا.

## آتمڪ گيان يا روحانيت

گروُ نانڪ صاحب جي اپديش جو مؤل تت يا سار اهو آهي ته مڌش پنهنجي اندر ئي پرماتما جو انڀؤ يا درشن ڪري سگهي ٿو. هيءَ ذاتي انڀؤ سڀني ڪوشش ۽ اڃائن جي پورتي يا منزل آهي. انهيءَ مان مڌش سمي ۽ استان جي قيد کان ۽ انهن سان لاڳوُ سڀني ڪمزورين ۽ ڪمين کان اوچو اٿي ٿو وڃي. هڪ طرف هوُ دک سک ۽ جمڻ مرڻ جي چڪر کان آزاد ٿي وڃي ٿو ۽ ٻئي طرف هوُ ان اوسٿا مان امر آنند، بي انت سندرتا ۽ دائمي شانتيءَ جو ڀاڳي ٿئي ٿو. جيئن ته هيءَ اوسٿا وقت جي اننتتا يعني بي انت يا بيحد هئڻ جي اوسٿا آهي، انهيڪري هيءَ آد انت ۽ لاهي چاڙهي، گهٽ وڌائيءَ جي نيمن کان به آزاد آهي. وقت کان آزاد هئڻ ڪري، هيءَ اوسٿا ڪارڻ ۽ اثر يا ڪرم ۽ ڦل کان به پري ۽ پار آهي، ڇاڪاڻ ته ڪارڻ ۽ اثر يا ڪرم يا ڦل جو سنبنڌ به وقت سان جڙيل آهي. دراصل ڪرم ۽ ڦل جو ارٿ ئي اهو آهي ته هڪ وقت ۾ ڪيل ڪرم، ڪجهه وقت گذرڻ بعد ڦل ڏئي ٿو. پر جو جيو

وقت جي حد کان پار ٿي وڃي ٿو، سو ازخود ڪرم ۽ ڦل جي حد کان به مٿي اٿي ٿو وڃي.

پرماتما ڪي اندر پراپت ڪرڻ جي هن ذاتي انڀوَ کي ئي "ڌرمي انڀوُ"، "روحاني انڀوُ" يا "رهسيه وادي انڀوُ" چيو وڃي ٿو. هيءَ اوستا نه خيالي آهي، نه بناوٽي ۽ نه هن جو منو وگيان سان ئي ڪو واسطو آهي ۽ نه شريرڪ کان ٻاهرين شڪتين سان. هيءَ نه بدڌيءَ جي دائري جي وستو آهي ۽ نه دليل جي. هيءَ ڀاو ۽ ويچار کان پري ۽ پار جي اهڙي اڪٿ ڪٿا آهي، جنهنجو نه ڪڏهن ٻوليءَ ۾ بيان ڪري ٿو سگهجي ۽ نه ڪڏهن ٻاهرئين سنسار جي ڪنهن به چيز، اوستا سان ڀيٽ يا مقابلو ڪري ٿو سگهجي. هيءَ اهڙي اوستا آهي، جنهن ۾ ساري سرشٽيءَ جي ايڪتا جي پٽيان هلندڙ هڪ اهڙيءَ مُول ايڪتا جو جيئرو جاڳندو انڀوُ ٿئي ٿو، جو من، اندرين، بدڌي ۽ منطق کان پري آهي.

گرو ارجن صاحب فرمائين ٿا:

نانڪ ايڪو رو رهيا، دوسر هوتا نه هوگ.
(گوڙي، م ٥ - ٢٥٠)

سنت نامديو جن فرمائين ٿا:

سڀ گوبند هٿ سڀ گوبند هٿ، گوبند بن نهين ڪوءِ.
(آسا نامديو ٤٨٥)

مؤلانا روم جو ڪٿن آهي:

هم ڪوزا - و - هم ڪوزاگر، و - هم گل - ي - ڪوزا.

ان جو ارٿ هي آهي ته هوُ خود ئي برهم آهي، پاڻ ئي برهم ناهڻ وارو ڪنڀار آهي ۽ پاڻ ئي برهم جي مٽي آهي.

دراصل هيءَ اهڙي پورن اَدويت يا ايڪتا جي اوستا آهي، جنهن ۾ درشن ڪندڙ ۽ درشن ڏيندڙ، ساڌڪ ۽ ساڌنا يا ساڌنا جو مرڪز، پوڄاري ۽ پوڄيه اشٽ جي دئي، دويت يا ڀيائي سماپت ٿي وڃي ٿي. هن اوستا ۾ پرم آنند، انوکي شانتي ۽ عجيب سندرتا جو انڀو ٿيندو آهي. سڀني پورن سنتن جي باڻيءَ ۾ هن جو اشارو ملي ٿو. هن بي نظير اوستا ۾ جيو ظاهري سنسار جي ايڪتا مان سميٽجي اَکنڊ ڏئل پرم ستيه جي پورن ايڪتا ۾ سمائجي وڃي ٿو. ان پرم ستيه جي پراپتيءَ جي انوکي آنند ۾ مڌوَ ٿيا لين ٿي، ان جو روپ ٿي وڃڻ ٿي هن رهسيمه روحاني انڀو جو اصلي سار آهي. گروُ نانڪ صاحب فرمائين ٿا:

نامي راتي اندن مالي، نامِع لي سک هوئي.

(سدَ گوشٽ، م ١-٩٦٤)

وري فرمائين ٿا:

نانڪ يکتا يک سالاهڻ سچ نام آڌار،<br>
سدا انند رهي دن راتي گنڻو نتنا پاچار.

(آسا، م ١-٤٦٦)

روحانيت جو هيءَ انوکو آنند من انڌرين جو وشيه ناهي. هي انڌرين جي محدود سک دک کان نيارو ۽ گهٽ وڌائي، لاهي چاڙهي، آد انت کان پار ۽ مٿي آهي. هي اهڙو اجر، امر ۽ اٿاهه انڀو آهي جو سمي ۽ استان مان اٿين ٿيندڙ تبديلين کان مٿي آهي. هن اوستا ۾ پهچي جنم مرڻ ۽ آواگون جا هر قسم جا بندن ختم ٿي وڃن ٿا. گروُ صاحب فرمائين ٿا ته ڪو ورلو خوشقسمت جيو ٿي پوري گروءَ جي مت ٿي هلي، هن اوستا تائين پهچي ٿو:

گرمکه ڪوئي سچ ڪماوڻ، آوڻ جاڻا ناڪ رهاوڻ.

(پرڀاتي، م ١-١٣٤٤)

اکٿ ڪهاڻي پد نرباڻي، ڪو ورلا گرمکہ بوجهئي.
(بلاول، م ١ - ٨٤٤)

هن اوستا ۾ پهچڻ تي ٿي ساڌڪ کي سڀني جنون جي پراپتيءَ جو احساس ٿيندو آهي. هنکي معلوم ٿيندو آهي ته من ۽ اندرين، سمي ۽ استان جي سنسار کي ڪا پنهنجي آزاد هستي ڪانهي. دراصل اهو اَست آهي، ڪنهن اَڻ ڏٺل اصليت جي ڇانيا، مايا وِي ڇل يا وهم ۽ ڀرم آهي.

گرو صاحب هن جو ورڻن ڪندي فرمائين ٿا:

سو جيوتا جس من وسيا سوءِ، نانڪ اور نه جيوئي ڪوءِ.
(مانجهه، م ١ - ١٤٢)

التي گوليڙا دن چاري کيل تماسا ڏٺ وڪاري،
بازي کيل گئي بازيگر جيئن نس سهجي يکلاڻي هي.
(مارو م ١ - ١٠٢٣)

جيڪي مذش ستڪروءَ جي ڏسيل راهه تي هلي اُن نهچل اوستا کي پراپت ڪن ٿا، اُهي مايا جي لهندڙ چاڙهي ۽ چلندڙ پساري کان هميشه لاءِ آزاد ٿي وڃن ٿا.

ساچ محل گر الکہ لکائتا، نهچل محل نهي ڇالتا مائتا.
(گوڙي م ١ - ٢٢٨)

هن اوستا جي پراپتيءَ جو مارگ ڏاڍو ڪٺن آهي. ڪيترن فيلسوفن ۽ مهاتمائن هنکي تلوار جي ڌار جهڙو مارگ ڪوٺيو آهي. پر جڏهن منزل تي پهچي وڃن ٿا ته اَٿل به املهه ملن ٿا ۽ جيتريون مصيبتون سهڻيون پيون ٿيون، تنهن جو عيوضو به پورو پورو ملي وڃي ٿو. گرو صاحب فرمائين ٿا هن اوستا کي پسائي، من جا سڀ وڪار ۽ بندن دور ٿي وڃن ٿا ۽ آتما نرمل ۽ پوتر ٿي پوي ٿي:

پنج تسکر ڏاوت راکي چوُکا من ايمان،
دست بکاريِ درمت ياگي السا برهم گنتان.

(برهاڻي، م ١-١٣٢٩)

مٿي ڏسي آيا آهيون ته الهيءَ ستمه جي پراپتي جيو کي پنهنجي اندر ئي ٿيندي آهي ۽ هن انترمکه انهو جي پراپتي ئي سڀي ڌرم ها سڀيءَ روحانيت جو اصلي سار آهي. پرسد صوفي سنت مولانا روم جو ڪٿن آهي ته ٻاهرين سنسار ڏانهن کليل اندرين جا دوار بند ڪرڻ سان اندر ئي سچ جو پيد پراپت ٿئي ٿو. هوُ دعويٰ ڪري ٿو ته جيڪڏهن سرير جا نَو دروازا بند ڪرڻ ئي حق يعني پرماتما جو نور نه ڏسڻ ۾ اچي ته ٻلي منهنجي مذاق اڏائجو.

چشم بند و گوش بند و لب ببند،
گر نه بيني نورِ حق بر من بخند.

گروُ رامداس صاحب جن به اشارو ڪيو آهي ته جڏهن سرير جا نو دوار بند ڪري، ڏسوين دوار ۾ داخل ٿيون ٿا ته اندرين جا پوڙه ڦڪا لڳڻ شروع ٿين ٿا ۽ اندران اهڙي آنند پرئي امرت جي پراپتي ٿئي ٿي، جنهنکي پائي من ۽ آتما سدائين لاءِ شانت ٿي وڃن ٿا:

نئه درواجي نوي در ڦيڪي، رس امرت دسوي چئجيءَ.

(ڪلياڻ، م ۴-١٣٢٣)

## روحانيت ۽ سداچار

سداچار ۾ نيڪي بديءَ ۽ چڱي بري جو سوال اُٿارِيو ويندو آهي، ۽ پرماتما ۾ سمائجي پرماتما جو روپ ٿي ويل شخص هن دوَيت يا ٻيائيءَ مان به مڪت ٿي ويندو آهي. گروُ امرداس صاحب فرمائين ٿا ته جڏهن سڀني جيون جو اُپائڻهار هڪ پرماتما ئي آهي ته پوءِ چڱو ڪنهنکي چئجي ۽ برو ڪنهنکي؟

جيئن جنت سڀ لس ڏي سهنا ڪا سوني،
مـدا ڪسو آڪيئي جي دوجا هوئي.
(آسا، م ۳- ۴۲۵)

اهڙيءَ طرح سداچار تي ڏڍ رهڻ وارا مڌش نيڪيءَ ۽ پرڀم جي شبد گڻن تي زور ڏين ٿا. اها چڱي ڳالهه آهي، پر پرڀوءَ جا ڀڳت ايسا پيارا هن ڳالهه تي زور ڏين ٿا ته ساري نيڪيءَ ۽ سڀي پرڀم جو پيدا اهو پرم پتا پرماتما ٿي آهي. اهي چون ٿا ته سداچاري گڻ اوس ڌارڻ ڪرڻ گهرجن، پر جيسٽانين منش پلي بري ۽ پيار نفرت جي ٻيائيءَ کان آزاد نٿو ٿئي، ايسين هـوَ نه سڇي نيڪيءَ جو روپ ٿي سگهي ٿو ۽ نه سڇي پرڀم جو. ساري برائيءَ جي جڙ دويت يا هؤمي آهي. جو شخص پنهنجي اندر بديءَ جي جڙ ڪي ڪٽي ٿـو ڇڏي، سو سدائين لاءِ بديءَ جي چنبي مان آزاد ٿي وڃي ٿـو ۽ سچي نيڪيءَ جو ساڪيات روپ ٿي وڃي ٿو. جڏهن هؤمي کي ختم ڪرڻ سان دويت يعني دوجا ڀـاو ختم ٿي وڃي ٿو ته هوَ ڪنهن سان برائي ڪيئن ڪري سگهندو. گرو صاحب ڏاڍي سندر نموني ۾ سمجهائين ٿا:

هڪ هڪ مڪ مڪ وڇهه ڪووي، دوجا ميٽي اڪو هووي.
(رامڪلي، م ۱- ۹۴۳)

نانڪ سا سوهاڳڻ ڪنتي پر ڪي اڪ سماوئي.
(لڪاري، م ۱-۱۱۰۸)

پرڀم پدارٿ پائيئي گرمکه نت وچار،
ساڌن آپ گـوائتا گر ڪي سبد سيگار.
(سري راڳ، م ۱- ٦١)

اهڙيءَ ريت جڏهن جيو آتما پرڀم سروپ پرڀوءَ ۾ لين ٿي وڃي ٿي ته هوءَ خود به پرڀم جو روپ ٿي وڃي ٿي ۽ اُن

۾ پنهنجي لاءِ به ٻئي ۾ پريم جاڳڻ لڳي ٿو. گروُ صاحب ۽ پنهنجي سنديش
مهاتمائن آتما ۽ پرماتما جي پيار کي استري ۽ پرش جي
صورت ۾ سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، جيتوڻيڪ
اها صورت ان ئي انت پريم جو صرف ڌنڌلو پاڇو ئي ٿي
سگهي ٿي. پر هن مشابهت مان پتو لڳي ٿو ته جيئن آتما
روپي استري کي سهو سڪ ۽ سچي شانتي صرف پرماتما
روپي پتيءَ جي ميلاپ مان ئي ملي سگهي ٿي. جڏهن هوءَ
الهيءَ پريتم جي پيار ۾ سمائجي سهج اوستا پراپت ڪري
ٿي ته هوءَ رات ڏينهن معنيٰ اٺ ئي پهر ان پيار جي آنند
۾ مگهن رهي ٿي، تڏهن ئي هوءَ پنهنجي پريتم جي پيدا
ڪيل خلقت سان سچو پيار ڪري سگهڻ جي قابل ٿئي ٿي.
گروُ صاحب فرمائين ٿا:

آپڻي ڪنت پياري سا سوهاڳڻ نانڪ سا سيرائي،
اليءِ رنگ راتي سهج ڪي ماتي اهنس ڀاءِ سماڻي،
سندر ساءِ سروپ بچکڻ ڪهيئي سا سياڻي.
(تلنگ، م ۱ - ۷۲۲)

پر جوڙي جيئن ڪوڻ ملاويءِ،
رس پريم ملي جيئن سبد سهاويءِ.
(گوڙي، م ۱ - ۲۴۳)

جيڪي مٿي لکيو ويو آهي ان مان ئي هن سوال جو
جواب ملي ٿو ته اهڙي روحاني اڀوُ جو سنسار ۾
نيڪ جيون گذارڻ تي ڪهڙو اثر پوي ٿو. عام طور اهو
دوش لڳايو ويندو آهي ته اهڙو روحاني اڀياس سنساري
ذميوارين ۽ پنهنجي اصليت کان منهن موڙي، هڪ طرح جي
سوارٿ پريل سڪ يا آنند ۾ مگهن رهڻ جي برابر آهي.
پنڇمي ديشن جي ڪيترن نيڪاڪارن پارٿن جي سنديش
مهاتمائن ۽ پارٿي روحانيت بابت خاص طور هي اعتراض

آتار ۽ آهي ته اهي زندگي ۽ ان جي ضروري فرض کان منهن موڙڻ جا قصوروار آهن.

مٿي ڏسي آيا آهيون ته پرم سنتيه ۾ لين ٿيل شخص نئي صحيح معنيٰ ۾ نيڪ جيون گذاري سگهي ٿو ۽ اهو ئي دراصل سچي پرلم، سچي ديا ۽ سچي اُپڪار جي مورتي هوندو آهي. سچي کي ڄاڻ آهي ته ڀارت ۾ سنت مهاتما سنسار مان ويندي وقت، پنهنجو ڪارج پنهنجي ڄانشين کي سونپي ويندو آهي. اهڙي طرح سچي نيڪي، سچي پرلم، سچي شيوا ۽ سچي تياڳ جي جوت هڪ کان ٻئي ٻئي جي ذريعي روشن رهندي ايندي آهي. پورن سنت ستگروءَ کي سدائين ٻين جي دکن ۽ ڪليشن جو احساس رهندو آهي. هو سنسار جو تياڳ نه ڪندو آهي ۽ صرف پنهنجي مڪتيءَ ۽ ذاتي روحاني پراپتيءَ لئي سنتوش نه ڪندو آهي. هو سنسار کي ٻه دکن کان نورت ٿيڻ جو سچو مارگ ڏيکاريندو آهي. هن کي سوارٿي يا خود غرض نٿو سڏي سگهجي، ڇاڪاڻ ته جڏهن روحاني مارگ کي هو اُتم سمجهي ٿو، اُنهو ئي اُپديش هو سنسار کي به ڏئي ٿو. پورن سنت ستگرن جو زندگيءَ جي باري ۾ پنهنجو الڳ نظريو ٿيندو آهي. هو سچي روحانيت جي پراپتيءَ کي سنساري ضرورتن جي پورتيءَ يا دنيوي دکن جي نورتيءَ کان گهڻو وڌيڪ ضروري سمجهن ٿا. هو جيون کي روحانيت جي سچي راهه ڏيکارڻ کي ئي سڀ کان اوچو ۽ اُتم پراُپڪار ۽ سڀ کان وڏي شيوا ڪري مڃين ٿا.

جڙوادي درشٽيءَ وارن ماڻهن ۽ سنت ستگرن جي ويچارڌارا جي وچ ۾ هڪ بنيادي فرق اهو آهي ته جڙوادين جو وشواس آهي ته سنسار کي ڪافي حد تائين سکن جي نگري بڻائي سگهجي ٿو ۽ سنسار جي حالت بهتر بڻائڻ لاءِ سماج سڌار جون رٿائون عمل ۾ آڻي سگهجن ٿيون، پر

گروُ نانڪ، مهاتما ٻڌ ۽ ٻين سنتن مهاتمائن جو عقيدو آهي تہ دک سنسار جي جڙ ۽ بنياد بہ آهي. هن دک جو اصلي ڪارڻ جيو جي هؤميءِ آهي يا آنجو پرماتما کان وڇڙڻ ۽ جدائي آهي. جيستائين جيو هؤميءِ جو شڪار آهي ۽ پرماتما کان جدا يا الڳ پنهنجي هستي ٺاهي ويٺو آهي، تيستائين هن جي دکن جو انت ڪڏهن بہ نہ ٿي سگهندو. گروُ نانڪ صاحب فرمائين ٿا:

هؤميءِ بکہ پاء جگت اپائيا، سبد وسيءِ بکہ جاء.
(مارُو م ۱-۱۰۰۹)

ارٿات هؤميءِ جو زهر سنسار جي جڙ بہ آهي. صرف پرماتما جي شبد يا نام بہ لين ٿيڻ سان ئي جيو هن دکہ کان مڪتي پائي سگهي ٿو. پاڻ وڌيڪ فرمائين ٿا تہ سڄو سنسار بري طرح دکن جي چڪيءَ ۾ پيسجي رهيو آهي:

نانڪ دکيا سڀ سنسار.
(رامڪلي دي وار، م ۳، سلوڪ م ۱-۹۵۴)

سنسار دکن جو گهر آهي، پر جيڪي جيو نام يا شبد سان جڙيل وڃن ٿا، اهي سدائين لاءِ سچو سکہ پائين ٿا:

نانڪ رام رتي سدا سکہ هوء.
(رامڪلي سڌ گوشٽ، م ۱-۹۴۱)

گروُ صاحب هڪ هنڌ فرمائن ٿا:

بابا جگہ ڦاٿا مهاجال، گر پرساديِ اُبري سچا نام سمال.
(مارُو م ۱-۱۰۰۹)

ٻئي هنڌ فرمائين ٿا:

نانڪ هؤميءِ روگہ بري،
جهہ ديکان تهہ ايڪا بيدن آپي بخسيءِ سبد ڌري.
(ڀيروُ، م ۱-۱۱۵۳)

جيستائين جيو پرپوءِ روپي ايڪتا کان وچڙيل يا جدا ٿي، ڪال ۽ من مايا جي پيدا ڪيل وقت ۽ جڳهه جي اڻيڪتا، دويت يا هوُميءِ جو شڪار آهي، تيستائين سندس دک ناس نه ٿي سگهندو ۽ نه ڪيس سچو سک ملي سگهندو. انهيءَ لاءِ پورن سنت ستگرو سنسار جا سچا خيرخواهه بڻجي جيون کي هن هوُميءِ ثابت سچيت به ڪن ٿا، هن دکن جي بنيءَ مان نڪرڻ لاءِ مارگ به ڏيکارين ٿا ۽ ان مارگ تي هلڻ ۾ انهنجي رهنمائي ۽ سهائتا به ڪن ٿا. تنهنڪري سنتن جي سچي روحانيت جي مارگ کي جيڪي مذهب سوارٿ يا ڪانٿرنا سمجهن ٿا، انهن سنتن جي زندگيءَ ۽ سندن روحاني سنديش کي سمجهڻ جي ڪوشش ئي نه ڪئي آهي.

## روحانيت ۽ ڌرم

عام طور روحانيت کي ڌرمي ڪارڻه مڃيو ويندو آهي. جيڪڏهن ڌرم جي معنيٰ پرم پتا پرماتما سان ميلاپ ڪرڻ آهي ته روحانيت سچ پچ ئي ڌرمي ڪارڻه آهي. سنت مهاتما سدائين اُن بي انت انادي ستيه جو اُپديش ڪندا آهن، جنهن سان هوُ ميلاپ ڪري چڪا آهن. هوُ پنهنجي ذاتي انڀو مان هي گيان پراپت ڪري چڪا آهن ته اهو پرماتما روپي ستيه نهايت نرمل ۽ پرم چيتن آهي. اهو نيڪي، اُپڪار، پريم ۽ دَيا جو روپ آهي. اهو نهچل ۽ ابناسي آهي ۽ هر قسم جي تبديليءَ، هوُميءِ، تراسا، دک ۽ چنتا کان مڪت آهي. سچي روحانيت ڌارڻ ڪرڻ واري گرمک کي هن پرم ستيه ۾ سمائجي اهڙي انوکي اوستا پراپت ٿئي ٿي، جنهن جو بڌيءَ يا ڪلپنا ذريعي انومان لڳائڻ ناممڪن آهي. انهيءَ درشٽيءَ کان جي روحانيت کي ڌرم جو سار يا مول تت چئو وڃي ته اهو صحيح ٿيندو.

پر جيڪڏهن ڪنهن خاص مت، عقيدي يا جٿيبنديءَ کي ڌرم سمجهيو وڃي ته پوءِ اُنهيءَ حالت ۾ روحانيت ۽ روحاني انڀوءُ ڌرم جي دائري ۾ نه اچن ۽ ان کان آزاد سمجهيا وڃن ٿا. سچي روحانيت دنيا جي ڪنهن به خاص ڌرم جي پڪش ۾ يا خلاف ڪانهي. حقيقت ۾ اهو سوال پڇڻ نه گهرجي ته ڇا روحانيت ڌرمي ڪارڻ آهي يا نه؟ ان جي بجاءِ هيءُ سوال پڇڻ گهرجي ته ڇا روحانيت ئي ڌرم جو اصلي آڌار آهي يا نه؟ هن سوال جو بنا ڪنهن سنڪوچ جي اهو جواب ڏئي سگهجي ٿو ته سنسار جا گهڻا ڌرم ۽ ڀارت جا سڀ وڏا ڌرم، بنيادي طور روحانيت ۽ انترمکي انڀو تي آڌارت آهن. روحاني انڀو يا انترمکي پرتڪه گيان سڀني ڌرمن جي پراڻ سمان آهي. سڀ ڌرم هڪ ئي روحانيت يا هڪ ئي روحاني ويچارڌارا جي شاخن جي روپ ۾ ڦليا ڦوليا آهن. پر سمي گذرڻ تي هر ڌرم ۾ آتما کي اندر پرماتما سان جوڙي پرم ستيه جو سڌو ساکيات انڀو پراپت ڪرڻ وارا سنت مهاتما الوپ ٿيندا ويا ۽ انهن سان گڏ ئي انترمکي روحاني انڀو پراپت ڪرڻ واري عملي سادنا جو به خاتمو ٿي ويو.

گروءَ صاحب جي اچڻ سان ڀارت ۾ سچي ڌرمي ڀاونا نئين سر جاڳي اٿي. سندن پرگهٽ ٿيڻ کان اڳ ماڻهو سچي روحانيت يا سچين ڌرمي ڀاوناڻ کي ڀلائي، بي جان ڪرم ڪانڊ ۽ ريتين رسمن ۾ بري طرح ڦاسي چڪا هئا. لوڪ ڪيترن قسم جي عقيدن ۽ ويچارڌارائن ۾ ونڊجي، انيڪ ننڍن ننڍن مت متانترن جا قيدي بڻجي چڪا هئا ۽ انهن جي وچ ۾ ڦوٽ پئجي چڪي هئي. ڌرم ۾ آشا نه اها رکي ٿي ويئي ته اهو جيو جي اندر گپت پرم ستيه کي جاڳائي، انکي نيڪي، پريم، شيوا ۽ تياڳ جو پتلو بڻائڻ ۾ سهائتا ڪري، پر نتيجا انجي بلڪل ابتڙ نڪري رهيا هئا. اها

ڪا حيرانيءَ جي ڳالهہ ناهي تہ جيتوڻيڪ ماڻهن ڌرم کي
ڏڪاريندا نہ هئا، پر تہ بہ ان مان وشواس وڃائي چڪا
هئا. پر گروُ نانڪ صاحب لوڪن کي اهڙي نرمل روحاني
سادنا جي جڳتي ٻڌائي، جا هر طرح جي ڪرم ڪانڊ،
شريعت ۽ رسم رواج کان مٿي ۽ اوچي هئي. ان سادنا جو
مؤل مقصد آتما کي اندر پرماتما سان جوڙڻ ۽ اندر سچو
گيان ۽ پرڪاش پراپت ڪرڻ جو هو. انهيءَ ڪري هن
جڳتيءَ جو ڪڏهن ٻاهرينءَ جٽبنديءَ ۽ اندوشواس سان
ڪو بہ سنبنڌ نہ هو. هيءَ انترمکي جڳتي هر قسم جي
ٻاهرمکي ڀيد ڀاو کان مٿي هئي. اهڙي طرح گروُ صاحب
منش کي سچي وشواس ۽ سچيءَ ڪرڻيءَ جو مارگ ڏيکاريو.
اهو چوڻ غلط نہ ٿيندو تہ گروُ صاحب جن صرف انسان جو
پنهنجو پاڻ ۾ پرماتما ۾ وڃايل وشواس وري نئين سر جاڳرت
ڪرڻ لاءِ ئي سنسار ۾ آيا هئا. اهوئي سبب آهي جو گروُ
صاحب جيون کي ان سمي جي پرچلت انيڪ طرح جي
جڳتين جهڙوڪ ڪرم يوگ، اُپاسنا يوگ، ليہ يوگ، راج يوگ،
هٺ يوگ، گيان يوگ ۽ ٻين ڪيترن قسمن جي جپن تپن،
پوڄا پاٺ، ڪرم ڪانڊ وغيرهہ جي ڀوُل ڀلئيان مان ٻاهر
ڪڍيو. پاڻ لوڪن کي پراچين زماني جي پورن سنتن داران
پريو پراپتيءَ لاءِ اختيار ڪيل اهو سرل ۽ قدرتي مارگ
ڏيکاريو، جو پرماتما خود جيو جي ڪلياڻ لاءِ ان جي اندر
ظاهر آهي. هي مارگ پنهنجي آتما کي اندر شبد سان جوڙڻ
۽ جيئري ئي سچي مڪتي پراپت ڪرڻ جو مارگ آهي.

## روحاني اڀياس

گروُ نانڪ صاحب جن، جڏهن روحاني سادنا کي اختيار
ڪيو ۽ جنهنجو پرچار ڪيائون، تنهنکي "سرت شبد يوگ"
جو نالو ڏيئي سگهجي ٿو. ان کي شبد يوگ، سهج يوگ يا

شبد ابياس ۽ سڌيو وڃي ٿو. هن ابياس ۾ ساڌڪ پنهنجي ڌيان ۽ سرت (آتما) جي ڌارا کي ساري سرير مان پوري طرح سميٽي، اکين جي پٺيان هڪ نقطي تي ايڪاگر ڪري ٿو. هن مرڪز کي پرمارٿي ٻوليءَ ۾ تيسرا تل* يا ٽين اک چيو ويو آهي.

ساڌڪ کي هن ابياس ۾ سنسار طرف کلڻ وارن سرير جي نون دوارن کي بند ڪري، سرت کي پوري طرح ٽين اک ۾ ايڪاگر ڪرڻو آهي، جا سرت يا آتما جي اصلي بيٺڪ يا هيڊڪوارٽر آهي. سرت کي هن نقطي يا مرڪز تي پورن رت ايڪاگر ڪرڻ سان سماڌيءَ جي اوستا پراپت ٿئي ٿي. هيءَ نرمل چيتنتا جي اوستا آهي جڏهن ۾ سچو آنند ۽ سچي شانتي پراپت ٿين ٿا. سري آد گرنٿ ۾ آتما کي ڏهين دنار يعني اکين جي مرڪز مان لنگهائي من ۽ آتما يعني جڙ ۽ چيتن جي ڳنڍ کولڻ جي جڳتيءَ جو ڪيترن هنڌن تي ورنن آيل آهي. گرو صاحبن ۽ ڀائي گرداس اکين جي مرڪز جو ڪيترن ئي لفظن ذريعي ورنن ڪيو آهي. انهن هن استان کي ”دسوان“، ”تل گهر“، ”گهر مندر“، ”گهر“، ”دوه درشٽي“، ”تل“، ”گهر در“، ”در“، ”سردر“، ”مڪتي دوار“ وغيره ڪيترن نالن سان ياد ڪيو آهي. گرو امرداس صاحب فرمائين ٿا:

---

* هندڪي مسلمان فقير ”نقطا-ي-سويدا“ ڪوٺيندا آهن. ٻين به ڪيترن نالن سان هندکي ياد ڪيو ويو آهي، مثال طور الدرين اک، هڪ اک. تلسي صاحب هنڪي ”خس خس جو داڻو“، ”سئي دوار“، ”دوربين“، ”مهين يعني سوکيم داڻو“، ”مڪر“ (شيشو)، ”تل“ وغيره به ڪوٺيو آهي. هندو مهاتما هنڪي ”شو نيتر“، ”دويه چڪشو“ يا ”تيسرا تل“ چوندا آهن. شايد فرانس جي فلاسافر رين ڊيڪارٽي جي ”پينئل گلانڊ“ جو به اهوئي مطلب آهي.

نؤ در ٺاڪي ڌاوت رهائي،
'دسوين' نج گهر واسا پائي.
اوٿي انهد سبد وڄهہ ڏن راتي،
گرمتي سبد سڻاوڻيا.
(مانجهه، م ٣-١٢٤)

هر جيئہ غفا اندر رکہ ڪيو،
وا جا پؤڻ وڄائيا،
وڄائيا واجا پئؤڻ نؤ دئاري پرگٽ ڪيئي،
'دسوا' گپت رکائيا.
گر دئاري لاه ڀاولي،
اڪنا 'دسوا دئار' ڏکائيا،
تهہ انيڪ روپ ناءُ نؤنڌ،
تس دا انت نہ جائي پائيا.
(رامڪلي انند، م ٣-٩٢٢)

سري آد گرنٿ ۾ هن کي ڪيترن هنڌ "گهر مندر"، "نج گهر" يا صرف "گهر" ڪري بہ انجو بيان ڪيو آهي.

من کن کن ڀرم ڀرم ٻهہ ڌاوي 'تل گهر' نهي واسا پائيئي،
گر انڪس سبد دارو سر ڌارئو 'گهر مندر' آڻ وسائيئي.
(بسنت هنڊول، م ٤-١١٧٩)

"'گهر' رهہ ري من مگڌ اڻائي، رام جپهہ انترگت ڌئائي:
(مارو، م ١-١٠٣٠)

ڪها چلہ من رهہ 'گهري'،
گرمکہ رام نام ترپتاسي، کوجت پاوهہ سهج هري.
(آسا، م ١-٤١٤)

من ٻئراڳي 'گهر' وسي سچ ڀئہ راتا هوءِ،
گيان مها رس ڀوگوي باهڙ ڀک نہ هوءِ.
(سري راڳ، م ١-٢١)

سري آد گرنٿ ۾ هن کي ٻين ڪيترن هنڌ "دولت-درشٽي"، "گهر در" يا "مڪت دئارا" ۾ چيو ويو آهي:

هر ڪا گاهڪ هوويءَ سولئي پائي رتن ويچارا،
اندر کوليءَ 'دب دست' ديکيءَ مڪت ڀنڊارا.
(آسا، م ٣-٤٢٥)

'دب دست' جاڳيءَ ڀرم چڪائي، گر پرساد پرم پد پائي.
(مارو، م ٣-١٠١٦)

رام رسائڻ گرمکہ چاکيءَ، 'در گهر' محلي هر پت راکيءَ.
(آسا، م ١-٤١٥)

جت در وسهه ڪون در ڪهيئيءَ،
درا ڀيتر 'در' ڪون لهيءَ،
جس 'در' ڪارڻ ڦرا اداسي،
سو 'در' ڪوئي آء ڪهيءَ.
(رامڪلي، م ١-٨٧٧)

'گهر در' مندر جاڻيءَ سوئي،
جس پوري گر لي سوجهي هوئي.
(مارو، م ١-١٠٣٩)

نانڪ 'مڪت دئارا' ات ليڪا لنا هوء سہ جاء،
هؤميءَ من استول هتہ ڪتہ ڪر وچدي جاء.
(گوجري، م ٣-٥٠٩)

ڀائي گرداس، جنهنجي ٻاڻيءَ کي سري آد گرنٿ جي ڪنجي چيو ويندو آهي، هن نقطي جو وستار سان ورنن ڪن ٿا. سندن ۾ ڪجهه ڀنڊت ناراڻ سنگهه گيانيءَ جي وياکيا سميت هيٺ ڏنا وڃن ٿا:

ڪنچن ڪنايءِ ڪرپا بدن انوپ روپ،
اسٽ اسچرج مئہ نانڪا کهائي هتہ.

لوچن ڪي پُتري ميِن تِنڪ تارڪا سِتار،
تاڪو پرلي ٻنب 'تل' بِڌتا بنائي هئي.
ڪونِ ڪونان ڇٻ 'تل' ڇيت ڇاهِ،
ڪونِ ڪونان سوپ لوپ للچائي هئي.
ڪومتي ٻرهمنڊ ڪي نائڪ ڪي نائڪا پَتي،
'تل' ڪي تِلڪ سرب نائڪا مٽائي هئي.
(ڪبت، ٢٠٤)

ارٿ- جڏهن من ۽ اِندرين جي سنگت ۾ اپـولر ٿي ويل آتما، انهيءَ سان گڏ چڙهي، "تل" ۾ پهچي وڃي ۽ شبد کي ٻڌندو پئي ۽ سوامي ڀڳوانن کي ان نهايت پرڪاشمان سندرتا پراپت ڪري وٺي. جيئن هڪ سهاڳڻ اِستري پنهنجي مٿي تي سيندُور جو تلڪ لڳائيندي آهي، اهڙيءَ طرح جيڪا آتما نون دوارن مان سميٽجي پنهنجي سواميءَ سان ملڻ لاءِ ڏسوين دوار ۾ داخل ٿئي ٿي، سا پنهنجي مٿي تي سؤڀاڳيه جي بندي لڳائي ٿي (هن لفظن ۾ آتما ٽيسري تل ۾ داخل ٿي وڃڻ جو سؤڀاڳيه پراپت ڪري ٿي). هن اک جو روپ بيان ڪان ٻري آهي. ڪروڙين قسمن جي ڪشش تل جي ڇايا هيٺان لڪل آهي ۽ ڪروڙين قسمن جي سوڀيا ان تل جي سوڀيا لاءِ للچائي رهي آهي. هوءَ ڪروڙين برهمنڊن جي سواميءَ جي پٽني ٿي وئي آهي ۽ هن جي مٿي جي بنديءَ جي سونهن سوڀيا اُتري وڌي وئي آهي، جو اُن جي مقابلي ۾ ٻين سڀني اِسترين جي چمڪ بلڪل ڦڪي پئجي وئي آهي.

پريتم ڪي پُتري مَنِ تنڪ تارڪا سِتار،
تاڪو پرتبنب تل تِلڪ ترلوڪ ڪو.
پنتا بدن پر پرگٽ ٻناءِ راکئي،
ڪام ديو ڪومت لومت پومت آٺلوڪ ڪو.

کونڻ کوٽان روپ کي انوپ روپ جو،
سکل شنگار کو شنگار سرب ٽوک کو.
ڪھڙ ڪٻاچ کرپا لل کي آلل شوڀا،
سرسري کومد مان پدمہ ڏاان کوک کو.
(کبت، ۲۱۳)

ارٿ. لل بيحد پوتر ۽ موھيندڙ آھي. ان جي اندر داخل ٿيڻ بعد آتما شبد سان سمبگارجي جيڪا سوڀيا پراپت کري ٿي، ان جو بيان کرڻ ناممکن آھي. ھن لل جي پوترتا کروڙين گنگا ندين ۾ سنان کرڻ جي ڦج کان بہ وڌيڪ آھي. بيشمار چنڊن جو پرکاش، انھي پرکاش ۽ چمڪ ڏمڪ جي سامھون جھکو معلوم ٿئي ٿو. لل جي سندرتا جي اھا مقناطيسي ڪشش کرڻ جي شکتي آتما کي ان وقت لي پنھنجي طرف کيندي ٿي ونئي، جڏھن اھا اڀياس ذريعي نو دوارا خالي کري دسوين دوار ۾ داخل ٿئي ٿي.

**شبد**

گروُ نانک صاحب جي ٻاڻيءَ ۾ بار بار آيل لفظ "شبد" جو ڪھڙو ڀاؤارٿ ونڻ گھرجي؟ شبد جي لفظي معنيٰ آواز يا ڌن آھي. ڪڏھن ڌرمي گيت سا ڀڄن کي بہ شبد چيو ويندو آھي. پر سنتن مھاتمائن "شبد" لفظ ھڪ پرم چيتن ۽ نراڪار شکتيءَ جي ڀاو ۾ ڪم آندو آھي. ھيءَ اھا اکتھ ڪٿا آھي، جنھنکي زبان بيان کري نٿي سگھي، ڪن ٻڌي نٿا سگھن، قلم لکي نٿو سگھي ۽ ڪابہ ڀاشا ان جو ورنن کري نٿي سگھي. ھيءَ انسان جي من ٻڌيءَ کان پري جي حقيقت آھي. ھيءَ ھر طرح جي دويت ۽ ھر طرح جي تبديليءَ کان پري جو اھو سچ آھي، جو سرشٽيءَ جي ھر وستوءَ ۽ ھر پراڻيءَ ۾ رمي رھيو آھي. گروُ نانک صاحب

سمجهائين ٿا ته شبد کانسواءِ اسان جي اندر ۽ اندرو ئي اندرو رهي ٿو. گروُ صاحب کان سِڌ سوال ڪن ٿا ته ڀوساگر کان پار ڪرڻ وارو شبد ڪٿي رهندو آهي؟ ڏهن قسمن جي هوا مان اهو ڪنهنجي سهاري نڪل آهي؟

سه سبد ڪا ڪها واس ڪهيئلي جت تريئي ڀوجل سنسارو،
ترِيُم ست الکل واڻي ڪهيئيُم تس ڪهه ڪوُن آڌارو.
(رامڪلي سڌ گوشت، م ۱-۹۴۴)

گروُ صاحب اُتر ڏين ٿا ته شبد سرووياپڪ آهي ۽ هر ڪنهنجي اندر ئي آهي. جنهن طرف نظر ڪريو، شبد ئي شبد آهي يا ڏسڻ ۾ اچي ٿو. شبد اهڙي ڪلا رهت ڪلا آهي، جو پنهنجي سهاري پاڻ بيٺو آهي ۽ ڪنهن ٻئي تي سندس آڌار ڪونهي.

سه سبد ڪؤ نرنتر واس الکن جهه ديکا تهه سوئي،
پون ڪا واسا سنن نواسا اڪل ڪلا ڌر سوئي.
(رامڪلي سڌ گوشت، م ۱-۹۴۴)

سري آد گرنٿ ۾ نام* ۽ باڻي وغيره ڪيئن ٻين لفظن دوارا ئي شبد جو ورنن ڪيو ويو آهي. گروُ امرداس صاحب فرمائين ٿا ته جڳ جڳانترن کان هلي ايندڙ باڻي ئي شبد جي روپ ۾ پڇاڻي ويندي آهي يا سڃاڻي آهي ۽ اهو ئي منو ۽ پيارو نام آهي:

جڳ جڳ باڻي سبد پڇاڻي، ناءُ مينا مدهه پيارا.
(سورٺ، م ۳-۶۰۲)

---

* سري گروُ گرنٿ صاحب ۾ "شبد" خاص طور ته "نام" جي ارٿ ۾ ئي آيل آهي. گروُ گرنٿ صاحب ۾ جيڪو "نام" جو ارٿ آهي، سو ئي "شبد" جو ارٿ آهي.
(سري گروُ گرنٿ ڪوش، صفحو ۲۲۵-۲۲۶)

انهيءَ ڪري گروُ صاحب ”حڪم“ چئي به ورتا آهن. پاڻ فرمائين ٿا ته ازهانجو حڪم سچو آهي ۽ انجي سمجھ بوجھ گرمکن ذريعي پراپت ٿئي ٿي. سنگروءَ جي مت ٿي هلي، هؤمي يعني آپي کي دور ڪرڻ بعد هن سچ جو گيان پراپت ٿئي ٿو:

سچا تيرا حڪم گرمکھ جاڻيا، گرمتي آپ گواءِ سچ پڇاڻيا.
(مانجھ، م ١-١٤٤)

اهڙي طرح پاڻ فرمائين ٿا ته هي پرڀو، تنهنجو حڪم، تنهنجو نام چئني دشائن ۾ ۽ پاتال لوڪ ٽائين به ورتجي رهيو آهي، وياپڪ آهي. اهو شبد ئي سچو پرڀوءِ بڻجي، سرو وياپڪ ٿي رهيو آهي، سڀني ۾ رمي رهيو آهي. توهانجي ڪرپا سان ئي اسين ان شبد کي پائي سگھون ٿا:

چھ دس حڪم ورتيو پرڀ تيرا چھ دس نام پتالن،
سڀ مھ سبد ورتيو پرڀ ساچا ڪرم مليو بئتالن.
(ملار، م ١-١٢٧٥)

اهو صاف آهي ته گروُ صاحب نه صرف ”نام“، ”شبد“ ۽ ”حڪم“ لفظن جو ئي، بلڪ ”سچ“ ۽ ”پرڀو“ لفظن کي به هڪ ئي ارٿ ۾ استعمال ڪيو آهي. هيٺ لکيل پد ۾ به پاڻ ”ناد“، ”شبد“، ”ڌن“، ”سچ“، ”رام“ ۽ ”نام“ جو به ساڳئي ئي ارٿ ۾ پريوگ ڪن ٿا:

نانڪ نرمل ناد سبد ڌن، سچ راميو نام سمائدا.
(مارو، م-١٠٣٨)

بائيبل ۾ به هن شڪتيءَ کي ورڊ (شبد-Word) ڪوٺيو ويو آهي. سينٽ جان انوسار ”شروع ۾ شبد هو، شبد پرماتما سان گڏ هو ۽ شبد ئي پرماتما هو“. ويدن ۾ انکي ”ناد“ يا ”آڪاش واڻي“ چيو ويو آهي. مسلمان درويشن

انکي ”ڪلمو“ (شبد)، ”ندا - ء - سلطاني“ (مالڪ جي ٻاڻي)، ”بانگ - ي - آسماني“ (آسمان مان ايندڙ ٻانگ يا آواز)، ”اسم اعظم“ (مهان نام) يا ”سلطان - ال - اذڪار“ (سمرڻ، جاپ يا ذڪر جو بادشاهه) ڪري ڪوٺيو آهي.

گروُ صاحب جي ڪٿن مان صاف ظاهر ٿئي ٿو ته شبد جا ٻه گڻ آهن، آواز ۽ پرڪاش:

انتر جوت نرنتر باڻي، ساچي صاحب سيٺ لو لائي.
(سورٺ، م ١ - ٦٣٤)

انتر جوت سبد ڌن جاڳي، ستگر جهگر نبيري.
(گوجري، م ١ - ٤٨٩)

سڱي سرت اناحد واجي، گهٽ گهٽ جوت تماري.
(رامڪلي، م ١ - ٩٠٧)

سڀ کان اوچي روحاني منزل تي پهچڻ واسطي ساڌڪ جي مارگ ۾ آواز ۽ پرڪاش ٻئي ضروري آهن. جيئن انڌيري ۾ رستو ڀليل مسافر ڪتان پري کان ايندڙ آواز جي مدد سان پنهنجو رخ قائم ڪري وٺي ٿو، اهڙيءَ طرح شبد ۾ ابياسيءَ جي آتما کي پنهنجي پيدار يا اصل ڌاڻهن کيڏهي ٿو. جيئن باهريون پرڪاش منش کي رستي جي کڏن کوٻن وغيره کان بچائي، سفر طئہ ڪرڻ ۾ سهائتا ڪري ٿو، تيئن شبد جو اندروني پرڪاش ابياسيءَ کي انيڪ اندروني رڪاوٽن کان بچائي ٿو. گروُ صاحب فرمائين ٿا:

هي ديو! توهانجي پرڪاش جا ڪرڻا اندر هر طرف ڦهلجي رهيا آهن ۽ انحد شبد جون منيون، سر يليون ڌنيون اندر ٻڌڻ ۾ اچن ٿيون.

پسري ڪرڻ جوت اُجيالا ڪر ڪر ديکيو آپ دئيالا،
انهد رڻجهڻڪار سدا ڌن نر ڀؤ ڪي گهر واڃدا.
(مارو دکڻي، م ١ - ١٠٣٣)

شبد جي دُوني ڌُن ان پرم پتا پرماتما مان پرگهٽ ٿي، سڀني کنڊن ۽ برهمنڊن جي رچنا ڪري، انهن جو آڌار بڻجي وئي آهي. جيڪڏهن اسين ڇنڊجي ته اهو پرڀو روحانيت جو اٿاهه ساگر آهي ۽ آتما ان ساگر جي ئي هڪڙي بوند آهي ته شبد کي ان سمنڊ مان نڪتل اهڙيءَ وشال نديءَ سمان ڄاڻي سگهون ٿا، جا پرڀوءَ روپي سمنڊ مان نڪري، سڀني هيٺين کنڊن برهمنڊن جي زندگيءَ جو آڌار بڻجي بيٺي آهي.

اهڙيءَ ريت شبد ئي پرماتما جو نج روپ آهي ۽ شبد ئي اصلي پرم تت آهي. شبد جي ڌُن سڀني کنڊن برهمنڊن ۾ گونجي رهي آهي، هيءَ ئي ساري جيون ۽ چيتنتا جو مُول، پيدار آهي. هن شبد کي پرماتما جو سرو وياپي روپ ڄاڻي سگهون ٿا يا ائين ڄاڻي سگهون ٿا ته پرماتما شبد روپ ۾ ئي سرو وياپڪ آهي ۽ آتما ۽ شبد، ٻنهي جو اصلي يا مُول روپ پرماتما ئي آهي. انهيءَ ڪري جيئن سُئيءَ کي چقمق پنهنجي طرف ڇڪيندو آهي، تيئن شبد به پوري بل سان آتما کي پنهنجي طرف ڇڪيندي ٿو. انهيڪري هن روحاني ابياس کي ”سرت شبد يوگ“ چيو وڃي ٿو يعني هن ۾ سرت يا آتما کي الک، اگم منڊلن مان ايندڙ شبد سان جوڙيو وڃي ٿو. هن سادنا جو ورنن ڪندي گرو صاحب فرمائين ٿا ته اسين سرت (آتما) کي شبد سان جوڙي، سنسار روپي ڀوساگر تري سگهون ٿا:

سرت سبد ڀوساگر ترئي، نانڪ نام وکاڻي.
(رامڪلي سڌ گوشٽ، م ١-٩٣٨)

وري فرمائين ٿا ته ساڪت يا منمک جو سرت کي شبد سان جوڙڻ جي جڳتي نٿا ڄاڻن، پر جيستائين شبد کي سرت سان جوڙڻ جي جڳتي نه ملندي، تيستائين

ڪٿهن جو ٻه آواگون جي چڪر مان ڇوٽڪارو نه ٿي سگهندو:

ساڪت نر سبد سرت ڪٿ پائيٽي،
سبد سرت ٻن آليٽي جاليٽي.

(مارو، م ١ - ١٠۴٢)

مسلمان فقيرن ٻه هن وچار کي الهيءَ تي ڏينگه ۾ پيش ڪيو آهي. صوفي فقير شاه نياز فرمائين ٿا ته تون هن ٻي انت، انادي ڪلام يا شبد کي ٻڌ، جنهنجو ڪو آد يا انت ڪونهي. اهو ڪلام ٻڌي تون جنم مرڻ جي قيد مان آزاد ٿي پوندين.

بشنو يڪ ڪلامي لا مڪتوب، ازحد وسو فدا بود مرفوع.

مولانا روم ٻه پنهنجي مثنويءَ ۾ فرمائين ٿا ته هي سوروير! تون آسمان کي پنهنجي پيرن هيٺان ڪر ۽ تون مٿان گگن يا آڪاش مان ايندڙ بانگ يا آڪاش واڻي ٻڌ.

چرخ را در زير-ي-پا آر اي شجاع،
بشنو از فوق-ي فلڪ بانگ-ي-سماع.

الهيءَ شبد جي انهيءَ جو اشارو ڪندي مولانا روم فرمائين ٿا ته جڏهن مون انهيءَ قسم جون مٺيون ۽ پياريون راڳ-راڳڻيون ٻڌيون ته مولوي مندر ۽ مسجد ٻئي ڪافر (ناستڪ) پرليت ٿيڻ لڳا، مطلب ته منهنجي لاءِ هن شبد ۾ لين ٿيڻ ئي سچو ڌرم ٻڌڻي ويو ۽ مولوي ڪنهن ٻه قسم جي ٻاهرئين مندر، مسجد يا ان سان سنبنڌ رکندڙ ڌرم ڪرم جي ضرورت ئي نه رهي.

نغمها نغمڪ شنيدم وا نداها وافر،
ڪعبا و بتخانا بنزدم شد هردو ڪافر.

# جيئري مرڻ

ڀارت ۾ عام ماڻهن جو ويچار آهي تہ جيڪڏهن زندگيءَ ۾ شڀ ڪرم ڪيا وڃن تہ موت کانپوءِ مڪتي ملي ويندي. ائين سوال اٿي ٿو تہ اسين جيئري ئي مڪتي يا نرواڻ جي اوچي ۽ پرم اوستا پراپت ٿا ڪري سگهون، ڇا؟ اسين جيئري ئي موت جي گهاٽيءَ کان پار ٿا نڪري سگهون، ڇا؟ دنيا چوي ٿي تہ نہ، پر گرو نانڪ صاحب وشواس ڏيارين ٿا تہ اسين ائين ضرور ڪري سگهون ٿا. گرو صاحب پاڻ بہ جيئري ئي اها اوستا پراپت ڪئي آهي ۽ اسانکي بہ جيئري ئي اها اوستا پراپت ڪرڻ جي جڳتي سيکارين ٿا. جڏهن اسين جيئري ئي مڪتي پراپت نہ ڪنداسين، تہ ان ڳالهہ جو ڪهڙو ڀروسو آهي تہ موت کانپوءِ ضرور مڪتي پائينداسين؟ گرو صاحب جي ٻاڻيءَ مان انهيءَ ڳالهہ جا پرماڻ ملن ٿا تہ پاڻ پنهنجي اڇا انوسار جڏهن بہ چاهيائون، موت جي دروازي کان پار وڃي سگهيا ٿي ۽ جڏهن بہ چاهيائون، اتان واپس اچي سگهيا ٿي. پاڻ فرمائين ٿا:

نت نت مران ٿي نت نت جيوان،
گر السي جگت ٻتالي هٿہ.
(پراڻ سنگلي)

سچي روحانيت جي پرچار ڪندڙ سڀني ڌرمن ۾ موت جي دروازي کي پار ڪرڻ جي ابياس جو ذڪر ملي ٿو. اُپنشدن کان وٺي ڀارت جي سڀني پراچين ڌرم گرنٿن ۾ هن ڳالهہ جي گواهي ملي ٿي.

ڪنو اُپنشد (٦:٤) ۾ آيل آهي تہ جو پراڻي جيئري پنهنجو پاڻ کي نہ ٿو ڄاڻي، اُنکي بار بار جنم مرڻ جا چڪر لڳائڻا پوندا. انهيءَ ئي اُپنشد (٦:١٣) ۾ چيل آهي تہ

جو شخص جيڪڏهن پنهنجي جاڻ حاصل نه ڪري، اهو هن
ڳالهه جي ڪلپنا به نه ڪري سگهي ته مرڻ ڪانپوءِ انکي
ڪيترا دک سهڻا پوندا.

مسلمانن جي مذهبي گرنٿن ۾ آيل آهي ته، موت کان
پهرين مرو.

موتو قبل ان تموتو.

مولانا روم فرمائين ٿا ته هي آتما، تون موت کان اول
مٿي اُٿ ۽ موت کان اول ان درگاهه ۽ پنهنجي انادي ۽
دائمي گهر جا درشن ڪر.

کوچ ببا ستان بيا پيش از اجل،
در نگار شاهي او ملڪي بي خلل.

پنهنجي اندر هي لانساني روحاني انڀو پراپت ڪرڻ،
پنهنجي اڇا انوسار مرڻ جي برابر آهي. انهيءَ ڪري
گرو نانڪ صاحب انکي "جيئري مرڻ" چئي بيان ڪيو
آهي. موت جي وقت سرت جي ڌارا ڌيري ڌيري سرير
جي هيٺين انگن مان سميٽجي مٿي وڃي ٿي. سنت مهاتما
ابهياس جي وقت سرت کي سرير جي سيني هيٺين انگن
مان سميٽي، مٿي آڻي، اندر ٽيسري تل يا نيڻ اک ۾
ايڪاگر ڪرڻ جو ساڌن ڪندا آهن. عام ماڻهوءَ جو موت
تي ڪوئي وس نه هلي ۽ هو موت وقت مرڻ لاءِ بيوس
۽ مجبور ٿي وڃي ٿو. پر هن روحاني ابهياس سان سادڪ
پنهنجي مرضيءَ سان سرت کي سرير مان سميٽي ٿو. ساڌارڻ
ماڻهوءَ لاءِ موت ڏاڍو دکدائي ٿئي ٿو ۽ هو موت ڪانپوءِ
سرير ۾ واپس نه اچي سگهي، پر سرت شبد جي ابهياسيءَ
لاءِ اهو سکدائي ۽ آنندمئه انڀو ٿئي ٿو ۽ هو جڏهن چاهي
سرير کي خالي ڪري سگهي ٿو ۽ جڏهن چاهي ان ۾ واپس
اچي سگهي ٿو. گرو نانڪ صاحب اُپديش ڪن ٿا ته جڏهن

گهر ۾ موت کاڻوء وڃڻو آهي، اُنکي جيئري ئي مري،
جيتي ونڃ گهر جي.

مٽتا جت گهر جائيئي، لت جيو دٽا مر مار.
(سري راڳ، م ١-٢١)

پاڻ فرمائين ٿا ته اهڙي جوڳ جي ساڌنا ڪرڻ گهرجي
جنهن ذريعي جيئري ئي مرڻ جي جڳتي هٿ اچي وڃي:

نانڪ جيولٽا مر رهيئي، ائسا جوگ ڪمائيئي.
(سوهي، م ١-٧٣٠)

اهڙيءَ طرح مرضيءَ موجب جيئري ئي مرڻ جو ابياس
ڪرڻ سان آتما کي مٿين روحاني منڊلن ۾ رسائي حاصل
ٿئي ٿي ۽ سهني دکن، ڪشٽن ۽ آواگون جي چڪر کان
ڇوٽڪارو ملي ٿو. گروُ صاحب فرمائين ٿا ته جو شخص
پنهنجي هستيءَ کي شبد ۾ لين ڪري ڇڏي ٿو، اُن کي
هميشه لاءِ مڪتي پراپت ٿي وڃي ٿي ۽ اُن کي بار بار
جنم مرڻ جي چڪر ۾ اچڻو نٿو پوي.

سبد مريو سو مر رهيو، ڦر مريو نه دوجي وار.
(سري راڳ، م ١-٥٨)

گروُ نانڪ صاحب ٿي نه پر ٻين ٻه ڪيترن سنت مهاتمائن
هن سچ جو زوردار لفظن ۾ بيان ڪيو آهي. مولانا روم
فرمائين ٿا ته مرڻ کان پهرين مرڻ ۾ هيءَ ڀيد لڪل آهي
تہ اُنين مرڻ سان ان پرماتما جي انوکي دنيا مهر پراپت
ٿئي ٿي:

سري منت را قبل از منت اي بود،
کز پناني مردن غنيمت ها رسد.

سائين بلي شاهه به پنهنجي ڪافين ۾ فرمائين ٿا ته جي
لون مرڻ کان اڳ مري وڃن تہ لوکي اهڙي مرڻ لاءِ قل
جي پراپتي ٿيندي.

جي لون مري مرن ڪؤن پهلون، ايهه مرنا قل پاونگا.

جيتري نئين عرض جو هيءُ اُپديش صرف پورب جي سنتن مهاتمائن ئي نه ڏنو آهي. حضرت عيسيٰ به فرمائين ٿا ته پرماتما جي درگاهه ۾ داخل ٿيڻ لاءِ هن زندگيءَ ۾ "وري جنم وٺڻ" ضروري آهي. (٣:٣ - جان).

حضرت عيسيٰ پنهنجي لاءِ فرمائين ٿا:

ڪوبه ماڻهو مون کان منهنجي زندگي وٺي نٿو سگهي، پر مان اها پنهنجو پاڻ ڇڏيان ٿو. مونکي شڪتي آهي ته مان جڏهن به چاهيان، زندگي ڇڏي سگهان ٿو يا مري سگهان ٿو ۽ جڏهن چاهيان، اها وري ڌارڻ ڪري سگهان ٿو يا وري زنده ٿي سگهان ٿو. هيءَ طاقت مونکي پنهنجي پرم پتا کان مليل آهي. (٧:١٨)

سقراط به پنهنجي وچن ۾ اِهو ظاهر ڪيو آهي ته مان جڏهن چاهيان، سرير جي اندر وڃي سگهان ٿو ۽ جڏهن چاهيان، ان مان ٻاهر نڪري سگهان ٿو ۽ بلڪل اهڙيءَ طرح جيئن ڪو پنهنجي گهر جي اندر گهڙندو آهي يا اُن گهر کان ٻاهر نڪرندو آهي. اهڙيءَ طرح مونکي پرم آنند ۽ گهري شانتي حاصل ٿئي ٿي.

## پرماتما اندر آهي

اهو بي انت ۽ ڄاڻي ڄاڻڻهار پرڀو، محدود ۽ ٿوريءَ ڄاڻ واري جيو جي اندر سمايل آهي. اهو اڪٿ، اگم، نراڪار پرماتما انساني هڏ ماس جي سرير جي پردي ۾ ڇپيل آهي. اهو پرم پرش، منش سرير ۾ براجمان آهي. هيءَ سچائي گروُ نانڪ صاحب جي اُپديش ۾ بار بار دهرايل آهي.

ساڃهه دور نه ڄاڻيئي، انتر هئه سوئي.

(آسا، م ١ - ٤٢١)

گهٽ گهٽ انتر برهم لڪائتا، گهٽ گهٽ جوت سبائي.
(سورٺ، م ١ - ٥٩٧)

جڏهن گروُ صاحب ائين فرمائين ٿا ته پرماتما مدش سرير جي اندر آهي ته ان جو اهو مطلب ناهي ته اهو پرماتما هن استول سرير جو ڪو انگ آهي. جي ائين هجي ها ته ڊاڪٽر سرير جي چير ڦاڙ ڪري انکي اوس ڳولهي ڪڍن ها. اهو پرماتما سوکيم، چيتن ۽ پرڪاشميه آهي ۽ نهڪري جيتوڻيڪ هوُ اساڻي اندر آهي، پر سرير کي مارڻ سان اسين پرماتما کي ماري نٿا سگهون. هوُ سرير، من ۽ اندرين کان پري آهي ۽ سو سرير جي مرڻ جو اُن تي ڪوبه اثر نٿو ٿئي. اصل ۾ پرماتما نه ته استول سرير جو انگ آهي ۽ نه ئي استول سرير مان ملي سگهي ٿو. گروُ صاحب جو ڪٿن ته پرماتما اساڻي اندر آهي، انجو پرمارٿي ڀاؤارٿ هي آهي ته اسين پنهنجي اندر آتما کي اڪاگر ڪري پنهنجي اندر ئي اُن پرماتما کي پراپت ڪري سگهون ٿا. ان باري ۾ گروُ صاحبن جا وچن وچار جوڳا آهن:

ڪائتا اندر آپي وسي الکه نه لکتا جائي،
منمکه مگد بوُجهي ناهي باهر ڀالڻ جائي.
(سوهي، م ٣ - ٧٥٤)

پهپ مد جته باس بست هئ مکر ماهه جئسي ڇائي،
تئسي هي هر بسي نرنتر گهٽ هي کوجهه ڀائي.
(ڌناسري، م ٩ - ٦٨٤)

گر پرسادي ويکه تو هر مندر تيري نال.
(پربالي، م ٣ - ١٣٤٦)

منو وگيان جو مشهور اصول هي آهي ته گيان پراڻ واري کي، سنپدڌس وشيه جي گيان پراڻ جي شڪتي ۽ لائقي

هڻڻ گهرجي. مثال طور اسانجون اکيون پنهنجي طاقت کان گهٽ يا وڌيڪ روشنيءَ واريءَ جڳهه تي ڪجهه نٿيون ڏسي سگهن. اهڙيءَ طرح ڪَنَ پنهنجي شڪتيءَ کان وڌيڪ يا گهٽ آواز نٿا ٻڌي سگهن. جيڪي ڏايون يا آواز ڪَنَ جي طاقت جي دائري کان پري آهن، اُهن کي ٻڌڻ لاءِ اسين ڪيترن قسمن جي اوزارن جي سهائتا وٺون ٿا. ساڳيءَ طرح بلڪل ننڍن يا بلڪل دور پيل پدارٿن کي ڏسڻ لاءِ اسين خوردبين يا دوربين جي سهائتا وٺون ٿا. هيءُ اُصول ساري استول سنسار جي هڪ ئي سطح تي رهندڙ شخص ۽ پدارٿن سان برابر لاڳو ٿئي ٿو. پر جي اسين سوکيم مندل جي ڪا وستو ڏسڻ چاهيون ٿا ته اسانکي سوکيم چڪشو پوندو. اهو پرم ستيه پرماتما سوکيم کان سوکيم آهي، سو انجو گيان پراپت ڪرڻ يا انجو ساکيات درشن ڪرڻ لاءِ اسانکي پنهنجي سوکيم وجود ۾ وڃڻو پوندو، يعني پنهنجي آتما جي سهائتا سان اندر اُن پرماتما جو درشن ڪرڻو پوندو.

گروُ نانڪ صاحب سمجهائين ٿا ته استول سنسار جا هميشه بدلجندڙ نظارا اسانجي سامهون هڪ پردو ڏيئي ٿا ڇڏين ۽ اسين اُن سوکيم پرم ستيه کي ڏسي نٿا سگهون. اَپنشدن ۾ هن ڳالهه جو ورنن هن رنت ڪيل آهي ته مايا، برهم تي پردو وجهي ٿي ڇڏي، تنهڪري اهو اسانکي ڏسڻ ۾ نٿو اچي. هن مايا جي پردي کي هٽائڻ سان ئي اسين انجي پنهان لڪل برهم کي ڏسي سگهون ٿا.

گروُ صاحب جو ڪٿن ته ”پرماتما اندر آهي“، ان جو اِهو مطلب ناهي ته پرماتما باهر ڪونهي، پر گروُ صاحب جو صرف اِهوئي مطلب آهي ته جيستائين اسين پرماتما جا درشن اندر نٿا ڪريون، تيستائين اسين ٻاهر ڪٿهن به سندس درشن ڪري نٿا سگهون. اِنهيءَ ڪري پنهنجي

ويچارواڻن جو اهو سمجهڻ ته اندريون ۽ ٻاهريون انڀؤ هڪ
ٻئي کان پوري طرح الڳ ۽ آزاد آهن، سو اصليت کي
ڏسڻ جو صحيح طريقو ڪونهي. اصل ڳالهه هيءَ آهي ته
ٻاهر پرماتما جي جلوي ڏسي سگهڻ جو دارومدار، اندران
انهي جلوي ڏسڻ تي آهي. تنهڪري اندرمکي روحاني
انڀو کي پهريون ۽ مکيه استان پراپت آهي ۽ پرماتما جي
ٻاهرئين درشن جي ڳالهه پوءِ جي ڳالهه آهي.

## ستگرو

روحانيت جي وشيه تي سنتن مهاتمائن جي ورڻن ۾ـا
ذڪر ۾ ننڍين ننڍين تفصيلن جو فرق ته ٿي سگهي ٿو، پر
سڀ پورن سنت مهاتما روحاني اُنتيءَ لاءِ ستگروءَ جـي
ضرورت تي ۽ سندس رهنمائي ۽ سهائتا جي ضرورت تي
هڪ جهڙو زور ڏين ٿا. هوُ سڀ اها ڳالهه مڃين ٿا ته روحاني
ترقيءَ ذريعي پرماتما سان ميلاپ ڪرڻ لاءِ ستگروءَ جي
نهايت ضرورت پوي ٿي. سندس سهائتا بنا هن مقصد ۾
سڦلتا ناممڪن آهي. دراصل روحانيت جي ڪنهن به پهلوءَ
کي صرف ان جي نيمن ۽ سڌانتن جي آڌار تي پرکي نٿو
سگهجي. ان ۾ ڌيان ڏيڻ جوڳي ڳالهه ته هيءَ آهي ته انهي
اڳواڻي يا رهنمائي ڪندڙ مهاتما ڪهڙي هستيءَ جو مالڪ
آهي ۽ سندس اندروني پهچ يا رسائي ڪيتائين آهي.

ڪنهن به ڪلا سکڻ لاءِ ٻن ڳالهين جي ضرورت پوندي
آهي، جتن ۽ جڳتي. هلڻ بنا نه ته سفر پورو ٿي سگهندو
۽ نه منزل تي پهچي سگهبو. ابياس ڪرڻ بنا ڪنهن به
ڪلا ۾ ماهريت پراپت نٿي ٿي سگهي. اهوئي اصول روحاني
ترقيءَ سان به لاڳو ٿئي ٿو.

بنا جتن ۽ ابياس جي اوچ روحاني انڀو جي پراپتي
ناممڪن آهي. پر صرف جتن يا محنت ڪافي ناهي.

جيستائين اسانجي ڪوشش صحيح طرف ۾ ناهي ۽ جيسين اسين صحيح مارگ تي ڪونه آهيون، تيسين لاڀ تيڻ نه پري رهيو، ڇاڪاڻ جو خطرو ئي بڻيو رهي ٿو.

جيڪڏهن اسين ريلوي اسٽيشن تي پهچڻ لاءِ ڏاڍي ڪوشش ۽ تيزيءَ سان هلون، پر پنهنجو منهن اُلٽي طرف ڪريون ته جيترو وڌيڪ ڊوڙندا وينداسين، اوترو ئي منزل کان وڌيڪ دور ٿيندا وينداسين. انيڪ جگياسن جي هردي ۾ پرم سته جي ڄاڻڻ جي گهري اڇا ۽ سچي تڙپ آهي، پر ڪين انهي پراپتيءَ جي اصلي جگتيءَ جو گيان ڪونهي. گروُ امرداس صاحب فرمائين ٿا ته پرماتما جي پراپتيءَ لاءِ پوڄا پا ٺ جگتي نه سڀ ڪن ٿا، پر انهنڪي ڀگتيءَ جي سچي جگتيءَ جي ڄاڻ ڪانهي:

پوجا ڪرهه پر بد نهي جاڻهه. (رامڪلي، م ٣-٩١٠)

جڏهن سنسار جو ڪوئي ساڌارڻ ڪم سکڻ لاءِ به اُستاد جي ضرورت آهي ته روحاني مارگ جي پيرويءَ لاءِ ته راهه جي واقفڪار اُستاد جي ازحد ضرورت آهي، ڇاڪاڻ ته هن سفر جي راهگير کي نه صرف هن رستي جي پوري خبر ڪانهي، بلڪ هيءُ رستو ڪيترن قسمن جي سنڪٽن ۽ خطرن سان ڀريل آهي ۽ هن تي اڪيلي سر سفر ڪرڻ خطري کان خالي ناهي. خواجه حافظ فرمائين ٿا ته جي پير مرشد توکي پنهنجو نماز جو مصلو شراب سان رڱڻ لاءِ به چوي ته تون سندس چوڻ مڃي، اِئين ڪري ڇڏ، ڇاڪاڻ ته هوُ خود ان روحاني راهه تي هلي چڪو آهي ۽ ان روحاني منزل جي راهه ۽ رسمن کان بيخبر نه آهي، بلڪ پوري طرح بخوبي واقف آهي.

به مئي سجاده رنگين ڪن گر ته پير-ي-مغان گويد،
ڪه سالڪ بيخبر نه بود ز راهه و رسم منزل ها.

مولانا رومر اچا بہ وڌيڪ وستار سان فرمائين ٿا تہ تنھنجو سفر ڪيترن سنڪٽن ۽ خطرن سان ڀريل آهي. انهيءَ لاءِ تون راهہ جي واقفڪار ڀا پيديءَ کي ضرور ساڻ کڻ. جيڪو بہ بنا ڪامل مرشد جي هن رستي تي هلڻ جي ڪوشش ڪري ٿو، اُن کي ڪال جهون شڪتيون گمراهہ ڪري، ڪمارگہ تي لائي، کوهہ ۾ ڦٽو ڪري ٿيون ڇڏين. جي تنھنجي سر تي پوري ستگروءَ جو هٿ ناهي تہ تنھنجي اندر سدائين شيطان انيڪ وهم ڀرم ۽ سنسا شنڪائون وغيرهہ پيدا ڪندو رهندو ۽ توکي هميشهہ لاءِ پريشان رکندو. ڪيترائي لوڪان وڏيڪ سياڻا، لوڪان اول اڪيلي سفر ڪرڻ جي مورکتا ڪارڻ شيطان هٿان نقصان پائي چڪا آهن:

پير را بگزين کہ بي پير اين سفر،
هست پر آفت و پر خوف و خطر.
هرڪہ او بي مرشدي در راهہ شد،
او ز غولان گمراهہ و در چاهہ شد.
گر نباشد سايہ ي پير اي فضول،
پس ترا سرگشتہ دارد بانگ غول.
غولت از راهہ افگند اندر گزند،
از تو داهي تر درين راهہ بس بدند.

گرو صاحب لوڪن کي سمجهايو تہ اسانجو سنسار ۾ موجود هئڻ ۽ چؤراسيءَ جا آواگون جو حصو بڻيو رهڻ ئي انهيءَ ڳالهہ جي وڏي ثابتي آهي تہ اسين پنھنجي اُدم جا ڪوشش سان هن جار مان ڇوٽڪارو پائي نٿا سگهون. گرو ارجن صاحب ڏاڍي سنڌر نموني ۾ سمجهايو آهي تہ هي پرماتما! جيڪڏهن جيو پنھنجي سر توهان سان ميلاپ ڪري سگهي ها تہ ڪنھنجو من ڪري ها تہ توهان کان وڇڙي، هن رچنا جي دکن روپي چڪيءَ ۾ پيسجندو رهي؟ پرماتما سان ميلاپ

جو آنند صرف پورن سنتن جي سنگت دوارا ئي پراپت ٿي سگهي ٿو.

آيڻ ليئا جي مليءِ وڃڙ ڪٺ رووڻ،
ساڌو سنگ پراپتي نانڪ رنگ ماڻن.
(بارهه ماهه مالجهه، م ۵-۱۳۴)

نه صرف گروُ نانڪ صاحب جي پنهنجي باڻي، بلڪ سري آد گرنٿ جي سموري باڻي ستگروءَ جي مهما ۽ پيار سان ڀرپور آهي. پروفيسر پورن سنگهه جو ڪٿن آهي ته گروُ نانڪ صاحب ڪالهوءَ اڄ پنجاب جي سڀني مهاتمائن ۽ ڀڳتن ستگروءَ جي ڏليءَ يا سُر لي ٿي پنجابي گيت رچيا آهن. ڀائي گرداس جي باڻيءَ جو به اهو ئي پرڌان سُر آهي. پروفيسر پورن سنگهه پنهنجي پستڪ ”دي اسپرٽ آف اورينٽل پوئٽري“ (The Spirit of Oriental Poetry) ۾ ڀائي گرداس جي باڻيءَ جو حوالو ڏيندي لکي ٿو ته ستگروءَ جي سپرش پراپت ٿيڻ سان شش جو هردو روحاني پرڪاش سان ڀرجي وڃي ٿو، جڙ پڻو ۽ مليڻتا دور ٿي وڃي ٿي ۽ جيو جي راهه لي اکنڊ پريم جو نور لڳاتار چمڪندو رهي ٿو. شش چاهيندي هوندي به سمهيو رهي ٿو ۽ ستگروءَ جي ديا مهر سان هوُ پرماتما جهڙو ئي نرمل ٿي پوي ٿو. ڀائي گرداس لـ گروءَ بنا شش جي ڪلپنا به نٿو ڪري سگهي، چاڪاڻ ته ٻنهي جي ميلاپ سان ئي سنسار ۾ روحانيت جي دوله جيون جو پرڪاش ٿيندو آهي. جيڏانهن به شش جي درشٽي ويندي آهي، اُتي هنکي اهو ئي دوله جيون نظر ايندو آهي. سڀئي چيزون اُنکي پنهنجي ستگروءَ لاءِ پريم جي پرگهٽ ڪرڻ جو ذريعو لڳنديون آهن. هنکي پنهنجو ستگرو ديهه ڌاري پرماتما جي روپ ۾ ساڪيات اُنجي سنمک بيٺل نظر ايندو آهي ۽ سندس مـن ستگروءَ جـي پيار ۾

اهتري قدر ليڻ هوندو آهي، جو ڪيس بنا ستگروءَ جي ٻيو ڪجهہ ڏسڻ ۾ ئي نہ ايندو آهي. ڀائي گرداس پنهنجي ٻاڻيءَ ۾ هڪ هنڌ فرمايو آهي:

”منهنجي هردي ۾ پرڪاش جي ان پران داتا شراب جو هڪ قطرو وجهي ڇڏيو، شڌتا ۽ پوترتا جي سهڻي نيمن کي ٽوڙي ڇڏيو ۽ منهنجو نالو انهن زاهدن، پرهيزگارن جي لسٽ مان ڪڍي ڇڏيو، جيڪي جيون جو امرت نٿا پيئن“.

گرو گوبند سنگهہ جن جو پڳت ۽ پرسڌ ڪوي ڀائي نند لعل پنهنجي ”زندگي نامي“ ۾ بلڪل لاثاني نموني ۾ ستگروءَ جي مهما ڪن ٿا. سندن ڪٿن آهي:

”ڪامل مرشد جو درشن ئي پرماتما جو ديدار آهي. ڪامل مرشد جي زبان الاهي ڀيد پرگهٽ ڪري ٿي. پرماتما پورن ستگروءَ جو سروپ ڌاري سامهون اچي ٿو، تنهنڪري تون ڪامل مرشد جو سروپ من ۾ وهاري ڇڏ. جنهن هردي تي ڪامل مرشد جو سروپ ڇپجي وڃي ٿو، اُن ۾ پرماتما جو شبد بہ گهر ڪري ٿو وٺي“.

مرشد-ي-ڪامل بود ديدار-ي-حق،
ڪ ز زبانش بشنوي اسرار-ي-حق.
صورت-ي-حق مرشد-ي-ڪامل اود،
نقشي او قائم درون-ي دل بود.
نقشي او چون در دلي ڪس جا ڪنند،
حرف-ي-حق اندر دلش ماوا ڪنند.

## ستگروءَ جي ضرورت

ستگروءَ جو پيار ڇا آهي؟ هن سوال ڪري ٻيو سوال اُٿي ٿو تہ ستگرو ڇا آهي؟ جيڪڏهن ستگرو بہ ساڌارڻ ماسونت منش ئي آهي تہ پوءِ اُن سان پيار ڪرڻ بجاءِ ڇو نہ

سدو اُن سروويا پڪ پرماتما سان ئي پيار ڪيو وڃي جو سرشٽيءَ جي ڪڻي ڪڻي ۾ سمايل آهي؟ منش جي پريم جو پاتر يا اڌڪاري صرف ترليپ ۽ پريورڻ پريو ئي هئڻ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ صرف اهڙي پورڻ پرماتما جو پريم ئي اسانکي سنسار يا انجي پريم کان آزاد يا ترليپ ڪري سگهي ٿو. جيڪو خود اڌورو يا اڻپورو آهي، اُنجو پيار اسانکي مايا جي ڀرمن ۾ ئي ڦٽڪائيندو رهندو ۽ اسانجو چؤراسيءَ جي چڪر کان ڇوٽڪارو نہ ڪرائي سگهندو.

”پر“ (۽ هي ”پر“ وارو شرط نهايت مهتوپورڻ آهي)، اُن سروويا پڪ نراڪار پرماتما کي پنهنجي ڀاونائن ۽ پريت جو آڌار تڏهن بڻائي سگهجي. هاڻي جنهن سان ڀاونائون نٿيون جُڙي سگهجن، اُن سان پيار بہ نٿو ڪري سگهجي. ٻين لفظن ۾ جو ڀاونا جي دائري ۾ نٿو اچي سگهي، سو پيار جي دائري ۾ بہ نہ اچي سگهندو. دراصل اهڙي شڪتيءَ سان پيار يا انجي ڀڳتي ڪرڻ تہ هڪ طرف رهيا، انجي باري ۾ ڀروسي يا خاطريءَ سان اهو چوڻ بہ مشڪل آهي تہ ان جي هستي بہ آهي يا نہ. هيءُ سچ تہ پرتڪہ روپ ڌارڻ ڪري چڪو آهي تہ ڪنهن بہ شخص يا هستيءَ کي پيار ڪرڻ لاءِ انجو زندهہ هئڻ، موجود هئڻ لازمي آهي.

اهو پرم پتا پرماتما منش جي من سنڪٽ کان بيخبر ناهي، تنهنڪري هن هر سمي ۽ جڳہ ۾ پورڻ سنت ستگرن کي سنسار ۾ موڪلڻ جو قانون بڻايو آهي. اهوئي ڪارڻ آهي جو پورڻ سنت ستگرو ڀليل ڀٽڪيل جيون کي اُپديش ڏيڻ ۽ اُنهنجو مارگہ درشن ڪرڻ لاءِ سدائين سنسار ۾ ايندا رهن ٿا. پرماتما جا موڪليل اُهي پورڻ سنت ستگرو انڌيري ۾ ڀٽڪندڙ جيون کي شبد يا نام جي ڀيد جو پرڪاش ڏين ٿا، جنهن جي اڀياس سان جيو جنم مرڻ جي چڪر کان مڪتي پراپت ڪري وٺن ٿا.

گروُ صاحب فرمائين ٿا ته شبد يا نام بنا مڪتي نٿي ملي ۽ ستگروءَ بنا شبد يا نام جو ڀيد نٿو ملي، ڇاڪاڻ ته پرماتما پاڻ سان ملڻ لاءِ اهوئي قدرتي نيم بڻايو آهي:

بن گر سبد نه چوٽيئي ديکهـه ويـچـارا،
جي لک ڪرم ڪماوهي بن گر انڌ نـارا.
انـڌي اڪلي بـاهري ڪتا لـن سـه ڪهيئي،
بـن گر پنت نه سوجهئي ڪت بـڌ لـر بهيئي.
(گوڙي، م ١-٢٢٩)

سڀي سبد سڀي پت هوئي،
بن ناوي مڪت نه پاوي ڪوئي.
بن ستگر ڪو ناءُ نه پائي،
پرڀ انسي بڻت بڻائي هي.
(مارو، م ٣-١٠٤٦)

هن مان خبر پوي ٿي ته ان پرماتما خود ئي جيون جي ڪلياڻ لاءِ سنت ستگروءَ جو روپ ڌاري سنسار ۾ اچڻ جو نيم بڻايو آهي. ستگرو ان پرماتما جوئي سرگڻ روپ آهي، ڇاڪاڻ ته صرف انهي پرگهٽ روپ سان ئي پريم ڪري سگهجي ٿو. جيڪڏهن صرف پريم ذريعي ئي پرماتما سان ملي سگهجي ٿو*، ته پوءِ پرماتما سان ميلاپ جي ساڌن ۾ ستگرو هڪ ضروري ڪڙي آهي.

دکٿي اونڪار ۾ گروُ صاحب ڌاڍي سندر نموني ۾ فرمائين ٿا ته هر ڪو جيو پرماتما سان ملڻ لاءِ ارداس (پرارٿنا)

---

* ١. من ري ڪته چوڻه بن پيار،
گرمکه التر رو رهيا بخسي يگت ڀنڊار.
٢. بن گر پريت نه اوپجي، هؤمي مئل نه جاءِ.
(سري راڳ، م ١-٦٠)

ڪندو آهي، پر جڏهن ڪي ٻه پرماتما پاڻ سان ملڻ جي
بخشش ڏيڻ چاهيندو آهي ته اها پورڻ ستگروءَ جي ذريعي
ئي ڏيندو آهي.

ديهه ديهه آکيم سڀ ڪوئي جيءُ ڀاويءَ ليءِ ديهه،
گر ديداريءَ ديو سي ٽڪا ٻواريءَ سوهه.
(رامڪلي، م ١ - ٩٣٣)

ان ۾ ڪوبه شڪ ڪونهي ته گروءَ نانڪ صاحب نه فقط
گروءَ جي ضرورت تي زور ڏنو آهي، بلڪ ستگروءَ جي
هستيءَ کي لازمي به ٻڌايو آهي. پر شنڪا اٿي سگهي ٿي
ته ڇا گذريل سمي جو ڪوئي پورڻ سنت ستگرو اسانجو
گرو ٿي سگهي ٿو؟ ڇا اهڙو مهاتما اسانکي روحاني رهنمائي
۽ سهائتا ڏيئي سگهي ٿو؟ پنهنجي وقت جي زنده ستگروءَ
بنا ڪم چلي سگهي ٿو؟ هن سوال جي جواب لاءِ اها
ڳالهه ياد رکڻي پوندي ته گذريل وقت ۾ آيل پورڻ ستگرو
انهيءَ لاءِ ئي پرماتما وٽان اسان وٽ آيا هئا، جو اسين
پرماتما مان ٻيا ان ۾ سمايل اڪيلا پورڻ مهاتمائن مان لاڀ
وٺي نٿا سگهون. هيءُ مسئلو انهنجي سمرٿيءَ جو نه، پر
اسانجي مجبوريءَ جو آهي، جو اسين هاڻوڪيءَ اوستا ۾
انهن کان رهنمائي يا سهائتا وٺڻ جا سمرٿ نه آهيون. اڄ
اسين هڪ ديش مان ٻئي ديش ۾ ويل سورج کان پرڪاش
پائي نٿا سگهون. ٻئي ديش ۾ لٿل سورج کان لاڀ وٺڻ
لاءِ اُن ديش ۾ وڃڻو پوندو. اهڙيءَ طرح جي اسين خود
پرماتما جي نج ڌام سچکنڊ وڃي سگهون ها ته اسانکي
نه اڄ ۽ نه ڪڏهن اڳ ۾ ٻيا پهرين ڪنهن ستگروءَ جي
ضرورت پوي ها. وقت جو ستگرو پهرين پرماتما جي سطح
تان اسانجي سطح تي ايندو آهي ۽ پوءِ اسانکي اُن سطح
تي وٺي ويندو آهي، جتي پرماتما آهي يا جتي گذريل

سمي جا پورن سنت مهاتمائون پهچي چڪا آهن. لنهنڪري پرماتما سان جڙڻ لاءِ يا گدرِيل سمي جي سدتن سان جڙڻ لاءِ هر حالت ۾ وقت جي پوري گروءَ جي ضرورت آهي. اهو نيڪ آهي ته گدرِيل سمي جي سدتن جو ڪلام يا باڻي اسانجي من لي گهرو اثر وجهن ٿا ۽ ان مان اسانجي من ۾ انهنجي پڌايل راهه لي هلڻ جو شوق پيدا ٿئي ٿو. انهيءَ باري ۾ ڪو به شڪ سندبهه ڪونهي ته جيڪي جيو انهن مهاتمائن جي جيئري هوندي سندن سنگت صحبت ۾ آيا، لنکي انهن مهاتمائن پرماتما سان ملائي، پنهنجو يا پرماتما جو ئي روپ بڻائي ڇڏيو. پر اهي مهاتما مرت لوڪ مان وڃي چڪا آهن ۽ اڄ اسين پنهنجي روحاني سفر ۾ انهن کان ڪا به عملي سهائتا لئا وٺي سگهون.

## زنده سنگرو

اصل ڳالهه ته اها آهي ته "سنگرو" لفظ جي معنيٰ ئي زنده يا ساکيات سنگرو آهي. پورن سنگرو ۽ پرماتما ۾ اهوئي فرق آهي ته پورو سنگرو ديهه سروپ ۾ اسانجي سامهون پرتک پرگهٽ ٿيندو آهي، جڏهن پرماتما نراڪار روپ ۾ اسان لاءِ الک (اڻڏٺل) هوندو آهي. جڏهن پورن مهاتما ديهه جو چولو ڇڏيندو آهي ته هوُ واپس وڃي نراڪار پرماتما ۾ سمائجي ويندو آهي. اهڙيءَ حالت ۾ ان ۾ ۽ نراڪار پرماتما ۾ ڪو به ڀيد يا جدائي نه رهندي آهي. لنهنڪري روحاني سفر يا پرماتما سان ميلاپ لاءِ گدرِيل وقت جي ڪنهن به سنت مهاتما لي آڌار رکڻ ڪان ته سڌو پرماتما لي ئي آڌار رکي سگهجي ٿو. ڇاڪاڻ ته هاڻي اهو مهاتما ۽ پرماتما هڪ ٿي چڪا آهن. ان حالت ۾ ڪنهن وچ واري جي ضرورت ئي نه رهندي. سڌو پرماتما کان سهائتا وٺڻ جو مطلب هيءُ آهي ته اسانکي نه اڄوکي ۽

نہ ڪنهن گذريل سمي جي مهاتما جـي ضرورت آهي. انهيءَ جو مطلب اهو ٿيو تہ اسانکي ستگروءَ جـي ڪا ضرورت ئي ڪانهي. انهيءَ حالت ۾ ان سوال جو جواب ڏيڻ پـوندو تہ سنسار ۾ پورن سنت مهاتما ڇا لاءِ ايندا رهيا آهن؟

سنتن جا ٻہ روپ ٿيندا آهن. هڪ هن سنسار ۾ ورتل لاءِ استول سرير. جيستائين ڪوئي سنت زنده آهـي، تيستائين ڪيس هن سرير جي ضرورت آهي. ٻيو سنتن جـو شبد روپ هوندو آهي، انکي شبد روپ چئو يا پرميشور روپ چئو، ڪو بہ فرق ڪونہ آهي. هن روپ دواران سنت سنسار ۾ رهندي بہ، نراڪار پـرماتما سان جڙيل يا ايڪ هوندا آهن ۽ سرير روپي چولو لاهڻ بعد بہ هوُ انهيءَ روپ ۾ ئي وڃي سمائبا آهن. گروُ ارجن صاحب جن سمجهائين ٿا تہ صرف ڏاهيءَ جي فرق ڪري پرماتما ۽ پورن سنت ۾ ڀنا ٿي وڃن. سرير جي فرق هئڻ جي باوجود اصل ۾ ٻئي هڪ آهن.

هر ڪا سيوڪ سو هر جيها، ڀيد نہ جاڻهہ ماڻس ديها.

(مارُو م ٥-١٠٧٦)

جڏهن اسين چئون ٿا تہ پرماتما جي پراپتيءَ لاءِ ستگروءَ جي ضرورت آهي، تہ انجو اهو مطلب ناهي تہ پرماتما سان ملڻ لاءِ پرماتما جي ضرورت آهي، ڇاڪاڻ تہ سرير جو چولو ڇڏي ويل مهاتما هـن وقت پرماتما ئي ٿجي ويل آهي. سو ستگروءَ جي ضرورت جـو مطلب آهي پنهنجي وقت جـي زنده ديهہ ڌاري مهاتما جي ضرورت. مهاتما جـو ديهہ سروپ صرف تيستائين قائم رهي ٿـو، جيستائين هوُ هن مات لوڪ ۾ زنده آهي. انڪانپوءِ هنجو مات لوڪ ۾ ڪارنہ سماپت ٿي وڃي ٿو. وقت جو ستگرو ئي پرگهٽ

يا پرلڪ ستگرو آهي. سو جيڪڏهن اسانکي ستگروءَ جي ضرورت آهي ۽ سڀ گرنٿ شاستر بار بار ياد ڏيارين ٿا ته اسانکي ستگروءَ جي ضرورت آهي ته لاشڪ انهو هڪ ئي مطلب آهي ته اسانکي پنهنجي سمي جي پرلڪ، زنده، ديهه ڌاري ستگروءَ جي ضرورت آهي، ڇاڪاڻ ته سراڙ جو چولو ڇڏي ويل مهاتما سدا لاءِ پرماتما ۾ سمائجي چڪو آهي. اسين صرف اُنهيءَ مهاتما مان لاڀ وٺي سگهون ٿا جو اڄ پرلڪ اسانجي سامهون يا سمڪ موجود هجي، جو اسانکي شبد سان جوڙڻ جو ڀيد ڏيئي سگهي ۽ اسانکي پاڻ سان گڏ مٿي روحاني منڊلن ۾ وٺي وڃي سگهي. گرو نانڪ صاحب خود ڌاڻي سندر نمولي ۾ اشارو ڪن ٿا ته جيڪو ستگروءَ کي ڏسي ٿو، اُن ڪان دکشا ۽ شبد جو ڀيد پائي ٿو، پنهنجو ٿن من اُنکي ارپڻ ڪري ٿو، اهوئي سرت کي باهران اندر آڻي، پنهنجو پاڻ کي سڃاڻڻ يعني آتم گيان پراپت ڪرڻ ۽ پرماتما جو ڀيد پائڻ يعني پرماتما جي سڃاڻپ يا گيان پراپت ڪرڻ ۾ سڦل ٿئي ٿو:

ستگر ديکتا ديکشا ليئي،
من تن ارپئو انترگت ڪيئي،
گت مت پائي آتم چيني.

(گؤڙي، م ۱ - ۲۲۷)

جيڪڏهن اسين ڪليل دل ۽ بي رڪاوٽ ڀاو سان وچار ڪريون ته اسين سمجهي وينداسين ته گذريل زماني جي سنتن مهاتمائن لئي اسانجو وشواس صرف اسانجي ڪلپنا تي ئي آڌار رکي ٿو. انجو ڪوئي اصلي يا دليل ڀريو آڌار ناهي. گذريل وقت جي ڪنهن مهاتما ۽ اڄوڪي سمي جي شش ۾ ڪو به سنبنڌ يا رشتو ناتو قائم ٿئي نٿو سگهي. اسين پنهنجي من ۾ ضرور سوچيون ٿا ته فلاڻو گذاري ويل

مهاتما اسانجو گروُ آهي، پر اُن مهاتما وٽان نه ڪاٿي حامي
يا هاڪار ڪانه ٿي اچي ته هن اسانکي پنهنجي شش يا
شيوڪ طور قبول ڪيو آهي. جڏهن اسين گذريل سمي
جي هڪ مهاتما کي ڇڏي، گذريل سمي جي ئي ڪنهن
ٻئي مهاتما کي پنهنجو گروُ مڃون ٿا، ته نڪو پهريون مهاتما
اسانکي پڌائي ٿو ته هن اسانکي پنهنجي سکيءَ شيوڪيءَ
کان خارج ڪيو آهي ۽ نه ٻيو مهاتما ٿي پڌائي ٿو ته هن
اسانکي پنهنجو سکه شيوڪ ڪري سويڪار ڪيو آهي.
ڪنهن به جيو کي پنهنجو سکه يا شيوڪ ڪري قبول ڪرڻ
يا نه ڪرڻ صرف ستگروءَ جو ئي اڌڪار آهي، شش جو نه.
ڪوبه شخص ڪنهن مهاتما کي پنهنجو گروُ بڻجڻ لاءِ مجبور
ڪري نٿو سگهي. اهڙيءَ طرح زندهه شش ۽ گذاري ويل
ستگروءَ جي وچ ۾ ڪوبه اصلي يا سچو سنبنڌ قائم ٿي نٿو
سگهي. هي نه صرف اسانجي من جو ڀرم يا دوکو هوندو
آهي. اسين گذاري ويل ستگروءَ جي طرفان سهمتي ملڻ بدران،
پنهنجي طرفان ئي سوچيندا آهيون ته اسين فلاڻي گذاري
ويل ستگروءَ جا شش بڻجي چڪا آهيون. انهيءَ حالت ۾
اسانجو من ئي اسانجو اصلي اڳوان يا گروُ هوندو آهي ۽ اسين
من جي چوڻ تي ئي هلندا رهندا آهيون.

هڪ ٻي ڳالهه به ويچار جوڳي آهي ته جڏهن اسين اهو
اٽل وشواس ڪري ٿا چئون ته هڪ خاص مهاتما کانسواءِ
سنسار ۾ ٻيو ڪوبه پورڻ مهاتما ڪونه آهي ته اسين ان
مهاتما کان اڳ ۽ پوءِ سنسار ۾ ايندڙ جيون سان ڀاري
بي انصافي ڪريون ٿا. اهو پرم پتا پرماتما، جو صرف نياءِ
جو ئي نه، پر پيار ۽ رحمت جي به مورتي آهي، سو پنهنجي
ديا مهر جي اهڙي بيجاهه ونڊ ورهاست نٿو ڪري سگهي. هوُ
ڪڏهن به اِئين نٿو ڪري سگهي ته ٿوري سمي لاءِ پنهنجن
سنتن مهاتمائن کي سنسار ۾ موڪلي ۽ انهن مهاتمائن کان

اول ۽ پوءِ سنسار ۾ ايندڙ جيون کي مڪتي پراپت ڪرڻ ۽ سائنس ميلاپ ڪرڻ جي اڌڪار کان محروم رکي. اهڙيءَ حالت ۾ آهي منش، جي ڪڏهن اهڙي خاص ڪڙي ئي مڪتي داتا سنت جي اچڻ کان اڳ ۾ سنسار ۾ آيا، خاص طور بدنصيب ٿيندا، ڇاڪاڻ ته آهي ويچارا ته ان مهاتما جي ڪا خيالي تصوير ۾ ٺاهي ٿا سگهن، جڏهن لاءِ بعد ۾ اهو سوچڻو آهي ته آئيندهه لاءِ اهو اڪيلو سنت ئي سينجي پيڙهين جو مڪتي داتا آهي.

اصل ۾ ان پرماتما جي دَيا مهر جو پيدار اڪت آهي. پنهنجي اپار ديا ڪارڻ ئي ان اهڙو پربند ڪري رکيو آهي، جو سنسار ڪڏهن ۾ پورن سنت مهاتمائن کان خالي نٿو رهي. سنسار جا پيا سڀ سماجڪ ۽ راجنيتڪ نيم ۽ قانون بدلجي سگهن ٿا، پر هي ايشوري قانون اٽل آهي ۽ ڪڏهن ب بدلجي نٿو سگهي ته پرماتما سان ميلاپ ڪرڻ جي چاهه رکندڙ جيوآتمائن جي سهائتا لاءِ ڪو نه ڪو پورن سنت سدائين سنسار ۾ موجود رهندو. جڏهن آتما ۾ پرماتما سان ملڻ لاءِ سچي تڙف يا سچي برهه رهندي، اُنجي سهائتا لاءِ پورن ستگرو ضرور پرگهٽ ٿيندو. گرو لساڪ صاحب فرمائين ٿا ته هي پريو! توهانجا سنت هر جڳهه ۾ ڏِن آهن جي سدا توهانجا گڻ ڳائين ٿا ۽ جن جي زبان تي سدائين توهانجي پريم جا گيت آهن:

جڳهه جڳهه سنت پلي پريءَ تيري،
هر گڻ گاوهه رسن رسيري.
(مارو، م ۱ - ۱۰۲۵)

سچي ڳالهه ته اها آهي ته سموري گرو گهر جي باڻيءَ ۾ بار بار هن ڳالهه تي زور ڏنو ويو آهي ته بنا پوري ستگروءَ جي ڪڏهن به پرماتما سان ميلاپ ٿي نٿو سگهي.

مت ڪو ٻرم ٻوليءِ سمسار، گر بن ڪوءِ نہ اُترس پار.
(گونڊ، م ٥-٨٦٤)

بن ستگر سيوي نام نہ پائيءَ،
پڙ ٿاڪي سانت نہ آئي هي.
(مارُو، م ٥-١٠٣٦)

ڪهہ نانڪ ٻرڀ اهيءِ جنائي، بن گر مڪت نہ پائيءَ پائي.
(گونڊ، م ٥-٨٦٤)

بن گر داتي ڪوءِ نہ پائي، لکہ ڪوٽي جي ڪرم ڪمائي.
(مارُو، م ٣-١٠٥٧)

ساڌوُ ستگر جي مليءِ، تا پائيءِ گڻي نڌان.
(سري راڳہ، م ١-٢١)

سو بوجهيءِ جو ستگر پائي، هؤميءِ ماري گر سبدي پائي.
(گؤڙي، م ١-٢٢٨)

ستگروءَ لاءِ ٻريم ۽ شرڌا جو ڀاو صرف گروُ گهر جي ٻاڻيءَ تائين محدود ناهي. ايران جي صوفي سنتن جي رچنا ۾ بہ هن گهري پيار ۽ شرڌا جا درشن ملن ٿا. مثال طور شمس تبريز جي ڪلام ۾ آيل آهي:

”جي تون رب جو ديدار ڪرڻ چاهين ٿو تہ انهن (پورن سنتن) جي چرڻ جي ڌوڙ کي پنهنجي اکين جو سرمو بڻاءِ، ڇاڪاڻ تہ انهن ۾ جنم کان انڌن کي بہ اکيون ڏيڻ جي سامرٿي آهي“. ”انڌن“ مان سندس مطلب اهڙن ماڻهن جو آهي، جن کي سرو وياپڪ پرماتما ڪٿي نظر نٿو اچي.

گر اَيان خواهي ز خاڪ ـ ي ـ پاءِ ايشان سرما ساز،
زان ڪي ايشان ڪوري مادر زاد را راحمان ڪنند.

## سچو ستگرو

سمتن مهاتمائن ۽ گرنٿن شاسترن جي پاٺيءَ ۾ اهو ڏسڻ کانپوءِ تہ پرماتما جي پراپتيءَ لاءِ پوري ستگروءَ جي سهائتا حاصل ڪرڻ لازمي آهي، هيءُ ڏسڻ ضروري آهي تہ پورو ستگرو ڪنهن کي ٿا چون؟ پورو ستگرو اهو مهاتما آهي، جنهن پنهنجي روحاني چڙهائيءَ ۾ ان ستپرش پرماتما سان ميلاپ ڪيو آهي ۽ جيڪو ٻين جيون کي بہ روحاني چڙهائي ذريعي پرماتما سان ميلاپ ڪرائڻ ۾ سهائتا ڪري ٿو. پرماتما سان خود ميلاپ ڪرڻ ۽ ٻين کي پرماتما سان ميلاپ ڪرائڻ جو سمرٿ هئڻ، پوري ستگروءَ جي مکيہ نشاني آهي. اهڙو مهاتما اوچي روحاني پراپتيءَ جو ساڌن هوندو آهي. هوُ اهڙي ڪنجي آهي، جا جگياسوءَ جي روحاني سفر جي دروازي تي لڳل تالي کي کولڻ جو ڪم ڪري ٿي. گروُ انگد صاحب فرمائين ٿا تہ ستگرو چاٻي آهي، جيو تالو آهي؛ من ڪوٺو يا گهر آهي ۽ تن ڇت آهي. گروءَ بنا تالو نٿو کلي سگهي ۽ گروءَ کانسواءِ ڪنهن ٻي وٽ چاٻي ڪانهي.

> گر ڪنجي پاهوُ نول من ڪوٺا تن ڇت،
> نانڪ گر بن من ڪا طاق نہ اُگهڙي اور نہ ڪنهي هٿ.
> (سارنگ ڪي وار، م ۴، سلوڪ م ۲-۱۲۳۷)

ستگرو خود روحاني ابياس ذريعي پرماتما سان ميلاپ ڪري چڪو آهي، انهي آتما پرماتما ۾ سمائجي پرماتما جو روپ ٿي چڪي آهي. مٿي چيئي آيا آهيون تہ سڀ کان اوچي روحاني انڀوءَ جو اصل مطلب ٿي پرماتما ۾ سمائجي پرماتما جو روپ ٿي وڃڻ آهي. گروُ صاحب ان باري ۾ اشارو ڪن ٿا تہ پرماتما پنهنجو پاڻ گروءَ جي اندر رکيو آهي:

گر ٻهه آپ رکشا ڪرناري.
(مارو، م ١-١٠٢٤)

گروُ ارجن صاحب فرمائين ٿا ته پرماتما جا ڀڳت، مدش ديهه ۾ هٺ ڪري، ڏسڻ ۾ ضرور پرماتما کان الڳ يا جدا لڳن ٿا، پر اصل ۾ هوُ پرماتما کان الڳ ڪونهن. جيئن سمنڊ مان اُپريل لهر سدائين سمنڊ جو انگ يا حصو هوندي آهي ۽ سمنڊ مان اُٿي وري سمنڊ ۾ ئي سمائجي ويندي آهي، اهڙيءَ طرح هريءَ جا سچا سيوڪ يا پورا سنت، پرماتما روپي سمنڊ جون لهرون هوندا آهن. اهي لهر جي روپ ۾ سمنڊ جو انگ هوندا آهن ۽ لهر وانگر ئي آخر پرماتما روپي سمنڊ ۾ ئي سمائجي ويندا آهن.

هر ڪا سيوڪ سو هر جيها ڀيد نه جاڻهه مانس ديها،
جيُ جل ترنگ اُٺهه بهه ڀاني قر سلليُ سال سمالدا.
(مارو، م ٥-١٠٧٦)

مرشد يا ستگروءَ جي پرماتما ۾ سمائجي، پرماتما جو روپ ٿي وڃڻ جو ڀاو شمس تبريز نهايت سندر مثال ذريعي سمجهايو آهي.

"اهو سرو شڪتيوان پرماتما پهرياڻين مضبوط تالو لڳائي، خود دروازي جي پنيان لڪي ٿو وهي ۽ پوءِ پاڻ ئي انساني جامو پائي اهو دروازو کولڻ اچي ٿو".

آن پاد ساهـ - ي - اعظم در بستا بود محڪم،
پوشيد دلقي آدم يعني ڪ بردر آمد.

پوري ستگروءَ جي هڪ وڏي نشاني گروُ نانڪ صاحب اها ٻڌائين ٿا ته هوُ ساڌڪ يا شش کي اندران ئي پرماتما سان وصال ڪرڻ جو سمرٿ بڻائيندو آهي ۽ اهو ڪم هوُ پنهنجن شبدن جي جڳتيءَ يا ساڌنا ذريعي ڪندو آهي.

## پنج شبد

گروُ نانڪ صاحب جي سڌانت موجب شبد کي نـي
ساري ڏسڻ ۾ ايندڙ ۽ ڏسڻ ۾ نہ ايندڙ سرشٽيءَ جو ڪرتا
سرجڻهار ۽ آڌار مڃيو ويو آهي ۽ شبد کي ئي مڪتيءَ جا
پريو پرايتيءَ جو هڪڙو ئي ساڌن ڪري سويڪار ڪيو
ويو آهي. هن وچار ڌارا ۾ ”پنجن شبدن“ جو بہ ذڪر
آيل آهي، جنهن جي سمجهاڻي ڏيڻ ضروري آهي. هڪ
طرف تہ هڪ شبد دواران پوري سرشٽيءَ جي رچنا جي
ڳالهہ ۽ ٻئي پاسي پنجن شبدن جي ڳالهہ ۾ جو ظاهري ڀيد
نظر اچي ٿو، انهيءَ اصلي ڪارڻ هيءُ آهي تہ سچ پچ شبد
تہ هڪ ئي آهي ۽ اهو هڪ ئي شبد ساري ڪائنات ۾
سمايل آهي. پر هيءُ شبد پنجن روحاني منڊلن مان گذرندي
پنج الڳ الڳ روپ ڌارڻ ڪري ٿو. درياهہ يا نديءَ جو
پنهنجي سروت يا مول مان نڪرڻ وقت آواز ۽ شڪل ٻي
هوندي آهي، پهاڙن ۾ آبشار ٿي هيٺ ڪرڻ وقت ٻي،
مالريس ۾ ٻي، ميدانن ۾ ٻي ۽ سمنڊ ۾ سمائجڻ وقت ٻي
هوندي آهي. اهڙيءَ طرح شبد جي هڪ ئي ڌارا الڳ الڳ
روحاني منڊلن مان لنگهندي، الڳ الڳ پرڪاش ۽ الڳ
الڳ ڌنين جو روپ ڌارڻ ڪري ٿي. نديءَ جي سڀني
شڪلين ۽ سڀني آوازن کي پوريءَ طرح ڄاڻڻ لاءِ نديءَ جي
اُن ساري رستي جو مڍ کان آخر تائين پورو گيان هئڻ
گهرجي، جنهن مان ندي گذرندي اچي ٿي. ساڳيءَ طرح
ستگروءَ کي الڳ الڳ منڊلن ۾ ۽ شبد جي الڳ الڳ
پرڪاش ۽ انجي جدا جدا ڌنين يا آوازن جو پورو گيان
هئڻ گهرجي. گروُ نانڪ صاحب فرمائين ٿا تہ سچو ستگرو
جيو کي ديهہ روپي گهر ۾ ئي پرماتما جو نج گهر ڏيکاري
ٿو ۽ انجي نشاني آهي پنج شبد آهن، جيڪي گونجندڙ ڌُن
جيو پنهنجي اندر ان روحاني سفر جي دوران ٻڌي ٿو.

گهر مهه گهر ڏکاءِ ڏيئه سو ستگر پرکِ سڃاڻ،
پنچ شبد ڌنڪار ڌن تهه باڄيو سبد نيساڻ.
(ملار ڪي وار، سلوڪ م ١-١٢٩٠)

پنجن شبدن جو ورڻن گروُ صاحب ۽ پارس جي هن ايڪ
سنتن مهاتمائن ئي نه ڪيو آهي، بلڪ ٻاهرين ديشن جي
صوفي فقيرن به ڪيو آهي. خواجه حافظ جي فارسي ڪلام
۾ آيل آهي:

”لون خاموش رهي اندر آسمان مان اينديون ”پنج
نوبتون“ ٻڌ، جي ڇهن چڪرن ۽ ستن آسمانن جي پرئان
اچن ٿيون“.

خاموش پنج نوبت بشنوز آسماني،
کان آسمان بيرون زان هفت و اين شش آمد.

## سداڇاري زندگي

نيڪ ۽ پاڪ زندگي، روحاني اُنتيءَ لاءِ ضروري پهرين
شرط به آهي ۽ روحاني پراپتيءَ جو قدرتي نتيجو به آهي.
نيڪ پاڪ جيون بنا روحاني پراپتي ممڪن ناهي. ساڳيءَ
طرح اهو به سچ آهي ته سچي روحاني رسائي کيل آتما
مان نيڪي اُنهن قتي نڪرندي آهي، جيئن گل مان سگند.
سچو مهاتما اهو ناهي جنهنجو روحانيت ۾ صرف اصولي طور
يا سدانتڪ وشواس هجي، پر اهو آهي جنهن سچ پچ پنهنجي
اندر روحاني اَنڀوَ پراپت ڪري عملي طور سچ جو درشن
ڪيو هجي. هن لفظن ۾ سچي روحانيت ۽ پرڀو پراپتيءَ
لاءِ واچڪ گيان ٿي نه، پر عملي ابياس ذريعي پرماتما جي
ساکيات درشن پراپت ڪرڻ تي ئي زور ڏنو وڃي ٿو.
جيستائين ڪو جيو سرير خالي ڪري، اکين جي مرڪز تي
سرت کي ايڪاگر ڪري، اندر شبد جي پرڪاش ۽ آواز

سان جڙيـو ناهي، ليسمن هوُ سادوُ يـا مهاتما سڏائڻ جو اڌڪاري لئو ٿي سگهي. هاڻي اها حقيقت آهي ته اندر اهڙي روحاني انبو يا شهد جي ساڪيامت اپو ڪرڻ لاءِ سڀ کان اول نرمل رهڻي يا نيڪ پاڪ جيون جي ڀاري ضرورت آهي. هن مارگ جي جگياسوُ يا سادڪ جي آچار وهنوار يا هلت چلت ۾ پورن نرملتا جو هئڻ ضروري آهي. نيڪ آچار سان گڏ هڪڙي حق حلال جي يا ايمانداريءَ جي روزي به ڪمائڻ گهرجي. گروُ صاحب فرمائين ٿا ته مالڪ جي درگاهه ۾ صرف اهو ڏنـو قبول پوندو، جو پنهنجي ڏهن نهن يا پگهر جي پورهئي مان ڏنو ويندو.

ناانڪ اگيو سو مليو، ج کٽيو گهاليو ديئہ.
(آسادي وار، م ۱ - ۴۷۲.)

گروُ صاحب جو مطلب اهو آهي ته حق حلال جي ڪماليءَ جو ڪجهه حصو خوشيءَ سان ٻين ۾ ونڊڻ ورهائڻ ۽ پرمارٿي ڪمن ۾ خرچ ڪرڻ به ضروري آهي. اهڙيءَ طرح ونڊي کائڻ واري جيو کي پـرماتما جي سچي مارگ جي سوجهي لڳي ٿي.

گهال کاءِ ڪڇ هٿهہ ديئہ، ناانڪ راهہ پڇاڻهہ سيئہ.
(سارنگ ڪي وار، م ۱ - ۱۲۴۵)

نيڪ ڪماليءَ مان ٺهيل پوڄن جو به من تي نيڪ پرڀاءُ پوي ٿو ۽ ان مان روحاني ابياس ۾ سـهالتا ملي ٿي. انهيءَ اُبتڙ بري ڪمائي يا پرائي ڪمائيءَ جو پوڄن روحاني ترقيءَ ۾ رڪاوٽ وجهي ٿو. روحاني اُنتي چاهيندڙ لاءِ اهو ڏسڻ ضروري آهي تـه پوڄن ڪهڙي قسم جـو آهي، ڪهڙيءَ ڪمائيءَ مان آيو آهي ۽ خاص طرح ان ۾ جوش ڏياريندڙ يا وڪار پيدا ڪندڙ جزا نه هئڻ گهرجن. گروُ صاحب جن فرمائين ٿا:

بابا هور کاٹا خوسي خئار،
جت کباڍيءِ تن پيڙيئيءِ، من مهہ چلهہ وکار.
(سري راڳ، م ١-١٦)

اهڙيءَ طرح سڀني پرمارٿيءَ جو جيون اندران ٻاهران هڪ جهڙو يا سمان هئڻ گهرجي. گرو صاحب بلڪل صاف لفظن ۾ پاڪيزه يا ڏيکاو جي زندگيءَ جو کنڊن ڪيو آهي. سچي پرمارٿيءَ جي سوچ ويچار، ڪٿنيءَ ۽ ڪرڻيءَ ۾ سمانتا هئڻ گهرجي. هن جي ڪٿني، ڪرڻي ۽ رهڻي سندس سوچ ويچار جي آرسي هئڻ گهرجي. گرو صاحب انهن ماڻهن جي نڪتهچيني ڪن ٿا، جي ٻاهران نيڪي ۽ پاڪيزگيءَ جو ڏيکاو ڪن ٿا، پر اندران چوُنسا ۽ ملين ويچارن جا هوندا آهن. اهڙا لوڪ سڄي عمر تيرٿن تي اشنان ڪندي به ڪڏهن اڄل نه ٿي سگهندا.

اندرهہ جهوٺي پيج باهر دنيئا اندر فئل،
اٺسٺ تيرٿ جي ناوهہ اُترِ ناهي مئل.
(آسادي وار، م ١-٤٧٣)

گرو صاحب جن پنهنجي وقت جي قاضين ۽ پنڊتن جي خاص طور ڪڙي نڪتهچيني ڪئي آهي، جي دورنگي زندگي گذاريندا هئا، يعني ٻاهران نيڪ پاڪ ڏيکاري ڏيندا هئا ۽ اندر سڀني ساڌارڻ انساني ٻرائين ۽ وڪارن جو شڪار هوندا هئا. پاڻ فرمائين ٿا ته قاضي انصاف جي ڪرسيءَ تي وهي ٿو، تسبيح (مالها) ڦيري ٿو ۽ پرماتما جو نالو وٺي ٿو، پر هو رشوت وٺي انياءُ ڪري ٿو. جيڪڏهن ڪير ڪانئس انهن ڪرڻ لاءِ سبب پڇي ٿو ته هو قران شريف جي آيتن جا حوالا ڏئي ٿو.

قاضي هوءِ ڪيءِ بهيءِ نئاءِ ڦيري تسبي ڪهي خداءِ،
وڍيءِ ليءِ ڪيءِ حق گوائي جي ڪو پڇيءِ تا پڙ سڻائي.
(رامڪلي ڪي وار، م ١-٩٥١)

ساڳيءَ طرح گروُ صاحب اِهين به فرمائين ٿا ته پرماتما جي نالي جو واپار ڪرڻ وارن لوڪن جي زندگيءَ کي ڌڪار آهي. اهڙي پرمارٿ جي ڪيتي اجائي ٿي وڃي ٿي ۽ انهن وٽ پاڻ سان پرلوڪ ۾ کڻي وڃڻ لاءِ ڪجهه به نٿو بچي.

ڌرگ تنا ڪا جيوڻا ج لک لک ويچهه ناءِ،
کيتي جن کي اجڙي کلواڙي ڪتا ٿاءِ.
(سارنگ کي وار، م ١- ١٢٤٥)

سنساري پدارٿن ۽ ڌن دولت جي ترشنا روحاني اُنتيءَ جي راهه ۾ وڏي رڪاوٽ آهي. مايا جي لوڀ ۾ اچي جيو ڀلي بري جي پهچاڻ ڪوهي ٿو وهي. جيترو کيس وڌيڪ ملي ٿو، اوترو ئي سندس لوڀ وڌي ٿو. جيئن جيئن سندس لوڀ جي پورتي ٿئي ٿي، تيئن پاڻ سندس ترشنا وڌندي ئي رهي ٿي. گروُ صاحب فرمائين ٿا ته ساريءَ دنيا جي دولت ملڻ تي به لوڀيءَ جي ترشنا اترپت رهندي ٿئي.

ڀکيا ڀک نه اُتري، جي ٻنان پُريا ڀار.
(جپجي م ١-١)

سنساري پدارٿن پٺيان پاڳل ٿيل جيو چوري، ٺڳي، بي ايماني ۽ ٻيا ڪوڙا ڪرم ڪرڻ کان به نٿو ڊڄي.

لک چوريا لک جاريا لک ڪوڙيا لک گال،
لک ٺڳيا پهنميا رات ڏنس جيئه نال.
(آسا دي وار م ١-٤٧١)

گروُ نانڪ صاحب فرمائين ٿا ته ڌن دولت جي جار ۽ پرڀاءُ اهڙو ڏکدائي آهي، جو اها پاپن بنا ڪٺي به ڪانه ٿي ٿئي ۽ مرڻ تي ساڻ به ڪانه ٿي هلي. انيڪ ماڻهو هن مايا جار ۾ ڦاسي خوار ۽ برباد ٿي چڪا آهن ۽ ڪيترا ٿي رهيا آهن.

اس جر ڪارڻ گهٽي وگتي اس جر گهٽي کائي،
پاپا باجهه، هووي ناهي مُتا ساڻ نه جائي.
(آسا، م ۱-۴۱۷)

بي ايمانيءَ جي ڪمائي ڪرڻ وارن هندن ۽ مسلمانن ٻنهي جي گروُ صاحب هڪ جهڙي نندا ڪئي آهي. هندو ڳانءِ کي ۽ مسلمان سوُئر جي ماس کي کائڻ حرام سمجهندا آهن. گروُ صاحب فرمائين ٿا ته پرائو حق مارڻ، ڳانءِ ۽ سوُئر جي ماس کائڻ برابر آهي. پاڻ فرمائين ٿا ته گروُ يا پير مالڪ جي درگاهه ۾ اُنهن جي سهائتا ڪندو، جيڪي پرائي حق جو مردار يا حرام کائڻ کان پرهيز ڪندا آهن.

حق پرائتا نانڪا اُس سوُئر اُس گاء،
گر پير حاما تا ڀري جا مردار نہ کاه.
(وار ماجهه، م ۱-۱۴۱)

## ويشنوُ پوڄن

گروُ نانڪ صاحب ويشنوُ پوڄن جا نهايت زوردار حمايتي هئا. ويشنوُ پوڄن جو رواج ڀارت جي اهنسا ۽ جيوديا جي پراچين سڏانت لئي آڌار رکي ٿو. جين مت جي باني مهاپر ڀگوان ۽ ٻڌ مت جي باني مهاتما ٻڌ جي ڏينهن کان اڄ تائين ڀارت جي سداچاري ۽ ڌرمي زندگيءَ ۾ هن سڏانت لئي زور ايندو رهيو آهي. محسن فاني پنهنجي پرسڌ فارسي پستڪ "دبستان-ي-مذاهب" ۾، جو گروُ نانڪ صاحب جي باري ۾ ڪافي پروسي جوڳو پستڪ آهي، چوي ٿو:

هوُ (گروُ نانڪ صاحب) ماس ۽ شراب جي استعمال جي خلاف هئا. پاڻ انهن شين جي ورتائڻ کان پرهيز ڪيائون ۽ جيوَن سان نردئي سلوُڪ ڪرڻ جي برخلاف پرچار ڪيائون. گروُ صاحب جي جوتي جوت سمائڻ بعد سندن ڪجهه پوئلڳن ماس کائڻ شروع ڪيو. جڏهن گروُ نانڪ صاحب

جي گديءَ جي جانشين گروُ ارجن ديو کي هن ڳالهه جي خبر پيئي ته هنن ماڻهن کي ماس کائڻ کان منع ڪئي ۽ فرمايو ته ”ماس کائڻ گروُ نانڪ صاحب جي حڪم جي خلاف آهي“.

سري آد گرنٿ ۾ ڪيترن هندو گروُ صاحب هندن ۽ مسلمانن جي ڌرمي اڳوانن، برهمڻن ۽ ملن جي پاکنڊي زندگيءَ کي زوردار لفظن ۾ ننديو آهي. اهڙن بيانن ۾ پاڻ ماس کائڻ جو خاص طرح کنڊن ڪيو اٿن. پاڻ ”جپجي“ ۾ هڪ جڳهه تي فرمائين ٿا ته سنسار ۾ انيڪ ماڻهو جيوهتيا جي پاپ جا ڀاڳي بڻجن ٿا ۽ انيڪ مليڇ ٻڌيءَ وارا ماڻهو ابوڄ پوڄن کائي رهيا آهن:

اسنک گل وڍ هتيا ڪماهه اسنک پاپي پاپ ڪر جاهه،
اسنک ڪوڙيار ڪوڙي ڦراهه اسنک مليڇ مل ڀک کاهه.
(جپجي، م ۱-۴)

پاڻ فرمائين ٿا ته برهمڻ ماڻهن کي جڻيو پائڻ لاءِ چوي ٿو، پر هن جي ڪرتي اها آهي جو ٻڪري کي ڪٽي ۽ پچائي کائي ٿو. ماس کائيندڙ ملان نماز پڙهي پنهنجي نيڪيءَ جو ڍنڍورو ڪري ٿو. جيون جي گلي تي ڇريون ڦيرائيندڙ برهمڻ پنهنجي گلي ۾ جڻيو پائي ڦرن ٿا. اهڙن ماڻهن جي رهڻي به ڪوڙي آهي ۽ انهن جو کائڻ پيئڻ به ڪوڙو آهي. برهمڻ متي تي تلڪ لڳائي، سر تي ڌوتي ٻڌي ڦرن ٿا، پر انهن جي هٿن ۾ ڇريون آهن ۽ اهي ڪاسائيءَ وانگر جيو هتيا ڪندا ڦرن ٿا.

تنگ ڪڍا هڏ ڪنيئيو ٻاڻ وني آءِ،
کهه بڪرا رنهه کائيا سڀڪو آکيو پاءِ.

ماڻس کائي ڪره نواج ڇري وگائن تن گل تاگ،
تن گهر براهمڻ پورهه ناد اُنا ڀ آوهه اوئي ساد،
ڪوڙي راس ڪوڙا واپار ڪوڙ ٻول ڪره آهار.

مٿيو ٽڪا لهڻ ڏولي ڪڪائي، هٿ ڇري جڳت ڪاسائي.
(آسا، م ۱ - ۷۳ - ۴۷۱)

گرو صاحبن دوران جاري ڪيل گروءَ جي لنگر ۾ ڪڏهن به ماس ورتائڻ جي آگيا نه ڏني وئي. گردوارن جي پربنڌ ۾ آيل ڪيترن ئي تبديلين جي باوجود، گردوارن ۽ ڌرم استانن ۾ اڄ تائين ماس، شراب ۽ ٻين نشيدار شين جي داخلا جي اجازت نه ڏني وئي آهي، جيئن انهن استانن جي پوترتا ڀنگ نه ٿئي. جنم ساکين ۾ مڪي ۽ مديني سان سنبنڌ رکندڙ ساکين ۽ ڀائي بالي جي جنم ساکيءَ مان به هن ويچار جي پشٽي ملي ٿي ته گرو نانڪ صاحب جي وقت ۾ وشنوءَ ڀوڄن جو رواج هو. ڇهين پاتشاهي گرو هرگوبند سنگهه صاحب به پنهنجي حڪم نامن* ۾ سنگت کي ماس مڇي کائڻ جي منع ڪئي آهي.

ڀارت ۾ وشنوءَ کاڌي جو رسم رواج ڪرمن جي قانون تي آڌار رکي ٿو. ڪرمن جي قانون جي پڪي ڌارڻا آهي ته ڪو به جيو ڪيل ڪرمن جي ڦل کان نٿو بچي سگهي، چاهي اهو ڦل هن جنم ۾ ملي يا ڪنهن ايندڙ جنم ۾، پر ملندو ضرور. ٻج پوکڻ جو ڪرم، فصل ڪاٽڻ جي مجبوريءَ سان جڙيل آهي. جيڪو هن جنم ۾ ڪنهنکي ماري ٿو، ڪنهنکي اڳلي ڪنهن جنم ۾ اُن هٿان مرڻو به پوندو. جيڪو ڪنهن جانور جي جان وٺي ٿو، اُنکي ڪرمن جو ليکو چڪائڻ لاءِ پنهنجي جان به ڏيڻي پوندي. ڀارت ۾ شايد ئي ڪو اهڙو ڌرم، فلاسافي يا ويچارڌارا هجي، جنهن ۾ ڪرم ۽ ڦل جي نيم کي نه مڃيو ويو هجي. هيءُ نيم فقط هن جنم تائين محدوُد ناهي، ايندڙ جنمن تائين به ڦهليل

* ڏسو "حڪم ناما". سمپادڪ ڊاڪٽر گنڊا سنگهه، پنجابي يونيورسٽي، پٽيالا.

آهي. گروُ صاحب فرمائين ٿا ته ڪرمن جو قانون صرف ڪهاوت يا چوڻي ڪانه آهي، هڪ سچي اصليت آهي ۽ هر ڪنهنکي ڀوڳڻي پوندي ڪيل ڪرمن جو ڦل يا ڦلُ ڀوڳڻو پوي ٿو.

ٻني ڀانئي آکڻُ ناهه ڪر ڪر ڪرتا لکه لئي جاهه،
آپي بيج آپي هي کاهه نانڪ حڪمي آوهه جاهه،
(جپجي، م ١-٢٠)

سک دک پرب جنم ڪي ڪيٽي،
سو جاڻي جس داڃي دئي،
ڪس ڪوُ دوس ديهه تو براڻي،
لسهه اپڻا ڪيتا ڦرارا هي.
(مارو، م ١-١٠٣٠)

چنگتائيتا برڻائيتا واچي ڌرم حدور،
ڪرمي آپو آپڻي ڪي نيڙي ڪي دور.
(جپجي، م ١-٨)

ڀارت ۾ پرچلت وشدوُ يوڃن جي روايت ٻنيان هڪ بيو مهتو پورن وچار ڪم ڪري رهيو آهي، اهو هي آهي ته اسانجي وچارن ۽ آچار وهدوار تي اسانجي يوڃن جو ڏاڍو اثر پوي ٿو. اهڙا ساتوڪي يوڃن به آهن، جي شانتي ۽ ڌيرج ۾ واڌي ڪن ٿا ۽ اهڙا راجسي ۽ تامسي يوڃن به آهن جي وڪارن کي جنم ڏين ٿا. اهڙا يوڃن به آهن، جي من کي ايڪاڳت ۽ يوڃن سمرن ڏانهن موڙين ٿا ۽ اهڙا يوڃن به آهن، جي انساني آدرش ۽ شڪتيءَ کي ڌارمڪي ڪمن ڪارين ۽ پيچ دوڙ طرف مائل ڪن ٿا. گروُ صاحب فرمائين ٿا:

رس گهوڙي رس سيجا مندر رس ميٺا رس ماس،
ايتي رس سرير ڪي ڪتهُ گهٽ نام اواس.
(سري راڳ، م ١-١٥)

سنتن مهاتمائن ان ڳالهه تي زور ڏنو آهي ته صرف اهڙو ڀوڄن ورتائڻ گهرجي، جو روحاني ترقيءَ ۾ سهائتا ڏيڻ وارو هجي، ڇاڪاڻ ته اها چوڻي مشهور آهي ته ”جهڙو کائبو اَن، تهڙو ٿيندو مَن“. انهيءَ ڪري سنت مهاتما زوردار لفظن ۾ پنهنجي سکن شيوڪن کي ماس، مڇي، آنا (بيضا)، شراب ۽ نشيدار دوائون استعمال ڪرڻ کان سخت منع ڪندا آهن. هو کين داليون، اناج، سبزيون، ميوا، کير ۽ ان مان ٺهندڙ شيون ۽ سڪي ميوي، مغزات وغيره جي استعمال جو تاڪيد ڪندا آهن، ڇاڪاڻ ته انهن شين مان ٺهيل ڀوڄن صحت ۽ ڀڄن سمرن لاءِ لاڀدائڪ آهي.

## آخري اکر

ارسطوءَ هڪ دفعي پنهنجي ستگروءَ جي باري ۾ هيءُ ويچار پرگهٽ ڪيو هو ته ”پليٽو ايڏو اوچو ۽ مهان آهي جو ڪو ننڍو شخص هن جي تعريف ڪرڻ جي لائق ئي ناهي“. ڇا اهو رايو اسانجي طرفان گروُ نانڪ صاحب جي ڪيل مهما سان لاڳو نٿو ٿي سگهي؟ اسين گهڻو ڪري سندن تعريف سماج سڌار جي ڪارڻ لاءِ ڪندا آهيون. اسين سندن قدرداني سمپردائڪ ۽ جاتيوار ميل ميلاپ آڻڻ لاءِ ڪندا آهيون. اسين ذات پات ۽ اوچ نيچ جي ڀيد ڀاو کي ختم ڪرڻ جو سهرو به گروُ صاحب جي سر تي ئي ٻڌندا آهيون. گروُ نانڪ صاحب بيشڪ هنن سڀني ڳالهين ۾ ڪافي حد تائين سڦلتا پراپت ڪئي هئي. پر هي سڀ پراپتيون سندن مهان روحاني اپديش جي پربل پرواهه جا وهڪري جي هڪ معمولي نتيجي جي روپ ۾ هيون. گروُ نانڪ صاحب هن ساريءَ مهما کان گهڻو وڌيڪ مهان ۽ بلند هئا. جيڪي جيو سندن سنگت ۽ صحبت ۾ آيا ۽ سندن سکيا گرهڻ

ڪري، سندن هدايتن جي پيروي ڪيائون، تن کي
گروُ صاحب پنهنجي بخشش سان انترمکي سادنا ذريعي
پرم ستيه جو ساکيات گيان پردان ڪيو. گروُ صاحب پنهنجي
سکن شيوڪن کي ان ستيه جو نه صرف مانسڪ گيان ئي
بخشيو، بلڪ اندر ڪين ان ستيه جو جيئرو جاڳندو انڀو ڪرايو
ته هڪ ئي سرو وياپڪ پرماتما سڀ ۾ سمايل آهي ۽ ٻاهريان
ڀيد ڀاو صرف ڏيکاو جا ۽ مٿاڇرا يا بناوٽي آهن. گروُ صاحب
کين روحاني چيتنتا دواران پورن ايڪتا جو انڀو گهرو
گيان پردان ڪيو، جو دويت، هئومي يا جدائيءَ جو ڀاو
هڪ قسم جو ڀرم بڻجي رهجي ويو. هن طرح جي روحاني
پرڪاش ۽ سهج ڀاو کان پوءِ ڪڏهن به قسم جي لڙائي جهڳڙي
۽ واد ورود جي گنجائش ئي ڪهڙي ٿي رهجي وڃي؟
پريم ۽ ديا مهر روپي ان پريوءَ ۾ سمائجڻ بعد جيو آتما ۾
ڪڏهن به سوارٿ، دوش، ڪروڌ يا ڌڪار لاءِ جاءِ ئي
ڪٿي ٿي بچي؟

ڪڏهن به مهان سنت ستگروءَ جي هن سنسار مان چالاڻي
کانپوءِ سدائين اهو لڪل خطرو بڻيو رهي ٿو ته وقت گذرڻ
سان سندس اوچو ۽ نرمل سنديش ۽ اپديش ڪٿي نربل يا
بي اثر نه ٿي وڃي، ان ۾ گراوٽ نه اچي وڃي ۽ آخر ۾
اهو پوري طرح وسري يا ميسار جي نه وڃي. مونکي پوري
آشا آهي ته گروُ نانڪ صاحب جي اپديش ۽ سنديش بنسبت
ائين نه ٿيندو، سندن نرمل سچ جي جوت ڪڏهن به نه
وسامندي، بلڪ هميشه لاءِ پوري شان سان ٻرندي رهندي
۽ عشق جاليءَ جي راهه روشن ڪندي رهندي. آخر ۾
گروُ صاحب جي جيون ۽ اپديش جي باب جي سماپتي ڪندي
مان هيءَ نماڻي وينتي ٿو ڪريان ته هي پريو! اسانکي
گروُ نانڪ صاحب جي اپديش کي صحيح معنيٰ ۾ سمجهڻ جي
بُڌي بخشيو ۽ ان تي عمل ڪرڻ جي شڪتي پردان ڪريو.

# ڀاڱو ٻيون

## ٻاڻي

* ❊ جپجي
* ❊ آسادي وار
* ❊ رهراس
* ❊ آرتي
* ❊ سوهلا
* ❊ سڌ گوشٽ
* ❊ ٻهر
* ❊ ٻٽي
* ❊ بارهه ماهه
* ❊ دکڻي اونکار

## جپجي

عام طور "جپجي" کي گرو نانڪ صاحب جي اُپديش جو سار مڃيو ويو آهي. پنجين پاتشاهي سري گرو ارجن ديو "سري آد گرنٿ" جو سنگرهه ڪرڻ وقت جپجي کي گرنٿ صاحب ۾ پهريون اِستان ڏنو. ڇيو وڃي ٿو ته اُن وقت ڪجهه ششن گرو ارجن صاحب کي وينتي ڪئي ته "جپجي" ڏاڍو ڳوڙهه ۽ ڪٺن آهي، تنهنڪري ان جي وياکيا لاءِ ڪيترين ڳالهين کولي سمجهائڻ جي ضرورت آهي. ان تي گرو ارجن صاحب فرمايو ته سارو "آد گرنٿ" ئي "جپجيءَ" جي وياکيا آهي.

"جپجيءَ" جي رچنا جي ڪارڻ ۽ وقت جي باري ۾ ڪافي متڀيد آهي. گهڻيون جنم ساکيون اِهو ٻڌائين ته جپجيءَ جا شروعاتي پد گرو صاحب ٻيئين نديءَ ۾ الوپ ٿيڻ وقت پرابت ٿيل الترمکي روحاني انڀو کان هڪدم پوءِ رچيا هئا. اهڙيءَ طرح انهن پدن جي رچنا جو سمو سنه ۱۵۰۰ع کان ۱۵۰۷ع بيهي ٿو. پر ڪيترا ودوان ان وچار سان سهمت نه آهن. اُنهن جو وچار آهي ته "جپجي"، "آسادي وار"، ۽ "سد گوشٽ" ۾ "پاو" ۽ "ورن" جي جيڪا پختائي ۽ گمڀيرتا ڏسجي ٿي، ان مان "جپجيءَ" کي گرو صاحب جي جيون جي آخري حصي جي رچنا مڃڻو پوندو، جڏهن هو پنهنجون يالرائون سماپت ڪري چڪا هئا ۽ ڪي طرح ڪرتار پور ۾ رهڻ لڳا هئا. هن مان "جپجي" جي رچنا جو ممڪن سمو سنه ۱۵۳۲ع بڻجي ٿو.

"جپجيءَ" ۾ ان وقت جي رچنائن جي پرمپرا ورتائي ويئي آهي ۽ ان موجب انجي شروعات ۾ پرماتما جي استت ۾ منگلاچرڻ رچيو ويو آهي ۽ آخر ۾ ان رچنا جي سماپتيءَ تي پرماتما جو شڪرانو مڃيو ويو آهي.

”جپجيءَ“ جي شروعات ۾ پرماتما جي گڻن جو ورڻن ڪيل آهي. ان ۾ اُن پربوءَ جي سرو وياپڪتا ۽ سندس اجر، امر، الک، اڄم وغيره روپن جي مهما ڪئي وئي آهي ۽ کيس ست ۽ اصل ڪري مڃيو ويو آهي. انهيءَ ورڻن جي آخر ۾ گروُ صاحب فرمائين ٿا ته اُن سچي پرماتما جي پراپتي صرف ستگروءَ جي دَيا مهر سان ٿي ٿئي ٿي.

گروُ صاحب ”جپجيءَ“ ۾ روحانيت جي لڳ ڀڳ سموري مک، وشين تي گنڀيرتا سان ويچار ڪيو آهي. ان ۾ سرشٽيءَ جي رچنا ۽ ان رچنا جي اننت انيڪتا جي بيان، جا پرماتما جي سرو شڪتيوان حڪم جي پورن ايڪتا ڪم ڪري رهي آهي، اُن جو سندر ورڻن ڪيل آهي. هن ۾ پوري ستگروءَ جي ضرورت ۽ سمرٿيءَ تي پرڪاش وڌل آهي ۽ ستگروءَ جي هدايل جڳتيءَ انوسار الڊ شبد کي ٻڌڻ ۽ مڃڻ جي گڻن جو ڀاو پورو ۽ اثرائتو بيان ڪيل آهي. ”جپجيءَ“ ۾ گروُ صاحب ڀڳوت ڪرم ڪانڊ ۽ سچي پرهيزگاري ۽ ڌارمڪتا جو فرق ڪن ٿا ۽ سداچار ۽ روحاني گڻن جي ميل تي به زور ڏين ٿا. ان کان سواءِ ان ۾ روحاني ابياس وقت ٿيندڙ انترمکي سوکم انڀون جي جهلڪ به ڏني وئي آهي. هيءَ شايد گروُ صاحب جي اهڙي قسم جي اڪيلي هڪڙي ٿي باڻي آهي، جنهن ۾ هن انترمک چڙهائيءَ جي اول کان آخر تائين پورو ورڻن ڏنل آهي ۽ هن چڙهائيءَ ۾ ايندڙ وڏن منڊلن جو به اشارو ڪيل آهي. دراصل ”جپجي“ روحاني ويچارن جو ”گهاگهر ۾ بند ڪيل ساگر“ ٿي آهي.

سک پنٿ ”جپجي“ کي پنهنجي سڀ کان مهتوپورن باڻي ۽ ارداس ڪري مڃين ٿا. هر هڪ سک مان اها آشا رکي وڃي ٿي ته هوُ هر روز پنهنجو ڪاروهنوار شروع ڪرڻ کان اڳ پراتڪال جو ”جپجيءَ“ جو پاٺ ڪري.

”جپجيءَ“ جا ڪجهه چونڊ پد هتي ڏنا ويا آهن. انهن مان ”جپجيءَ“ جي ايڪ ٻهلي ئي ۽ گروءَ صاحب جي سچي اُپديش لئي ٻه پرڪاش پوي ٿو.

## نراڪار پرماتما

هتي مُوُل منتر ۾ گروءَ صاحب اُن نراڪار، ڪل مالڪ پرماتما جي مهما ڪري رهيا آهن. پاڻ فرمائين ٿا: اهو پرماتما هڪ ئي آهي، هر قسم جي دوئيت کان پري ۽ مٿي آهي. هوءَ پاڻ ست آهي ۽ سندس نام ٻه ست آهي. هوءَ سڀني جو ڪرتا، سرجڻهار ۽ پتا آهي. هوءَ نه ڪنهن کان ڊڄي ٿو، نه ڪنهن کي ڊيڄاري ٿو ۽ نه ڪنهن سان وير ڀاو رکي ٿو. هوءَ اڪال آهي يعني ڪال يا موت کان پري ۽ پار آهي. اجوني آهي يعني جوڻ يا جنم ۾ ڪونه ٿو اچي، اجر، امر ۽ ابناسي آهي. هوءَ پنهنجي هستيءَ لاءِ ڪنهن تي آڌار ڪونه ٿو رکي. هن جو پرڪاش پنهنجو پاڻ مان ئي ٿيو آهي. اهڙن گڻن سان ڀرپور اُن سرو سمرٿ پرماتما جي پراپتي پوري ستگروءَ جي ديا مهر ۽ بخشش سان ئي ٿئي ٿي.

اِڪ او ستنام ڪرتا پرکہ نربهہ نرونر،
اڪال مورت اجوني سئڀن گر پرساد.

(جپجي، ۱)

## آد جُگادي پرماتما

اُهو پرماتما آد جگاد سچ آهي، هن جي هستي انادي آهي. هوءَ سدائين هو، سدائين آهي ۽ سدائين رهندو. هوءَ وقت جي حد کان پري ۽ پار آهي. جيڪي تائين انهي باري ۾ سوچيندا رهو، پر هن جو صحيح پار پائي نه سگهبو. جيڪي تائين چپ چاپ سماڌي لڳائي سندس چنتن ڪندا رهو، پر هڏهو انت، پاراوار، ڀيد پائي نه سگهبو. سڀني

پرين جو تن دولت يا راڄ پاٽ ملڻ سان به پرماتما جو گيان پـائي نه سگهبو ۽ نه من جي ترشنا ئي بجهندي. سو ين هزار ين سياڻپون ۽ چترايون ڪرڻ سان به پار نه پئبو. پوءِ اهو پرماتما ملي نه ڪيئن ملي؟ جيئن ڪوڙ جي ديوار ڪي ڪرائي، اَن سچي پرماتما سان ملي، سچو ڪيئن بڻجي؟ اُنجو هڪڙو ئي مارڳ هيءُ آهي ته هوُ ان اڪال پرش جي ياڻي ۾ اچي، حڪم رضائي بڻجي پرماتما جي حڪم ۾ هلي ۽ پنهنجي مرضي يـا رضا پرماتما جي رضا ۾ ليين ڪري ڇڏي، ملائي جذب ڪري ڇڏي. ان جو حڪم سڃاڻي، ان حڪم انوسار زندگي هلائڻ يا بسر ڪرڻ ئي، ان پرم پتا پرماتما تائين پهچڻ جو هڪڙو ئي مارڳ آهي. بيو ڪو مارگ نه ڪڏهن ٿيو آهي ۽ نه ئي ڪڏهن ٿي سگهي ٿو:

آد سچ جگاد سچ،
هئه ڀي سچ نانڪ هوسي ڀي سچ.

سوچئي سوچ نــه هووئي جي سوچي لکه وار،
چپئي چپ نــه هووئي جي لاءِ رها لـو تار،
بکئا بکه نــه اُلـري جي بنان پـريئا پار.
سهس سئاڻپ لکه هوهه تـه اڪ نــه چليءِ نال،
ڪو سچئارا هـوئيئي ڪـو ڪوُڙي تٽي پال،
حڪم رضائي چـلـڻـا نـانڪ لـکـئـا نال.

(جپجي، ۱)

## اڪال پرکه جو حڪم

اُن پرماتما جو حڪم سرو سمرٿ آهي. اهو حڪم اڪٿ آهي، پرلڻ ۽ بڌڻ کان پري آهي. سرشٽيءَ جا سڀ روپ، سڀ آڪار يـا شڪليون ۽ سڀ جيـو سندس حڪم سان وجود ۾ آيا آهن. ان جي حڪم سان ئي ڪي ننڍا آهن ۽ ڪي وڏا آهن. سندس حڪم سان ئي ڪجهه لوڪن ڪي

سائس ميلاپ ڪرڻ جو سؤ ڀاڳيه ملي ٿو ۽ سندس حڪم سان ئي ڀيا هميشه لاءِ آواڳون جي چڪر ۾ قائل رهن ٿا. جو ڪجهه بہ آهي سو سڀ سندس حڪم جي اندر آهي، ڪوئي بہ ۽ ڪجهه بہ اُن پرماتما جي حڪم ڪان يا حڪم جي دائري ڪان ٻاهر ناهي. جيڪڏهن ان حڪم جي سمجهه ٻوجهه اچي وڃي تہ منش ڪڏهن، ڪنهن بہ حالت ۾ هؤميءَ جو شڪار نہ ٿيندو ۽ "مان" ۽ "منهنجو" لفظ اُچاري نہ سگهندو.

حڪمي هوون آڪار حڪم نہ ڪهئا جائي،
حڪمي هوون جيئہ حڪم مليءَ وڊائي.
حڪمي اُتم نيچ حڪم لکہ دکہ سکہ پائيئهہ،
اِڪنا حڪمي بخسيس اڪ حڪمي سدا ڀوائيئهہ.
حڪميءَ اندر سڀڪو باهر حڪم نہ ڪوءِ،
نانڪ حڪميءَ جي ٻجهيءَ تہ هؤميءَ ڪهيءِ نہ ڪوءِ.
(جپجي، ١)

## پرماتما بي انت آهي

اُهو پرماتما الکہ ۽ اگم آهي. منش ڪي نہ سندس آد، انت ۽ پاراوار جي سمجهه پئجي سگهي ٿي ۽ نہ سندس رچيل سرشٽيءَ جي.

ڏرلي هور ٻريءَ هور هور،
تس ٿي ڀار تليءَ ڪوڻ جور. (جپجي، ٣)

گروءُ صاحب فرمائين ٿا تہ اُهو پرڀو اڪال آهي يعني وقت ۽ ڪال يا موت کان پري آهي، آد ۽ انت کان پري آهي ۽ هر طرح جي تبديليءَ کان مٿي آهي. هوءُ سدائين هڪ رنگہ، هڪ رس ۽ هڪ روپ آهي. هوءُ اليل آهي يعني مايا جي هر طرح جي غلاظت ۽ گندگيءَ کان مڪت آهي. هوءُ پرم چيتن، پرم نرمل آهي، پوم پوتر آهي. ان پرماتما کي سدائين نمسڪار آهي.

آد سچ جگاد سچ
آد اليل الناد اناهت،
جگ جگ ايڪو وس. (جپجي، ٧)

## ڪرتا پرک پرماتما

هتي گرو صاحب هن سرشٽيءَ کي اُن ڪرتا پرک پرماتما جو انوکو چمتڪار ڇئي اُنجي واکاڻ ڪري رهيا آهن. هن سرشٽيءَ جي نہ تہ اورڇون ڪناري جو پتو آهي ۽ نہ پرئين ڪناري جو. ان ۾ رهندڙ جيون جي رنگ، روپ، نالي، جڳهہ جو ڪوئي حساب لڳائي نٿو سگهجي. جو ڪجهہ بہ آهي، اُن پرماتما جي ليڪيءَ سان هلندڙ قلم جو سندر چمتڪار آهي. اهو ڪرتا بہ اڪٿ آهي ۽ اُن جي رچنا بہ اڪٿ آهي. اُن پرڀوءَ جي رچيل روپن ۽ آڪارن جي سندرتا عجيب آهي. هنجي ديا جي ذات کي ۽ سندس پيدا ڪيل جيون کي ڏسي ۽ سندس اٿاهہ شڪتيءَ جو انومان لڳائي، بڌي چڪر ۾ پئجي ٿي وڃي. ڪيتري مهان ۽ وشال آهي قدرت جي اُها سلطنت، جا پرڀوءَ پنهنجي اپار ديا مهر سان منش کي بخشي آهي. هيءَ بي انت ليلا انجي هڪ شبد جو چمتڪار آهي. ساري رچنا، سموري وشال کنڊ برهمنڊ اُن پرماتما جي شبد، نام يا حڪم جي پيداش آهي. جيو ۾ ڪنهن طرح بہ ان رچنا، انجي رچڻهار ۽ انجي ڪاريہ ۽ قدرت کي سمجهڻ يا انجي مهما ڪري سگهڻ جي سمرٿي ناهي.

ڏرلڀي هور ٻري هور هور تس لي پار لٻي ڪوڻ جور.
جيٿ جات رنگا کي ناو سڀنا لکيا وڙي ڪلام.
ايهہ ليکا لکہ جاڻي ڪوءِ ليکا لکيا ڪيتا هوءِ.
ڪيتا تاڻ سئا لهہ روپ ڪيتي دات جاڻي ڪوڻ قوت.
ڪيتا پساءُ ايڪو ڪواءُ تس تي هوئي لکہ دريائو.

قدرت ڪوڻ ڪٿا وچار وارنا نہ جاوا ايڪ وار،
جو تُد ڀاوي سائي ڀلي ڪار تو سدا سلامت نرنڪار.
(جپجي، ٣)

## ويل نہ پائيا پنڊتي

سنسار ڪڏهن ٺهيو، اُن جو پتو نہ پنڊتن ۽ گيانين کي آهي ۽ نہ ويدن پراڻن ۾ ئي هن باري ۾ ڪو ذڪر آهي. قاضي قرآن مان رچنا جي شروعات جي ڪا تاريخ ٻڌائي نٿا سگهن. جوڳين کي بہ اُن گهڙيءَ، پل، رُت يعني موسم ۽ مهيني جي ڪابہ سُڌ ٻُڌ ڪانهي، جڏهن سرشٽي پيدا ٿي يا وجود ۾ آئي. صرف اُن سرشٽيءَ جي ڪرتا سرجڻهار پرماتما کي ئي خبر آهي تہ ڪهڙي شُڀ گهڙيءَ ۾ پاڻ سرشٽيءَ جي رچنا ڪيائين. سڀ لوڪ پنهنجي پنهنجي ٻڌيءَ انوسار اُن ڪرتا پرکہ جي مهما ڪرڻ جو جتن ڪن ٿا ۽ هر هڪ پاڻ کي ٻئي کان سياڻو سمجهي ٿو، پر سچي ڳالهہ اِها آهي تہ سرشٽيءَ جي سندر ڪرتا ۽ مالڪ، اُن پرماتما جي ڪهڙن بہ لفظن ۾ مهما ۽ واکاڻ ڪري سگهڻ ممڪن ناهي. هوُ پاڻ بہ مهان کان مهان آهي ۽ سندس نام بہ اُتم کان اُتم آهي. جو ڪجهہ هوُ پاڻ يا سندس نام ڪري ٿو، اُهو ئي ٿئي ٿو ۽ پنهنجي ڪمل ڳالهہ کي صرف هوُ پاڻ ئي ڄاڻي ٿو. جيڪڏهن ڪو اِئين سمجهي تہ مون پرماتما يا انهي قدرت جي پساري جو پتو لڳايو آهي تہ اُن مورکہ جو پريوءَ جي درگاهہ ۾ ڪوبہ مانُ، قدر نہ ٿيندو، ڪابہ سونهن سوڀ نہ ٿيندي. لکين آڪاش ۽ لکين پاتال آهن، جي منش جي وچار ۽ پهچ کان پري آهن. سڀ گياني، سڀ گرنٿ شاستر ۽ ويد پران وغيره اُن سٿيہ کي مڃين ٿا تہ هن سمپورن، بي انت رچنا جو ڪهت آڌار يا مُول اِهو هڪ پرماتما ئي آهي. اُن هڪ ڌاتوءَ مان ئي سڀ برتن ٺهيا آهن. اُن الکہ، اگم جي ڪم يا ڄاڻ پائي

سگهڻ ناممڪن آهي نه پوءِ اسين ڪريون نه ڇا ڪريون؟ اسين محدوُد جيو صرف اهو ڪريون، جو پاڻ کي اُن اسيم، بيحد ۽ بي انت پرماتما جي پوڄا، ڀڳتي ۽ مهما ۾ لين ڪري ڇڏيون. اسانکي اپار جي پار ۽ اسيم جي سيما پائڻ جي ڪوشش ئي نه ڪرڻ گهرجي. اسانکي اُن اپار ساگر روپ پرماتما ۾ انهين جذب ٿي، ملي وڃڻ گهرجي، جيئن نديون هلنديون وڃي سمنڊ ۾ سمائجي وينديون آهن، اُنهن کي نه نه ڪا اها ڄاڻ هوندي آهي ۽ نه ئي ان ڄاڻ پائڻ جي اڇا يا پرواهه هوندي آهي تہ سمنڊ ڪيتري قدر وسيع آهي.

ويل نہ پائيئا پنڊتي ج هووي ليکہ پراڻ،
وکت نہ پائيو قاديئا ج لکن ليکہ قراڻ.

ٿت وار نا جوگي جاڻي رت ماهہ نا ڪوئي،
جا ڪرتا سرٺي کؤ ساجي آپي جاڻي سوئي.

ڪؤ ڪر آکا ڪؤ سالاهي ڪئہ ورني ڪؤ جاڻا،
نانڪ آکڻ سڀڪو آکي اڪدوُ اڪ سياڻا.

وڏا صاحب وڏي ناڻي ڪيتا جا ڪا هووي،
نانڪ جيڪو آپؤ جاڻي اگي گيا نہ سوهي.

پاتالا پاتال لکہ آگاسا آگاس.

اوڙڪ اوڙڪ ڀال ٿڪي ويد ڪهن اک وات،
سهس اٺارهہ ڪهن ڪتيبا اصلوُ اک ڌات.

ليکا هوءِ تہ لکيئي ليکي هوءِ وڻاس،
نانڪ وڏا آکيئي آپي جاڻي آپ.

سالاهي سالاهہ ايتي سرت نہ پائيا،
نديا اتي واهہ پوهہ سمند نہ جاڻيئهہ.

(جپجي، ۴-۵)

## گرنٿن شاسترن کان پري

ويد ۽ پراڻ اُن پرماتما جي مهما ڪن ٿا ۽ گڻ ڳائين ٿا. ايڪ ودوان ۽ گياني شاسترن جو اڀياس ڪري، سنديس نام جي واکاڻ ۽ وياکيا ڪن ٿا. اندر ۽ برهما، ڪرشن ۽ سنديس گوپيون، شو، سِڌ ۽ گوتم ٻڌ، ان ۾ پوءِ ۽ سنديس حڪم جي ورنن ڪرڻ جي ڪوشش ۾ لڳل آهن. اسنکه، بيشمار ماڻهو انجي مهما ڪري ڪري هليا ويا ۽ اڃا اسنکه ماڻهو انجي مهما ڪرڻ لاءِ سنسار ۾ ايندا. پر اُن اپر اپار امولڪ پرماتما جو نه ڪوئي پورڻ ملهه ڪٿي سگهيو آهي ۽ نه ڪڏهن ڪو آئينده ڪٿي سگهندو. اهو پرماتما من ٻڌيءَ جي پهچ کان پري آهي. هوُ مهان کان مهان آهي. جر ڪجهه آهي، هوُ پاڻ ئي آهي ۽ پنهنجي وڏائي ۽ مهانتا صرف هوُ پاڻ ئي ڄاڻي ٿو.

آکهہ ويد پاٺ پراڻ آکهہ پڙهي ڪرهہ وکياڻ.
آکهہ برمي آکهہ اند آکهہ گوپي تي گوولند.
آکهہ ايسر آکهہ سڌ آکهہ ڪيتي بڌ.
آکهہ دانو آکهہ ديو آکهہ سر نر من جن سيو.
ڪيتي آکهہ آکڻ پاهہ ڪيتي ڪهہ ڪهہ اُٺ اُٺ جاهہ.
ايتي ڪيتي هور ڪريهہ تا آک نہ سکهہ ڪيئي ڪيئہ.
جيود ڀاوي تيود هوءِ نانڪ جاڻي ساچا سوءِ.
(جپجي، ٦ - ٥)

## ستگرو سرو سمرٿ آهي

گرُو ئي شبد آهي، گرُو ئي گيان جو روپ آهي. گرُو ئي سڀ کان وڏو ڌرم گرلت آهي يا سڀ کان اوچو، اُتم گيان آهي. گرُو سرو وياپڪ آهي. گرُو برهما، وشنُو ۽ مهيش، تنهي ديوتائن ۽ ماتا شڪتي ديويءَ کان به وڏو آهي. گرُوءَ دوارا ئي پرماتما روپي سچ جو پورن ۽ اصل گيان

پراپت ٿئي ٿـو. گرو دواران ۾ هيءَ پمد کلي ٿو ته هڪ
پرماتما ئي پرم ستيہ آهي، اهوئي سڀ جيون داتا آهي ۽
اُنکي ڪڏهن ڪنهن به حالت ۾ وسارڻ نه گهرجي.

گرمکہ نادن گرمکہ ويدن گرمکہ رهيا سمائي،
گر ايسر گر گورکہ برما گر پاربتي مائي،
جي هئہ جاڻا آکا نـاهي ڪهڻا ڪٿن نه جائي.
گرا اِڪ ديهہ بجهائي،
سڀنا جيئا ڪا اِڪ داتا سومين وسر نه جائي.

(جپجي، ۲)

## ستگروءَ جو اڌڪار

جن سنتن کي اهو پرماتما پسـاڻ، ڌر کان پروانو ڏيئي
مقرر ڪري ٿو، اُهي ئي سچا ستگرو آهن ۽ اُهي ئي جيون
جي رهنمائي ۽ اڳوائي ڪري ڪمن سڀو مارگہ ڏيکارين ٿا.
اُهي ئي پرماتما جي درگاهہ ۾ سولهن سوپيا پائين ٿـا ۽
اُهي ئي هتي ۽ اُتي، هن لوڪ ۽ پرلوڪ ۾ اصلي ڪرتا ڌرتا
آهن.

اهڙا ئي پنچ، گرمکہ يا سنت سنسار جو پرڪاش آهن.
اُهي دوبہ کان پار ٿي چڪا آهن ۽ سدائين هڪ پرماتما
جي ڌيان ۾ مگهن رهن ٿا.

پنچ پرواڻ پنچ پرڌان پنچي پاوهہ درگهہ مان،
پنچي سوهہ در راجان پنچا ڪا گر ايڪ ڌيان.

(جپجي، ۳)

## نام ست آهي

اهو پرماتما به سچو آهي ۽ انجو نام به سچو آهي. اهو
پرماتما يا انجو نام پرڀو جو روپ آهي. اهو پرڀو يا سندس
نام ساريءَ پران آڌار رچنا جي جان آهي. هوُ هر وستوءَ

جي هستيءَ جو سار آهي. هوُ جيون داتا آهي، رچنا کي پراڻ يا زندگي ڏيڻ وارو آهي. سڀ جيو سندس در جا ڀيکاري آهن. جڏهن ساريءَ رچنا جو آڌار، مالڪ ۽ داتا اهو پرڀو پاڻ آهي ۽ اسانجي زندگيءَ سميت جيڪي ڪجهه به آهي، سو ان پرڀوءَ جو آهي ته پوءِ اسين ڪيس ڪهڙي ڀيٽا ڏيئي ته سگهون ۽ ڪيس ڪهڙي چيز ارپڻ ڪري ته سگهون؟ اسين مک مان ڇا ٻوليون، ڪهڙا ڪٿانواد ڳايون جنهن ٻڌڻ سان ان پرماتما جو پريم پيار اُٿي ٿئي؟ اسانکي ضرورت ته ان ڳالهه جي آهي ته اسين صبح سويري، امرت ويلي، ان سڃي پرڀوءَ جي سچي نام سان لنو لڳايون. اهڙي طرح ان سدا بخشڻهار ۽ سدا مهربان پرڀوءَ جي ڪرپا سان آواگون جو چڪر ختم ٿي ويندو، سچي مڪتي حاصل ٿيندي ۽ ان پرم پتا پرماتما سان ميلاپ ٿي ويندو:

ساچا صاحب ساچ ناه ڀاکئا ڀاءُ اپار،
آکه منگهه ديهه ديهه دات ڪري داتار.
ڦير ڪ اگي رکيئي جت دسي دربار،
مهوُ ڪ ٻولڻ ٻوليئي جت سڻ ڌري پيار.
امرت ويلا سچ ناءُ وڏيائي ويچار،
ڪرمي آوي ڪپڙا ندري موک دوار،
نانڪ ايوي جاڻيئي سڀ آپي سچيار.

(جپجي، ۴)

## شبد جي ٻڌڻ جا ڦل

هتي چئن پوڙين ۾ گروُ صاحب پنهنجي اندر ستگروءَ جي بخشيل شبد سان جڙڻ جو ڦل ورنن ڪري رهيا آهن. پاڻ فرمائين ٿا ته اندر شبد سان جڙڻ مان جيو کي سڌن، پيرن ۽ ديوتائن جي اوچي اوستا پراپت ٿئي ٿي ۽ ڪيس پاتال لوڪ، مرت لوڪ ۽ ديو لوڪ جو ۽ انهن کي سهارو

ڏيندڙ شڪتيءَ جو گيان ٿئي ٿو. رچنا جا سڀ ڀيد پسنڪ وانگر انهي اڳيان کليل پون ٿا. هنجا سڀ پاپ ۽ دک ناس ٿي وڃن ٿا. هوُ موت يا ڪال تي جيت پائي ٿو ۽ بنا ڪنهن تڪليف جي موت جي گهاٽي پار ڪري دسوين گليءَ ۾ پهچي ٿو ۽ سندس هردو سدائين الوڪ آنند ۽ پرسنتا سان ڀرپور رهي ٿو.

شبد سان جڙڻ ڪري ساڌڪ کي رڌيون سڌيون ۽ ازغيبي شڪتيون پراپت ٿين ٿيون ۽ هوُ انتر درشٽيءَ ذريعي آتم گيان جو يا پاڻ کي سڃاڻڻ جو انڀوُ به ڪري ٿو. کيس سڀني گرنٿن شاسترن جو سچو ڀيد معلوم ٿئي ٿو. شبد سان جڙڻ سان يا شبد ٻڌڻ سان هنکي سيل، سنتوش، گيان، سهج اوستا ۽ امر آنند پراپت ٿين ٿا. شبد ۾ لين ٿيڻ سان هوُ ٻين به ڪيترن گڻن جو مالڪ ٿئي ٿو ۽ آخر ۾ پريو پراپتيءَ جي قابل بڻجي ٿو.

سڻئي سڌ پير سر ناٿ سڻئي ڌرت ڌول آڪاس،
سڻئي ديپ لوءِ پاتال سڻئي پوهه نه سڪئي ڪال،
نانڪ ڀڳتا سدا وگاس سڻئي دوک پاپ ڪا ناس.
سڻئي ايسر برما اند سڻئي مک سالاهڻ مند،
سڻئي جوگ جگت تن ڀيد سڻئي شاسترت سمرت ويد،
نانڪ ڀڳتا سدا وگاس سڻئي دوک پاپ ڪا ناس.
سڻئي* ست سنتوک گيان سڻئي انٺ ڪا اسنان،

---

* شبد ڏي ٻڌڻ وارو جيو سيلوَنت ۽ سنتوشي بڻجي پوندو آهي، هنکي پورن گيان پراپت ٿيندو آهي. شبد ڏي ٻڌڻ واري کي انهٺ تيرٿن جي اشنان جو ڦل حاصل ٿيندو آهي ۽ گرنٿن پوٿين جي پاٺ مان ملندڙ عزت ۽ ستڪار به ملي ويندو آهي ۽ هوُ ٽنهي گڻن يا ترگڻي مايا مان نڪري سهج اوستا ۾ سمائجي ويندو آهي.

سَتِّيءِ پڙ پڙ پاوهہ مان سَتِّيءِ لاڳيءِ سهج ڌيان،
نانڪ ڀڳتا سدا وڪاس سَتِّيءِ دوک پاپ ڪا ناس.
سَتِّيءِ[1] سرا گُنا ڪي گاهہ سَتِّيءِ سيخ پير پاتساهہ،
سَتِّيءِ انڌي پاوهہ راهہ سَتِّيءِ هاٿ هوؤي اسگاهہ،
نانڪ ڀڳتا سدا وڪاس سَتِّيءِ دوک پاپ ڪا ناس.
(جپجي، ٢ - ٣)

## شبد جي چِنتن[2] جا ڦل

شبد يا نام سان اندر جڙڻ ۽ شبد يا نام کي ٻڌڻ جي ڦل جو ورڻن ڪرڻ بعد گرو صاحب اُن ساڌڪ جي اوستا جو بيان ڪن ٿا، جو شبد جو لڳاتار، نرنتر اڀياس ڪندي شبد ۾ ٿي لين ٿي وڃي ٿو. اهڙو اڀياسي اُها اڻوکي اوستا پراپت ڪري ٿو، جنهن جو بيان لفظن ۾ ڪري سگهڻ مشڪل آهي.

---

١. شبد ڌُن ٻڌڻ واري کي پرماتما جي سيني گڻن جي سوجهي ٿئي ٿي، ڪيس پهرن، شيخن ۽ بادشاهہ جي پدوي ملي ٿي. شبد ٻڌڻ سان انڌا ۽ اگياني جيو بہ پربهو پراپتيءَ جي سچي راهہ تي هلڻ جي قابل ٿيندي ويندا آهن. شبد ٻڌڻ واري کي اٿاهہ ۽ اسگاهہ يا اگاهہ (جنهنجي سوجهي نہ پوي) سنسار ساگر جي اصليت جي خبر پوي ٿي.

٢. اُپنشدن ۾ پرمارٿ جي ٽن انگن - سرونڻ (ٻڌڻ)، مدن (مننڻ يا هردي ۾ وسائڻ) ۽ نديڌياسن (سماڌيءَ ۾ اندر شبد يا نام روپي سچ سان جڙڻ) جي ڪافي مهما ڪيل آهي. گرو صاحب بہ "سَتِّيءِ - مَنِّيءِ" ۽ "پنچ پرواڻ" جي پوڙين ۾ اندران شبد کي ٻڌڻ، شبد جي رنگ ۾ رڱجڻ ۽ پورن سماڌيءَ جي اوستا ۾ شبد ۾ سمائجي، شبد جو روپ ٿي وڃڻ جي مهما ڪن ٿا.

شبد ۾ لمن ليط واري اپياسيءَ جي ڇيڙڻا اهتري وشال
ٿئي ٿي، جو سارو برهمانڊ ڪيس ساڪيات ڏسڻ ۾ اچي ٿو.
ساري سرشٽي اهڙي درشٽيءَ ۾ اچي وڃي ٿي. شبد جي
اديت يا الوڪي شڪتيءَ جي سهاري، هُو هڪ کان ٻيو
روحاني منڊل طئه ڪندو، اڳيان ئي وڌندو رهي
ٿو ۽ آخر پرماتما جي اڄ ڏام سهڪنڊ ۾ پهچي وڃي ٿو،
جو سڀ جو آد ۽ انت آهي. جيئن جيئن هُو اُنهن اوچن
منڊلن ۾ وڃي ٿو، تيئن هنجي درشٽي وشال ٿيندي ٿي
وڃي. سندس آتما جا پورب جنمن جا هر پرڪار جي پاپن
جا سنسڪار ڌوپي وڃن ٿا ۽ هُو جنم مرڻ جي دکن ۽
آواگون جي ٻنڌن کان مڪت ٿي وڃي ٿو.

شبد يا نام هر قسم جي مايا وي اثر کان آزاد آهي ۽ ان
شبد يا نام ۾ سمائجي ويل منش به هر قسم جي مايا وي ڇل
ڀرم کان ڇوٽڪارو پائي ٿو. اهڙي طرح شبد جو روپ ٿيڻجي
وال جيو سچي مڪتي پراپت ڪري ٿو ۽ اُن پرم پتا پرماتما
۾ سمائجي اُنجو ئي روپ ٿي وڃي ٿو. اهڙو گرمک مهاتما
پاڻ به سچي ۽ دائمي مڪتي پراپت ڪري وٺي ٿو ۽ ٻين
ڪيترن جيون کي به دائما مڪتيءَ جي سچي مارگ تي
لڳائڻ ۾ سمرٿ ٿئي ٿو.

شبد نه سرو سمرٿ آهي ٿي، پر ڪي ورلا ڀاڳن وارا
جيو آهن، جيڪي شبد جيَ اپار شڪتيءَ جو ڀيد ڄاڻن ٿا
۽ اهڙي انترمک ساڌنا مان پورو لاڀ پراپت ڪن ٿا:

مٺيءَ ڪي گت ڪهي نه جاءِ جيڪو ڪهيءَ پڇي پڇتاءِ،
ڪاگد قلم نه لکڻهار مٺيءَ ڪا بهه ڪرن ويچار،
اَئسا نام نرنجن هوءِ جيڪو من جاڻيءِ من ڪوءِ.
مٺيءَ سرت هووي من بڌ مٺيءَ سگل ڀوڻ ڪي سڌ،
مٺيءَ مهه چوٽا نا کاءِ مٺيءَ جم ڪي ساٿ نه جاءِ،
اَئسا نام نرنجن هوءِ جيڪو من جاڻيءِ من ڪوءِ.

مڃي مارڳ ٺاڪ نه پاءِ  مڃي پت سءِ پرگٽ جاءِ،
مڃي مگ نه چلي پنٿ  مڃي ڌرم سيتي سنٻنڌ،
ايسا نام نرنجن هوءِ  جيڪو من ڄاڻي من ڪوءِ.

مڃي پاوهه موکه دئار  مڃي پرواري ساڌار،
مڃي ترءِ تاري گرسکه  مڃي نانڪ ڀوهه نه ڀکه،
ايسا نام نرنجن هوءِ  جيڪو من ڄاڻي من ڪوءِ.

(جپجي، ٣)

## اسنکه ناو اسنکه ٿاو

اُن پرماتما کي اڻيڪ نالن سان ياد ڪيو وڃي ٿو ۽ اسنکه، بيشمار اسٿانن سان سندس سنٻنڌ جوڙيو وڃي ٿو. اسنکه، اڻکٽيا آڪاش، کنڊ برهمنڊ وغيره اُن پرماتما جي سهاري بيٺل آهن. سچ ته اهو آهي ته ”اسنکه“ لفظ استعمال ڪرڻ سان به اُن ڪل مالڪ جي مهانتا جو پوريءَ طرح ورڻن، انومان ڪري ئي نٿو سگهجي. اهڙي ڪا ڳڻپ ٿي ڪانهي. اسين ڳالهه ٻولهه ڪرڻ ۽ لکڻ پڙهڻ ۾ لفظ ڪم آڻيندا آهيون. اهي لفظ يا شبد ئي اسان کي گيان ڏين ٿا ۽ انهيءَ مهانتا سان ئي اسين پرماتما جا گڻ ڳايون ٿا. جيئن ۽ پرماتما جي سنٻنڌ جو ورڻن به لفظن يا اکرن دوارا ٿئي ٿو. پر اهو پريو پاڻ انهن لفظن ۽ ڪرمن جي حد کان پار ۽ پري آهي. انهن شبدن يا لفظن ذريعي ئي پورب جنمن جي ڪرمن ۽ انهن جي ڦل اوسار ۽ سمي ۽ اسٿان جي بندنن اوسار اسان ڪرم ڀوميءَ جي واسين جي پرالبڌ لکي وڃي ٿي، جاڪاڻ ته اسين سمي ۽ اسٿان جي دائري ۾ آهيون ۽ انهن مان پيدا ٿيندڙ ڪرمن جي قانون جي ماتحت به آهيون. پر اسان جي پرالبڌ جي ليکڪ جو وڌاتا، ڪرم سڌانت جو ڪرتا اهو ڪل مالڪ پرم پتا پرماتما، جنهن جي حڪم سان سڀ ڪاروبار هلي ٿو، سو پاڻ ڪرم ڦل، سمي اسٿان

۽ ٻين اکرن سمجهي ٻڌڻ کان پار ۽ پري آهي. اهو گپت پرماتما پنهنجي سرجڻهار، سروويا پي ۽ سروسمرٿ شبد يا نام ذريعي پرگهٽ ٿيندو آهي، اهو امر، اجر کل مالڪ ڪرتا پرک ۽ الکي اها شبد روپي شڪتي، انساني سمجهه ٻوجهه کان پري ۽ اکٿ آهي.

اسنکه ناو اسنکه ٿاو اگم اگم اسنکه لوءِ،
اسنکه کهه سر ڀار هوءِ.
اکري نام اکري ساله اکري گيان گيت گڻ گاهه،
اکري لکڻ ٻولڻ باڻ اکرا سر سنجوگ وکاڻ،
جن ايهه لکي تس سر ناهه جو فرمائي تو تو پاهه.
جيتا ڪيتا تيتا ناءُ وڻ ناوين ناهي ڪو ٿاءُ،
قدرت ڪوڻ ڪها ويچار وارڻا نه جاوا ايڪ وار،
جو تڌ ڀاوين سائي ڀلي ڪار تو سدا سلامت نرنڪار.

(جپجي، ۴)

### اوهه ڌوٻي ناوءِ ڪي رنگ

هٿن پيرن کي ميل يا گندگي لڳي وڃي ته اسين انکي پاڻيءَ سان ڌوئي سگهندا آهيون. سرير کي لڳل گندگي به پاڻيءَ سان ڌوپي سگهندي آهي. ڪپڙا گندا ٿي وڃن ته صابڻ سان صاف ڪبا آهن، پر جڏهن من پاپن جي ميل يا گندگيءَ سان ملين ٿئي ٿو ته صرف نام جو امرت يا نام جو صابڻ ئي الکي مليڻتا کي ڌوئي، انکي نرمل يا پوتر ڪري سگهي ٿو. هيءَ سنسار ”ڪرمان سنڌڙا کيت“ يعني ڪرمن جو کيت يا ڀومي آهي. هتي هر ڪنهنکي پنهنجي ڪرمن روپي ٻوکيل ٻج جو فصل لڻڻو پوي ٿو. انيڪ قسمن جا جيب جنم، ٻج دان ۽ تيرٿن جي ياترا ڪڍهن به نام اپياس يعني اندر وچي نام روپي تيرٿ ۾ سنان ڪرڻ جي برابر نٿا ٿي سگهن.

جيڪڏهن من ۾ سچو شوق، سچي برهه يا تڙپ پيدا نه ٿي، هردي ۾ شردا ۽ ڀروسو يا وشواس پيدا نه ٿيا ۽ اندر ۾ پيار جي ٻوڙي جي باڙ ٻڌيءَ يا پڪي نه ٿي ته پوءِ هر طرح جا باهرمکي ڪرم ڪانڊ پاڻي ولوڙڻ جي برابر آهن.

پرڻيءَ هٿ پڙر ٿن ڌيهه پاڻي ڌوئيءَ اُترس ڪيهه،
موُت پليتي ڪپڙ هوءِ ڏي صابوڻ لئيئيءَ اُهه ڌوءِ.
پرڻيءَ مت پاپا ڪيءَ سنگ اوهه ڌوئيءَ ناويءَ ڪيءَ رنگ،
پني پاپي آکڻ ناهه ڪر ڪر ڪرڻا لکه ليءِ جاهه،
آپي بيج آپي هي کاهه نانڪ حڪمي آوهه جاهه.
تيرٿ تپ ڏئيا ڏت دان جيڪو پاوي تل ڪا مان،
سڻيا منيا من ڪيتا ڀاءُ انترگت تيرٿ مل ناءِ.
(جپجي، ۴)

## جيو نربل ۽ بيوس آهي

جيو نربل، محدوُد بڌيءَ وارو ۽ تڇ آهي، پر هوُميءَ وس ٿي پاڻ کي تمام وڏو ۽ شڪتي شالي سمجهي ٿو. جيڪڏهن پرالبڌ ۾ لکيل ناهي ته جيو ڪڏهن به ڪاربه لاءِ زمين آسمان هڪ ڪري ڇڏي، ته به هنجا ارادا، سنڪلپ ۽ جتن ڪڏهن به سڦل نه ٿيندا. اگياني جيو اهو نٿو سوچي سمجهي ته سندس پورٻلا ڪرم ئي سندس چڱيءَ يا بريءَ تقدير جو ڪارڻ آهن. ڪل مالڪ، پرماتما جي ديا مهر بنا هوُ ڪڏهن به جنم مرڻ جي چڪر کان ڇوٽڪارو پائي نٿو سگهي، مڪت ٿي نٿو سگهي.

گروُ صاحب اُن ديالوُ پرماتما کي ارداس ڪن ٿا ته هي داتار! مونکي اکيلو نه ڇڏ، چاڪاڻ ته پنهنجي سر مان ڪجهه به نه آهيان. پنهنجي مرضيءَ سان نه مان ڳالهائي سگهان ٿو ۽ نه چپ رهي سگهان ٿو. پنهنجي شڪتيءَ سان

مان نہ ڪجھ گھُرِي سگھان ٿو ۽ نہ ڪجھ ڏيئي سگھان ٿو.
مُولڪي منھنجي شڪتيءَ جي سھاري نہ ڇڏج، ڇاڪاڻ
تہ پنھنجي سِر مان نہ تہ، تو ڪُل مالڪ کي پرارٿنا ئي
ڪري سگھان ٿو ۽ نہ پنھنجو پاڻ توکي ارپڻ ڪري
سگھان ٿو. زندگي ۽ موت منھنجي وس ۾ ڪونھن. پنھنجي
مرضيءَ سان مان نہ جيئرو رھي سگھان ٿو ۽ نہ مرِي سگھان
ٿو، مان نہ راجا ٿِي سگھان ٿو ۽ نہ ڀيکارِي. پنھنجي سِر
يا پنھنجي شڪتيءَ سان مان نہ پنھنجي آتما کي سڃاڻي
سگھان ٿو ۽ نہ تو پرماتما کي ۽ نڪو پنھنجي جتن سان
مان ھي ماياوِي سنسار ساگر ترِي يا پار ڪري سگھان ٿو.

گرُو صاحب پنھنجي ارداس سماپت ڪندي فرمائين ٿا
تہ جيڪي ڪجھ ٿيڻو آھي، مالڪ توھانجي دَيا مھر سان
ٿيڻو آھي. جيڪو مورک اگياني جيو اِئين سمجھي ٿو تہ
ھُوَ پنھنجي ٻل سان ڪجھ ڪري سگھي ٿو، سو ڀلي پنھنجو
زور آزمائي ڏسي. سندس ارادا ڪڏھن بہ پورا ٿي نہ
سگھندا. سڀ منش ساڳيا آھن، ڪوبہ پنھنجو پاڻ اُتم يا
نيچ ڪونھي، جو ڪجھ آھي سو اُن مالڪ جي ڀاڻي ۾
آھي.

آکڻ جور چپڻ نہ جور، جور نہ منگڻ ڏيڻ نہ جور،
جور نہ جيوڻ مرڻ نہ جور، جور نہ راج مال مَن سور.
جور نہ سُرتي گيان ويچار، جور نہ جُگتي ڇُٽي سنسار،
جس ھٿ جور ڪر ويکي سوءِ، نانڪ اُتم نيچ نہ ڪوءِ.
(جپجي، ٧)

## سو در ڪيھا سو گھر ڪيھا

سو در جو لفظي ارٿ آھي "اھو دروازو" يا "اھو
دوار. جيئن گھر ۾ داخل ٿيڻ لاءِ ڪو دروازو ھوندو آھي،
اھڙيءَ طرح اندروني روحاني منڊلن ۾ داخل ٿيڻ لاءِ ھڪ

دروازو آهي. جيو جو روحاني سفر انهيءَ دروازي ۾ داخل ٿيڻ سان شروع ٿيندو آهي ۽ سڪنڊ ۾ پهچي، اُن سٽيپرش سان ميلاپ ڪرڻ سان پورو ٿيندو آهي. روحاني منڊل ۾ داخل ٿيڻ جي هن نقطي کي پرماڻي ٻوليءَ ۾ "ٽين اک" چيو ويو آهي. هندو شاسترن ۾ انکي "شو نيتر" ۽ مسلمانن جي پاڪ پستڪن ۾ انکي "نقطا-اي-سويدا" يا "ڪارو نقطو" چئي بيان ڪيل آهي. بائيبل ۾ انکي "هڪ اک" (Single Eye) چيو ويو آهي. "جيڪڏهن توُن هڪ اک وارو ٿيءَ پوءِ تہ تنهنجو سڄو سرير نور سان ڀرجي ويندو". (مٿيو، ٢٢-٦).

گروُ نانڪ صاحب هن کي "در" ڪوٺيو آهي، چاڪاڻ تہ هن نقطي کان ئي اسانجو اصلي روحاني سفر شروع ٿئي ٿو. هي نقطو سهڪنڊ روپي محل جو مڌهين وارو يا پروشي دوار آهي هن نقطي تي پهچي جيوآتما هيٺئين سنسار جو راڳ رنگ ڏسي ڇڏي سگهي ٿي ۽ مٿين طرف بہ ڏسي سگهي ٿي. هتي پهچي کيس هيٺ ۽ مٿي واري سرشٽيءَ جو ورانٽ روپ ۾ نظر اچي ٿو. هن نقطي تي پهچڻ تي اليڪ ناد يا شبد وڄندا ٻڌجن ٿا. نہ صرف پنج تت ۽ انهن مان ٺهيل سرشٽي ٿي، پر سڀ ديوي ديوتائون، سنت سادڪ، اوتار، جهڙي ٿي، رشي مني ۽ ڪرمن جو حساب رکندڙ ڌرمراج وغيره اُن ڪرتا پرک جي مهما ڪرڻ ۾ لڳل ڏسجن ٿا.

هن اوستا جي پراپتيءَ سان رشين منين واري دويہ درشٽي حاصل ٿئي ٿي، جيو انترجامي ٿي پوي ٿو ۽ کيس آئينده ۾ ايندڙ گهٽنائون، حال ۾ ٿيندي اُن وقت ۾ ئي صاف صاف نظر اچن ٿيون ٿيندي کيس اڳڪٿي ڪرڻ جي سامرٿي بہ پراپت ٿئي ٿي.

هن نقطي تي پهچي، ساري سرشٽي، سج چنڊ، سورج، تارا، گرهه، اپگرهه وغيرهه ملي هڪ گڏيل مڌر سنگيت جي تان يا تال تي نچندا نظر اچن ٿا. ساري ڪائنات اُن پرماتما جي سرو شڪتيوان حڪم جي ڏاڍي پر پورل ڏسجي ٿي. سڀ ڪنڊ برهمنڊ اُن ڪرتا سرجڻهار جي حڪم سان ڪم ڪندا ڏسجن ٿا. جيڪي ڪجهه به ٿئي ٿو اُن جي حڪم، ڀاڻي يا رضا انوسار ٿئي ٿو. اهو پرماتما ساريءَ ڪائنات جو ڪرتا، مالڪ ۽ سڀني شاهن جو شاهه ڏسڻ ۾ اچي ٿو. هوُ سرو وياپڪ، سرو شڪتيوان ۽ ڪرڻ ڪرائڻهار پرتيت ٿئي ٿو. اِئين لڳي ٿو ته جو ڪجهه به آهي، اهو ياڻ ئي آهي.

سو در ڪيها سو گهر ڪيها جت بهه سرب سمالي،
واجي ناد انيڪ اسنکا ڪيتي واوڻ هاري.
ڪيتي راگ پري سڻ ڪهيئن ڪيتي گاوڻ هاري،
گاوهه تهنو پئڻ پاڻي بئسنتر گاوي راجا ڌرم دئاري.
گاوهه چت گپت لک جاڻهه لک لک ڌرم ويچاري،
گاوهه ايسر برما ديوي سوهن سدا سواري.
گاوهه اند انداسڻ بئني ديوتئا در نالي،
گاوهه سڌ سماڌي اندر گاون ساڌ وچاري.
گاون جتي ستي سنتوکي گاوهه وير ڪراري،
گاون پنڊت پڙن رکيسر جگ جگ ويدا نالي.
گاوهه موهڻيئا من موهن سرگا مڇ پئئالي،
گاون رتن اُپائي تيري انسٺ تيرٿ نالي.
گاوهه جوڌ مهابل سورا گاوهه کاڻي چاري،
گاوهه کنڊ منڊل ورڀنڊا ڪر ڪر رکي ڌاري.
سيئي تڌنو گاوهه جو تڌ ڀاون رتي تيري ڀگت رسالي،
هرر ڪيتي گاون سي مَئِ چت نه آون نانڪ ڪئا ويچاري.
سوئي سوئي سدا سچ صاحب ساچا ساچي نائي،

هڪ ئي هو سي جاءِ نہ جاسي رچنا جن رچائي.
رنگي رنگي ڀاتي ڪر ڪر جنسي مائيا جن اپائي،
ڪر ڪر ويکي ڪيتا آپڻا جو تس دي وڏيائي.
جو تس ڀاوي سوئي ڪرسي حڪم نہ ڪرڻا جائي،
سو پاتساهہ ساها پت صاحب نانڪ رهڻ رضائي.
(جپجي، ٦)

## سچکنڊ وسي نرنڪار

اهو نرنڪار ڪل مالڪ پرماتما سڀ کان اوچي روحاني منڊل سچکنڊ جو نواسي آهي. انهيءَ سچکنڊ واسي نرنڪار پرماتما جي ديا درشٽي ئي جيون، سندرتا ۽ پرم آنند جو هڪڙو ئي سرچشمو يا ڀنڊار آهي. سڀ کنڊ برهمنڊ، سچکنڊ ۾ سمايل آهن. جيڪي ڪجهہ بہ بڻيو آهي، سو سڀ اُن نرنڪار، بي انت پرماتما ۽ اُنهي حڪم سان ئي بڻيو آهي ۽ جو ڪجهہ ٿي رهيو آهي، سو سڀ ڪجهہ اُنهي حڪم سان ئي ٿي رهيو آهي. اُن ديالو، آنند روپ، بي انت، بيپرواهہ پرماتما جي مهما ۽ اُستتي ڪري سگهڻ ناممڪن آهي.

سچکنڊ وسي نرنڪار ڪر ڪر ويکي ندر نهال،
تٿي کنڊ منڊل ورڀنڊ جيڪو ڪٿي نہ انت نہ انت.
تٿي لوءَ لوءَ آڪار جو جو حڪم تويي تو ڪار،
ويکي وگسي ڪر ويچار نانڪ ڪٿنا ڪرڙا سار.
(جپجي، ٨)

## پورڻ گرو پاڻي پتا

گروُ نانڪ صاحب جپجيءَ جي سماپتي هڪ سلوڪ سان ڪئي آهي، جنهن ۾ پاڻ اهو ويچار پرگهٽ ڪيو اٿن تہ منش سرير هوا، پاڻي ۽ مٽيءَ مان بڻيو آهي. گروُ صاحب

هوا کي گرو ڪونهو آهي، ڇاڪاڻ ته جيئن گروءَ بنا روحاني جيون ناممڪن آهي، تيئن هوا بنا جسماني زندگي به ناممڪن آهي. پاڻيءَ کي پتا جيو وڏو آهي، جو پاڻي ونسپتيءَ جو پالڻ پوشڻ ڪري ٿو ۽ هريو ڀريو رکي ٿو. ساڳيءَ طرح سربسر پاڻيءَ سان ئي پلجندو ۽ تازو توانو رهندو آهي. ڌرتي ماتا آهي، ڇو جو هوءَ سڀني وستن جو آڌار آهي، ماتا وانگر وشال هردي واري آهي ۽ ماتا وانگر ئي پالڻ پوشڻ ڪري ٿي. ڏينهن ۽ رات دائيءَ وانگر اسانکي پيار سان کيڏائين کڏائين ٿا ۽ اسانجي زندگيءَ جو پينگهو لوڏين ٿا.

انڪانپوءِ گروءَ صاحب جن انسان جي ڪرمن جي مهتو تي زور ڏين ٿا ۽ سنسار کي ”ڪرمن سندڙا کيت“ يا ڪرمن جي ڀومي يا اکاڙو ڇئي ظاهر ڪن ٿا ۽ فرمائين ٿا ته سارو سنسار هن زندگيءَ جي اکاڙي ۾، پنهنجي ۾ پيل آهي ۽ ڪرمن جا کيل کيلي ٿو. جيو کي ڪرمن جي قانون انوسار ڌرمراج جي اڳيان پنهنجي ڪرمن جو حساب ڏيڻو پوي ٿو ۽ انجو ڦل ڀوڳڻو پوي ٿو. پر جيڪي جيو پرماتما جو نام ڌيائين ٿا ۽ پنهنجي لنو نام سان جوڙي رکن ٿا، اهي سدائين لاءِ جنم مرڻ جي دکن کان پار ٿي وڃن ٿا. انهنجو پرماتما سان ميلاپ ٿي وڃي ٿو ۽ هو ان اوري آنند جو ئي روپ ٿي وڃن ٿا. اهڙا سچا گرمک يا ڀڳت نه صرف پاڻ ئي مڪت ٿين ٿا، پر سندن سنگت صحبت ۾ اچڻ وارا ٻيا انيڪ جيو به سهجي مڪتي پراپت ڪن ٿا.

پوڻ گرو پاڻي پتا ماتا ڌرت مهت،
دوس راته ده دائي دائتا کيلي سڪل جڳت.

چنگيائيان برائيان واچي ڌرم حدور،
ڪرمي آپو آپڻي ڪي نيڙي ڪي دور.

جني نام ڌيائنا گئي مقت گهال،
نانڪ لي مک اُجلي ڪيتي ڇٽي نال.
(جپجي، ٨)

## آسادي وار

”آسادي وار“ گروُ نانڪ صاحب جي پرالهڪال ڀائڻ واري ٻاڻيءَ جو سنگرهه آهي. ھر جتي عام طور صبح سوير جپجيءَ جو پاٺ ھر ڪو اڪيلو ڪندو آهي، اُتي آسادي وار گڏجي ڳائڻ لاءِ آهي. موُل ”وار“ وير رس جي وار جي نموني تي ۽ راڳ آسا جي سنگيت جي ڌن تي رچي وئي آهي. ان جون ٢۴ پوڙيون آهن، پوڙين سان گڏ سلوڪ به شامل ڪيل آهن. ھنن پوڙيون ۽ سلوڪ ھڪ ٻئي جي پڇيان مضمون ۽ وياکيا جي روپ ۾ ڏنل آهن. پوڙين ۽ سلوڪن جي گڏيل روپ ۾، ”آسادي وار“ پوُريءَ طرح ھڪڙهن ھڪ وشيه جي وياکيا ڪاڻ تي ڪري ۽ لکو پوڙين ۽ سلوڪن جو پاڻ ۾ ڪو انوُمت سنبنڌ ٿي آهي. لڌهن هوندي به ساري رچنا الهيءَ وچار جي ڌاڳي ۾ پوتل ڏسجي ٿي ته جيو پنهنجي هائوڪي ڪرڻ اوستا کان متي اُٿي، اوچي روحاني اوستا ڪيئن ٿو پراپت ڪري سگهي ۽ پرماتما سان ميلاپ لاءِ ڪيئن ٿو تيار ٿي سگهي.

وار جي شروعات ستگروءَ جي مهما ۾ رچيل منگلاچرڻ سان ڪئي وئي آهي. ستگروءَ جي اپار ڪرپا آهي، چاڪاڻ ته اُهو ئي جيو کي نيچ مان اوچ ڪري پرماتما سان ميلاپ ڪرڻ جي لائق بڻائي سگهي ٿو. جيڪو جيو الهيءَ وهم ۾ آهي ته هوُ پاڻ ئي الهيءَ ڪم ۾ سڦل ٿي سگهي ٿو، سو ڪڏهن به منزل تي پهچي نه سگهندو.

اُن پرم پتا پرماتما هن سرشٽيءَ ۽ الهي نيمن جي رچنا ڪئي آهي. هي نيم سچ ۽ نياءَ تي ٻڌل آهن. جيو کي

صرف اُن ڪرتا پرک ۽ سندس نام جي پوڄا، ڀڳتي يا مهما
ڪرڻ گهرجي، ڇاڪاڻ ته صرف اهو پرماتما ئي سڀ جو داتا
آهي ۽ فقط اهو هڪڙو ئي ابناسي، نهچل سچ آهي. اُن
الک، اگم پرماتما جي ٿاهه يا سمجهه پائي سگهڻ ناممڪن
آهي. اسين نه صرف سندس ڪيل ڪمن لئي اچرج ۽ پرسنتا
پرگهٽ ڪري سگهون ٿا، سندس مهما ۽ واکاڻ ڪري
سگهون ٿا.

سرشٽيءَ جي هر ڪا وستو اُن پرماتما جي ڀؤ ۾ رهي
ٿي ۽ اُنجي حڪم، ڀاڻي موجب ڪم ڪري ٿي. اهو
پرماتما ئي صرف نرڀؤ آهي، ڇاڪاڻ ته هُو ئي سڀني بندڻن
کان مڪت ۽ آزاد آهي. هُو ئي صرف اڪال آهي، ڪال
۽ وقت کان پري آهي. وشنوءَ ڀڳوان جا اوتار شري رام ۽
شري ڪرشن به پرماتما جي حڪم موجب پنهنجي پنهنجي
سمي ۾ آيا ۽ پنهنجي ليلا ڏيکاري هليا ويا. پر هُو به ڪرمن
جي بندن ۽ آواگون جي چڪر مان ڇوٽڪارو پائي نه سگهيا.

گرو صاحب اُپديش ڪن ٿا ته پرماتما جي پراپتي تيرٿن
يا سروورن ۾ ٽبڪڻ سان ڪانه ٿيندي. اها پراپتي سچي
ستگروءَ دواران ٿئي ٿي ۽ ستگروءَ جي شرن پرماتما جي
ديا مهر سان ملي ٿي. پورن ستگرو شش کي شبد جي
ڪمائيءَ جو ساڌن سيکاري ٿو، جنهنجي سهائتا سان شش
من ۽ هؤمي کان مٿي اٿي، چوراسيءَ جي چڪر کان مڪتي
پراپت ڪري ٿو.

پرماتما پاڻ ئي، ستيه ۽ اَستيه، سچ ۽ ڪوڙ يا مايا
اُپايا آهن ۽ هُو ئي ديا مهر ڪري ٻنهي جي وچ ۾ پرکه ۽
سڃاڻپ ۾ اسانجي سهائتا ڪري سگهي ٿو. ڪوبه جيو صرف
ڪرم ڪانڊ يا ڌارمڪي ڪريائن جي سهاري ڪوڙ يا مايا
کان مٿي اٿي، سچ ۾ لين ٿي نٿو سگهي. مايا کان مڪتي

صرف پرماتما جي ديا مهر سان ئي پراپت ٿي سگهي ٿي.
ٻاهرمکي ڪرم ڪانڊ ان ۾ ڪا به سهائتا ڪا ڏيئي سگهن.
پورن ستگروءَ جي ديا مهر ۽ سهائتا بنا، پرڀو پراپتيءَ
۾ نه ڪوئي ڪڏهن اڳي سڦل ٿيو آهي ۽ نه ڪڏهن ڪو
هيئنر يا آئينده ۾ سڦل ٿي سگهندو، ڇاڪاڻ ته پرماتما
پاڻ ستگروءَ جي روپ ۾ جيون جي اڌار يا ڪلياڻ لاءِ
سنسار ۾ اچي ٿو. هو ئي پرماتما جو عوضي آهي ۽ صرف
هو ئي اسانکي شبد سان جوڙي سگهي ٿو، جنهن جي
سهاري اسين واپس پرماتما تائين پهچي سگهون ٿا.
هؤميءَ ئي ساريءَ اگيانتا، پاپن ۽ برائيءَ جي جڙ آهي.
هؤميءَ کي وس ڪرڻ ۽ من کي نرمل ڪرڻ لاءِ نيڪ پاڪ
زندگي گذارڻ، ماس، شراب ۽ ٻين وشيه وڪارن کان پرهيز
ڪرڻ ۽ ستگروءَ کان مليل شبد يا نام جي ڪمائي ڪرڻ
لازمي آهي.
ڪيترن به گرنٿن پوٿين پڙهڻ مان اسانکي پرڀو پراپتيءَ
جو ساڌن يا جڳتي نه ملي سگهندي. ڪو به ڌرم گرنٿ
روحاني اُنتيءَ جي سلسلي ۾ ڪڏهن به ستگروءَ جي جاءِ
وٺي نه سگهندو. شبد جي انترمکي ساڌنا ڪرڻ بنا خالي
ڌرم پستڪن جو پاٺ ڪرڻ سان اُلٽو جيو جي هؤميءَ وڌي
ٿي. اهڙي طرح تيرٿ ياترا ڪرڻ سان ۽ ٻين ٻاهرين
نيڪيءَ ۽ اوچتا جو اهنڪار پيدا ٿئي ٿو ۽ جپ تپ، گهرٻار
جي تياڳ ۽ هٺ يوگ جي ساڌنائن مان به ڪو لاڀ ڪونه
ٿو پراپت ٿئي، ڇاڪاڻ ته من تي چڙهيل هؤميءَ جي مليڻتا
صرف شبد يا نام جي ڪمائيءَ سان ئي لهندي آهي.
جڏهن شبد جي اڀياس سان هردو نرمل ٿئي ٿو ته جيو کي
سڀ ۾ هڪ ئي پرماتما جو نور ڏسڻ ۾ اچي ٿو. پوءِ هن
جي هردي ۾ سنسار جي سڀني پراڻين لاءِ پيار ۽ ڪروڻا
ڀرجي وڃن ٿا.

هينئر ڪلجڳ جو زور آهي. هن جڳ ۾ سڀني ماڻهن جي سر تي ڪام، لوڀ، موهه وغيره، وشيه وڪارن روپي ڀوت سوار آهن. اسانجا ودوان سچيءَ وديا کان محروم آهن، يوڌا سچيءَ سورويرتا کان خالي آهي. پر اهو ستپرش پرماتما سڀني جي گهٽ جي ڳالهه ڄاڻي ٿو ۽ آخر هر ڪنهن کي پنهنجي ڪيل ڪرمن جو ڦل ڀوڳڻو ٿي پوي ٿو.

عام طور دک دوا ۽ سک روڳ بڻجي پوندو آهي. دک اسانجي روڳن جو دارون ٿي پوندو آهي، ڇاڪاڻ ته دک ۾ اسانجو ڌيان پرماتما جي طرف ويندو آهي. پر عيش عشرت جي وقت ۾ من پرماتما کي وساري ويهندو آهي. ڪلجڳ ۾ پاپن، دکن ۽ ڪمزورين کان ڇوٽڪارو پائڻ جو صرف هڪڙو ئي اپاءُ آهي ۽ اهو آهي پورن ستگروءَ جي شرن وٺڻ. ستگروءَ جو بخشيل نام سڀني دکن جي دوا آهي.

سرب روڳ ڪا اوکد نام. (سري آد گرنٿ، م ٥-٢٧٤)

باهرئين بيک يا ڏيک ويک تي ڀلجڻ نه گهرجي. سيمل جو وڻ ڏسڻ ۾ سندر، شاندار، ڊگهو ۽ موٽو هوندو آهي، پر نه اُن جا پن ڪنهن به ڪم ۾ ايندا آهن ۽ نه گل ۽ ڦل. سيمل آڪڙ ۾ پنهنجو سر اوچو رکندو آهي، پر اُن جي برعڪس ڦلدار درخت جو رخ هميشه ڌرتيءَ طرف جهڪيل هوندو آهي. سچيءَ روحانيت جو باهرين ڏيکاءُ يا مظاهري سان ڪو به سنبنڌ ڪونهي. متي تي ڪيسر جو تلڪ لڳائڻ ۽ طوطي وانگر گرنٿن شاسترن جا پاٺ جاپ ڪرڻ جو ڪو به لاڀ ڪونهي. هندو جنئي کي پوتر سمجهن ٿا، پر اهو سندن زندگيءَ ۾ ميرو گندو ٿي ٽٽي پوي ٿو يا سندن مرڻ تي باهه ۾ جلي وڃي ٿو. تنهن کان ڇو نه ديا، سنتوش، سچ ۽ سنجم جو جنيو پائجي، جو هن لوڪ ۽ پرلوڪ ٻنهي ۾ سهائڪ ٿئي؟

گروُ صاحب اُپديش ڪن ٿا ته جيڪي منش بي ايماني،
هيرا ڦيري يا ڇل ڪپٽ سان ڌن ڪمائين ٿا ۽ انهيءَ جو
ڪجهه حصو پنهنجي پترن جي نمت دان وغيره ۾ خرچين
ٿا، اُنهن کي ۽ سندن پترن کي چوريءَ جي مال مان دان
ڪرڻ لاءِ جوابدار ٺهرايو ويندو ۽ اهڙي ڌن مان پوڄا ڪرائڻ
۽ دڪشڻا وٺندڙن پنڊتن ۽ پروهتن کي به سزا ڀوڳڻي پوندي.

باهرمکي پوڄا صرف ڏيکاو آهي. سچي پوڄا هردي
جي هوندي آهي. جيسين من، وچن ۽ ڪرم يا ويچار،
واڻيءَ ۽ ڪارج ۾ نرملتا نٿي اچي، تيسين باهرين پوڄا
وئرٿ آهي.

گروُ صاحب اُپديش ڪن ٿا ته استري ذات جي نندا
ڪرڻ يا اُنکي نيچ سمجهڻ نيڪ ناهي. پرشن ۽ استرين
جو جنم هڪ ئي طرح ٿئي ٿو. راجائن مهاراجائن ۽ مهاپرشن
کي جنم ڏيڻ واري ناريءَ جي نندا يا گهٽتائي ڇو ڪرڻ
گهرجي؟ دنيا ۾ ڪو اهڙو جيو آهي جو ماتا جي پيٽ مان
نه جائو هجي؟ پوءِ ناريءَ جي نندا ڪهڙي نه ڇا لاءِ ڪجي؟

سڀ پڇ نه ڪنهنجي به نندا نه ڪرڻ گهرجي. نندڪ
جو ٽير سندس پنهنجي ئي تن من کي گهائل ڪري ٿو ۽
سندس ئي اندر ۾ زهر ڦهلائي ٿو. نندڪ سان سڀ نفرت
ڪن ٿا ۽ کيس دشمن سمجهي ڌڪارين ٿا.

جيڪو اندران جوٺو ۽ گندو آهي، سو ڀلي پنهنجي
چترائيءَ سان مان وڏائي پراپت ڪري وٺي، پر اُهو پاکنڊي
سچي وڏائيءَ جو حقدار ناهي هڪ نيڪ ۽ اُدار دل وارو
ڪنگال اهڙي ڪوڙي پاکنڊيءَ کان لک درجا بهتر آهي
جو باهران اوچ ۽ اندران نيچ آهي.

اسانکي گهرجي نه پورن ستگروءَ جي وڏائي، واکاڻ
ڪريون ۽ جس ڳايون، جو پرم پرش آهي ۽ وڏي کان وڏو
آهي، ڇاڪاڻ ته هوُ ئي اسانکي سچ جي راهه ڏيکاري

ٿو، هو ٿي اسانجي اندر مان برائي ڪڍي ٿو ۽ هو ٿي اسانکي پرماتما سان ملڻ جي يوڳيه بڻائي ٿو.

هيٺ ڏنل چونڊ ٽڪرا آسادي وار جي ڀاونا ۽ سمپورڻ سروپ جي ترجماني ڪن ٿا:

## نانڪ گرو نه چيتني

کيت ۾ ٻوٽن جا پوڌا بلڪل ترن وانگر هوندا آهن، پر انهن ۾ اندر تر ڪونه هوندا آهن يا سڙي ويل هوندا آهن. هاري ترن جي ڪٽائيءَ وقت ٻوٽن کي کيت ۾ ئي ڇڏي ڏيندو آهي. جيڪي مڻش پاڻ کي پڌماڻ سمجهن ٿا ۽ ستگروءَ جي مت تي نٿا هلن، سي به ٻوٽن جي پوڌن سمان آهن. جيتوڻيڪ ٻاهران هو ڀلي ڀاڳي لڳندا هجن، پر حقيقت ۾ انهن کي آشا ترشنا ۽ ڏپ وغيره لڳا پيا هوندا آهن. هو ٻاهران هريا ڀريا، ڦليل ڦوليل ۽ سڌاري آڻي ڪيل نظر ايندا آهن، پر اندران ٻوٽن وانگر سکڻا ۽ سڙيل هوندا آهن.

نانڪ گرو نه چيتني من آپڻي سچيت،
ڇٽي تل ٻوٽاڙ جيم سڃي اندر کيت.
کيتي اندر ڇٽا* ڪهه نانڪ سؤ ناهه،
ڦليئه ڦليئه ٻپڙي ڀي تن وچ سواهه.

(آسا، م ۱ - ۴۶۳)

## لکين نيڪيون ۽ چڱايون

جيو جون لکين نيڪيون ۽ چڱايون ڪيس جنم مرڻ جي چڪر کان ڇڏائي يا مڪت ڪرائي نٿيون سگهن. ايڪ قسمن جا جپ تپ، ايڪ تيرٿن جي ياترا، ايڪ ويرتا جا ڪم ۽ رڻ ڀوميءَ ۾ جان جون قربانيون ۽ انيڪ گرنٿن پوٿين

* ڇڏيل، تياڳيل.

جا پاٺ ۽ واچڪ گيان چوراسيءَ جي چڪر کان ڇڏائي نٿا
سگهن. اُن ڪل مالڪ پرماتما جي نظر ۾ اهي سڀ ڌرم
ڪرم وئرٿ آهن. جڏهن ڪي هُو چاهي ٿو، تڏهن ڪي پنهنجي
ڪرپا درشٽيءَ سان سچي گيان جي ڏات بخشي ٿو. پر
اهو سچو پريو پنهنجي ديا مهر سدائين ستگروءَ جي دوارا
ئي وسائي ٿو. اگياني جيو هن ڳالهه کي نٿا ڄاڻن. هُو ان
ڀرم جو شڪار آهن ته اسين خود ئي سڀ ڪجهه ڪري
سگهون ٿا. اهڙا اهنڪاري جيو ڪڏهن به ڪناري لڳي نه
سگهندا.

وڏوان پنهنجي وديا ۽ واچڪ گيان جي اهنڪار ۽ ڀرم
۾ ڀليل رهي ٿو، پر اهو نٿو ڄاڻي ته گرنٿن ۽ پوٿين جي
پاٺ جو، مالڪ جي درگاهه ۾ ڪوبه ملهه ڪونهي. چاهي
ڪوئي ڀلي پڙهي، پوٿين گرنٿن جون گاڏيون ۽ جهاز
ڀري ڇڏي ۽ مهنن جا مهنا، سالن جا سال بلڪ ساري عمر
۽ سواس سواس يا دم دم سان پڙهندو رهي، ته به انکي
ڪو روحاني لاڀ نه ملي سگهندو. صرف هڪ ئي ڳالهه،
ستگروءَ لاءِ پريم پيار ۽ شبد يا نام جي ڪمائي، اُت سمي
ليکي لڳندي ۽ ساٿ ڏيندي، باقي سڀ ڌارمڪي ڪريا ڪرم
جهڙوڪ پوڄا پاٺ، واچڪ گيان وغيره اجايا ۽ بي فائدي
آهن. اهي من جي مليڻتا ڌوئڻ بجاءِ انکي پاڻ وڌيڪ گندو
ڪن ٿا. تياڳي ۽ ويراڳي بک مري پنهنجي زبان جو سواد
به وڃائي ٿا وهن ۽ دکي ٿين ٿا. تيرٿ ياترا ڪرڻ وارا
پنهنجي پوترتا جو ڍنڍورو پٽين ٿا. دنيادارن ۽ منمکن جي
سنگت ڪري پڇتائڻو پوي ٿو، مون ڌارڻ سان جيون
وئرٿ هليو وڃي ٿو. ڀرم ۾ ڀليل جيو ستگروءَ جي ديا مهر
بنا پنهنجي اگيان روپي ننڊ مان ڪيئن ٿو سجاڳ ٿي
سگهي؟ هٺي لهي، تياڳي ويراڳي، سنسان جهنگلن ۽
شمشان ڀوميءَ ۾ رهڻ وارا، ديهيءَ کي بيڪار دک ڏيڻ وارا

يعني اُگهاڙي پيرن گهمڻ وارا، مٿي تي ڌوڙ لڳائڻ وارا ۽ صحت لاءِ نقصانڪار ڪاڌو ڪائڻ وارا وغيره. مٿس الٽا اگياني آهن، جو ڪين خبر ناهي تہ پرماتما جي سچي نام يا شبد جي ڪمائيءَ بنا، ڪنهن بہ ٻئي هٺ ڪرم وغيره جو ڪو بہ لاڀ ڪونهي. ستگروءَ کان سچ جي گيان ملڻ تي ئي مٿس کي سچي شانتي پراپت ٿئي ٿي.

گروُ صاحب فرمائين ٿا تہ جيو جي وس ۾ ڪجهہ بہ ڪونهي. جڏهن تي اهو ڪل مالڪ پاڻ ديا مهر ڪري ٿو، اُنکي ٿي پريو پراپتيءَ جو سوڀاڳيہ ملي ٿو ۽ اُهو شبد جي ڪمائيءَ سان آشا نراشا کان آجو ٿي، هؤميءَ کي جيتي، سدا لاءِ مڪت ٿي وڃي ٿو.

لک ليکيان چنگائيان لک پدا پرواڻ،
لک لب اُپر ليرٿا سهج جوگ بيباڻ.
لک سورتڻ سنگرام رڻ مهہ ڇٽهہ پراڻ،
لک سرتي لک گيان ڌيان پڙهيهہ پاٺ پراڻ.
جن ڪرتي ڪرتا ڪيا لکيا آوڻ جاڻ،
نانک مٿي مٿيا ڪرم سچا نيساڻ.
سچا صاحب ايڪ تون جن سچو سچ ورتائيا،
جس تون ديهہ تس مليءِ سچ تا تنهي سچ ڪمائيا.
ستگر مليئي سچ پائيا جنهہ ڪي هرديءِ سچ وسائيا،
مورک سچ نہ جاڻنهي منمکي جنم گوائيا.
وچ دنيا ڪاهي آئيا.
پڙ پڙ گڏي لديهہ پڙ پڙ ڀريهہ سائٿ،
پڙ پڙ ٻيڙي پائيئي پڙ پڙ گڏيهہ کاٿ.
پڙيهہ جيتي برس برس پڙيهہ جيتي ماس،
پڙيئي جيتي آرجا پڙيهہ جيتي سانس،
نانک ليکي اِک ڳل هور هؤميءِ جهکڻا جهاکہ.
(آسا، م ١-٣٦٧)

لکه لکه پڙهيا تيتا ڪڙهيا[1]،
بهه تيرٿ ڀويا تيتو[2] لويا؛
بهه ڀيک ڪيتا ديهي دک ديتا،
سهه وي جيتا اپنا ڪيتا.

اَن نه کائيا ساد گوائيا،
بهه دک پائيا دوجا ڀائيا؛
بستر نه پهري اهنس[3] ڪهري،
مون وگوتا ڪيئن جاڳي گر بن سُوتا.

پگ[4] اُپيتاڻا اپنا ڪيتا ڪمائا،
ال مل[5] کائي سر[6] ڇائي پائي؛
مورک انڌي پت گوائي،
وڻ ناوي ڪڇ ٿاء نه پائي.

رهي بيباڻي مڙي مساڻي،
انڌ نه جاڻي ڦر پڇتاڻي؛
ستگر ڀيٽي سو سک پائي،
هر ڪا نام من وسائي.

نانڪ ندر ڪري سو پائي،
آس[7] انديسي تي نهه ڪيول، هؤمي سبد جلائي.
(آسا دي وار، م ١-٤٦٧)

---

١. ڪروڙي سياءُ تي ويو. ٢. ڀليو ورو پٽي لڳو.
٣. ڏينهن رات، بدا وسترن ۾ بستري جي، سرديءَ ۾ لڳو ٿيو. ٤. اُگهاڙي پيرن رهيو.
٥. گندو مندو کاڌو کاڌو. ٦. سر ۾ رک وڌي.
٧. آشا ۽ اندشا کان پري رهي شبد جي ڪماليءَ سان هؤمي جي مليدتا کي جلايو.

## ڪُوڙ سڀ سنسار

سنسار جا سڀ رشتا ناتا ۽ پدارٿ جُوٺا يا ڪُوڙا آهن. راڄا ۽ پرجا ڪُوڙ آهن، محل ماڙيون ۽ انهن ۾ رهندڙ ڪُوڙ آهن، سنسار جو سمورو ڌن پدارٿ ڪُوڙ آهي، سونُ، سونهن، سهڻا وستر ۽ سڀ هار سينگار جُوٺا آهن. سنسار جا سڀ سنبنڌ مايا روپي ڇل آهن. پتي پتنيءَ جو رشتو به سچو ۽ دائمي ناهي، اهو به ڪچو ۽ عارضي آهي. ڪهڙي نه ارمان جي ڳالهه آهي جو ڪوڙا ڪوڙن سان پيار پائي ويٺا آهن ۽ ان سچي ڪل مالڪ، ڪرتار، پرماتما کي ۽ سندس نام کي ڀلائي ويٺا آهن. پرماتما جو سچو نام صرف سچي هردي ۾ ئي پرگهٽ ٿئي ٿو. اهو نام ئي آتمڪ گيان جي سچي جيوتي آهي. هيءُ نام ئي ٻانهن جي گندگيءَ کي ڌوئڻ وارو ۽ سچو مڪتي داتا آهي.

اِهو صحيح آهي ته ڏسڻ ۾ ايندڙ سنسار جُوٺو ۽ چلائمان آهي، فاني آهي، پر اُن نراڪار، ادرشٽ يا ڏسڻ ۾ نه ايندڙ پريوءَ سان ۽ سندس نام سان ڪيئن پيار ڪجي؟ گرو صاحب جواب ڏين ٿا ته اهو پرماتما ۽ سندس نام اوس سچو آهي. پر اهو نراڪار پرماتما اکين سان ڏسڻ ۾ نٿو اچي. تنهنڪري ان گپت پرماتما، نرگڻ پريوءَ جو پرگهٽ ۽ سرگڻ روپ، پورو ستگرو ئي اسان جي پيار جو سچو اڌڪاري آهي. سنسار جا مت مائٽ ته جيتري ئي ساٿ ڇڏيو وڃن، پر سچو ستگرو موت کانپوءِ به نٿو ڇڏي ۽ ساٿ نباهي ٿو. گرو صاحب پرارٿنا ڪن ٿا ته مونکي ستگروءَ جي چرڻ ڌوڙ* ملي وڃي ته ان جو تلڪ پنهنجي مٿي تي

---

* هتي ستگروءَ جي نوري سروپ ڏانهن اشارو آهي. انهيءَ اندروني پرڪاش کي پرمارٿي ٻوليءَ ۾ ستگروءَ جي "چرڻ ڌوڙ" چيو ويندو آهي.

لڳايان. پر اهو سؤ پاڳيه تڏهن نصيب ٿيندو آهي، جڏهن ان ڪل مالڪ ڌر ڪرمن ۾ لکيو هجي، نه ته نه ته بڌيءَ وارو مٺش توري گهٽي ڪيل شيوا جو ڦل ۾ ڪوهي وهي ٿو.

ڪوُڙ راجا ڪوُڙ پرجا ڪوُڙ سڀ سنسار،
ڪوُڙ منڊپ ڪوُڙ ماڙي ڪوُڙ ٻيٺهار.
ڪوُڙ سنٽا ڪوُڙ روپا ڪوُڙ پنٽڻهار،
ڪوُڙ ڪانٽا ڪوُڙ ڪپڙ ڪوُڙ روپ اپار.
ڪوُڙ ميٽا ڪوُڙ بيبي کپ هوئي خار،
ڪوُڙ ڪوُڙي نيهه لڳا وسرٽا ڪرٽار.
ڪس نال ڪيجي دوستي،
سڀ جڳ چلڻهار.
ڪوُڙ منا ڪوُڙ ماکڻ ڪوُڙ ڏوبي پوُر،
نانڪ وکاڻي بينتي تڌ باجهه ڪوُڙو ڪوُڙ.
سچ تا پر جاڻيئي جا رديءِ سچا هوءِ،
ڪوُڙ کي مل اُترئي تن ڪري هچا ڌوءِ.
سچ تا پر جاڻيئي جا سچ ڌري پيار،
ناءُ سڻ من رهسيئي تا پائي موکه دئار.
سچ تا پر جاڻيئي جا جڳت جاڻي جيءُ،
ڌرت ڪانٽا ساڌ کي وچ ديءُ ڪرتا بيءُ.
سچ تا پر جاڻيئي جا سک سچي ليءِ،
دئتا جاڻي جيءُ کي ڪڇ پن دان ڪريءُ.
سچ تا پر جاڻيئي جا آتم تيرٿ ڪري نواس،
سٽگرو نو پڇ کي بهه رهي ڪري نواس.
سچ سيدا هوءِ ڌارُ پاپ ڪڍي ڌوءِ،
نانڪ وکاڻي بينتي جن سچ پلي هوءِ.

دان مهندا تلي خاڪ جي مليہ نہ مستڪ لائيٿيہ،
ڪوڙ لالچ ڇڏيٿيہ هوء اڪ من الکہ ڌائيٿيہ.
ٿل ليولهو پائيٿيہ جيولهي ڪار ڪمائيٿيہ،
جي هوويہ پورب لکتا تا ڌوڙ تنا دي پائيٿيہ،
مت ٿوڙي سيو گوائيٿيہ.
(آسادي وار، م ١ - ٤٦٨)

## دیا مهر ڇا آهي؟

عام ماڻهو ڌن دؤلت، عيش عشرت، سٺي صحت ۽ مان وڏائيءَ جي پراپتيءَ کي ئي پرماتما جي ديا مهر سمجهن ٿا. گروُ نانڪ صاحب فرمائين ٿا تہ سچي ديا مهر آها آهي، جڏهن سان من ان پرماتما جي طرف لڳي، ان جي ياد ۾ جاڳي ۽ جيو جو ان پياري پريتم سان ميلاپ ٿي وڃي. گروُ صاحب الهيءَ درشٽيءَ کان پرماتما جي ياد ڀلائڻ واري سک کي دک ۽ پرماتما جي ياد ڏيارڻ واري دک کي سک کري مڃين ٿا. پريوءَ کان وڇڙڻ ۽ پريوءَ کي وسارڻ ئي سڀني دکن جو مؤل آهي. انهيءَ ڪري ان پريوءَ جي ياد ڏيارڻ وارو دک سڀني دکن جي يا روڳن جي اوشڌي يعني علاج آهي.

گروُ صاحب ان پرماتما کي ”ڪرتا“، ”قدرت ۾ وسيل“ ۽ ”اڪل ڪلا ڀرپور“ چئي، سندس مهما ڪئي آهي. پاڻ فرمائين ٿا تہ اهو الکہ، اگم پرماتما بي انت ۽ اٿاهہ آهي، اهو سچو آهي، سرو وياپڪ آهي ۽ سندس پرڪاش سڀ ۾ سمايل آهي. اهو ڪرتا پنهنجي مرضيءَ جو مالڪ آهي ۽ جيئن کيس وڻي ٿو تيئن ڪري ٿو. اهو ستگرو ڌن آهي، جو من کي وس ڪرڻ ۽ ان بي انت پريوءَ سان ميلاپ ڪرڻ جو سچو گيان ڏئي ٿو.

گروُ صاحب فرمائين ٿا تہ صرف ڪتابي علم يا واچڪ گيان جي آڌار ئي ڪنهن جي مهانتا پرکي نٿي سگهجي.

اصلي مهانتا، مهان ڪرم ڪرڻ ۾ آهي. ٻڙهيل لکيل ٻاٻيءَ
کي ۾ ٻڌهڻجي ڪرمن جي سزا خود ڀوڳڻي پوندي ۽ انهي
عيوض ڪڏهن اڻ ٻڙهيل ساڌوءَ کي قربانيءَ جو ٻڪرو نه
ٺاهيو ويندو. ان مالڪ جي درگاهه ۾ جيون جي ڪمل
ڪرمن لئي ني لبيرو تيندو آهي. مالڪ جي درگاهه ۾
ٻڙهيلن ۽ اڻ ٻڙهيلن جي وديا يا اوديا نه جاچي ويندي
آهي، پر سندن وهنوار ۽ ڪرني جاچي ويندي آهي.
گروءَ صاحب اسانکي سچيت ۽ ساوڌان ڪن ٿا نه جڏهن
هر ڪنهنکي ڪمل ڪرمن جي سزا ڀوڳڻي آهي نه ڀوءِ اهڙا
ڪرم ئي ڇو ڪرڻ گهرجن، جن ڪارڻ درگاهه ۾ بازي
هارڻي پوي؟ پاڻ چتاوڻي ڏين ٿا نه جيڪي جيو من جي
چوڻ لئي لڳي گمراهه ٿين ٿا يا ڪمارگ لئي وڃن ٿا ۽ صحيح
مارگ لئي هلڻ جي ڪوشش نٿا ڪن، اهي آخر ۾ خراب
خوار ٿين ٿا ۽ پڇتائين ٿا.

دکه دارو سکه روگ ڀئيا جا سکه تام نه هوئي،
تو 'ڪرتا' ڪرڻا مئه ناهي جا هئه ڪري نه هوئي.
بلهاري 'قدرت وسئا' تيرا انت نه جائي لکئا،
جات مهه جوت، جوت مهه جاتا 'اڪل ڪلا ڀرپور' رهئا.
تون سچا صاحب صفت سئالئه جن ڪيتي سو پار پئا،
ڪهه نانڪ ڪرڻي ڪيئا باتا جو ڪڇ ڪرڻا سو ڪر رهئا.
ڪبهي ٻڌا جل رهيءَ جل بن ڪدب نه هوءِ،
گئان ڪا ٻڌا مَن رهيءَ گر بن گئان نه هوءِ.
پڙٿا هوويءِ گنهگار تا اومي ساڌ نه مارئيءِ،
جيهها گهالي گهالڻا تيويهو ناءُ پڪارئيءِ.
السي ڪلا نه کيڍئيءِ جت درگهه گئتا هارئيءِ،
پڙٿا الئي اومڪتا وهنچار اگئي وچارئيءِ،
مهه چليءِ سو اگئي مارئيءِ. (آسا، م ۱-۴۶۹)

## سوُلڪ

گروُ صاحب سوُلڪ، چوُٿ چاھ يا ٻوڙ اپوڙ ٿيڻ جي
وھم بابت ٻڌھجي ويچارن سان سڀني کي حيرت ۾ وجھي
ٿا ڇڏين. لوڪ ڪيترين ئي ڳالھين ۾ سوُلڪ ڏسندا آھن
۽ اھو سوچيندا آھن تہ انھن سان لڳڻ يا سپرش ڪرڻ
ڪري ڀرشٽ يا اپوتر ٿي پوندا سين. جيڪڏھن سوُلڪ جو
ويچار صحيح مڃيو وڃي تہ ھر طرف سوُلڪ ئي سوُلڪ نظر
ايندو. ڇيٽي ۽ ڪاٺين جي اندر ڪيڙا آھن، تنھنڪري
انھن کي ھٿ لڳائڻ يا ٻارڻ سان اپوتر ٿي پوندا سين. اَن
جي داڻي داڻي ۾ جيو آھن، پاڻيءَ ۾ جان يا جيون آھي،
جو ساري وسنتيءَ ۽ سڀني وڻن ٽڻن کي ھريو ڀريو رکي
ٿو. اھڙيءَ طرح سوُلڪ مڃڻ سان ڪاٺيون، ڇيڻا، اَن ۽
پاڻي، ڪجھہ بہ رسوئيءَ ۾ نٿو ورتائي سگھجي. اھڙي قسم
جو سوُلڪ ڪنھنکي بہ پار پھچائي نہ سگھندو. گروُ صاحب
فرمائين ٿا تہ صرف شبد يا نام جي ڪمائي يا اَن پرماتما
جو سچو گيان ئي ھر قسم جي سوُلڪ کي صاف ڪري
سگھي ٿو.

ھي سوُلڪ صرف ٻاھرين پدارٿن تائين محدوُد ناھي.
لوڀ مَن کي گندو ڪري ٿو ۽ ڪوُڙ ڳالھائڻ ۽ پرائي نندا
ڪرڻ سان زبان اپوتر ٿئي ٿي. پرائي ڌن ۽ پرائي استريءَ
جي روپ کي بري نظر سان ڏسڻ ڪري اکيون گنديون
ٿين ٿيون ۽ پرائي نندا ۽ چغلي ٻڌڻ سان ڪن گندا ٿين ٿا.
ھن قسم جي مليڻتا جو شڪار ٿيندڙ جيو، ٻاھران ڀلي ھنسن
وانگر ڪيترا بہ سھڻا ڇو نہ نظر اچن، پر اھي اوس نرڪن
۾ ويندا. ھر قسم جي گندگيءَ ۽ اپوترتا جو ڪارڻ ڀرم يا
اگيانتا آھي، جنھنڪري جيو ھڪ پرماتما کي ڇڏي، سنسار
جي ٻين وستن سان پيار ڪري ٿو. ھر طرح جي مليڻتا کان
ڇوٽڪارو چاھيندڙن کي گھرجي تہ پوري ستگروءَ جي

تلاش ڪن، چاڪاڻ ته جيڪي پوري ستگروءَ جي مت لي،
گرمت لي هلن ٿا، تنھا سڀئي سؤلڪ دور ٿي وڃن ٿا.
ستگرو مھان آھي ۽ مھانتا پوگيه آھي. جڏھن به جيو جي
سر تي ھؤ پنھنجو دِيا مھر پرائي ۽ سمرٿ ھٿ رکي ٿو،
اُنجي اندر مان ساري غلاظت ۽ مليڻتا نڪري وڃي ٿي.
ٻيو ته ڇڏيو پر ستگرو ته ڪرپا ڪري اسانجي پرماتما سان
ميلاپ به ڪرائي ٿو ڇڏي ۽ انڪري هميشه لاءِ اسانجي اندر
۾ وسائي ٿو ڇڏي. جڏھن ستگروءَ جي ڪرپا ٻاجھه ٿئي
ٿي ته پنھنجي اندر ئي سڀ کان اوچي سچي دؤلت ملي
وڃي ٿي.

جيڪر سؤلڪ منيئي سڀ ٿيءِ سؤلڪ ھوءِ،
گوھي الي لڪڙي اندر ڪيڙا ھوءِ.
جيتي داڻي اَن ڪي جيئان ٻاجھه نه ڪوءِ،
پھلا پاڻي جيئه ھتہ جت ھرٺا سڀ ڪوءِ.
سؤلڪ ڪتہ ڪر رکيئي سؤلڪ ٻوي رسوءِ،
نانڪ سؤلڪ اپو نه اُتريءِ گتان اُتاري ڌوءِ.
من ڪا سؤلڪ لوڀ ھتہ جھوا سؤلڪ ڪوڙ،
اکي سؤلڪ ويکڻا پرترن پرڌن روپ.
ڪني سؤلڪ ڪن پتہ لائتباري ڪاھه،
نانڪ ھنسا آدمي ٻڌي جمپر جاھه.
سڀو سؤلڪ ڀرم ھتہ دوجيءِ لڳيءِ جاءِ،
جمڻ مرڻا حڪم ھتہ ڀاڻيءِ آويءِ جاءِ.
کاڻا پيڻا پوتر ھتہ دتون رزق سٻاھه،
نانڪ جني گرمک ٻجھيا تنھا سؤلڪ ناھه.

(آسادي وار، م ١-٤٧٢)

ستگر وڏا ڪر سالاھيئي جس وچ وڏيئا وڏيائيا،
سھه ميلي تا نڌري آئيا جا تس ڀاڻا تا من وسائيا.

ڪر حڪم مستڪ هستڪ ڌر وڇهه مار ڪنهنا ٻرنالهنا،
سهه لنيو لو لـڌ پالهنا. (آسادي وار، م ۱ - ۴۷۳)

## نانڪ ڏکيو بوليان

ٻرائي نندا ڪرڻ وارو، ٻين کي ٻرو ڪوٺڻ وارو يا ٻين سان ٺڳي يا ٻي رکي، جو وهنوار ڪرڻ وارو هڪ نه ٻنهنجي لن ۽ من کي گندو ۽ ملين ڪري ٿو ۽ ٻيو نه هو ساري سنسار ۾ بدنام ٿئي ٿو. هو ٻنهي جهانن مان لوڏيو وڃي ٿو. هن لوڪ ۾ هنجي بي عزتي ٿئي ٿي ۽ ٻرمالما جي درڪاهه ۾ هن کي ڏکا ملن ٿا ۽ ٻرويش نٿو ملي. اهڙي مورک کي جتي ڪٿي سزا ملي ٿي.

جيڪو منش اندران پاپي آهي پر ٻاهران نيڪ پاڪ هئڻ جي ڏيکاري ڏئي ٿو ۽ اهنڪار ۾ اڙيو رهي ٿو، ان جي گندگي انهن ليرٿن ني سدان ڪرڻ سان به نه ڌوپندي. ان جي برعڪس جيڪي جيو ٻاهران ڏسڻ ۾ ڪٿي والڪر سخت ۽ کهرا لڳن ٿا پر اندران ريشم والڪر ڪومل ۽ پاڪ دامن آهن، اهي ئي صحيح معنيٰ ۾ ڀلا يا نيڪ منش آهن، انهنجي اندر ٻرمالما جو سچو پيار هولدو آهي ۽ ڪين سدائين ٻرمالما سان ملڻ جي ٽڙپ لڳي رهندي آهي. مالڪ جا اهڙا پيارا، ٻرهمي ڀڳت سدائين ٻرمالما جي ڀڙ پاڻ ۾ رهندي، ٻئي ڪنهن جي به ٻرواهه نه ڪندا آهن ۽ ٻنهنجي حال ۾ ئي مست رهندا آهن. انهنکي ان ٻرمالما ۽ سندس نام ڪانسواءِ ٻي ڪابه اڇا نه هوندي آهي. هو صرف ٻرمالما جي در جا ڀيکاري هوندا آهن ۽ جيڪي ڪجهه ڪين ٻرمالما ٻنهنجي موج سان ڏيندو آهي، ان تي راضي رهندا آهن. اهو ٻرمالما ئي سڀني جو مالڪ آهي. جو ڪجهه به ٿي رهيو آهي، سو سڀ ڪجهه سندس حڪم جي قلم الوسار ئي رهيو آهي. اهو مالڪ هر ڪرم جو

حساب گهري ٿو ۽ برا ڪرم ڪندڙ سندس دربار ۾ ائين پيڙبا آهن، جيئن گهاڻي ۾ تلي ٻج پيڙبا آهن.

سلوڪن ڪانپوءِ آيل پوڙيءَ ۾ گروُ صاحب ان سرو وياپڪ ۽ سرو سمرٿ پرماتما جي مهما ڪندي فرمائين ٿا ته اُن مالڪ پاڻ ئي سنسار جي رچنا ڪئي آهي ۽ پاڻ ئي اُنجو آڌار ٽڪيو بيٺو آهي. هوُ پاڻ ئي سرشٽيءَ جي ليلا رچائڻ وارو آهي ۽ پاڻ ئي اُنجو تماشو ڏسي رهيو آهي. هوُ خود ئي ڪچن ۽ پڪن جي پرک ۽ سنڀال ڪري رهيو آهي. اُنجي حڪم ۾ ئي جيو پنهنجي واري سان سنسار مان ڪوچ ڪري ٿا وڃن. گروُ صاحب فرمائين ٿا ته مالڪ کي ڪڏهن هڪ پل، هڪ گهڙيءَ لاءِ به پنهنجي من مان وسارڻ نه گهرجي جو اسانجي زندگي ۽ پراڻن جو داتا آهي. هن سنسار ۾ اچي، ان مالڪ جي ڀڳتي ڪري پنهنجو ڪارج سنواري، پنهنجو اُڌار ڪري وڃڻ گهرجي.

نانڪ ڦڪي ٻوليئي تن من ڦڪا هوءِ،
ڦڪو ڦڪا سديئي ڦڪي ڦڪي سوءِ.
ڦڪا درگهه سٽيئي مهه ٿڪا ڦڪي پاءِ،
ڦڪا مورک آکيئي پاڻا لهي سزاءِ.
اندرهه جهوٺي پيج باهر دنيا اندر ڦيل،
اٺسٺ تيرٿ جي ناوهه اُترئي ناهي ميل.
جنهه پٽ اندر باهر گدڙ تي ڀلي سنسار،
تنهه نيهه لڳا رب سيتي ديکني ويچار.
رنگ هسهه رنگ رووهه چپ ڀي ڪر جاهه،
پرواهه ناهي ڪسئي ڪيري باجهه سچي ناهه،
در واٽ اُپر خرچ منگا جبئي ديئي ته کاهه.
ديبان ايڪو قلم ايڪا هما تمها ميل،
در لئي ليکا پيڙ ڇٽئي نانڪا جئن تيل.
(آسا دي وار، م ١-٤٧٣)

آپي هي ڪرتا ڪيتو ڪل آپي هي لئي ڌارڻيءِ،
ڏيکھ ڪيتا آپڻا ڏر ڪهي پڪي سارڻيءِ،
جو آئتا سو چلسي سڀڪو ئي آئي وارڻيءِ،
جس ڪي جيئه پراڻ هه ڪئه صاحب منهه وسارڻيءِ،
آپڻ هٿي آپڻا آپي هي ڪاج سوارڻيءِ.
(آسادي وار، م ١- ٤٧٣)

رهراس

رهراس سکن جي سنڌيا، يعني شام جي وقت جي ارداس جو هڪ حصو آهي. ان ۾ گروُ رامداس ۽ گروُ ارجن ديو جن جا شبد به آهن ۽ گروُ نانڪ صاحب جي ٻاڻيءَ جا به شبد آهن. پهرئين شبد ۾ گروُ نانڪ صاحب فرمائين ٿا ته ان پرماتما جي وڏائي نه سڀ ڪن ٿا پر دراصل هنجي سچي وڏائي يا مهانتا نه صرف اهي ئي ڄاڻن ٿا جن شخصي طرح سندس انڀوُ ڪيو آهي ۽ ان ۾ سمائجي سندس روپ ٿي ويا آهن. ٻين سڀني ڪي، جن اهڙو درشن يا ميلاپ نه ڪيو آهي، سندس مهانتا جو اندازو به ڪڏهن نه لڳي سگھندو.

گروُ صاحب فرمائين ٿا ته هي پرڀو، لون اڪٿ، اگم، اٿاهه آهين، گڻن جو اکٽ ڀنڊار آهين. وڏا وڏا گياني ڌياني پورو زور لڳائي به تنهنجي رتي پر وڏائي به ڄاڻي نٿا سگھن. ڪوبہ پنهنجي زور لئي سِڌ پرش نٿو بڻجي سگھي. ٻيو دان ۽ جپ تپ جي وڏائي به تنهنجي ڏاسه آهي. لون گڻن ۽ ڀلاين جو ڀنڊار آهين، پر ڪوبہ پنهنجي ڪوشش، زور يا چترائيءَ سان لوڪان گڻ نٿو پائي سگھي. جنهنکي لون چاهين، تنهنکي ئي سڀن گڻن جي پراپتي ٿئي ٿي ۽ اهوئي پرم ستيه يعني پرماتما کي پائي ٿو.

ٻئي شبد ۾ گروُ صاحب نهايت پڪتي ڀاو سان فرمائين ٿا ته ان پرماتما جي نام کي ياد ڪرڻ ۾ ئي جيون آهي ۽

انکي ڳالهائي چوڻ ۾ مؤنث آهي. دنيا جي سڀني ڀڳتن کي سدائين ان پرماتما ۾ انهي سچي نام جي لڳن لڳي رهي ٿي. اهو پرماتما ۾ انجو نام ئي انهن جي جيون جو مول تت يا اصلي آڌار آهي. پرماتما جي سچي نام جي پربل چاهه يا اڇا ۾ سڀ دک تورت ئي وڃن ٿا. پر انهي سچي نام جي آراڌنا ڏاڍي مشڪل آهي.

اهو نام اکٿ آهي. کهڙن به لفظن ۾ انجي مهما ڪرڻ ناممڪن آهي. انيڪ ڪوشش جي باوجود به لوڪ پرماتما جي نام جا گڻ ڳائي نٿا سگهن. سنسار جا سڀ لوڪ ملي به انجو پورو ملهه ڪٿي نٿا سگهن. لوڪن جي مهما يا نندا ڪرڻ سان ان پرڀوءَ جي يا انجي نام جي مهانتا گهٽ يا وڌ نٿي ٿي سگهي. اهو الکه اگم پرماتما جنم مرڻ ۽ هاڃي لاڀ کان مٿي آهي. اهو داتا پنهنجي اکٽ ڀنڊار مان سدائين ڏات ورهائي رهيو آهي. ان جهڙو نه ڪوئي مهان ٿيو آهي ۽ نه ڪوئي ٿي سگهندو. ان وڏي داتا جي سڀ کان وڏي ڏات سندس سچو نام آهي. ان سمرٿ، ڪرتار جي نام کي ڳائڻ وارا جيو نيچ ۽ اڪما آهن.

## سڻ وڏا آکي سڀ ڪوءِ

سڻ وڏا آکي سڀ ڪوءِ ڪيوڏ وڏا ڏيٺا هوءِ،
قيمت پاءِ نه ڪهڻا جاءِ ڪهڻي والي تيري رهي سماءِ.

وڏي ميري صاحبا گهر گنڀيرا گڻي گهيرا،
ڪوءِ نه جاڻي تيرا ڪيتا ڪيوڏ چيرا.

سڀ سرتي مل سرت ڪمائي،
سڀ قيمت مل قيمت پائي،
گياني ڌياني گر گرهائي،
ڪهڻ نه جائي تيري تل وڏائي.

سڀ ست سڀ تپ سڀ چڱتائيئا،
سدا پرکا کيئا ود ڀائيئا؛
تڌ وڻ سڌي کنهي نه پائيئا،
کرم مليءِ تاهي ناڪ رهائيئا.
آکڻ والا ڪئا ويچارا،
صفتي ڀري تيري ڀنڊارا؛
جس تو ديهه تسيءِ ڪئا چارا،
نانڪ سچ سوارڻهارا.
(آسا، م ١-٩)

## سچو نام

آکا جيوا وسري مر جاءِ آکڻ اؤکا ساچا ناءِ،
ساچي نام کي لاگي ڀوک اُت ڀوکي کاءِ چليئهه دوک،
سو ڪئن وسري ميري ماءِ ساچا صاحب ساچي ناءِ.
ساچي نام کي تل وڏائي آکِ ٿکي قيمت نهي پائي،
جي سڀ مل کي آکڻ پاهه وڏا نه هووي گهاٽ نه جاءِ،
نا اوهه مري نه هووي سوگ ديدا رهي نه چوکي ڀوگ.
گڻ ايهو هور ناهي کوءِ نا کو هوئا نا کو هوءِ،
جيوڊ آپ تيوڊ تيري داتِ جن دن کر کي ڪيتي راتِ،
خصم وساره تي ڪمذات نانڪ ناوي باجهه صفات.
(آسا، م ١-٩)

## آرتي

"آرتي"، سکن جي "سوهلي" وانگر، رات جو سمهڻ کان اڳ ڳائڻ واري ارداس يا وينتي آهي. آسادي وار وانگر عام طور آرتي گروپ ۾ ملي، گڏجي ڳائي ويندي آهي. پر سوهلي سان گڏ ڳائڻ وقت انکي اکيلي سر ڳائيو ويندو آهي. گهڻي وقت کان اهو روايت هلندو ٿو اچي ته

گروُ صاحب جڳن ناٿ پريءَ ۾ چئتنيه مها پرڀوءَ سان ملاقات
جي وقت هيءَ آرتي اُچاري هئي.

گروُ صاحب رواتي آرتيءَ جو مثال وٺي ان ڪل مالڪ
ڪرتا پرک جي پيدا ڪيل قدرت جي سونهن جو ذڪر
ڪن ٿا. ساري قدرت هڪ انوکي آرتيءَ جو نمونو آهي.
هن آرتيءَ ۾ آڪاش ٿالهہ آهي، چنڊ ۽ سورج ديپڪ آهن
۽ تارا موتين سمان آهن. چندن سان ڀريل پربتن مان اٿندڙ
سڳنڌ، ڌوپ جو ڪم ڏيئي رهي آهي. هوا ان مالڪ کي
چنور لوڏي رهي آهي ۽ ساري ونسپتيءَ جا گل ڦل ان
پرماتما تي چاڙهيل گلن ڦلن سمان آهن. هيءَ ڪهڙي نه
انوکي ۽ عجيب آرتي ٿي رهي آهي، جنهن ۾ انهد شبد
جي لاثاني ڀيري وڄي رهي آهي!

گروُ صاحب هن انوپم آرتيءَ جي اشٽ-پرماتما جي مهما
ڪندي فرمائين ٿا ته هوُ رنگ روپ کان مٿي آهي. هوُ
اکين ڪنن، هٿن پيرن کان نيارو آهي، پر هوُ سڀ رنگ
روپ، هٿن پيرن، اکين ڪنن ۾ سمايل به آهي. هن جو
ڪوئي روپ ڪونهي، پر اڻڳڻيا روپ سندس ئي پرڪاش
کي پرگهٽ ڪن ٿا. هر جيو جي گهٽ ۾ سندس جوت
ٻري رهي آهي، روشن آهي، پر ان جوت جا درشن
پوري ستگروءَ جي سکيا جي پيروي ڪرڻ سان ئي ٿين
ٿا. هن عجيب آرتيءَ جي سمجهہ نہ سندس ڀاڳي يا حڪم
سان ئي پوي ٿي.

گروُ صاحب آرتيءَ جي آخر ۾ فرمائين ٿا:

هي پرڀو! مان توهانجي چرن ڪنولن جو ڀنڀرو آهيان.
مان توهانجي نام جي سوانتي بوند جو پياسي پپيهو آهيان.
توهان ديا مهر ڪري مونکي پنهنجي نام جو امرت بخشيو
جيئن مان اهو نام روپي امرت پي انهو ئي روپ ٿي وڃان.

١گگن مَه ٿال رو چند ديپڪ بني،
ٽارڪا منڊل جنڪ موتي ؛
٢ڌوپ ملئاللو پوڻ چؤرو ڪري،
سگل بنراءِ ڦولنت جوتي.

٣ڪئسي آرتي هوءِ ڀوکنڊن تا تيري آرتي،
انهتا سبد وا جنت ڀيري. رهاءُ.

٤سهس تو نئن نن نئن هئه توهه ڪؤ،
سهس مورت ننا ايڪ توهي ؛
٥سهس پد بمل نن ايڪ پد گنڌ بن،
سهس تو گنڌ اِو چلت موهي.

سڀ مهه جوت جوت هئه سوءِ،
تس دئي چانڻ سڀ مهه چانڻ هوءِ ؛

---

١. آڪاش جهڙو ٿالهه آهي، سورج ۽ چنڊ ڏيئا يا ديپڪ آهن ۽ ٽارن جو منڊل موتين سمان آهي.

٢. ملئه پربت تان ايندڙ سڳنڌ ڀري هوا ڌُوپ سمان آهي ۽ ساري ونسپتي پرڪاشمان گلن ڦلن وانگر آهي.

٣. هي ڀَوَ کي کنڊن ڪندڙ، ناس ڪندڙ پڀو، تنهنجي ڪهڙي نه عجيب آرتي ٿي رهي آهي، انهد شبد روپي ڀيروي وڄي رهي آهي.

٤. تنهنجا هزارين نيڻ آهن، تڏهن به تنهنجو ڪو نيڻ ڪونهي. تنهنجا هزارين روپ آهن تڏهن به تنهنجو ڪو روپ ڪونهي.

٥. تنهنجا هزارين نرمل چرڻ آهن، پر تنهنجو ڪو به چرڻ ڪونهي. تون سڳنڌ رهت آهين، پر تنهنجي اندر هزارين سڳنڌيون آهن. هن عجيب ورتاءُ سان تون مونکي موهي رهيو آهين.

گر ساکي جوت پرگٽ ھوءِ،
جو تس ڀاوي سو آرتي ھوءِ.
۱ ھر چرڻ ڪول مڪرند لوڀت منو،
اندنو موھ آ ھي پياسا،
۲ ڪرپا جل ديھ نانڪ سارنگ ڪئو،
ھوءِ جاتي تيري نام واسا.
(ڌناسري، م ۱-۱۳)

سوھلا

"سوھلا"[3] يا ساراھ ڀريو گيت، ڏينھن جي آخري اَرداس آھي، جا رات جو سمهڻ وقت ڳائي ويندي آھي. جيئن جپجي ڏينھن جي پھرين پرارٿنا آھي، تيئن "سوھلا" ڏينھن جي پوئين پرارٿنا آھي.

سوھلي ۾ گروُ نانڪ صاحب جا ٻه شبد شامل آھن. پھرئين ۾ گروُ صاحب اُپديش ڪن ٿا ته جيو کي گھرجي ته جيستائين پرماتما عمر بخشي آھي، ليسين اُن ڪرتا سرجڻھار جو ڀڄن سمرن ڪري پنھنجي زندگيءَ کي مالڪ جي ليکي ۾ لڳائي. اِئين ڪرڻ سان ئي امر آنند جي پراپتي ٿي سگھي ٿي. اھو ڪرتا، ڪل مالڪ جيو جي اندر ئي آھي ۽ اندر کوج ڪرڻ سان ئي اُن سان ميلاپ ٿي سگھي ٿو.

---

۱. مان ھريءَ جي چرن ڪنولن جو ڀنئرو آھيان.
۲. ھي پڀو، نون مون نانڪ روپي پپيھي کي پنھنجي ڪرپا جو جل ڏي، جنھن سان سدا لاءِ منھنجو تنھنجي نام ۾ واسو ٿي وڃي.
۳. سوھلا لفظ "سووڻ ويلا" مان نڪتو آھي جنھنجو مطلب آھي سمهڻ جو وقت.
(ايم-اي مئڪالف، سک رليجن ۳۳۲ : ۱)

اهو ڏيالو پرڀو پنهنجي اُپائل سڀني جيون کي سنڀالي رهيو آهي. ڪو ڪر اُن الک پرڀوءَ جي مهانتا ڄاڻي يا سڃاڻي سگهي ٿو؛ ڪو ڪو سندس بخشيل ڏات جو ملهه ڪٿي سگهي ٿو.

گروُ صاحب فرمائين ٿا ته جيو لاءِ سڀ کان سڀاڳي ۽ خوشيءَ جي گهڙي سندس انت ويلا يا موت جو سمو آهي، جڏهن انکي ڪل مالڪ جي درگاهه مان سڏ اچي ٿو. گروُ صاحب اُن سمي جي شاديءَ جي سمي سان ڀيٽ ڪن ٿا. جهڙي طرح شاديءَ وقت استري پنهنجي پتيءَ سان پرڻائي ويندي آهي، اهڙي طرح جيو جو انت سمو سندس آتما جو پرماتما سان پرڻجڻ جو شڀ سمو آهي. موت جو سڏ هر ڪنهن کي اچي ٿو. گروُ صاحب اسانکي ساوڌان ڪن ٿا ته اسانکي به سگهو ئي سڏ اچڻ وارو آهي، سگهو ئي اسانجي به پڪار ٿيڻ واري آهي.

هِي شبد ۾ اُن سچ جو ورنن ڪيل آهي ته درشن يا فلاسافيءَ جا ڇاهي ڪيترا به روپ ڇو نه هجن، پر سڀني جو مالڪ اهو هڪ ئي پرماتما آهي. هن شبد ۾ ڇهن فلاسافين جو ذڪر آهي، جن مان هر هڪ جي، پرماتما ۽ سنسار جي باري ۾، پنهنجي الڳ الڳ ويچار ڌارا آهي. گروُ صاحب انهن ڇهن ئي متن جي ڇهن رتين يا موسمن سان مشابهت ڪئي آهي ۽ پرماتما جي ڏوهه گيان کي انهن ڇهن ئي جو پيدا ڪرڻ وارو هڪ ئي سورج ڪري ڄاڻيو آهي:

جئه گهر ڪيرت آکيئي ڪرتي ڪا هوءِ بيچارو،
تت گهر گاوهه سوهلا سورهه سرجڻهارو.

تم گاوهه ميري نرڀئه ڪا سوهلا،
هئه واري جت سوهلي سدا سک هوءِ. رهاءِ.

۱ لٽ لٽ جيڏي سماليتن ڏيکنگا ڏيوڻ هار،
۲ ليري داڻي قيمت نا پوي لس داڻي کوڻ سمار.
۳ سڌيت ساهيا انڪنا مل ڪر پاوهه ليل،
۴ ڏنهه سچڻ اسينڙينا جنهن هووي صاحب سڻ ميل.
۵ گهر گهر انهو پاهڇا سدڙي لٽ پون،
۶ سدنهارا سمرٿي ناڪ سي ڌهه آون.
(گوڙي، م ۱-۱۲)

۷ جنهن گهر جنهن گر جنهن اپديس گر گر اڪو وس اليڪ،
۸ بابا جنهن گهر ڪرتي ڪيرت هوء سو گهر راکه وڏائي توء.

---

۱. جتي هر روز جيون جي سنڀال ٿيندي آهي ۽ جتي اهو داتا سڀني کي ڏسي رهيو آهي.

۲. هي داتا تنهنجو شمار نه ٿا ٿيڻو آهي، تنهنجي داتين جي قيمت به ڪٿي اٿي سگهجي.

۳. وهانو جو ڏر درگاهه کان لکيل وقت، لکن، مهورت لکي آيو آهي. سهيتي گڏجي تيل پايو يعني وهانو جي رسم ۾ شامل ٿيو.

۴. هي سڄڻ اهي آسيسون ڏيو ته منهنجو پنهنجي پتيءَ سان ميلو ٿئي.

۵. گهر گهر اهو سڏ سدائين پهچي رهيو آهي.

۶. انهيءَ سڏ واري کي سمرڻ. اهو سڏ ٿيڻ وارو ڏينهن نزديڪ اچي رهيو آهي.

۷. ڇهه فلاسافيون آهن، ڇهه ئي انهن جا باني يا گروُ آهن، پر انهن ڇهن جو ئي گروُ هڪ پرماتما آهي. انجا ويس يا روپ اليڪ آهن، پر هوُ خود هڪ آهي.

۸. تنهنڪري اهو مارگ پڪڙيو، جنهن ۾ اُن ڪرتا پرکه جي وڏائي هجي. ان مان ئي سچي وڏائي ملندي.

١ وسنّي چسنّا گهڙيئا پهرا ٿـتـي واري مـاهہ هـوئـا،
٢ سورج اِڪو رت اليڪ نانڪ ڪرتي ڪي ڪيتي ويس.
(آسا، م ١ - ١٢)

## سڌ گوسٽ

(گروُ نانڪ ۽ جوڳي)

هتي "سڌ گوشت" مان ڪجهہ ويچار ڏنا وڃن ٿا، جن ۾ جوڳي گروُ نـانڪ صاحب جي ويچارڌارا جي بـاري ۾ بنيادي سوال ڪن ٿا ۽ گروُ صاحب اُنهن جا ڏاڍا سڌا ۽ پاڙ پرئل جواب ڏين ٿا.

چرپٽ جوڳي جيون روپي پوساگر مان ترڻ وڃڻ جي جڳتيءَ جي وشيہ ۾ سوال ڪري ٿو. گروُ صاحب سمجهائين ٿـا تہ جيئن ڪنول گل ۽ بدڪ پاڻيءَ ۾ رهندي بہ پسن ڪرن ٿا پا آلا ڪونہ ٿا ٿين، اهڙي طرح سنسار پا مايا ۾ رهندي بہ ان کان نرليپ رهڻ گهرجي ۽ پنهنجي سرت کي اندر شبد سان جوڙي، سنسار ساگر مان پار ترڻ وڃڻ گهرجي.

لوهارپيا جوڳي اڳتي چوي ٿو تہ جوڳيءَ کي گهرجي تہ آباديءَ کان پري، سنسان پا اُجاڙ ۾ لڪي ڇپي رهي، جهنگل جا ڪندمُول کائي گذارو ڪري ۽ من جي شڌيءَ لاءِ تيرٿن تي اشنان ڪري. گروُ صاحب سمجهائين ٿـا تہ سنسار کان پڄڻ جي ضرورت ناهي، پر سنسار ۾ رهي، ساوڌانيءَ سان رهڻ جي ضرورت آهي. سنسار ۾ رهندي، من کي برائي

---

١. ڪن، پل، گهڙي، پهر، ٿت، ڏينهن، مهنو هڪ ئي وقت جا اليڪ روپ آهن.

٢. سورج هڪ آهي، پر رتين پا موسمون اليڪ آهن. اهڙي طرح اُن هڪ ڪرتا جا اليڪ ويس، روپ آهن.

ڏني، پراڻي لسن ۽ آشا ترشنا کان ڇڏائي رکڻ گهرجي ۽ تورو ڪاٽڻ، تورو سمهڻ جي عادت پرائڻ گهرجي.

لوهاريپا دليل ڏني ته سچو يوگي اهو آهي جنهنجي ڪنن ۾ مندرائون هجن ۽ هٿ ۾ ڪشتو[1] يا ڪرمنڊل هجي. هو دعوىٰ ڪري ته مان گورک ناٿ جو پٽ (چيلو) آهيان ۽ اسانجي ساڌنا ڇهن فلاسافين ۽ ٻارهن سمپردائن[2] مان سڀ کان اُتم آهي. گروُ صاحب فرمائين ٿا ته اسين ته صرف سرت کي شبد سان جوڙڻ جي ساڌنا کي ئي سروُاتم سمجهون ٿا. اسان لاءِ الڏر شبد کي ٻڌڻ، ڪنن ۾ مندرائون پائڻ برابر آهي ۽ هرهنڌ هڪ ئي پرماتما جو نور ڏسڻ گودڙي ۽ ڪرمنڊل ڌارڻ ڪرڻ سمان آهي. مڪتي داتا ته اهو پرماتما آهي، جو خود سچو آهي ۽ اُهو نام به سچو آهي.

هڪ ٻيو جوڳي پڇي ٿو ته هي نانڪ، تو گهر ٻار ڇو ڇڏيو، تو اُداسين جو ويس ڇو پاتو آهي، تون ڪهڙيءَ چيز جو واپاري آهين ۽ ششن شيوڪن لاءِ تو وٽ ڪهڙي جڳتي آهي؟ گروُ صاحب جواب ڏين ٿا ته پرماتما جي برهه ۽ ستگروءَ جي تلاش ۾ مون گهر ڇڏيو ۽ اُداسين جو ويس پهريو. مان پرماتما جا نام روپي سچ جو واپار ڪريان ٿو ۽ منهنجي سائين جي اُڌار جو ساڌن گرمت آهي. گروءَ جي ڏسيل راهه يا مت جي پيروي ڪرڻ آهي.

هڪ ٻيو جوڳي پڇي ٿو ته جيون ڪنهن جي سهاري هلي ٿو؟ گروُ ڪير ٿيندو آهي ۽ شش ڪير؟ سنسار کان

---

1. ڪشتو، ڪرمنڊل جوڳين جو ڀِڪ پنڻ جو برتن آهي.
2. انهن ٻارهن سمپردائن جا نالا هي آهن:-
(۱) هيت (۲) پاو (۳) آئي (۴) گميہ (۵) پاگل (٦) گوپال (۷) ڪنڌري (۸) بانان (۹) پرا (۱۰) چوُلي (۱۱) راول ۽ (۱۲) داس.

نرليپ ڪيئن رهبو آهي؟ گروُ صاحب جواب ڏين ٿا ته جيون جو مول پون ۽ هوا آهي ۽ منهنجو اُپديش گرمت جو آهي. ستگروءَ جو سروپ شبد آهي ۽ شيوڪ جي سرت ۽ آتما ئي شش آهي. پرماتما جي ڀڳتي سنسار کان نرليپ رهڻ جو ساڌن آهي. اهو پريو شبد روپ ۾ درشن ڏئي ٿو ۽ آشا ترشنا جي آگ صرف ساڌ سنگت ۾ ئي شانت ٿئي ٿي.

هڪ ٻيو جوڳي اُٿيا سڀئي سوال ڪري ٿو: مرم ۽ ميڻ جي ڏندن سان لوهه ڪيئن چٻاڙي سگهبو؟ اهو ڪهڙو پوڄن آهي جو هؤمي کي کائي ٿو وڃي؟ من کي ڪهڙيءَ غفا ۾ قيد ڪجي؟ من کي ڪهڙيءَ سرو وياپڪ شڪتيءَ سان جوڙيو وڃي ۽ ڪنهنجي سروپ جو ڌيان ڪيو وڃي؟ گروُ صاحب جواب ڏين ٿا: جيڪي ڪجهه ب آهي انهنکي پرماتما جو روپ سمجهڻ هؤمي کي مارڻ جي جڳتي آهي. سنسار صرف منمکن لاءِ لوهه وانگر سخت آهي. شبد جا اڀياسي آسانيءَ سان اهو لوهه چٻائي سگهن ٿا. جيڪو شبد ۾ سري ٿو ۽ لين ٿئي ٿو، اهو سدائين لاءِ مؤت جي ٻنڌن کان مُڪت ٿي وڃي ٿو.

انهيءَ تي جوڳي پڇن ٿا: اهو شبد ڪٿي رهي ٿو؟ گروُ صاحب جواب ڏين ٿا ته ان سرو وياپڪ شبد سان پنهنجي اندر جڙي سگهجي ٿو. شبد ۾ لين ٿيڻ سان نه صرف جيو سچو گياني ۽ سچو جوڳي بڻجي ٿو، بلڪ پرماتما ۾ سمائجي اُن جو روپ ٿي وڃي ٿو. هوا وانگر اهو شبد ڏسڻ ۾ نه ٿو اچي، پر اهو هوا وانگر ئي هر استان تي وياپڪ آهي. شبد جو ڀيد پوري ستگروءَ کان پراپت ٿئي ٿو. شبد جي گيان سان دويت ۽ ڀيائيءَ جو ناس ٿئي ٿو ۽ ٽنهي گڻن ۽ ايڙا، پنگلا ۽ سکمنا جي ٽنهي مارگن کي پار ڪرڻ جي

جڳتي ملي ٿي. هن اوستا کي پار ڪرڻ واري اپاءَ سي جي هر وچن ۾ سهج گيان پرڌان هوندو آهي.

## چرپٽ جوڳي

دنيا ساگر دُستر ڪهيئي ڪيئن ڪري پائيئي پارو،
چرپٽ بوليءِ اؤڌو نانڪ ديهه سچا بيچارو.

ارٿ- سنسار ساگر ترڻ ڪٺن آهي، انکي ڪيئن پار ڪبو؟ گرو نانڪ صاحب جواب ڏين ٿا ته هي جوڳي، تون خود چوين ٿو ته سنسار کان ترڻ نٿو سگهجي، وري اُلٽي ٿي پڇين ٿو ته اُن مان ڪيئن ترڻو. تون پاڻ کي پار پهتل سمجهين ٿو، پوءِ توسان کهڙو وچار يا بحث ڪجي؟

## گرو نانڪ

آپي آکي آپي سمجهي تس ڪيا اُتر دجيءِ،
ساچ کهه تم پر گرامي تجهه ڪيا بئسڻ دجيءِ.
جئسي جل مهه ڪمل نرالم مرغائي نئساڻي،
سرت سبد ڀوساگر ترئيءِ نانڪ نام وکاڻي.
رهه اڪانت اِڪو من وسيا آسا ماهه نراسو،
اگم اگوچر ديکه دکائي نانڪ تا ڪا داسو.
(٥ - ٤)

ارٿ- ڪنول گل ۽ بدڪ والڪر پاڻيءَ ۾ رهندي، پاڻيءَ ۾ ٻڏڻ يا پسڻ بدا رهي بعدي نرليپ رهي، سرت کي شبد سان جوڙڻ سان ڀوساگر کي پار ڪري سگهجي ٿو. هيءُ سهڄي سان رهندي، سڀ کان نرليپ رهڻ ۽ آشا ترشنا جي سنسار ۾ نراس يا آشا رهت رهڻ جو ساڌن آهي. مان اُن مهاتما جو داس آهيان، جو خود ان اگم اگوچر پرڀوءَ جو درشن ڪري چڪو آهي ۽ ٻين کي به اُن پرڀوءَ جو درشن ڪرائڻ لاءِ سمرٿ آهي.

## لوهاريپا جوڳي

هاڻي ٻاني رهه لرالي روکہ برکہ اُدناني،
کندمؤل اها رو کاڻيئي اؤڌو ٻوليو گئاني.
امرت ناڻيئي سکہ ڦل ڀاڻيئي مئل نہ لاڳيو کاڻي،
گورکہ ٻوت لوهاريپا ٻوليو جوڳہ جڳمت ٻڌ ساڻي. (٧)

ارٿ- اصل جوڳي ها گيان تڏهن پراپت ٿي سگهندو، جڏهن ماڻهو شهرن ۽ بزارن کان ٻري رهي، جهنگل جا کندمؤل کاڻي گذارو ڪري ۽ نيرڻن ني اشنان ڪري. اِئين ڪرڻ سان سندس من کي ڪا گندگي نہ لڳندي ۽ سکہ روپي ڦل پراپت ڪري سگهندو. اهو وڇار مان گورکہ جو چيلو (پٽر) لوهاريپا پرگهٽ ڪرهان لو ۽ اهاڻي سڇي جوڳي جي جڳتي آهي.

## گروُ نانڪ

هاڻي ٻاني نيد نہ آوي پر گهر چت نہ ڏولاڻي،
ٻن ناوي من نيک نہ ٽڪئي نانک پوُکہ نہ جاڻي.
هاٿ پٽڻ گهر گرو دکانئا سهجي سچ واپارو،
کنڊت ندرا الپ اهارن نانک لت ٻيوهارو.
درسن پيکہ کرهہ جو گندرا مندرا جهولي کنٿا،
ٻاهر انتر ايک سرٻوهہ کت درسن اک پنٿا.
ان بڌ من سمجهاڻيئي پرکا ٻاهڙ چوٽ نہ کاڻيئي،
نانک ٻوليو گرمکہ ٻوجهي جوگہ جڳمت اِو پاڻيئي.
انتر سبد نرنتر مدرا هؤمي ممتا دور ڪري،
ڪام ڪروڌ اهنڪار نواري گرکي سبد سہ سمجهہ پري.
کنٿا جهولي ڀرپر رهئا نانک ناري ايک هري،
ساچا صاحب ساچي ناڻي پرکي گر کي بات ڪري.
(١٠-٨)

ارت - شهرن ۽ بزارن لياڻ جي ضرورت ناهي. ساڌڪ کي کپي تہ انهن ۾ رهندي، تہ بہ رهندي اگيانتا، پرم ۽ آلس کان ٻچيو رهي، ساوڌان رهي ۽ پرائو گهر ٻعدي پرائو ڌن، پرائو تن ۽ پرائو مال آڏي ڏسي من کي ڏولائمان نہ ڪري. پر چنچل من نام بدا شانت نہ ٿيندو ۽ نہ اڳي ترشنا ٻجهندي. شش کي گهر جي لہ هؤ ستگروءَ دواران ڏيکاريل سرل روپي الله روپي شهر ۾ وڃي، سهج سماڌيءَ ۾ رهي، شبد يا نام روپي سچ جو واپار ڪري، تورو کائي ۽ تورو سمهي. انهن سچ جي ساڌنا مان هنکي پرم تت جو گيان ٿيندو ۽ اهو ئي سچو جوڳ آهي. هي جوڳي، پرماتما جي درشن کي جوڳ جو ويس، مدرا، جهولي ۽ کٿا (گودڙي) سمجهہ. ڇهہ فلاسافيون ضرور جدا جدا آهن پر اصلي پرماتما جي پراپتيءَ جو هڪڙو ئي مارگ هيءُ آهي. جوڳين جي ٻارهن پنٿن جو اُپديش بہ هڪ پرماتما آهي. جڏهن من کي پرماتما جي ايڪتا جي گيان سان جوڙي ڇڏبو تہ پوءِ جنم مرڻ، دک سک، آشا ترشنا جي چوٽ کائڻي نہ پوندي. پر اهيءَ برهم گيان جي سمجهہ بوجهہ ستگروءَ دواران ٿيندي آهي ۽ صرف ستگروءَ دواران ئي سچي جوڳ جي پراپتي ٿي سگهندي آهي.

اسانجو سچو جوڳ هي آهي تہ اندر سرت کي سدا شبد سان جوڙڻ جي مدرا پائجي، هؤميءَ ۽ موهہ ممتا کي دور ڪجي ۽ ڪام، ڪروڌ ۽ اهنڪار کان بہ ڪنارو ڪجي. هيءَ ڪار، ستگروءَ جي بخشيل شبد جي ساڌنا سان ٿيندو. هرهنڌ هڪ پرڀوءَ کي ڏسون، جو سڀني کي تارڻ وارو آهي ۽ هيءُ ئي سچو چولو ۽ گودڙي آهي. جو جوڳي هن ريت ساڌنا ڪري ٿو، اُنکي گروءَ جي شبد جي سچائيءَ جي پرک لڳي ٿي ۽ کيس معلوم ٿئي ٿو تہ اهو پرماتما بہ سچو آهي ۽ انجو نام بہ سچو آهي.

جوڳي

ڪس ڪارڻ گرهه تجئو اُداسي،
ڪس ڪارڻ اهه ڀيکه نواسي.
ڪس وکر ڪي تم وڻجاري،
ڪڻ ڪر ساٿ لنگهاوهه پاري.
( ١٧ )

ارٿ.. توهان ڇو گهر ڇڏي اُداسي بڻيا، توهان ڪهڙيءَ وکرءَ جو وڻج واپار ڪريو ٿا ۽ پنهنجي ساٿين کي ڪيئن پار ڪندا؟

گرو نانڪ

گرمکه کوجت ڀئي اُداسي درشن ڪي تائي ڀيکه نواسي.
ساچ وکر ڪي هم وڻجاري نانڪ گرمکه اُترس پاري.
( ١٨ )

ارٿ- نانڪ ستگروءَ جي تلاش ۾ گهر ڇڏيو ۽ پرڀوءَ جي درشن لاءِ اُداسين وارو ويس ڌاريو. مان سچ جي سوديءَ ڪرڻ لاءِ نڪتو آهيان. مان ۽ منهنجا ساٿي ستگروءَ جي سهائتا سان پار ٿيندا سين.

جوڳي

ڪوڻ مول ڪوڻ مت ويلا تيرا ڪوڻ گرو جس ڪا تو چيلا،
ڪرڻ ڪٿالي رههه نرالي بوليءِ نانڪ سڻهه تم بالي،
ايس ڪٿا ڪا ديهه بيچار ڀوجل سبد لنگهاوڻهار.
( ٣٣ )

ارٿ- جيون جو مول ڇا آهي ۽ ڪهڙي مت يا ڪهڙي ڌيان جو جڳهه آهي؟ تنهنجو گرو ڪير آهي، جنهنجو تون چيلو آهين؟ ڪهڙي ڪٿا يا گيان جي آسري تون پاڻ کي نرليپ رکين ٿو؟ هي بالڪ تون هنن سوالن جا جواب ڏي ۽ تنهنجو اهو ڪٿن ته شبد ڀوساگر مان پار ڪري ٿو، انکي کولي سمجهاءِ.

## گرو نانڪ

ڀون ارٿ سنگر مت وڀلا سبد گرو سرت ڌن چيلا،
اڪٿ ڪٿالي رهي نرالا نانڪ جگ جگ گر گوپالا،
اڪ سبد جت ڪٿا ويچاري گرمک هؤميي اگن نواري.
(۴۴)

ارٿ- جيون جو مول هوا آهي. هي جڳ ستگروءَ جي
اپديش لي هلڻ جو آهي. شبد گرو آهي ۽ سرت چيلو آهي
يعني گروءَ جي هستيءَ جو سار شبد آهي ۽ شش جي هستيءَ
جو سار سرت آهي. گرو شبد روپ آهي ۽ شش سرت روپ.
مان سچ، شبد، نام يا پرماتما روپي اڪٿ ڪٿا ۾ جڙي
سنسار کان اليپ رهان ٿو. گرو گوپال روپ آهي، پرماتما
آهي. هؤ امر ۽ ابناسي آهي. سچو گيان يا سچي ڪٿا جو
گيان شبد دواران پراپت ٿيندو آهي ۽ هؤميي جي آگ
ستگروءَ جي ديا مهر سان ٻجهندي آهي.

## جوڳي

مٽي ڪي دلت ڪئه ڪانيچي سار،
سه ڪوڙ جت گرب جاه آهار.
هوي ڪا گهر مندر اگن پراهن،
ڪون گفا جت رهي اواهن.
اِت اُت ڪس ڪؤ جاڻ سماوي،
ڪون ڌئان من مڌ سماوي.
(۴۵)

ارٿ- ميڻ جي ڏندن سان لوهه ڪيئن ڪائبو؟ اهو
کهڙو پوڄن آهي جو اهنڪار کي ماريندو؟ اساليو گهر
برف جو بڻيل آهي ۽ اسان جا وستر آگ جا آهن، پوءِ
کهڙيءَ غفا ۾ رهجي، جو من اڏول ٿي وڃي؟ اهو ڪير
آهي، جو هِتي هُتي ۽ هرهنڌ وياپڪ آهي، جنهن ۾

سمائجي وچڙ گهرجي؟ اهو ڪير آهي، جنهنجو ڌيان ڪري من پنهنجي من ۾ سمائجي سگهي ٿو يعني واپس پنهنجي نج استان تي پهچي سگهي ٿو؟

### گروُ نانڪ

هٽ هٽ مٺ مٺ وچهه ڪوويءِ دوجا ميٺيءِ ايڪو هـوويءِ،
جگ ڪرڙا مدمڪ گاوار سبد ڪمائيٺيءِ ڪـائيٺيءِ سار،
انتر باهر ايڪو جاڻيءِ نانڪ اگن مريءِ ستگر ڪي پاٽيءِ.
(٣٦)

ارٿ- پنهنجي اندر مان هؤميءِ، آپو يا "مان يا منهنجو" مٽائي، دويت مان ايڪتا ۾ اچي وڃو. مدمڪ مورک آهي، لنهنڪري ان لاءِ سنسار لوهه وانگر سخت آهي. پر شبد جي ڪمائيءَ سان اهو لوهه به کائي هضم ڪري سگهجي ٿو. اندر باهر، هتي هتي هڪ ئي پرماتما آهي. ستگروءَ جي ٻـاڻي سان ئي "مان ۽ منهنجي" يعني هؤميءِ جي اگني بجهندي آهي.

### جوگي

... سبد ڪا کها واس ڪٿيٺلي جت تريٺيءِ ڀوجل سنسارو،
تريءِ ست الگل واتي کهيٺيءِ تس کهه ڪون آڌارو،
ٻـوليءِ کيليءِ استر هـروءِ ڪٺ ڪر الک لکـائي.

ارٿ- ڀوجل کـان پار ڪرڻ وارو شبد ڪٿي رهندو آهي؟ پراڻن جو آڌار پوَن يا هوا آهي. شبد جو آڌار ڪير آهي؟ اهو ڪير آهي جو اسانجي اندر ٻولي ۽ کيلي ٿو ۽ اهو استر ڪيئن لڳي ۽ الک پرڀوءَ جي لک يـا سوجهي ڪيئن پوي؟

### گروُ نانڪ

سڻ سئامي سچ نانڪ پرڻويءِ اپڻي مـن سمجهائي،
گرمڪ سبدي سچ لوَ لاگيءِ ڪر ندري ميل ملائي.

آپي دانا آپي بينا پوري ڀاڳ سمائي،
سڀ سبد ڪؤ نرنتر واس الکن جهه ديکا تهه سوئي.
پؤڻ ڪا واسا سُن نواسا اڪل ڪلا ڌر سوئي.
ندر ڪري سبد گهٽ ڀيتر وسي وچهُ ڀرم گوائي،
تن من نرمل نرمل باڻي نامو من وسائي.
سبد گرو ڀوساگر ترئي اُت اِت ايڪو جاڻئي،
چهن ورن نهي ڇائيا مائيا نانڪ سبد پڇاڻئي.
ترئي ست انگل وائي اؤڌو سن سچ آهارو،
گرمک بولي تت بروليي چينئي الک اپارو.
ترئي گڻ ميٽئي سبد وسائي تا من چُوڪئي اهنڪارو،
انتر باهر ايڪو جاڻئي تا هر نام لگئي پيارو.
سکمنا اڙا پنگلا بوجهئي جا آپي الک لکائي،
نانڪ تهه تي اوپر ساچا ستگر سبد سمائي.
(٦٠ - ٥٨)

ارٿ - هي سوامي! تون پُڇ، مان سچ ٿو ٻڌايان ته مون پنهنجي من کي ڪيئن سمجهايو. مون ستگروءَ دواران بخشيل شبد يا نام سان لنؤ لاتي ۽ انجي ڪرپا سان منهنجو هريءَ سان ميلاپ ٿي ويو. اهڙي طرح مان دانا بينا ٿي ويس ۽ سڀڪجهه ڏسڻ ۽ سمجهڻ جي قابل ٿي ويس. پورن ڀاڳن سان مان پرڀوءَ ۾ سمائجي ويس. اهو شبد سرو وياپڪ آهي. اهو اُن پرماتما جي ڪلا رهت ڪلا جو چمتڪار آهي. جيئن هوا ڏسجي ڪانه ٿي پر هر جڳهه تي اُنجو اثر ٿئي ٿو، ائين اهو شبد ٻه الک آهي، پر هر جڳهه وياپڪ آهي. پرڀوءَ جي ڪرپا درشٽيءَ سان اهو سرو وياپڪ شبد اندر ئي ملي ويندو آهي، جنهن سان سڀ ڀرم ناس ٿي ويندا آهن. اُن شبد يا نام روپي باڻيءَ جي من ۾ وسڻ سان تن من ٻئي نرمل ٿي پون ٿا. اهڙي طرح شبد گروءَ جي سهاري ڀوساگر تري وڃجي ٿو ۽ مرت لوڪ ۽ ديو لوڪ ٻنهي ۾

هڪ ئي پرڀو ڏسڻ ۾ اچي ٿو. اهو پرڀو جنهنجو نه رنگ روپ، نه ذات پات ۽ نه آڪار آهي، سو شبد دواران سڃاتو ويندو آهي.

هوا ۽ پراڻن جو آڌار اهو پرماتما آهي. گرمکه اُن سچ پاتت جو اصلي گيان ڏيندو آهي، جنهنکي هن پنهنجي اندران ولوڙي ڪڍيو آهي ۽ جنهن سان اُن اندر الکه، اپار پرڀوءَ کي سڃاتو آهي. جيڪو جيو پنهنجا ٽيئي گڻ ميٽي اندر شبد کي وسائي ٿو، اُنجي ئي من مان اهنڪار ناس ٿئي ٿو. پوءِ هن کي اندر ۽ ٻاهر هڪ ئي پرڀو نظر اچي ٿو ۽ هنجو پرڀوءَ جي نام سان سچو پيار ٿي وڃي ٿو ۽ هوُ اُن الکه پرڀوءَ کي لکي ٿو وٺي. هوُ اڙا، پنگلا ۽ سکمنا ٽنهي جو ڀيدي پا چاڻُو ٿي پوي ٿو. پرڀو انهن ٽنهي کان پري آهي ۽ ايياسي جيو پوري ستگروءَ جي شبد دواران ئي ان ۾ سمائجي سگهن ٿا.

جوڳي ڪجهه ٻيا سوال به گروُ صاحب کان پڇن ٿا:

من ۽ پراڻن جو نواس ڪٿي آهي ۽ چنچل من کي استر ڪرڻ وارو شبد ڪٿي ٿو وسي. گروُ صاحب جواب ڏين ٿا ته پرماتما جي ديا درشٽيءَ سان ستگرو ملي ٿو. ستگروءَ جي ڪرپا سان هؤميءِ وس ۾ اچي ٿي، من پنهنجي اُنج گهر پهچي استر ٿئي ٿو.

جوڳي پڇن ٿا: پنهنجي پاڻ جي ۽ پرماتما جي پڇاڻ ڪيئن ٿئي، چنڊ جي گهر سورج جو پرويش ڪيئن ٿئي مطلب ته ٿڌي ۽ اڌيري من ۾ گيان جو تيج ۽ پرڪاش ڪيئن اچي؟ گروُ صاحب فرمائين ٿا: ستگروءَ جي ديا مهر سان هؤميءِ جو ناس ٿئي ٿو، سهج اوستا پراپت ٿئي ٿي، من نهچل ٿئي ٿو ۽ من ۽ آتما شبد روپي سورج جي تيج ۽ پرڪاش سان ڀرجي وڃن ٿا.

پراڻن جو واسو ناڀيءَ ۾ آهي، شبد جو واسو ٻنهي نيڻ گهر ۾ آهي، جو جنهن جي اندر ئي آهي. شبد جي شڪتيءَ جي جاڳرت ٿيڻ سان ننڍي لوڪن جي سوجهي يا گيان پراپت ٿئي ٿو. جڏهن پريوءَ روپي پرنتر لاءِ برهم ۽ لانگهه لڙڪ هردي ۾ زور پڪڙي ٿي ته ان مان دليري دک ۽ ترشنائون متي وڃن ٿا ۽ پرماتما جو پيار ڀرپور ٿي وڃي ٿو. ڪن ورلي خوشقسمت جيون کي انهد شبد جو سچو گيان معلوم آهي ۽ اها پراپتي يا ڄاڻ ستگروءَ جي ديا مهر سان ئي ٿئي ٿي.

جوڳي وڏيڪ سوال پڇن ٿا: جي هردو ۽ سرير نه هجي ها ته پڻ ڪٿي هجي ها، جي انساني ديهه نه هجي ها ته شبد ڪٿي نواس ڪري ها ۽ جي استول سرير نه هجي ها ته برهم جو گيان ڪيئن پراپت ٿئي ها ۽ نراڪار، اروپ ۽ الک پريوءَ کي ڪيئن لکي يا ڄاڻي سگهجي ها؟ گرو صاحب جواب ڏين ٿا ته پرماتما جي نام ۾ لين ٿيڻ سان من دنيا کان نرليپ ٿي وڃي ٿو ۽ هر جڳهه هڪ ئي پرماتما جو نور نظر اچي ٿو. جي سرير ۽ هردو نه هجن ها ته من نرليپ ٿي سن ۾ سمائجي وڃي ها. نابي ڪمل نه هجي ها ته پران پرماتما ۾ لدو لين ٿي پنهنجي گهر ۾ سمائجي وڃن ها. جي ڪو روپ يا آڪار نه هجي ها ته شبد نراڪار ۾ لين ٿي وڃي ها. جي ڌرتي ۽ آڪاش به نه هجن ها ته به اهو پرماتما ترلوڪيءَ جو نور ٿيو رهي ها ۽ سڀ رنگ روپ، آڪار، ويس شبد ۾ لين ٿي وڃن ها. صرف اهو پرماتما ئي پورن ۽ اکٽ آهي.

جوڳي اڃا به وڏيڪ پڇن ٿا: سرشٽي ڪيئن هستيءَ ۾ آئي ۽ دکن جي پڄاڻي ڪيئن ٿي سگهندي؟ گرو صاحب فرمائين ٿا: جيئن جي سرشٽيءَ جو الک ٿيو رهڻ جو ڪارڻ

هؤميءِ آهي. شبد جو وسرڻ دکن جو مؤل ڪارڻ آهي. ڪرمڪ ستگروءَ جي مت تي هلي شبد جي ابياس سان هؤميءِ کي ناس ڪري ٿو. شبد جي ابياس سان تن من نرمل ٿئي ٿو ۽ جيو پرماتما سان ملڻ جي لائق بڻجي ٿو. شبد ئي جيو کي سنسار کان موڙي پربوءَ سان جوڙي سگهي ٿو ۽ شبد ئي سرت کي پربوءَ سان جوڙڻ وارو سچو جوڳ آهي. پر شبد ابياسي جيو ڪي ورلي ٿين ٿا. هن ابياس لاءِ ستگروءَ جي مدد ۽ سهاري جي ازحد ضرورت آهي، ڇاڪاڻ تہ صرف ستگرو ئي شبد کي پرگهٽ ڪري سگهي ٿو. ستگروءَ جي ديا مهر سان من پرماتما جي رنگ ۾ رڱجي وڃي ٿو ۽ واپس پنهنجي استان تي پهچي وڃي ٿو. سچي جوڳ جو ساڌن ستگروءَ کان ئي پراپت ٿئي ٿو.

منمک ڪڏهن بہ چؤراسيءَ جي چڪر مان ڇوٽڪارو پائي نٿو سگهي. هن جو ڪڏهن بہ پرماتما سان ميلاپ نٿو ٿي سگهي. لڳرو سدائين هؤميءِ جو شڪار رهي ٿو، جيون جي بازي هارائي ٿو ۽ هميشھ دک سهي ٿو. انجي ابتڙ، گرمک هؤميءِ کي ماري من کي جيتي وٺي ٿو، هنجي اندر پرماتما ساڪيالڪار ٿئي ٿو ۽ هؤ ساري سرشٽيءَ جو مالڪ بڻجي وڃي ٿو. ڪال يا جمدوت هنکي دبڪاري نٿا سگهن ۽ هؤ پوري مان سنمان سان مالڪ جي درگاھ ۾ پهچي ٿو. گرؤ صاحب ستگروءَ جي مهما ڪن ٿا ۽ انجو جس ڳائين ٿا، ڇاڪاڻ تہ ستگروءَ بنا نہ ڪنهنکي شبد يا نام جو ڀيد ملي ٿو ۽ نہ دکن کان ڇوٽڪارو ٿئي ٿو ۽ نہ ڪو پرماتما سان هنجو ميلاپ ٿئي ٿو.

## جوڳي

اهہ من مئگل ڪها بسيئلي ڪها بسي اهہ پوتا،<br>
ڪهاڻ بسي سہ سبد اؤڌو تاڪو چوڪيءِ من ڪا ڀوتا.

ارٿ- من روڳي هاٿي، ٻران روڳي ٻون ۽ شبد جو نواس ڪٿي آهي؟

## گروُ نانڪ

ندر ڪري تا ستگر ميلي تهه نج گهر واسا اِهہ من پائي،
آپہِ آپ کاء تا نرمل هووي ڌاوت ورج رهائي.

ارٿ- پرماتما جي ديا درشٽيءَ سان ستگرو ملي ٿو ۽ ستگروءَ جي ميلاپ سان هؤميءِ يا آپي کي ليائي من نرمل ۽ نهچل ٿي، پنهنجي نج گهر نواس ڪري ٿو.

## جوگي

ڪتہ مول پڇاڻيءِ آتم جاڻيءِ ڪتہ سس گهر سور سماويءِ.

ارٿ- پنهنجي مؤل يا پرماتما کي ۽ پنهنجي پاڻ يا آتما کي ڪيئن سڃاڻجي ۽ چند جي گهر* سورج ڪيئن سمائجي يعني ڏڏي ۽ الذپري من ۾ شبد روپي سورج جو تيج ۽ پرڪاش ڪيئن اچي؟

## گروُ نانڪ

گرمکہ هؤميءِ وچهہ کوويءِ تہ نانڪ سهج سماويءِ.
اِهہ من نهچل هردي وسيئلي گرمکہ مول پڇاڻ رهيءِ،
ناڀ پون گهر آسڻ بئسيءِ گرمکہ کوجت لت لهيءِ.
سہ سبد نرنتر نج گهر آڇيءِ ترڀوڻ جوت سہ سبد لهيءِ،
کاويءِ دؤکہ ڀؤکہ ساچيءِ ڪي ساچي هي ترپتاس رهيءِ.

---

* چند خود ٿڌو ۽ پرڪاش رهت آهي، الکي سورج کان ئي تيج ۽ پرڪاش حاصل ٿئي ٿو. اهڙي طرح حقيقت ۾ من به ٿڌو ۽ اڌڪارمہ آهي پر جڏهن شبد جي نور سان ڀرپور ٿئي ٿو ته ان ۾ تيج ۽ پرڪاش پئي اچي ٿا وڃن.

انهد ٻاڻي گرمک جاڻي ٻولو ڪو ارٿاوي،
نانڪ آکي سچ سياڪي سچ رپي رنگ ڪبهو نه جاوي.
(٦٤ - ٦٥)

ارٿ - جڏهن ستگروءَ دواران هؤمي جو ناس ٿئي ٿو ته سهج جي پراپتي ٿئي ٿي. اهڙيءَ طرح من نهچل ٿئي ٿو ۽ ڪيس مول يعني پرماتما جي ڄاڻ ٿئي ٿي. جڏهن پراڻ پنهنجي گهر نابيءَ ۾ سمائجي وڃن ٿا يعني ايڪاگر ٿين ٿا ته ستگروءَ جي ديا مهر سان سنيه جو گيان ٿئي ٿو، اندر ئي سرو ويا پڪ شبد جو انڀؤ ٿئي ٿو ۽ ٽنهي لوڪن جي جوت يعني شبد يا پرماتما جا درشن ٿيڻ شروع ٿين ٿا. سچي پرڀوءَ جي ٻڪ سچي دکن کي ڪاٽي ٿي وجي ۽ سچي پرڀوءَ جي پريم سان من ترپت ٿئي ٿو. انهد شبد جو گيان ستگروءَ کان ملي ٿو، پر اهو ڀيد ڪن ورلي جيون کي پراپت ٿئي ٿو. نانڪ سچ ٿو چوي ته نام جو چڙهيل رنگ ڪڏهن به نه لهندو ۽ نه ڪڏهن جهڪو ٿيندو.

## جوڳي

جا اهو هردا ديهه نه هوني تم من ڪٿيءَ رهتا،
نابي ڪمل استنڀ نه هولو تا پون ڪؤن گهر سهتا.
روپ نه هولو ريکه نه ڪائي تا سبد ڪها لو لائي،
رڪت بند کي مڙي نه هولي مت قيمت نهي پائي،
ورن ڀيک اسروپ نه جاپي ڪم ڪر جا پس ساچا.

ارٿ - جي هردو ۽ ديهه نه هجي ها ته من ڪٿي رهي ها؟ نابي ڪمل جو سهارو نه هجي ها ته سواس يا پراڻ ڪٿي رهن ها؟ ڪوئي روپ رنگ نه هجي ها ته شبد جو نواس ڪٿي هجي ها؟ خون جي بوند يعني ماتا جي رج ۽ پتا جي ويرج مان ٺهيل ديهه نه هجي ها ته پرماتما جي اهميت ۽ مهانتا جو پتو ڪيئن پوي ها؟ جي ان پرماتما

جو رنگ روپ، ويس نظر نہ اچي ها تہ انجو اهڃاڻ، انجي
جاڻ ڪيئن ٿي سگهي ها؟

## گروُ نانڪ

نانڪ نام رتي بئراڳي اب تب ساچو ساچا۔
هردا ديھ نہ هوتي اؤڌو تئہ من سن رهيو بئراڳي،
ناپ ڪمل استنب نہ هوتو تا نج گهر بسته پون انراڳي.
روپ نہ ريکيا جات نہ هوتي تئہ اڪليڻ رهتہ سبد سُ سار،
گؤن ڳگن جب تبهہ نہ هوتہ ترڀون جوت آپي اونڪار.
ورن ڀيک اسروپ سُ ايڪو ايڪو سبد وڏاڻي،
ساچ بنا سُوچا ڪو نانهي نانڪ اڪٿ ڪهاڻي.

ارٿ- جيڪي نام جي رنگ ۾ رنگجي ويا، سي سچا وئراڳي بڻجي ويا. اُنهنڪي هاڻي ۽ پوءِ يعني سدائين هرهند سچو پرماتما ويا ڪ ڏسڻ ۾ اچي ٿو. هي جوڳي، جي سرير ۽ هردو نہ هجي ها تہ من سن ۾ سمائجي وڃي ها. جي ناڀي ڪمل جو آسرو نہ هجي ها تہ پراڻ ڪيئنجي پنهنجي نج گهر ۾ وڃي واسو ڪن ها. جڏهن رنگ، روپ، ريکا، ذات آدي نہ هئا تہ شبد ان هريءَ ۾ ٿي اڪيل هو؛ شبد ٿي ان هريءَ جو سار هو، جنهنجي ڪا ذات يا ڪل خاندان ڪونهي. جڏهن ڌرتي ۽ آڪاش نہ هئا، تڏهن ٽنهي لوڪن جي جوت اهو نراڪار پرڀو پاڻ هو. انهيءَ حالت ۾ جڏهن ڪو رنگ، روپ، ريکا آدي نہ هئا تہ اهو حيرت پرڀو شبد ٿي ڀرپور هو. ان سچ، پرماتما يا شبد ڪانسواءِ ڪوبہ نرمل يا پوتر نٿو ٿي سگهي؛ پرماتما يا شبد اها اڪٿ ڪٿا آهي، جنهنجو ڪوبہ بيان ٿي نٿو سگهي.

## جوڳي

ڪٿ ڪٿ بڌ جگ اپجيو پرڪا، ڪٿ ڪٿ دک ٻڌس جاڻي.

اَرٿ – سنسار ۾ جنم ڪيئن ٿو ٿئي، سرشٽي ڪيئن ٿي پيدا ٿئي ۽ ڪهڙا دک سنسار ۾ جيو جي لباهيءَ جو ڪارڻ ٿين ٿا؟

## گرو نانڪ

هؤميءِ وچ جڳ اُپجي پُرکا    نام وسرئي دک پائي،
گرمک هووي سو گيان تت بيچاري    هؤميءِ سبد جلائي،
تن من نرمل نرمل باڻي    ساچي رهي سمائي.
نامي نام رهي بيراڳي    ساچ رکيا اُر ڌاري،
نانڪ بن ناوي جوڳ ڪدي نه هووي    ديکهه رديءِ بيچاري.
گرمک ساچ سبد بيچاري ڪوءِ    گرمک سچ باڻي پرگٽ هوءِ،
گرمک من ڀڄئي ورلا ٻوجهي ڪوئي    گرمک نج گهر واسا هوءِ،
گرمک جوڳي جڳت پڇاڻي    گرمک نانڪ ايڪو جاڻي.
بن ستگر سيوي جوڳ نه هوئي    بن ستگر ڀيٽي مڪت نه ڪوئي،
بن ستگر ڀيٽي نام پائيا نه جاءِ    بن ستگر ڀيٽي مها دک پاءِ،
بن ستگر ڀيٽي مها گرب گبار    نانڪ بن گر مئا جنم هار.
گرمک من جيتا هؤمي مار    گرمک ساچ رکيا اُر ڌار،
گرمک جڳ جيتا جمڪال مار بدار    گرمک درگهه نه آوي هار،
گرمک ميل ملائي سو جاڻي    نانڪ گرمک سبد پڇاڻي.
سبدي ڪا نبيرا سڻ تو اؤڌو    بن ناوي جوڳ نه هوئي،
نامي راتي اندن ماتي    ناميءَ تي سک هوئي.
ناميءِ هي تي سڀ پرگٽ هووي    ناميءِ سوجهي پائي،
بن ناوي ڀيک ڪرهه بهتيري    سچي آپ ڪنائي.
ستگر تي نام پائيي اؤڌو    جوڳ جڳت تا هوئي،
ڪر بيچار من ديکهه نانڪ    بن ناوي مڪت نه هوئي.
(٦٦ - ٧٢)
(رامڪلي، م ١ - ٩٣٨ - ٩٤٦)

ارٿ - جيو هؤميِ جو ساٿ ڪري سنسار ۾ جنم وٺي ٿو ۽ نام کي وساري ڏک پائي ٿو. جيڪو گروءَ جي مت تي هلي پرم تت جو گيان پائي ٿو، سو شبد ذريعي پنهنجي هؤميِ ناس ڪري ٿو. شبد روپي نرمل باڻيءَ سان جڙڻ، جنهن تي من نرمل ٿئي ٿو ۽ هوُ هميشه لاءِ سچي پرماتما ۾ سمائجي وڃي ٿو. هوُ شبد يا نام ذريعي نام ۾ سمائجي، سنسار کان نرليپ، نرموهي ٿي وڃي ٿو ۽ ان سچي پرماتما کي پنهنجي اندر ۾ ڌارڻ ڪري ٿو. الهيءَ ڳالهه تي پوري طرح ويچار ڪري ڏسو ته نام بنا ڪنهن به سچو جوڳ (پرماتما سان ميلاپ ۽ سنسار کان اُداسي) پراپت نٿو ٿي سگهي.

ڪوئي ورلو جيو ستگروءَ جي سکيا مطابق شبد جي ڪمائي ڪري ٿو. ستگروءَ دواران ئي سچي باڻيءَ جو روپ - شبد پرگهٽ ٿئي ٿو. اهڙا ورلا جيو آهن، جنهن من ستگروءَ ذريعي پرماتما جي پيار ۾ رڱجي ويندو آهي، جنهن ستگروءَ جي ديا مهر سان نج گهر ۾ نواس ملندو آهي. ستگروءَ دواران ئي ڪنهن جوڳيءَ کي سچي جوڳ جي پراپتي ٿيندي آهي ۽ ستگروءَ دواران ئي الکي اَن پرماتما جو گيان ملندو آهي، جو هڪ ئي آهي، سرو ويا پڪ آهي ۽ سڀني جو موُل يا پيدار آهي.

ستگروءَ جي سيوا بنا جوڳ پراپت نٿو ٿئي، گروءَ جي ملڻ بنا مڪتي نٿي ٿئي، نام نٿو ملي ۽ نام ملڻ بنا پيانڪ ڏک سهڻا پون ٿا.

ستگروءَ بنا اهنڪار جو اونڌهرو ڇانيو رهي ٿو، ستگروءَ بنا جيون جي بازيءَ ۾ هار نصيب ٿئي ٿي ۽ جيو اهنڪار ۾ ئي هٿان ڇالاڪو ڪري ٿو.

انجي برعڪس، گروءَ جي مت تي هلڻ وارو جيو هؤميِ کي ماري، من کي وس ڪري ٿو. هوُ پنهنجي اندر ان.

سڀئي پريوءَ کي وسائي ٿو. هوُ جمڪال کي ماري ڀڄائي ٿو ۽ جڳهہ ڪسي جمتي وٺي ٿو. گروُءَ جي مت لـي هلڻ وارو سدائين مالڪ جي درگاهہ ۾ مان پائي ٿو. جدهنکي سءگرو شبد روپ پرماتما سان جوڙي ٿو، فقط اهوئي پرماتما کي ڄاڻي سگهي ٿـو. شبد جي ڄاڻ نہ صرف دِيالـوُ ستگروءَ جي ٻاجهہ سان ئي ٿيندي آهي.

هي جوڳي، تون شبد بابت آخري فيصلو ٻڌ تہ شبد يا نام کانسواءِ سچو جوڳ پراپت ڪرڻ ناممڪن آهي. جيڪي نام جي رنگ ۾ رتل هوندا آهن، انهن کي ڏينهن رات نام جي خماري چڙهيل رهندي آهي ۽ کين نام مان پرم آنند حاصل ٿيندو آهي ۽ نام مان ئي کين اهو گيان ٿيندو آهي تہ جو ڪجهہ بہ آهي، اهو سڀ نام مان ئي پيدا ٿيو آهي. جيڪي لوڪ نـام کي ڇڏي، ڀيکن ۾ پيا آهن، انهن لاءِ انين سمجهڻ گهرجي تہ اهي ان پرماتما جي پاڻي پـا حڪم اوسار ئي پريشان ٿي رهيا آهن. ۾ سڀئي ستگروءَ کـان نـام جي ڀيد ملڻ ئي سچو جوڳ پراپت ٿئي ٿو. هي جوڳي، توهين چڱيءَ طرح ويچار ڪري ڏسو تہ نام کانسواءِ مڪتي ٿئي ملي سگهي.

## چار پهر يا چار اوستائون

پـارت ۾ منش جي زندگيءَ کي چئن حصن ۾ ورهائڻ جي پرمپرا هلندي اچي ٿي. اهي چار حصا آهن: بال اوستا، جواني، پڙور اوستا ۽ برڌ اوستا. گروُ صاحب جن هـن زندگيءَ جي چئن اوستائن جي، رات جي چئن پهرن سان پيٽ ڪئي آهي ۽ هر پهر جـي بيان ۾ گهرا روحاني راز پري ڇڏيا آهن.

منش جو جيون رات سمان آهي. منش کي گهرجي تہ پراتهڪال ۾ جاڳڻ جـو جتن ڪري، جمئن سدس سڀـي

دکن جو حالو ٿي وڃي. پر انهيءَ منزل تي پهچڻ لاءِ ڏاڍي
ڪوشش ڪرڻ جي ضرورت آهي. گروُ صاحب بلڪل
زوردار لفظن ۾ منش جي دکي حالت جو بيان ڪن ٿا.
اِن اگيانيءَ جو پالڻ ۽ کيلڻ کڏڻ ۾ گذري وڃي ٿو،
جواني وشيه وڪارن ۽ عيش عشرت ۾ لنگهي ٿي وڃي،
پوڙهو اوستا سنسار جي ڌن دولت گڏ ڪرڻ ۾ ونڃي
ٿي وڃي ۽ ٻڍاپو روڳن بيمارين ۾ پورو ٿي وڃي ٿو. اهڙي
طرح منش جنم جو امولڪ موقعو فضول ڌنڌن ۾ برباد ٿي
وڃي ٿو. ماتا جي پيٽ مان نه جيو پڪو پرڻ، نسچو ڪري
نڪتو هو نه پرڀوجي ڀڳتي ونرت ڪمن ۾ نه وڃائيندو
۽ پل پل پرماتما جي ڀڳتيءَ ۽ ياد ۾ رهندو، پر هتي اچي
سڀ ڪيل واعدا وساري ويٺو.

هن پهرين جُز مکيه مضمون هي آهي ته جيو فضول
ڪمن ۾ ڦاسي، سنسار ۾ اچڻ جي مکيه مقصد کي ڀلائي
ويهي ٿو. هن جيون جو اصلي مقصد پرماتما جي ڀڳتيءَ
دوارا جنم مرڻ جا آواگون جا بندن ٽوڙي، پرماتما سان
ميلاپ ڪرڻ جو آهي. پر جيو هن طرف ڌيان ئي نٿو ڏئي.
جيڪڏهن هن اگيانيءَ جو ستگروءَ سان ميلاپ ٿي وڃي ته
هن کي سچي ڀڳتيءَ جي سادن جي ڄاڻ پوي ۽ هن جو
جيون سڌري پوي. ڀڳتيءَ جو سادن صرف پوري ستگروءَ
کان ئي ملي سگهي ٿو، ڇاڪاڻ ته هوُ خود منزل تي پهچي
چڪو آهي ۽ هوُ ئي ٻين کي به اصلي ۽ عملي سهائتا ڏيڻ
۾ سمرٿ آهي.

' پهلي پهري رئڻ ڪي وڻجارئا مترا حڪم پئا گر ٻاس،
ارڌ تپ انتر ڪري وڻجارئا مترا خصم سيتي ارداس.

---

(فوٽ نوٽ ڏسو صفحي ١٧٩ تي).

خصم سمهي اداس وڪاڻيءَ ارٿ ڏنان لو لاڳا،
نام جهاد آئيا ڪل پيتر باهر جاسي ناڳا.
جنهين قلم وڏي هٿ مستڪ تنهين جيڏي پاس،
ڪهه نانڪ پراڻي پهلي پهري حڪم پڇا گر پاس.
[2]دوجي پهري رئڻ ڪي وڻجارا مترا وسر گيا ڌيان،
هٿو هٿ نچائيي وڻجارنا مترا جيئن جسدا گهر ڪان.
هٿو هٿ نچائيي پراڻي مات ڪهي ست ميرا،
چيت اچيت مُوڙ من ميري انت نهي ڪڇ تيرا.
جن رچ رچيا تسهه نه جاڻي من پيتر ڌر گيان،
ڪهه نانڪ پراڻي دوجي پهري وسر گيا ڌيان.
تيجي پهري رئڻ ڪي وڻجارا مترا ڌن جوبن سيئن چت،
هر ڪا نام نه چيتهي وڻجارنا مترا بڌا چهٽه جت.

---

(صفحي ۱۷۸ جو فوٽ نوٽ)

۱. سنسار ۾ وڻج واپار لاءِ آيل مترَ، تون رات جي پهرين پهر ۾ پرڀوءَ جي حڪم سان ماتا جي گرڀ ۾ آئين. تون اُتي اُبتو لٽڪي تپ ڪندو هئين ۽ مالڪ کي ونتي ڪندو هئين. تنهنجي نظر اُن مالڪ سان لڳل هئي ۽ تنهنجو ڌيان اُن ۾ جُڙيل هو. تون مريادا جي خلاف ننگو سنسار ۾ آئين ۽ ننگو ئي هتان ويندين. توکي جتي مستڪ ۾ لکيل تقدير پڙهڻي پوندي.

۲. سنسار ۾ جنم وٺڻ سان ئي تون اُن مالڪ جي ڌيان کي ڀلجي وئين. جيئن ڪرشن کي ماتا جسودا جي گهر لاڏ پيار سان هٿون هٿ پاليو ويو، توکي به لاڏ ڪوڏ سان پاليو ويو ۽ ماتا چوڻ شروع ڪيو ته هيءُ منهنجو پٽ آهي. پر هي مورک من، تون ساوڌان ٿيءُ، ڇو ته انت سمي ۾ ڪير به تنهنجو نه ٿيندو.

[1]هر ڪا نام نہ چيتئي ٻراڻي ٻڪل پئتا سنگ ماڻتا،
ڌن سنگ رتا جوبن متا [2]اهلا جنم گنوائتا.
ڌرم سيتي واپار نہ ڪيتو ڪرم نہ ڪيتو مت،
ڪهہ نانڪ ٽيجي پهري پراڻي ڌن جوبن سنگ چت.
[3]چؤٿي پهري رئڻ ڪي وڻجارتا مترا لاوي آئيا کيت،
جا جم پڪڙ چلائتا وڻجارتا مترا ڪسي نہ ملتا ڀيد.
ڀيد چيت هر ڪسي نہ ملتو جا جم پڪڙ چلائتا،
[4]جهوٺا رڌن هوئا دوآلي کن مهہ ڀئتا پرائتا.
ساٿي وسط پراپت هوئي جس سنگ لائتا هيت،
ڪهہ نانڪ پراڻي چؤٿي پهري لاوي لڻئا کيت.
(سري راڳ م ١-٧٤)

پهلي پهري رئڻ ڪي وڻجارتا مترا بالڪ بد اچيت،
[5]کير پيئي کلائيئي وڻجارتا مترا مات پتا سط هيت.
مات پتا سط نيهہ گهنيرا مائتا موهہ سبائي،
سنجوگي مائتا ڪرس ڪمائتا ڪرتي ڪار ڪمائي.

---

١. مايا جي رنگ ۾ غلطان ٿي تون پنهنجي مارگ تان ڀٽڪي ويو آهين، هاڻي گهبرائجي ڦري رهيو آهين.
٢. تون پنهنجو املڪ جنم وڃائي برباد ڪري رهيو آهين.
٣. فصل ڪاڻڻ وارو يعني جمڪال کيت ۾ اچي ويو آهي. ڪنهن کي پتو نہ پيو تہ هو جيو کي ڪيڏانهن وٺي ويو.
٤. آسپاس ڪنا تيل ماڻهو ڪوڙو روڏن روئندا آهن. جيو پل ۾ ٿي پرائو ٿي ويندو آهي.
٥. کير پيئندو آهي ۽ کيڏندو آهي. ماءُ پتا کيس پيار ڪندا آهن. پر هيءُ سڀ مايا جو کيل آهي.

[1]رام نام بن مڪت نه هوندي ٻُڏي ڏُجيءَ هيت،
ڪهه نانڪ پراڻي ٻهليءَ ٻهري چونهڪا هر چيت.
[2]ڏُجيءَ ٻهريءَ رنڱ ڪيءَ وِڃارنا مترا پر جوبن مَہ مت،
[3]اهڙس ڪام وِناپتا وِڃارنا مترا الڏولي نام نه چت.
رام نام گهٽ انتر ناهي هور جاڻيءَ رس ڪس ميٺي،
ڪتان ڏئان ڪڻ سڌهر ناهي جنم مرهگي جهوٺي.
ٽيرٿ ورت سچ سڌهر ناهي ڪرم ڏرم نهي پوجا،
نانڪ ڀاءِ ڀڳت نستارا دبڌا وِناپيءَ دوجا.
ٽيجيءَ ٻهريءَ رنڱ ڪيءَ وِڃارنا مترا [4]سر هنس الٿڙي آءِ،
[5]جوبن گهٽيءَ جرونا جِٽيءَ وِڃارنا مترا آو گهٽيءَ دن جاءِ.
انت ڪال پڇتاسي الڏلي جا جم پڪڙ چلائتا،
سب ڪڇ اپنا ڪر ڪر رکتا کن مهه ڀئنا پرائتا.
[6]بڌ وسر جي گئي سياڻپ ڪر اوگڻ پڇتاءِ،
ڪهه نانڪ پراڻي ليجيءَ ٻهريءَ پرڀ چيتهه لو لاءِ.

---

١. جهو رام نام کي وساري، دوجي ڀعدي ۾ وستوءَ ۾ مايا وِي پريم پيار ۾ ڦٿجي ٻڏي ويو آهي.

٢. ٻئي پهر ۾ شراب؛ جوڀن جي نشي ۾ چوُر، غافل ٿي ويو.

٣. ڏيهن رات ڪام ۾ غلطان رهيو. الڏي، نام کي چت ۾ نه رکيو، هري نه چيتيو.

٤. سرجا روڀي سروڙ لي اڇن وارا هنس لهي آيا.

٥. جوڀن وڃي رهيو آهي، ٻڍاپو اچي رهيو آهي؛ هر روز عمر گهٽجي رهي آهي.

٦. ٻڌي کوهي، اوگڻ اختيار ڪيائين، هاڻي پڇتائي ٿو.

چوٿيءَ ڀريءَ رڳ ڪي وڃارڻا مترا ¹ڀرت ڄڻا لن ڪيڻ،
اڪي الد نہ ديسنئي وڃارڻا مترا ڪڏي سڌيءَ نہ وڻڻ.
²اڪي الد جيب رس ناهي رهي پراڪؤ ٽاڻا،
ڳڻ انتر ناهي ڪٺ سڪہ پاويءَ مدمڪہ آوڻ جاڻا.
³ڪڙ پڪي ڪڙ ٻجي ٻسيءَ آھ چلوءَ ڪٺا ماڻ،
ڪهہ ناڪ پراڻي چوٿيءَ ڀريءَ ⁴ڳرمڪہ سبد پڇاڻ.
⁵اوڙڪ آئڻا لن ساهڻا وڃارڻا مترا جر جر واڻا ڪن،
⁶اڪ رلي ڳڻ نہ سمائڻا وڃارڻا مترا اوڳڻ ڪڙ سن بن.
⁷ڳڻ سمجهہ جاوي چومت نہ کاويءَ ٽا لس جمڻ مرڻا،
⁸ڪال جال جم جوهہ نہ ساڪيءَ پاءِ پڪت پڻہ لرڻا.

---

١. پدائي ڪارڻ سرير ڪمزور ٿي پيو آهي.

٢. اکيون الديون ٿي ويئون آهن، زبان جو رس وڃائجي ويو آهي. پراڪؤ ٽاڻ = پراڪرم = اُدم ڪرڻ جي قابل نہ رهيو آهي.

٣. پڪو ٿيل سرير ٽاس ٿي ويندو آهي. اهڙي ايندڙ ويندڙ سرير جو ڪهڙو ماڻ ڪبو.

٤. هي پراڻي، ستگروءَ دواران شبد جي پڇاڻ ڪر.

٥. ٽڪهندڙي سواسن جو اڇي انت ٿيو آهي ۽ ڪندن لي پدائي جو بار اچي ويو آهي.

٦. تو رلي ٻار بہ ٻچ ڪنا نہ ڪيا ٻر پاپ ايڪ ڪياهہ جي هاڻي لوڪي پڌي ڪٽي ويندا.

٧. جيڪو ڳڻن کي سمجهي ٿو ۽ ستگر سان هلي ٿو، اهو جمڻ مرڻ جي چومت نٿو کائي.

٨. جمڪال اُنجي نزديڪ نٿو اچي ۽ هُوَ پرماتما جي پڪتي ڪري پوساگر لري وڃي ٿو.

۱ پت سيتي جاوي سهج سماوي سگلي دوک مٽاوي،
۲ کهه نانڪ پراڻي گرمک ڇوٽي ساچي تي پت پاوي.
(م ۱ - ۷۵)

## پٽي

پٽي يا باون اکري (باونجاهه اکرن واري) ۽ سي حرفي (ٽن اکرن واري) وانگر ڪاويه روپ ۾ هڪ پاٺي آهي، جنهن ۾ ليکڪ ورڻ مالها جي هر اکر کي آڌار بڻائي، اُن تي پڙهڻ جا ويچار پرگهٽ ڪندا آهن. هن ۾ به پنجابي ورڻ مالا جي ۳۵ اکرن مان سلسليوار هرهڪ اکر کي آڌار بڻائي، اُن تي ٻاڻي رچي وئي آهي. چيو وڃي ٿو ته گرو صاحب هيءَ پٽي ننڍي عمر ۾ ئي پڙهڻ جي اسڪول جي پانڌيءَ لئي لکي هئي. هن ۾ گرو صاحب جي اُپديش جي ڪيترن ضروري پهلن تي پرڪاش وڌو ويو آهي، جن مان پرماتما جو سروپ، ستگروءَ جي ضرورت، ڪرم ۽ آواگون جو سدانت ۽ جنم مرڻ کان مڪتي پائڻ جو ساڌن وغيره مکيه آهن.

هيٺ ڏنل چونڊيل پاٺيءَ مان پٽيءَ جي مول ڀاو جي باري ۾ اندازو لڳائي سگهجي ٿو:

سسيءِ سوءِ سرسٽ جن ساجي سڀنا صاحب ايڪ ڀيئا،
سيوت رهي چت جن ڪا لاگا آئيا تن ڪا سڦل ڀيئا.

من ڪاهي ڀولي موڙ منا،
جب ليکا ديوهه ٻيرا تئُه پڙيا. رهاءِ.

---

۱. اهو آدرش ڀاو سان هتان وڃي ٿو ۽ سهج ۾ سمائجي وڃي ٿو ۽ انجا سڀ دک مٽجي وڃن ٿا.

۲. جيڪو به ڪال ۽ مايا جي جار ۽ جنم مرڻ کان ڇوٽڪارو پائي ٿو، سو ستگروءَ دوارا ئي پائي ٿو.

ڱڱي گيان بوجهڻ جي ڪري، پڙتا پنڊت سوءِ،
سرب جيئا مهه ايڪو جاڻي، تا هؤمي ڪهي نه ڪوئي.
گهگهي گهال سيوڪ جو گهالي، سبد گرو ڪي لاڳ رهي،
بُرا ڀلا جو سم ڪر جاڻي، ان بڌ صاحب رمت رهي.
ڇڇي ڇائنا ورتي سڀ انتر، تيرا ڪيئا ڀرم هوئا،
ڀرم اُپاءِ ڀُلائين آپي، تيرا ڪرم هوئا تنهه گرو مليئا،
جهجهي جهور مرهه ڪتا پراڻي، جو ڪڇ ڏيڻا سو ڏي رهيا.
ڃڃي ندر ڪري جا ديکا، دوجا ڪوئي ناهي،
ايڪو رو رهيا سڀ ٿائي، ايڪ وسيا من ماهي.
ڍڍي ڍاهه اُساري آپي، جنهه تس ڀاوي توي ڪري،
ڪر ڪر ويکي حڪم چلائي، تس نستاري تا ڪنهه ندر ڪري.
ددي دوس نه ديئو ڪسي، دوس ڪرمان آپڻيا،
جو مَين ڪيئا سو مَين پائيا، دوس نه ديجي اور جنا.
ڌڌي ڌار ڪلا جن ڇوڏي، هر چيجي جن رنگ ڪيئا،
تس دا ديئا سڀني ليئا، ڪرمي ڪرمي حڪم پيئا.
ڦڦي ڦاهي سڀ جگ ڦاسا، جم ڪي سنگل بڌ لئيا،
گر پرسادي سي نر اُبري، ج هر سرڻاگت ڀڄ پئيا.
( آسا، م ۱ - ۴۳۲ - ۴۳۳ )

## بارهه ماهه

ڪنهن سمي ڀارت جي ڪوين ۾ بارهه ماها يعني ٻارهن مهينن تي ڪاوِهه لکڻ جو عام رواج هو. هو قدرت جي نظارن کي آڌار بڻائي، من جي لاهين چاڙهين کي پيش ڪندا هئا. هو پرڪرتي ۽ ان جي الڳ الڳ مهينن مان تصويرون ڇڪي، اُنهن جي آڌار تي پنهنجو اُپديش تيار ڪندا هئا. گرو صاحب جن جي بارهه ماهه ۾ هڪ خاص خوبي اِها آهي ته هر مهيني کي منش جنم سان ڀيٽي، اِهو سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي ته هيءُ موقعو اهڙو قيمتي ۽ ناياب آهي، جو الڪي ونرت وڃائڻ نه گهرجي.

اهڙي طرح ٻارهن مهيني جي روحاني اهميت کي ان مهيني
جي قدرتي نظارن ۽ خاص طور تي موسمي حالتن سان
جوڙي، اُلڪي پنهنجي اُپديش جو ساڌن بڻايو اٿن. گروُ
نانڪ صاحب جي "ٻارهه ماهه" ۾ هڪ وڏي خاصيت اِها
به آهي ته هن ۾ هڪ پاسي پريتم (پرماتما) کان وڇڙيل،
برهه جي ماريل (آتما) جي آهه زاريءَ جو پاوشالي ۽ دل
ڇهندڙ بيان ڪيل آهي ۽ ٻئي پاسي وڇوڙي جي درد
جي دوا ۽ پريتم جي ميلاپ سان پيدا ٿيندڙ عجيب، الوڪي
آنند جو به اِشارو ڪيل آهي. ونجوڳ ۽ سنجوڳ جي هن
سهاوڻي جوڙميل سان، نڪاري راڳ ۾ رچيل، هن "ٻارهه
ماهه" کي سنسار جي سرو اُتم ساهتيه ۾ شمار ڪيو وڃي
ٿو.

هن "ٻارهه ماهه" مان چند الڳ الڳ مهينن سان جوڙيل
چند مهينن جا شبد هتي ڏنا ويا آهن.

## چيٽ

چيٽ ۾ بسنت بهار جي وڻندڙ موسم آهي، قدرت
جو شان پوري جوڀن تي آهي، هر پاسي گل ڦل ٽڙيل ڦٽيل
آهن. گلن جي چوڌاري طرف گهمندڙ ڀنئورن ۾ نئين جوڀن ۽
نئين آشا جي مستي ۽ سونهن آهي. اهڙيءَ سندر ۽ سهاوڻي
موسم ۾ منهنجو پريتم پرديس هليو ويو آهي ۽ جيستائين
پرين پيارو گهر نٿو موٽي اچي، تيستائين مون کي آرام ڪيئن
ٿو اچي سگهي؟ برهه جي پيڙا سان تن ڇڄي ڇهون ڇهون
ٿي رهيو آهي. ڪوئل انبن جي وڻن تي ويهي منا منا
گيت ڳائي رهي آهي ۽ ڀنئورا گلن جي چوڌاري اڏي رهيا
آهن، پر مون کان وڇوڙي جو درد سٺو نٿو وڃي. ساري
سرشٽي خوشيون ملهائي رهي آهي، پر مون لاءِ اهو سڀ
موت جو سامان آهي. جي منهنجو پريتم به واپس گهر اچي

وڃي ٿو موٽي ۽ سچو سک آنند ملي وڃي. گرو صاحب جن
اشاري سان هيءُ وچار پيش ڪيو آهي ته جيو آتما کي
ڀلي سنسار جا سڀ سک آرام ڇو نه ملي وڃن، پر جيسين
هن جو پنهنجي پرماتما روپي پتيءَ سان ميلاپ نٿو ٿئي ۽
هن جي وڇوڙي جي پيڙا دور نٿي ٿئي، تيسين هن کي
ڪڏهن به سچو سک ۽ سچي شانتي نصيب نٿي ٿي سگهي.
سک ڪيس جڏهن به ملندو ته هريءَ روپي ور جي گهر اچڻ
تي ئي ملندو. "نانڪ چيت سهج سک پاوي، جي هر ور
گهر ڌن پائي".

چيت بسنت ڀلا ڀور سهاوڙي،
بن ڦولي منجهه بار مڻ پر گهر باهڙيءِ.
پر گهر نهي آويءِ ڌن ڪئن سک پاويءِ،
برهه بروڌ تن ڇيجيءِ.
ڪوڪل انب سهاوي بوليءِ ڪئن دک انک سهيجيءِ.
ڀور ڀونتا ڦولي ڊالي ڪئن جيوا مرماٽي،
نانڪ چيت سهج سک پاويءِ جي هر ور گهر ڌن پائي.

## آکاڙ

چيت جي سهاوڻي بهار جي موسم جي اُبتڙ آکاڙ مهنو ڏاڍو ڏکدائي آهي. اها موسم ڏاڍي خراب آهي. تيز گرمي ٿي رهي آهي، ڌرتي تپيءَ وانگر تپي رهي آهي، ڇهندڙ سورج ڌرتيءَ جو سارو رس (پاڻي) سڪائي ڇڏيو آهي. پر هيءَ سڪل ۽ مرجهايل ڌرتي تڏهن به پنهنجي مالڪ طرفان سونپيل فرض کان منهن نه موڙي، ان کي نباهيندي رهي ٿي. "پي سو ڪرت نه هاري".

سورج جو رٿ آڪاش ۾ ڦري ٿو ۽ جيو آتما روپي استري سک جي خاطر چاتو يعني پنهنجي پريتم جو آسرو،

سهارو ڳولهيندي ڦري ٿي. جيڪا استري پاڻ جي ڳالڙي ٻڌندي، سا اُتي وڃي ٻه ڏکن جي مار کائيندي. اُتي وڃي سک اُها ئي استري پائيندي، جيڪا هتان سڀ جو ڏاڍو ٻڌي ڪٽي ويندي.

ٻڌ سڀني پراڻين لاءِ پريتم جي رضا ۾ رهڻ ڪانسواءِ ٻيو ڪو چارو ڪونهي. جڏهن پريتم کي اسان پنهنجو من ڏيئي چڪا آهيون، جڏهن پريتم سان اسان پريت جو ناتو جوڙيو آهي، هاڻي مرڻ جيئڻ ۽ ڏک سک ۾ انهي رضا لي راضي رهي پوڻا آهن. گرو صاحب نهايت سندر اشارو ڪن ٿا ته جي پريتم ڪانسواءِ سکن مان سک نٿو ملي سگهي ته ڏکن جي وقت ۾ انهي ئي آسري آڌار جي ضرورت آهي. پر جيستائين ميلاپ جو سک نه مليو آهي، تيستائين پاڻي ۾ رهندي ۽ پاڻ ڪسان ٻڇندي، پنهنجي طرفان ميلاپ جي ڪوشش جاري رکڻ جڳائي.

آساڙ تپلا سورج گگن تپي،
[1] ڌرتي دوکه سهي سوکي اگن پکي.

[2] اگن رس سوکي مرئي ڌوکي بي سو ڪرت نه هاري،
[3] رٿ ڦري چانڻا ڌن لاکي ٽيڊ لوي منجهه باري.

---

١. ڌرتي اگنيءَ سمان گرميءَ جا ڏک سهي سڪي رهي آهي.

٢. آڳ جهڙيءَ گرميءَ سبب ڌرتيءَ جو رس (پاڻي) سڪي ويو آهي، ڌرتي سڪي ۽ مرجهائجي رهي آهي، پر تڏهن به پنهنجو ڪاربه ڪندي ٿي اچي.

٣. سورج جو رٿ ڦري رهيو آهي، استري ڇانوَ ڳولهي رهي آهي ۽ تڏارن باغ ۾ چين چين ڪري رهيون آهن.

١ اوڳڻ ٻاڌ چلي دک، آڳيءَ سک. لس ساڃ سمالي،
٢ ناڪ جس لو لهه من ڏيئا مرڻ جيئڻ ٻرب نالي.

## ساوڻ

ساوڻ جو مهينو برسات جي موسم جي اچڻ جو دلپسند سنيهو ڪڻي ٿو اچي. گرميءَ جون تپندڙ ٻنيون اڃايون ويندڙون آهن. سڪل ڌرتي بارش جي ٿڌي پاڻيءَ سان پنهنجي پياس ٻجهائيندي آهي. جڏهن ورڪا ڀريل بادل ايندا آهن ته هر طرف خوشيون ڦهلجي وينديون آهن. پر هن سهاوڻي موسم ۾ به پريتم ڪان وڇڙيل، برهه جي ماريل استري وڏوڪو ۾ لڙڪندي رهندي آهي. ٻاهرين رنگيني ۽ موج بهاري اُن جي درد کي ٻاڻ وڌيڪ گهرو ۽ دکدائي ڪندي آهي. هوءَ اڪيلي آهي، آسمان ۾ چمڪندڙ بجلي هنکي ڏيڄاري رهي آهي. سڀي سکڻي سيج هنکي کائڻ ٿي اچي. اهڙو جيون ته موت کان به وڌيڪ دکدائي ٿو پاسي. اُن پياري پريتم بدا نه ننڊ ٿي اچي، نه ٻکه ٿي لڳي ۽ نه سهڻا وستر ٿي ٺا وڻن. اصلي سهاڳڻ ۽ پتيءَ جي پياري اها استري آهي جا پنهنجي پريتم ۾ سمائجي ٿي وڃي.

ساوڻ سرس مداگهڻ ورسهه رت آئي،
مئه من تن سهه پاويءَ پر پرديس سڌائي.
پر گهر نهي آويءَ مرتيءَ هاويءَ دامن چمڪ ڏرائي،
سيج اڪيلي ڪري ڌهيلي مرڻ پيئا دک مائي.

---

١. جيڪا اوڳڻ ڪنا ڪري ڪٽي وڃي ٿي، سا اڳيان وڃي به دک ڀوڳي ٿي. سک ته اُنکي ملندو جيڪا سڄ جو سؤدو سنڀالي ٻڌي ڪڻي ويندي.

٢. جنهنکي تن من ڏيئي ڇڏيو آهي، هاڻي سک دک، جيئڻ مرڻ به اُن پريو پريتم جي رضا ۾ رهي ڀوڳڻو آهي.

هر بن ليکي ڀوڳ کهه ڪنسي ڪا ٻڙ ٽن نہ سڪاوني،
نانڪ سا سوهاڳڻ ڪنتي پر ڪي انڪ سماوني.

## پوهہ

هيءَ ٻرفيلي سرديءَ جو مهينو آهي. جيئن سخت سرديءَ ۾ پاري جي ڪارڻ وڻ ۽ ٻوٽا مرجهائجي وڃن ٿا، اهڙي طرح پريتم جي وڇوڙي ۾ برهہ جي ماريل استريءَ جو سرير ۽ من بہ سڪي وڃن ٿا. هوءَ پنهنجي پريتم لاءِ تڙفي ٿي، ڇاڪاڻ تہ اُن بنا سندس جيون ئي وئرٿ آهي.

گروءَ صاحب جي هن مهني جي شبد جو ٻيو اڌ پرمارٿي ڀاو سان ڀرپور آهي. ٻاڻي فرمائين ٿا تہ سنسار جو جيون آڌار پرماتما، ستگروءَ جي بخشيل شبد جي ڪمائيءَ سان ملندو آهي. سرشٽيءَ جي چئني کاڻين جي سڀني جيون ۾ اُن هڪ ئي پرماتما جو نور آهي. اُن جيون داتا جي ميلاپ مان ئي سچو سک ملي سگهي ٿو.

[1] پوکہ تکار پڙي وڻ ترڻ رس سوکي،
[2] آوت ڪي ناهي من تن وسهہ مکي.
من تن رو رهيا جگ جيون گر سبدي رنگ ماڻي،
[3] انڊج جيرج سيتج اُتڀج گهٽ گهٽ جوت سماڻي.
[4] درسن ديهہ دئيا پت داتي گت پاون مت ديهو،

١. پوهہ ۾ برف پوڻ سان وڻ ٽڻ ۽ ٻوٽن مان رس سڪي ويندي آهي.

٢. منهنجي من تن ۽ مک ۾ سمايل پريتم، تون اچين ڇو نہ ٿو؟

٣. چئن ئي کاڻين ۾ تنهنجي ئي جوت آهي.

٤. هي دياوءُ داتا درشن ڏيو، سٺي مت ڏيو ۽ سٺي گتي ڪريو.

۱ نانڪ رنگ روپ رس رسيئا هر سنگ پريت سديئو.
(لکاري، م ۱-۱۱۰۸-۱۱۰۹)

## دکٽي اونڪار

### رچنا، پرماتما، گروءَ ۽ مڪتي

چيو وڃي ٿو ته گروءَ صاحب جن هيءَ ”دکٽي اونڪار“ نالي لمبي باڻي، پنهنجي پورن بالڪا ۾ بنارس ۾ اُچاري هئي. هن ۾ ۵۴ پد آهن ۽ هن جو مکيه وشيه رچنا جو سروپ ۽ پرماتما جو جس ڳائڻ آهي. ان مان چار پد ڀاوارٿ سميت هيٺ ڏنا وڃن ٿا:

اُن پرماتما سڀ ۾ ٽن لوڪن جي رچنا ڪئي ۽ پاڻ ئي ساري ترلوڪيءَ جو پرڪاش بڻجي ويو. جنهن رچنا رچائي هوءَ اُهي گهٽي گهٽي ۾ سمائجي ويو. ستگروءَ جي سهائتا سان روحاني اڀياس دوارا هي ڀيد پراپت ٿي سگهي ٿو. جيڪو اُن پرماتما سان اندر ميلاپ ڪري ٿو، اُن کي اِها سوجهه سمجهه پوي ٿي ته پرڀوءَ بنا، باقي هيءَ دنيا جو روپ سڀ مايا وي ڇل آهي، فاني آهي.

سڀئي سڀ جگه سهج اُپائتا ابين پون لڪ جوئي،
گرمک وسٽ پراپت هووي چڻ ليع ماڻڪ موئي.
سمجهي سوجهي پڙ پڙ بوجهي انت نرنتر ساچا،
گرمک ديکي ساچ سمالي بن ساچي جگ ڪاچا.

اُن پرماتما جي پرڪاش سان ئي هر هنڌ ڌرتي ۽ ساگر ۾ پرڪاش آهي. ستگرو پرماتما جو روپ آهي ۽ پرماتما وانگر ئي ساري ترلوڪيءَ ۾ سندس حڪم هلي ٿو. پرماتما

---

۱. جنهنجي هريءَ سان پريت ۽ سنبنڌ آهي، سا هن رس سان ڀريل پريتم جو رس ماڻي ٿي.

سنگروءَ جي روپ ۾ سنسار ۾ پرگهٽ ٿئي ٿو ۽ سنگروءَ جي
ديا مهر سان ئي جيو پنهنجي نج گهر واپس پهچي ٿو. پوءِ
هن جي اندر شبد يا نام روپي امرت جي برسات وسي
ٿي ۽ هوُ سدا اُنجي رس ۾ مگهن ٿي وڃي ٿو ۽ اُن ڪرتا پرکه
۾ سمائجي، پاڻ به اُن ڪل مالڪ، ڪرتا پرکه جو روپ ٿي
وڃي ٿو.

اورم ڏورم جوت اُجالا ٿين ڀوڻ مهه گر گوپالا،
اوگونا اُس روپ دکاوي ڪرڪرپا اپنيءَ گهر آويءَ.
اونو پرسيءَ ليچهر ڌارا اولم سبد سوارٿهارا،
اِس ايکي کا جاڻيءَ ڀيئہ آپي ڪرتا آپي ديئہ.

جڏهن ڪي اندر ۾ سچو گيان پراپت ٿئي ٿو، اهو من ۽ پنجن
وڪارن کي وس ڪري ٿو ۽ هن جو ڌيان هينان اندر ان
جي طرف ڪان هٽي مٽي نام يا شبد جي ڪمائيءَ ۾ لڳي
ٿو. هنکي ٽنهي لوڪن ۽ ٽنهي ڪالن (زمان ماضي، حال
۽ مستقبل ۾) مطلب ته هر اِستان ۽ هر سمي ۾ اهو سرو وياپڪ
پرماتما هر جيو ۽ هر شيءِ ۾ وياپڪ يا رميل نظر اچي ٿو.

اهو پرماتما ئي ديا مهر ڪري جيو کي مدش چولي جي
بخشش ڪري ٿو، جڏهن ۾ پرماتما جو ميلاپ ٿي سگهي
ٿو. مدش جو پرم ڌرم اِهو آهي ته هوُ اُن ڪرتار کي ڪڏهن
به نه ڀلائي. اهو پرماتما ئي ساري هستيءَ جو سک سار آهي
۽ جيڪو سندس نام جي رنگ ۾ رڱيل آهي، اهو هن لوڪ
ڇاهي پرلوڪ ۾ سک شانتي ۽ سنمان پائي ٿو.

اگويءَ سور اسر سنگهاريءَ اوچہ ديکہ سبد بيچاريءَ،
اُوپر آد انت تهه لوءِ آپي ڪريءَ، ڪٿيءَ، سڻيءَ سوءِ.
اوهہ بڌاتا من تن ديئہ اوهہ بڌاتا من مکہ سوءِ،
پربهہ جگہ جيون اور نہ ڪوءِ نانڪ نام رتي پت هوءِ.

اهو پرماتما اڪال آهي يعني ڪال يا وقت جي حد کان پري آهي. سڀني جڳن ۾ هڪجهڙو پرڪاش آهي. هو نه اچي ٿو ۽ نه وڃي ٿو. هو نروير آهي ۽ ڪنهن سان به وير يا گهرڻا ڪونه ٿو ڪري. جو ڪجهه به آهي، سو سڀ سندس سهاري بيٺل آهي. هن کي من انڊرين جي گيان سان سمجهي يا پهچي نه سگهبو، ڇاڪاڻ ته هو من انڊرين جي پهچ کان ٻاهر آهي. صرف نام ابياس روپي جوڳ ذريعي هن جي پراپتي، اپولبي ۽ درشن ٿي سگهي ٿو ۽ اها انتردرشٽي پراپت ٿئي ٿي، جنهن سان هو ساري ڪائنات جو روح روان ڏسڻ ۾ اچي ٿو. هن جي سچي نام بناء ڪو به ڪنهن به حالت ۾ مڪتي پراپت ڪري نٿو سگهي.

جگ جگ ٿاپ سدا نرونر جنم مرڻ نهي ڌنڌا ڌنڌه.
جو ديسي سو آپي آپ اپاءِ آپي گهٽ ٿاپ.
آپ اگوچر ڌنڌي لوئي جوڳ جگت جگ جيون سوئي.
ڪر آچار سچ سک هوئي نام وهوڻا مڪت ڪو هوئي.

(رامڪلي، م ١ - ٩٣٠-٩٣١)

# چونڊيل ٻاڻي

## مکيه وشيه

* ٻرماتما
* ستگرو
* شبد
* ڪرم ڪالب
* من
* ٻريم

# پرماتما

## ١. پيي تيري قيمت نا پوءِ

ڇيو وڃي ٿو تہ شرڌا، شڪراني ۽ نمرتا جي ڀاو ۾ ڀرپور هي شبد، گروُ صاحب ڪالي ٻئين لڌيءَ جي ڪناري تي ٽيل ايو ۽ ٻرھو پراپتيءَ کان پوءِ واريءَ اوستا ۾ اچاريو هو. انومان لڳايو وڃي ٿو تہ گروُ صاحب جن لڳاتار ٽن ڏينھن تائين سماڌيءَ جي اوستا ۾ مگهن رهڻ کانپوءِ محسوس ڪيو تہ اهو پرماتما ۽ سندس نام اٿاهہ ۽ اڪٿ آهي. ڀاڻ ايو ڪياٿون تہ چاهي منھنجي عمر ڪروڙين سال لمبي تي پوي ۽ هڪ ٻہ پل روڪڻ بنا، غفا ۾ وهي ڀڳتي ڪندو رهان تہ بہ اُن پرڀوءَ ۽ اُنجي نام جي پوري مهما ڪري سگھڻ يا اُنجو انت پائي سگھڻ ناممڪن آهي. هوُ نراڪار آهي ۽ سندس نام اڪٿ آهي. صرف ٻين جي چوڻ ٻڌڻ سان تہ هنجي مهانتا جو اندازو لڳائڻ ممڪن ناهي. اهو ڪرتا، ڪل مالڪ پاڻ تي ديا مهر ڪري پنھنجو ڀيد ڏئي، تڏهن تہ سندس گيان ٿي سگھي ٿو.

اسين ايڪ پرڪار جي همت ڪرين ۽ تپ، تياڳ آدي سان بہ اُن پرماتما ۽ سندس نام جي سمجھہ بوجھہ پائي نٿا سگھون. چاهي ڪٿي ڪنهن کي پکين وانگر آسمان ۾ اُڏامڻ جي يا اُن، پاڻي ۽ هوا بنا گذر ڪرڻ جي شڪتي ڇونہ پراپت ٿئي، پر تہ بہ هوُ انهن انوکين شڪتين ۽ ٻين ڪيترين ڪوشش جي باوجوُد، پرماتما ۽ اُنجي نام جو گيان پائي نٿو سگھي. گروُ صاحب فرمائين ٿا تہ ڀلي مون وٽ لکين مڻ ڪاغذ هجي ۽ لکڻ لاءِ مس جو ڀرپور سمنڊ هجي، مونکي هوا جھڙي تيز رفتار سان لکڻ جي طاقت هجي ۽ مونکي بيشمار ڌرم گرنٿن جو پورو گيان هجي، تڏهن بہ مان اُن پرم پتا پرماتما ۽ اُنجي نام جي مهما لکي نہ سگھندس.

[1] ڪومت ڪوٺي ميري آرجا پورڻ پيئڻ اُبتاءِ،
چند سورج ڏنهن نه ڏيکا سهڄي سڌڻ نه ٿاءِ،
پي ٿيري قيمت نا پوڄي هٿ ڪيرو آکا ناءِ.
ساچا نرڪار ٿيو ٿاءِ.
[2] سڻ سڻ آکڻا جي پاوي ڪري طماءِ،
[3] ڪسا ڪٿيئا وار وار پيسڻ پيسا پاءِ.
[4] اڳي سيتي جا ليٿا پسر سيتي رل جاءِ،
پي ٿيري قيمت نا پوڄي هٿ ڪيوڙ آکا ناءِ.
پڏکي هوه ڪي جي پوا سيع اسماني جاءِ،
ندري ڪسي ته آوتوُ نا ڪڇ پيئا نه کاءِ،
پي ٿيري قيمت نا پوڄي هٿ ڪيوڙ آکا ناءِ.
[5] ناڪ ڪاڳد لکه مٿا پڙ پڙ ڪيهي پاءِ،
[6] مسوُ لومت نه آوئي ليکڻ پٿڻ چلاءِ،
پي ٿيري قيمت نا پوڄي هٿ ڪيوڙ آکا ناءِ.
(سري راڳ، م ١-١٤)

---

١. منهنجي ڪروڙن سالن جي عمر هجي ۽ هوا ئي منهنجو کاڌو پيئڻ هجي.

٢. طماءِ = ڏيا. ماڻهو ڏٺي ٻڌي ڳالهه بيان ڪندا آهن. پر جي ٻانڊ ڏيا ڪري ته سندس پيڊ ملي وڃي.

٣. مان ڪٽيو وڃان يا ڪسي وڃان، چاهي پيسجي وڃان.

٤. باهه ۾ سڙي وڃان يا رکه ٿي وڃان.

٥. لکين من ڪاغذ جي ڏرم گرنٿن کي پيار سان پڙهي آلهڪي وچاريان.

٦. مسو = مس. مس جي کوٽ نه ٿئي ۽ هوا روپي قلم سان لکان.

## ٢. تو درياءُ دانا بينا

اُهو پرم پتا پرماتما اٿاهه، اپار سمنڊ سمان آهي ۽ جيو ننڍڙن ننڍڙن مڇين سمان آهن. هڪ ننڍي مڇي سمنڊ جو انت ڪيئن پائي سگهندي؟ اها وچاري سمنڊ جي لنبائي، چوڙائي ۽ گهرائي ڪيئن ڄاڻي سگهندي؟

پرماتما سرو وياپڪ آهي. جڏهن جيو کي پرماتما اهڙي طرح سڀ ۾ وياپڪ نٿو ڏسڻ ۾ اچي، سو اُنهن ڪُهڙي مري ٿو، جيئن پاڻيءَ کان ٻاهر نڪتل مڇي تڙپي مرندي آهي. جيو پنهنجي موت کي من مان ڀلائي ڇڏيو آهي، پر جڏهن جمدوت اچي سندس گلو دٻائين ٿا ته اُنهيءَ وقت هوُ پرماتما کي ياد ڪري ٿو. اُنهيءَ وقت ڇا ٿو ٿي سگهي؟

جيو اگيانتا ڪارڻ پرماتما کي دور سمجهي ٿو. هن کي اها خبر ڪانهي ته اهو مالڪ اندر وسي ٿو، مٿس جي سڀني ڪرتوتن کي ڏسي رهيو آهي. پنهنجي ڪئي ڪان، ڪرمن کان جيو ڪيئن ٿو انڪار ڪري سگهي؟ گرو صاحب جن نمرتا پوروڪ فرمائين ٿا ته مان اُن مالڪ سان ملڻ جو اڌڪاري نه آهيان، ڇو ته مون سندس نام جو ڌيان نه ڪيو آهي. پر مان خوشيءَ سان سندس پاڇو مٿي وٺندس، ڇاڪاڻ ته اُن ڪانسواءِ منهنجو ٻيو ڪو سهارو ڪونهي.
گرو صاحب فرمائين ٿا ته منهنجو تن، من ۽ ڌن اُن سچي پريتم تان قربان آهي، جو هر جڳهه حاضران حضور ۽ رميل آهي ۽ سڀ ڪجهه ڏسي ۽ ٻڌي وٺي ٿو. هوُ ساري سرشٽيءَ جو ڪرتا سرجڻهار آهي ۽ جو ڪجهه به ٿي رهيو آهي، اُن جي رضا ۽ حڪم سان ٿي رهيو آهي.

[1] تو درياءُ دانا بينا مَۡ مڇلي ڪيئسي انت لهاء جهه جهه ديکا تهه تهه تو هئَ تجهه سي نکسي فوٽ مرا.

---

١. تون سڀڪجهه ڄاڻڻ وارو ۽ ڏسڻ وارو سمنڊ آهين.

[1] ا، جاڻا ميڻ نہ جاڻا جالي جا دک لاگيو تا تجھيو سمالي.
رھاءُ.
تو ڀرپور جاڻتا مڻ دور جو ڪيھ ڪري سہ تيريو حدور.
تو ديکھ ھڻ مکر پاءِ [2] تيري کر نہ تيريو ناءِ.
جيتا ديھہ ليتا ھڻ کاءِ بٽا [3] در ناھي ڪٿہ در جاءِ.
نانک ايک کھيو ارداس جيٿ پنڊ سڀ تيريو پاس.
[4] آپي نيڙو دور آپي ھي آپي مڌ ميانو،
آپي ويکيو سڻيو آپي ھي قدرت ڪري جھانو،
جو تس ڀاوي نانڪا ھکم سوئي پروانو.

(سري راڳ، م ١-٢٥)

### ٣. پرڀو ئي سچو رازق آهي

اگياني مدش لڳين تو سمجھي تہ مان پنھنجي روزي يا آجيوڪا پاڻ ڪمايان ٿو. اصل ڳالھہ تہ ھيءَ آھي تہ جنھنکي اھو پرماتما سنسار ۾ موڪلي ٿو، اُنجي روزي اول ئي سنسار ۾ موڪلي ٿو ڏئي. انسان حيوان، پسون پکي ۽ جيو جنت، سڀني کي رزق ڏيڻ وارو اھو پرماتما پاڻ آھي. پسون پکي نہ تہ خزانا ڀرين ٿا ۽ نہ اناج جا ڀنڊار. اھو مالک، ڀرت پالک جھنگلن، وڻن، پوڏن ۾ ئي اُنھن لاءِ رزق جا ڀنڊار جمع ڪري رکي ٿو. آجيوڪا ونڻ وارا تہ سڀيئي

---

١. ميڻ = ملاح. نہ موکي ملاح جو پتو آھي ۽ نہ جاريءَ (جمڪال) جو.

٢. نہ مان تنھنجي ڪنھن کر جي آھيان ۽ نہ تنھنجي نام ۾ آھيان.

٣. بٽا = بيو. کو بيو در کوناھي جتي مان ھلي وڃان.

٤. مڌ مٿانو = وچ ۾. ويجھو بہ تون پاڻ آھين، دور بہ تون پاڻ آھين ۽ وچ ۾ بہ تون ئي آھين.

ناسولت آهن، پر آجيوڪا ڏيڻ وارو اهو مالڪ امر ۽ الادي
آهي.

| | |
|---|---|
| [1] رزق دست آ ڪسي | [2] همارا ايڪ آس وسي. |
| [3] است ايڪ دگر ڪئي | [4] ايڪ لئي ايڪ لئي. |
| [5] پرند ني نه گراهه جر | [6] درخت آب آس ڪر. |
| [7] دهندد سئي | ايڪ لئي ايڪ لئي. |

(مانجهه دي وار، م ١-١١٤)

## ٢. ساگر مهه بوُند، بوُند مهه ساگر

هن شبد ۾ گروُ صاحب وڏا روحاني ڀيد ظاهر ڪيا آهن.
بوُند سمنڊ ۾ هوندي آهي ۽ سمنڊ جا سڀ گڻ ۽ خاصيتون
بوُند ۾ هونديون آهن. اهڙي طرح آلما پرماتما ۾ آهي ۽
پرماتما آلما ۾ آهي. هرهڪ جيو اُن دويه جوليءَ جو ني
پرڪاش آهي ۽ هرهڪ آلما، پرماتما ۾ اڀيد ڀا لين ٿي

---

١. ڪنهن ٻئي جي هٿ ۾ رزق يا روزي ڪانهي.

٢. همارا = سڀني کي. وسي = بس. سڀني کي اُنهيءَ
هڪ جي آس، آسرو آهي. ٻئي جي آس، آسري جي
ضرورت ڪانهي.

٣. است ايڪ = هڪ ئون آهين. ديگر ڪئي = بيو
ڪير آهي؟

٤ هڪ ئون ئي آهين، هڪ ئون ئي آهين.

٥. پرند ني = پکي. گراهه = ڳنڍ ۾. جر = زر =
ڌن دولت. پکين وٽ ڌن دولت نه هوندي آهي.

٦. آب = پاڻي. هوُ درختن ۽ پاڻيءَ جي آسري رهندا
آهن.

٧. دهند سئي = ڏيڻ وارو اهوئي آهي.

پرماتما جو روپ بڻجڻ جي قابل پڻ سمرت آهي. جيو ٻنهي جي مول پڻ اصلي روپ ۾ پرماتما ئي آهي. پرماتما ساري برهمانڊ جي رچنا ڪري، اُن جي ڪڻي ڪڻي ۾ وياپڪ آهي. هن سچ جو جيئرو جاڳندو انڀو پوري ستگروءَ دوارا ٿيندو آهي. جڏهن ڪي هيءَ ساکيات گيان پراپت ٿئي ٿو، سو سرير جي بندن کان هميشه لاءِ مڪت ٿي وڃي ٿو.

گروُ صاحب هن روحاني سچ کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪيترن اهڙن ڳالهين ذريعي ڪن ٿا، جي هڪ ٻئي جي ورت ڏسڻ ۾ اچن ٿيون. پاڻ فرمائين ٿا ته ٻپهرن جي وقت پورن اندڪار ٿي سگهي ٿو ۽ رات جي گهور اندهيري ۾ سورج جو پرڪاش ٿي سگهي ٿو. هتي پاڻ اندروني روحاني منڊلن ۾ سورج جي پرڪاش ڏسڻ بابت اشارو ڪري رهيا آهن. هن سورج جو اندر درشن ڪرڻ واري کي، ٻاهر رات جي اندهيري هوندي به، اُن وقت هر طرف پرماتما جو نور، پرڪاش نظر اچي ٿو. پر جڏهن اُن سورج جو درشن نه ڪيو آهي، اهو ٻاهريون پرڪاش ڏسڻ جي باوجود روحاني روشنيءَ کان محروم آهي يعني اندهيري ۾ آهي. مولانا روم به فرمائين ٿا ته مان توسان تڏهن ڳالهائيندس، جڏهن تون اڌ رات جو به سورج ڏسندو هوندين.

اهو ساڌن ۽ گيان ستگروءَ کان پراپت ٿيندو آهي. پيو ڪو پلي لکه دفعا ودوان، ڳڻوان ۽ گياني ڇو نه هجي، پر اُن پيد جو گيانا معني جاڻندڙ ۽ دانا معني ڏيندڙ نٿو بڻجي سگهي. پاڻ سمجهائين ٿا ته شبد جي ابياس سان اهڙو گيان پراپت ٿئي ٿو ۽ وويڪ اهڙو نرمل ٿئي ٿو، جو زندگيءَ جون سڀ ڳجهارتون حل ٿي وڃن ٿيون. ستگروءَ جي بخشيل شبد سان من ايڪاگر ٿئي ٿو ۽ سهج سماڌيءَ جي اهڙي اوچي اوستا پراپت ٿئي ٿي، جڏهن ۾ هر ڳالهه جو ساکيات

گيان حاصل ٿئي ٿو. هيءُ ٿي گروءَ جي شبد جو چمتڪاري ڪيل آهي، اهڙي الوڪي ساکي ۽ اکٿ ڪٿا آهي. گروءَ صاحب فرمائين ٿا تہ مان اُنهن خوشقسمت جيون تان ٻلهار وڃان ٿو، جيڪي سدائين لاءِ گروءَ جي شبد ۾ سمايل رهن ٿا.

ساگر مهہ ٻوند ٻوند مهہ ساگر [1]ڪوڻ ٻجهي ٻڌ جاڻي،
[2]اُلٽ چلت آپ ڪر چينهي آپي تت پڇاڻي.
[3]اِيسا گيان بيچاري ڪوئي تس تي مڪت پرم گت هوئي،
[4]دن مهہ رئڻ، رئڻ مهہ دنيئر اُسن سمت ٻڌ سوئي،
تاڪي گت مت اور نہ جاڻي گر بن سمجهہ نہ هوئي.
[5]پرک مهہ نار نار مهہ پرکا بوجهہ برهم گياني،
دن مهہ ڌيان ڌيان مهہ جاڻيا گرمک اکٿ ڪهاڻي.
من مهہ جوت جوت مهہ منوئا پنچ ملي گرڀائي،
نانڪ تن ڪي سد ٻلهاري جن ايڪ سبد لو لائي.
(رامڪلي، م ١ - ٨٧٨ - ٨٧٩)

## ٥. الک اپار اگم اگوچر

اُهو ڪل مالڪ پرماتما، من ٻڌيءَ جي پهچ کان پري آهي. هوءَ اجر، امر، ٻي انت ۽ اٿاهہ آهي. هوءَ سمي استان، ڪال، ڪرم ڦل يا ڪارڻ اثر ۽ ذات پات جي ٻنڌڻن کان

---

١. هن ڀيد جو ڪيئن پتو لڳي؟

٢. اُن پرڀوءَ پاڻ ئي سرشٽيءَ جي رچنا ڪئي آهي ۽ پاڻ ئي اهو ڀيد ڄاڻي ٿو.

٣. جيڪو اهو گيان پائي ٿو، اُنکي پرم گتي پراپت ٿئي ٿي.

٤. ڏينهن ۾ رات آهي، رات ۾ ڏينهن آهي، گرميءَ ۾ سردي آهي.

٥. پرماتما ۾ آتما آهي ۽ آتما ۾ پرماتما آهي.

آزاد آهي. ان جو پرڪاش يا هستي پنهنجو پاڻ مان ٿي آهي ۽ هو پنهنجو آڌار پاڻ ئي آهي. هو اجوني ۽ اجنما آهي يعني جوڻ ۽ جنم مرڻ جي بندن کان آزاد، روپ رنگ ۽ ورن چهن وغيره کان نيارو آهي.

اهڙي الک، اگم ۽ نراڪار پرماتما صرف شبد دوارا پرگهٽ ٿيندو آهي ۽ شبد جو ڀيد زندهه ستگرو ڏيندو آهي. پورن ستگرو بجر ڪپاٽ کولي، اندر سماڌيءَ ۾ لين ٿيل آن ستپرش، پرماتما جو درشن ڪرائيندو آهي.

پرماتما سرشٽي اپائي، الکي ڪال جي اڌين رکيو آهي. جيڪي جيو ستگروءَ جي شرن ۾ اچي، ستگروءَ جي بخشيل انهد شبد جي ڪمائي ڪن ٿا، سي سدائين لاءِ ڪال جي ڄار کان ڇٽي وڃن ٿا.

جڏهن سرير روپي برتڻ کي ۽ من کي آشا ترشنا ۽ ٻين وڪارن کان ڌوئي نرمل ڪبو، تڏهن ئي اهو پريپورن ۽ نرمل پرماتما انهي اندر پرويش ڪندو. پر اهڙا نهه ڪرڻي جيو سنسار ۾ ورلي ملندا، جي آتما کي نرمل ڪري پرماتما سان ميلاپ ڪرڻ جي لائق بڻجندا آهن.

الک اپار اگم اگوچر نا تس ڪال نه ڪرما،
جات اجات اجوني [1]سنڀؤ نا تس ڀاءُ نه ڀرما.
ساچي سچيار وٽهه قربانڻ،
نا تس روپ ورن نهي ريکيا ساچي شبد نيسانڻ.
نا تس مات پتا [2]ست بنڌپ نا تس ڪام نه ناري،
[3]اڪل نرنجن اپر پرنپر سڪلي جوت تماري.

---

١. جو پنهنجو پاڻ مان هستيءَ ۾ آيو آهي ۽ ڪال ۽ ڪرم کان پار آهي. ٢. انهو ڪو پٽ يا سنبنڌي ڪونهي.
٣. هو ڪل ونس کان رهت آهي ۽ نرنجن يعني مايا کان نرليپ آهي.

گهٽ گهٽ انتر برهم لڪائيا گهٽ گهٽ جوت سبائي،
[1] بجر ڪپاٽ مڪتي گرمتي نربھئہ تاڙي لائي.
[2] جنت اپاءِ ڪال سر جنتا وسگت جگت سبائي،
ستگر سيو پدارٿ پاوهہ ڇوٽهہ سبد ڪمائي.
سوچي پاتي ساچ سماوي وِرلي سوچا چاري،
[3] تتي ڪو پرم تت ملائيا نانڪ سرڻ تماري.
(سورٺ، م ١ - ٥٩٧)

## اربد نربد ڌنڌ وڪارا

ايڪ جڳن تائين اوندهہ انڌڪار ڇانيل هو. سرشٽيءَ جو ڪو نالو نشان به نہ هو. اُن وقت سن سماڌيءَ ۾ اڪيلي پرماتما يا اُنجي سرو وياپڪ حڪم بنا ٻيو ڪجهہ به نہ هو. چنڊ سورج ۽ ڌرتي تارا به نہ هئا، تنهنڪري ڏينهن رات به نہ هئا. نہ پنج تت ٺهيا هئا ۽ نہ اُتپت جا ڪي ساڌن ئي هئا. ساگر، نديون ۽ کنڊ پاتال آدي به نہ ٺهيا هئا. نہ آد هئي ۽ نہ انت ۽ نڪي گهٽ وڌائي ۾ اُپرڻ لهڻ. اُن وقت نڪو سرڳ هو ۽ نہ نرڪ، ڇاڪاڻ نہ جنم مرڻ جو چڪر ئي اڃا شروع ڪونہ ٿيو هو ۽ نڪو مٿيان روحاني آنند جا منڊل هئا. اڃا نہ برهما، وشنو، مهيش ۽ ديوي ديوتا به پيدا ڪونہ ٿيا هئا ۽ نہ نر ۽ ناري هئا ۽ نڪو دک يا سک. صرف هڪ ئي پرماتما، امر اجر پاڻ هو ۽ اُن کانسواءِ ٻيو ڪوبه نہ هو، ڪجهہ به نہ هو.

---

١. گروءَ جي ڪرپا سان بجر ڪپاٽ کلن ٿا ۽ اندر سماڌيءَ ۾ لين ٿيل نربھئہ پرڀوءَ جو درشن ٿئي ٿو.

٢. پرماتما جيون کي اُپائي، پنهنجي ڪلا سان اُنهنکي ڪال جي اڌين ڪري ڇڏيو آهي.

٣. تت، پرم تت ۾ ملي وڃي يعني آتما پرماتما روپي ساگر ۾ سمائجي وڃي.

اُن وقت نڪي جپي تپي، سڌ سادڪ يا جوڳي جنگم هئا ۽ نڪي پاٺ پوڄا يا منتر تنتر ڪرڻ وارا هئا، نڪي ڪي ڌرم مذهب يا مت متانتر هئا. پرماتما پنهنجو ظهور پاڻ هو، پنهنجي قيمت پاڻ ئي ڪٿيائين ۽ پنهنجي شان شوڪت ۽ آنند ۾ پاڻ ئي مگهن هو.

اُن سمي ڪنهن به قسم جي سچ جهوٽ، ذات پات، موهه مايا وغيره جو جنم ڪونه ٿيو هو. ڪرشن ۽ سندس گوپين، گورک مڇندر، گيان ڌيان، ڪرم ڪانڊ، ملان قاضي، شيخ حاجي، ويد ڪتيب، برهمڻ کتري، گئو گايتري، تيرٿ ورت، هوم يگيه، راجا پرجا، مندر مسجد آدي جو نالو نشان به نه هو. اڃا نه نيڪي ۽ بدي يا ڪرم ۽ ڦل جو سلسلو به جاري ڪونه ٿيو هو. اڃا نه پرجا ۽ ڀڳتيءَ جو دؤر به نه آيو هو، سو الڳ الڳ ڌرمن ۽ ڌرم استانن جي پاڻ ۾ وير وروڌ جي گنجائش به ڪٿي ڪانه هئي.

اُن وقت پورن ايڪتا هئي. اُهو هڪ ئي پرماتما، پاڻ ئي شاهه هو ۽ پاڻ ئي واپاري هو. هو پاڻ ئي ڪرڻ ڪرائڻ وارو هو، پاڻ ئي ڇوڙڻ ۽ ٻڌڻ وارو هو. پاڻ ئي اشٽ هو ۽ پاڻ ئي سادڪ هو.

جڏهن اُنجو حڪم يا موج ٿي ته اُن پرماتما پاڻ ڪائنات جي رچنا ڪئي ۽ بنا ڪنهن آڌار جي آڪاش بڻايائين. هن خود برهما، وشنو، مهيش ۽ شڪتي يا مايا پيدا ڪيا، جن اگيان وڌي سارو موهه ممتا، مايا، اگيان روپي اوندهه ۽ دويت ميه پسارو اُپايو.

اُن ڪل مالڪ پرماتما نه صرف موهه مايا پيدا ڪيا، پر ان مان ڇوٽڪاري پائڻ جو سامان ۽ سادن به پاڻ بڻايائين ۽ پنهنجي دُيا مهر سان ڪن ڀاڳ ڀريُن جيون کي ڇوٽڪي، ڪين ستگروءَ ڏانهن رجوع جي پرينرتا به ڏنيائين، جنهن

دوارن کھڻ شبد روپي ذات پراپت ٿي ۽ اھي سنگروھ
جي راھ دوارن اڻ الکھ کي سڃاڻڻ جي قابل بڻجي پيا.
سنسار ۾ ڪوبہ جيو پنھنجو پاڻ پرماتما جو گيان پائي نٿو
سگھي. پرماتما اھو وڏان، طريقو يا نيم ڪيس پراپت ڪرڻ
جو (پرڀو پراپتيءَ جو) پاڻ ئي بڻايو ۽ جاري رکيو آھي.
جيون کي سندس لکا گم پيا گيان ڪونھي، پر سنگروھ
ذريعي ڪن ورلي جيون کي اڻ الکھ ۽ اگم پرڀوءَ جو ڀيد
پراپت ٿئي ٿو ۽ اھي ڀاڳيہ شالي جيو سدا لاءِ اڻ پرماتما
۾ سمائجي، سھج ۽ امر آنند جي اسٿتي ماڻين ٿا.

اربد نربد ڌنڌ وڪارا ڌرڻ نہ گگنا حڪم اپارا،
نا دن رئين نہ چند نہ سورج سن سماڌ لڳائدا.
کاڻي نہ باڻي پئڻ نہ پاڻي اوپت کپت نہ آوڻ جاڻي،
کنڊ پتال سپت نھي ساگر ندي نہ نير وھائدا.
نا تد سرگ مڇ پئتالا دوزڪ ڀست نھي کئہ ڪالا،
نرڪ سرگ نھي جمڻ مرڻا نا ڪو آءِ نہ جائدا.
برھما بسن مھيس نہ ڪوئي اور نہ ديسيءِ ايڪو سوئي،
نار پرکھ نھي جات نہ جنما نا ڪو دک سک پائدا.

نا تد جتي ستي بنواسي نا تد سڌ ساڌڪ سک واسي،
جوڳي جنگم ڀيکہ نہ ڪوئي نا ڪو ناٿ ڪھائدا.
جپ تپ سنجم نا برت پوجا نا ڪو آکہ وکاڻيءِ دوجا،
آپي آپ اپاءِ وگسيءِ آپي قيمت پائدا.
نا سچ سنجم تلسي مالا گوپي ڪان نہ گئو گوالا،
تنت منت پاکنڊ نہ ڪوئي نا ڪو ونس وجائدا.
ڪرم ڌرم نھي مائئا ماکي جات جنم نھي ديسيءِ آکي،
ممتا جال ڪال نھي ماٿيءِ نا ڪو ڪسيءِ ڌيائدا.
نند بند نھي جيئہ نہ جندو نا تد گورک ناما چندو،
نا تد گيان ڌيان ڪل اوپت نا ڪو گڻت ڳڻائدا.

ورن ڀيک نهي ٻرهمڻ کتري، ديو نه ديهرا ڳئو گائتري،
هوم جوڳ نهي تيرٿ ناوڻ، نا کو پوڄا لائدا.
نا کو ملا نا کو قاضي، نا کو شيخ مشائک حاجي،
رعيت راءِ نه هئومي دنيا، نا کو ڪهڻ ڪهائدا.
ڀاءُ نه ڀڳتي نا سو شڪتي، ساڄن ميت ٻند نهي رڪتي،
آپي ساهه آپي وڻجارا، ساچي ايهو ڀائدا.
بيد ڪتيب نه سمرت ساست، پاٺ پراڻ اُدي نهي آست،
ڪهتا ٻڪتا آپ اگوچر، آپي الک لکائدا.
جا تس ڀائدا تا جگت اُپائتا، باجهه ڪلا آڏاڻ رهائتا،
برهما بسن مهيس اُپائي، مائتا موهه وڌائدا.
ورلي ڪئو گر سبد سڻائتا، ڪر ڪر ديکي حڪم سبائتا،
کنڊ برهمنڊ پاتال آرنڀي، گپتهه پرگٽي آئدا.
تا ڪا انت نه جاڻي ڪوئي، پوري گر تي سوجهي هوئي،
نانڪ ساچ رتي بسمادي، بسم ڀئي گڻ گائدا.
(مارو، م ١ - ١٠٣٥-١٠٣٦)

## آپي آپ اُپاءِ نرالا

هن شبد ۾ گرو صاحب جن نهايت سنڌر نموني ۾ ٻڌائين ٿا ته اهو سروشڪتي وان پرماتما سڀ جو ڪرتا سرجڻهار آهي ۽ سڀ ۾ سمايل به آهي. اهو پرماتما ساري رچنا جو اُپائيندڙ به آهي ۽ ٻڌهجي سڀني اُپايل وستن، پدارٿن ۽ پراڻين ۾ پوريءَ طرح رميل به آهي. سڄو شبد انهيءَ ويچارڌارا جي تند ۾ پوئل آهي ته جو ڪجهه به آهي سو پرماتما جو ٻڌهجو روپ آهي. هوُ پاڻ رچنا ۾ نظر ايندڙ ساري جو گپت آڌار آهي. هوُ پاڻ ئي وستوُ اُپائي ٿو ۽ پاڻ ئي اُنهيءَ جو گراهڪ، واپاري يا ملهه ڪٿڻ وارو آهي.

گرو صاحب جن هڪ پاسي اهو ٻڌايو آهي ته اُن پرماتما جو انور سنڌس سرشٽيءَ جي ڪٿي ۾ آهي ۽ ڀئي

پاسي ان ڳالھہ تي بہ زور ڏنو اٿن تہ اھو پرماتما منش سرير
جي اندر بہ آھي. منش سرير جي وڏي مهما ھيءَ آھي
تہ اھو سروويا پڪ پرماتما جڏھن بہ ملي ٿو تہ ان منش سرير
جي اندر ئي ملي ٿو.

اَن ڪرتا پرکہ پرماتما ھن منش سرير جي بناوٽ ۾ ھيءَ
عجيب ڪاريگري ڏيکاري آھي تہ ان سرير جا نوَ دوار
سنساري ڪاروبار لاءِ رکيا اٿس ۽ ڏھين دوار ۾ ھُوءَ پاڻ
آسڻ لڳائي ويٺو آھي. ھيءُ سرير ھڪ قلعي سمان آھي،
جنھن ۾ ھريءَ روپي امولڪ رتن اڪل آھي. جڏھن ان
ڪرتا پرکہ جي پنھنجي تي ديا مھر سان ڪنھن پوري
ستگروءَ جي سنگت صحبت پراپت ٿئي ٿي تہ ان سروَ ڪلا
سمپورڻ پرماتما سان اندر ئي ملڻ جي جڳتي ملي وڃي ٿي.
پوري ستگروءَ جي سھائتا بنا پرماتما سان ملڻ مشڪل ئي
نہ، پر ناممڪن آھي. اھڙو ستگرو اندروني روحاني مارگ
جو ڀيدي ھوندو آھي. ھُوءَ پرماتما جي حڪم جو گياتا ھوندو
آھي. صرف الڪي لي ڪايا جي قيد ۾ بند ٿيل جيون
کي سچي شھنشاھہ جي نج گھر ۾ وٺي وڃڻ جي آگيا آھي.
ستگروءَ جي مدد سان جيو شبد سان جڙي اُن حاڪم جي
حڪم کي ڄاڻي سمجھي ٿو وٺي. الڪي اُن جڳجيون داتا
سان ملي سھج اوستا پراپت ڪرڻ جو ڦر ملي ٿو.

آپي آپ اپاہ نرالا ساچا ٿان ڪيٿو دتالا،
[1] پتڻ پاڻي اگني ڪا بندن ڪاتا ڪوٽ رچاندا.
نوَ گھر ٿاپي ٿاپڻھاري دسويں واسا الکہ اپاريں،
سائر سپت ڀري جل نرمل گرمکہ مئل نہ لاندا.

---

۱. ان مالڪ پنجن تتن جي ملاڻ سان ڪايا روپي
قلعو بڻايو آھي.

رو سس ديپڪ جوت سبائي آپي ڪر ويکي وڏائي،
[1]جوت سروپ سدا سک داتا سچي سوڀا پائندا.

ڳڙ مهه هاٽ پٽڻ واپارا پوري تول تولي وڻجارا،
[2]آپي رتن وساهي ليوي آپي قيمت پائندا.

قيمت پائي پاوڻهاري ويپرواهه پوري ڀنڊاري،
سرب ڪلا آپي رهيا گرمک ڪسي بجهائندا.

ندر ڪري پورا گر ڀيٽي جم جندار نه ماري ڦيٽي،
جيئن جل اندر ڪمل بگاسي آپي بگس ڌيائندا.

آپي ورکي امرت ڌارا رتن جواهر لعل اپارا،
ستگر مليو ته پورا پائيئي پريم پدارٿ پائندا.

پريم پدارٿ لهي امولو ڪبهي نه گهاٽس پورا تولو،
سچي ڪا وا پاري هووي سچو سودا پائندا.

سچا سودا ورلا ڪو پائي پورا ستگر مليو ملائي،
گرمک هوءِ سو حڪم پڇاڻي مانيو حڪم سمائندا.

حڪمي آئيا حڪم سمائيا حڪمي ديسي جگت اپائيا،
حڪمي سرگ مڇ پئيالا حڪمي ڪلا رهائندا.

حڪمي ڌرتي ڌؤل سر ڀارن حڪمي پئڻ پاڻي گگنارن،
حڪمي سو سڪتي گهر واسا حڪمي کيل کيلائندا.

[3]حڪمي آڏاڻي آڪاسي حڪمي جل ٿل ترڀوڻ واسي،
حڪمي ساس گراس سدا ڦن حڪمي ديکي ديکائندا.

---

١. جيڪو جيو ستگروءَ جي ڏلِ ساڌن الوسار اندر دسوان گهر ۾ پرڀوءَ سان ملي ٿو، سو سنسار جي گندگين کان مڪتي پائي ٿو.

٢. هوءُ پاڻ ئي رتن آهي، پاڻ ئي انجي قيمت ڪٿڻ وارو آهي ۽ پاڻ ئي انجو خريدار آهي.

٣. حڪم سان آڪاش بنا سهاري بيٺو آهي.

حڪم اُپائي دس اؤتارا ڏهو دانو اگشٽ اپارا،
مالڪ حڪم س ڊرگهہ پٺجهي ساچ مـلاءِ سمائـدا.
حڪمي جگہ ڇٽيهہ گداري حڪمي سڌ ساڌڪ ويچاري،
آپ نانٿ اٿي سڀ جا ڪي بخسي مڪت ڪرائـدا.
[1] ڪائثا ڪوٽ ڳڙهہ مهہ راجا ليب خواص ڀلا دروجا،
[2] متٿا لوڀ ناهي گهر واسا لب پـاپ پڇتائدا.
[3] سـت سـنتوکہ لگر مهہ ڪاري جـت سـت سنجم سرڻ مراري،
نـانڪ سهج ملي جگجيون گـر سبدي پت پائدا.
(مارؤ، م ١-١٠٣٦-١٠٣٧)

## جهہ ڏيکا لهہ ڏين ڏئتالا

پرمالما هرهنڌ حاضران حضور آهي، هوُ پرم ڊيالوُ آهي. هوُ جنم مرڻ ۽ آواگون کان پري آهي. هوُ سڀ جي اندر سماهل هوندي بہ سڀ کان نرليپ آهي. هوُ سرو شڪتيوان آهي، ڪال، مهاڪال ۽ من مايا بہ هنجي هڪ گرهہ برابر آهن يعني جڏهن هوُ چاهي، الهنجو خالمو ڪري سگهي ٿو.

اهو پرمالما ستيہ جو روپ آهي، شبد جو روپ آهي. شبد سان جڙڻ لي ئي اُن سان اندرَ لڳي ئي ۽ سهج اوستا پـراپت ٿئي ٿي. جڏهن پورن سنت ستگرو سرت کـي

---

١. ڪايا روپي قلعي ۾ من راجا آهي. ڪرم اندريون نـائب يا عام سپوادار آهن، گيان اندريون خاص سپوادار آهن. سرير ۾ ئي هڪ سند ر دروازو (ڏسوان دوار) بہ آهي.

٢. لوڀ متيا آهي. لوڀي ڏج گهر پهچي نٿو سگهي، اُنکي پڇتائٹو پوي ٿو.

٣. جت، ست، سنتوش آد گڻ بہ سرير ۾ ئي آهن. ان پرمالما جي حضوري ۾ بہ اندر ئـي پهچي سگهبو، سندس درشن اندر ئي ٿيندو.

انهد شبد سان جوڙي ٿو ۽ پرميشور روپي نرمل پرڪاش، جيڪو سڄي سنسار جو آڌار آهي، ان جو اندر ئي درشن ڪري ٿو. اهڙا پرماتما ۾ سمائل پڳت ئي سچا سنت آهن. صرف پورن سنت ستگرو ئي انهيءَ اوستا پراپت ڪرڻ ۽ اندر انهد شبد سان جڙڻ جي ڏات بخشي سگهن ٿا. اهي سنت مهاتما پرماتما جا پيارا آهن ۽ سندس پيار جي رنگ ۾ رنگيل آهن. اهي پيارا هن ڀوساگر کان پار ٿي ويا آهن ۽ ٻين کي پار اڪارڻ ۾ سمرٿ آهن.

هي انساني سرير ڀڳتن لاءِ جو پتلو آهي، پر ان ۾ هڪ پرم چيتن شڪتي، آتم رام يا پرماتما به وسي ٿي ۽ جڏهن جيو جو اندر ان سان ميلاپ ٿئي ٿو، صرف تڏهن ئي جيو کي دائمي شانتي ۽ سچي آنند جي پراپتي ٿئي ٿي. اهڙو جيو سدائين لاءِ سنتوشي ۽ آشا ترشنا کان پري رهي ٿو.

سرير روپي قلعي ۾ چوڏهن ڀون، چنڊ ۽ سورج به آهن ۽ سڄي پرماتما جو سڄو نقشو به آهي. جيڪو جيو اندر ان ديج گهر ۾ پهچي وڃي ٿو، اُنکي سدائين اندر ۾ شبد جي منهي ۽ سريلي ٻين وڄندڙ سٽائي ڏئي ٿي. اهڙي گرمک کي ٽنهي لوڪن ۽ ٽنهي ڪالن، زمان ماضي، حال ۽ مستقبل جي سوجهي ٿيو ٿي. هنجا سڀ سنسا ۽ ڀرم دور ٿين ٿا ۽ اُچي اوستا پائي ٿو. هوُ گرمت تي هلي نه صرف اندر پرماتما جا درشن ڪري ٿو، پر هن کي هر جڳهه، هرڪنهن ۽ هر وستوءَ ۾ پرماتما جو نور ئي ڏسڻ ۾ اچي ٿو. هوُ مالڪ جي نام روپي امرت ۾ مست ۽ مدهوش ٿي وڃي ٿو ۽ سندس مڪار بند مان پرام، مدرتا يا مناس ۽ ديا ڦوهاري وانگر نڪري ٿي.

شبد جي آخر ۾ گروُ صاحب جن فرمائين ٿا ته صرف اهي سڀاڳا، خوشقسمت جيو ئي سرير اندر ان پرماتما

جي نج گهر ۾ ڀيچي سگهندا آهن، جي پورن ستگروءَ جي
صحبت ۽ شرڻ ۾ اچي ويندا آهن.

جهه ديکا تهه دين دئيالا آءِ نه جائي پرڀ ڪرپالا.
[1]جيئا اندر جڳت سمائي رهئو نرالم رائيا،
جڳه تس ڪي چائيا جس باپ نه مائيا.
نا تس پنچ نه پراءِ ڪمائيا،
نا تس اوپت کپت کل جاتي [2]اوڌه اڄر اور من پائيا.
نو اڪال پرک لاهي سر ڪالا نو پرک اليکه اگم نرالا،
ست سنتوک سبد اڌ سيتل سهج ڀاءِ لو لائيا.
[3]ترڀي ورنا چوٿي گهر واسا ڪال بڪال ڪيئي اڪگراسا،
[4]نرمل جوت سرب جڳجيون گر انحد سبد دکائيا.
اوُنم جن سنت ڀلي هر ڀيٺاري هر رس مائي پار اتاري،
نانڪ رينڻ سنت جن سنگت هر گر پرسادي پائيا.
تو انترجامي جيئه سڀ تيري تو داتا هم سيوڪ تيري،
امرت نام ڪرپا ڪر ديجئي گر گيان رتن ديپائيا.
[5]پنچ تت مل اهه تن ڪيئا آتم رام پائي سک ٿيئا،
ڪرم ڪرتوت امرت ڦل لاگا هر نام رتن من پائيا.

---

١. هوءِ پرڀوءَ جڳتيءَ سان سڀني جيون جي اندر سمايل به آهي ۽ انهن کان نرالو به آهي.

٢. مولکي اهو پريو پيارو لڳي ٿو، جو نه ڪڏهن پيدا ٿيو ٿئي ۽ نه مري ٿو.

٣. هوءَ جڳت کي اپائي، پاڻ الڳ ٿي چوٿين پد ۾ واسي رهيو آهي. ڪال مهاڪال هنهي هڪ گراهي آهن.

٤. جوت سروپ پريو، جو ساري جڳ جو جيون آهي، تنهنجو درشن ستگروءَ انحد شبد دوارا اندر ئي ڪرائي ڇڏيو آهي.

٥. پنجن تتن جي ديهه اندر ئي پرماتما سان ميلاپ ڪري، سچو سک پراپت ٿيو.

نا نس پوکر پتاس من مانتا سرب نرنجن گهٽ جاتا،
امرت رس راتا ڪمول بتراڳي گرمت پاء سماتا.
[1] انڌ تالر ڪرم ڪري دن راتي نرمل جوت ارنتر جاتي،
[2] شبد رسال رسن رس رسنا بيٺي رسال وجاتا.
[3] بيٺي رسال وجاوڻ سوتي جاڪي نرپورٺ سوجهي هوئي،
نانڪ بوجهه اهه بڌ گرمت هري رام نام لو لاتا.
ايسي جن ورلي سنساري گر شبد ويچاره رهه نراري،
آپ ترهه سنگت ڪل تارهه تن سڦل جنم جگ آئتا.
گهر در مندر جاڻي سوئي جس پوري گرلي سوجهي هوئي،
ڪايا گڙ محل مهلي پرپ ساچا سچ ساچا تخت رچائتا.
چترد س هاٽ دهوي دئي ساکي سيوڪ پنچ ناهي بڪ چاکي،
انتر وست انوپ نرمولڪ گر ملئي هر دن پائتا.
تخت بهي تختهه ڪي لائق پنچ سمائي گرمت پائڪ،
آد جگادي هئه ٻي هوسي سهسا ڀرم چڪائتا.
تخت سلام هوويھ دن راتي اهه ساچ وڏائي گرمت لو جاتي،
نانڪ رام جپهه نر تاري هر انت سکائي پائتا.
(مارو، م ١ - ١٠٣٨ - ١٠٣٩)

## قدرت ڪرڻي هار اپارا

پرماتما ٻي انت آهي. هو سرو شڪتمان ۽ سرو وياپڪ آهي ۽ سڀ ۾ سمايل رهي ٿو. هو ئي سڀني جو رازق ۽

١. جنهنڪي اندر هري ملي ٿو وڃي، اهو سدائين نرمل، پرمارٿي ڪم ڪري ٿو.

٢. ان جي اندر شبد جي رسملي، رس پري ويٺا وڃندي رهي ٿي.

٣. جنهنڪي اندر شبد جي بين بڌي ۾ اچي ٿي، انکي ٽنهي لوڪن جي سوجهي ٿئي ٿي.

پرتپالڪ آهي. سڀ جيئن ۽ سڀني پراڻين لئي ان هڪ ئي ڪرتا پرک جو حڪم هلي رهيو آهي.

اهو پرماتما پنهنجي مرضيءَ جو مالڪ آهي. جڏهن هوُ ڪنهن جيو کي پاڻ سان ملائڻ چاهيندو آهي ته هوُ اُنکي پوري ستگروءَ جي شرن ۾ موڪليندو آهي. ستگرو اُنجا سڀ ڀرم سنسا دور ڪري، ڪَهس اندر سهج آنند جي امر ڀنڊار سان جوڙي ڇڏيندو آهي. پوري ستگروءَ جي سهائتا بنا سهج آنند جي اوستا پراپت ڪرڻ ناممڪن آهي.

ستگرو هي ڪاريه، شش جي سرت کي اندر شبد سان جوڙي ڪندو آهي. اصل ۾ پرماتما ۽ ستگرو ٻئي هڪ ئي سطح تي ڪم ڪندا آهن، ٻئي هڪ ئي آهن: ”هر گر مورت اِڪا ورتي“. جو هريءَ جو ڀاڻو، حڪم آهي، سوئي ستگروءَ جو آهي. سنت ستگرو هريءَ جا پيارا آهن ۽ هري سنت ستگرن جو پيارو آهي. اِنهيءَ لاءِ گرُو صاحب بار بار تاڪيد ڪن ٿا ته پاڻ کي ستگروءَ جي شرڻ، سنگت ۽ شيوا ۾ لڳائي رکو.

(۱) نانڪ گر کي چرن سرٻوهه.

(۲) سيوهه ستگر سمند اٿاها.

(۳) ستگر سيوهه سنڪ نه ڪيجئي.

(مارُو، م ۱- ۱۰۴۲-۱۰۴۳)

ستگروءَ جي شرڻ، سنگت ۽ شيوا ڇو ضروري آهي؟ گرُو صاحب اُپديش ڪن ٿا ته گرُوءَ بنا ڪنهنکي ٻه سک نه مليو آهي: ”بن گر ڪن سک پائتا“، گرُوءَ بنا ڪنهنکي ٻه ستيه جو گيان نه مليو آهي: ”بن ستگر تت نه پائتا“، تنڪو گرُوءَ بنا ڪنهن الکه کي لکيو يا سڃاتو آهي: ”بن ستگر الکه نه پائتا“. جنهن ٻه برهم کي سڃاتو آهي، تنهن

ستگروءَ جي شبد دوارن لئي سمجهائو آهي: ”گر سبدي سب برهم پڇاڻئا“ ۽ جڏهن ته الک کي لکيو آهي، تڏهن ستگروءَ دوارن ئي لکيو آهي: ”گر ستگر الک لکائتا“.

تڏهن ڪري تيرٿ ياترا، پوڄا لڳائڻ، وید شاستر پڙهڻ، تنگلي ڪرم، پراڻايام ڪرڻ، ڪنڊاليني ساڌڻ يا ٻيا ڪرم ڪانڊ ڪرڻ ۾ ڪو لاڀ ڪونهي بلڪ سمو اُجايو برباد ڪرڻو آهي. انهن مان نه ڪروڌ، هؤمي يا ٻيا وڪار قابوءَ ۾ ايندا ۽ نه شانتي ۽ مڪتي پراپت ٿيندي. ستگروءَ جي سهائتا سان ئي اهي سڀ وڪار ناس ٿيندا ۽ من وس ۾ ايندو. ستگروءَ جي بخشيل نام يا شبد جي ڪمائيءَ سان پرمالما جو اندر ميلاپ نصيب ٿيندو ۽ اهو سرو وياپڪ سرو سمرٿ، رمتا رام سڀ ۾ ۽ سڀ هنڌ رميل نظر ايندو.

قدرت ڪرتار اپارا ڪيتي ڪا ناهي ڪو پارا،
جيئ اُپاءِ رزق دي آپي سر سر حڪم چلائتا.
حڪم چلاءِ رهيا ڀرپوري ڪس نيڙي ڪس آکان دوُري،
گهٽ پرگٽ هرگهٽ ديکهه ورلي لک سباڻتا.
جس ڪئه ميلي سرت سمائي گر سبدي هر نام ڌيائي،
آنند روپ انوپ اگوچر گر مليئي ڀرم جائتا.
من تن ڌن ئي نام پيارا انت سکائي چلڻ وارا،
موهه پسار نهي سنگ بيلي بن هر گر ڪن سک پائتا.
جس ڪئه ندر ڪري گر پورا سبد ملائي گرمت سورا،
نانڪ گر ڪي چرن سرا هو جن ڀوُلا مارگ پائتا.
سنت جنا هر ڌن جس پيارا گرمت پائتا نام نمارا،
جاچڪ سيو ڪري در هر ڪيئي هر درگهه جس گائتا.
ستگر مليئي تہ مهل بلائي ساچي درگهه گت پت پائي،
ساڪت ٺؤر ناهي هر مندر جنم مري دک پائتا.

سيوهه ستگر سمند اٿاها، پاوهه نام رتن ڌن لاها،
¹ اٺسٺ مل جاءِ امرتسر ناوهه، گر سر سنتوکهه پائيا.
ستگر سيوهه سنڪ نه ڪيجي، آسا مهه نراس رهيجي،
سنسا دوکهه بنا سن سيوهه، ڦر ٻهڙ روگ نه لائيا.
ساچي پاوي تس وڏائي، ڪوُن سهه دوجا تس سمجهائي،
هر گر مورت اڪا ورتي، نانڪ هر گهر پائيا.
واچهه پستڪ وهد پرانا، اڪ ٻهه سنهه سناوهه ڪانا،
اجگر ڪپٽ ڪههه ڪٿ کُلي، ٻن ستگر تت نه پائيا.
ڪرهه بيوت لگاوهه پسمي، انتر ڪروڌ چنڊال سهه هؤمي،
پاکنڊ ڪيني جوگ نه پائيجي، ٻن ستگر الکهه نه پائيا.
تيرٿ ورت نيم ڪرهه اڌ ٺاٺا، جت سٿ سنجم ڪٿهه ڪٿانا،
رام نام ٻن ڪٿ سکهه پائيجي، ٻن ستگر ڀرم نه جائيا.
² نئلي ڪرم ڀئنگم پاٿي ³ رهچڪ ڪنڀڪ پورڪ من هاٿي،
پاکنڊ ڌرم پريٽ نهي هر سٿهه، گر سبد مها رس پائيا.
قدرت ديکهه رهي من مانيا، گر سبدي سڀ برهم پڇاٿيا،
نانڪ آتم رام سڀائيا، گر ستگر الکهه لکائيا.

(مارو، م ١- ١٠٤٢- ١٠٤٣)

---

١. اٺسٺ تيرٿن کي امرت جو سرووَر (امرت سر) چيو ويو آهي، جنهن ۾ اشنان ڪرڻ سان من جون سڀ گندگيون ڌوپجي، دور ٿي وينديون آهن.

٢. نئلي ڪرم، ڪنڊاليني جاڳائڻ ۽ هٺ يوگ جون ٻيون ڪريائون.

٣. ريچڪ، ڪنڀڪ ۽ پورڪ، اهي پراڻايام جون ڪريائون آهن، جن ذريعي پراڻ کي اندر يا ٻاهر روڪڻ جو اڀياس ڪيو ويندو آهي.

## ١٠. هؤمي ڪري تا تو ناهي

جيستائين آپو، خودي يا هؤمي ناس نه ٿي ٿئي، تيسين پرماتما سان ميلاپ نٿو ٿي سگهي. جتي هؤمي آهي، اتي هري ناهي ۽ جتي هري آهي، اتي هؤمي ڪانهي. هن سچائيءَ جي ڄاڻ، ستگروءَ جي ديا مهر بنا نٿي پئجي سگهي. هؤمي کي مارڻ ۽ هريءَ ۾ سمائجڻ جي جڳتي پوري گروءَ کان پراپت ٿئي ٿي. هؤمي جي ناس ٿيڻ سان سڀ ڀرم سنسا، دپ داؤ ۽ آواگون جا ڏک سماپت ٿي وڃن ٿا.

سچو گيان ۽ پورڻ وويڪ پوري گروءَ کان ئي پراپت ٿئي ٿو ۽ هُو ئي اسان کي اُن پرماتما، مکتي داتا جا درشن ڪرائي ۽ اُن سان ملائي سگهي ٿو. ٻيو ڪوبه اهو ڪم نٿو ڪري سگهي.

آخر ۾ گروُ صاحب پنهنجو انڀؤ ٻڌائين ٿا ته مان ”سوهن“ ۽ ”هنسا“ (”مان اهوئي آهيان“ ۽ ”اهو مان آهيان“) جو جاپ ڪريان ٿو، جنهن سان منهنجي آتما نرمل ٿي وئي آهي ۽ ترلوڪيءَ جي مالڪ اڪال پرک ۾ سمائجي اُن سان هڪ ٿي وئي آهي.

هؤمي ڪري تا تو ناهي تو هووهه هئه ناهه،
بُوجههُه گياني بُوجهڻا اهه اڪٿ ڪٿا من ماهه.
بن گر تت نه پائيئي الکه وسي سڀ ماهه،
ستگر مِلي ته ڄاڻيئي جان سبد وسي من ماهه.
آپ گئيا ڀرم ڀؤ گئيا جنم مرن دک جاهه،
گرمت الکه لکائيئي اوتم مت تراهه،
نانڪ سوهن هنسا جپ جاپهه ترڀوڻ تسي سماهه.

(مارُو وار، م ١-١٠٩٢)

## ١١. آتم مهه رام، رام مهه آتم

آتما ۾ پرماتما سمايل آهي ۽ پرماتما ۾ آتما. هن گيان جي سوجهي ستگروءَ جي ديا مهر سان ۽ سندس بخشيل نام يا شبد جي ڪمائيءَ سان پراپت ٿئي ٿي.

اسان جي هئومي پرماتما سان اسان جي ميلاپ جي راهه ۾ سڀ کان وڏي رڪاوٽ آهي. هئومي جو روڳ سرو وياپڪ آهي ۽ پوري برهمانڊ ۾ ڇانيل آهي. سارو سنسار هن روڳ ۾ بري طرح جڪڙيل آهي. ساڌارڻ انسان ته ڇڏيو، پر ديوي ديوتائون به هن کهني روڳ ۾ ڦاٿل آهن.

گرو صاحب هئومي کي ”دوجا ڀاءُ“، دوئت يا جدائيءَ جو ڀاءُ چئي به ياد ڪن ٿا. جيو هڪ پرماتما کي ڇڏي، سنسار جي ٻين انيڪ وستن سان پيار ڪري ٿو. هو پنهنجو پاڻ کي پرماتما کان جدا، ڀنو سمجهي، ناسونت سنسار ۽ ان جي ناسونت پدارٿن کي پنهنجو بڻائڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. اهوئي ”هئومي“ يا ”دوجا ڀاءُ“ آهي، جو سندس تباهيءَ جو ڪارڻ بڻجي ٿو.

گرو صاحب خبردار ڪن ٿا ته دنيا جي ڪا به چيز اسٿر يا قائم دائم ڪانهي. هتي جي هر چيز فاني آهي، ناسونت آهي. پنج تت- ڌرتي، هوا، باهه، پاڻي ۽ آڪاش ۽ ٽيئي ديوتا- برهما، وشنو ۽ مهيش روڳي آهن يعني فاني، ناسونت آهن. ويد ڪتيب، شاستر پراڻ، نديون سمنڊ، کنڊ پاتال به ناسونت آهن. ماتا پتا ۽ ڪٽنب پروار جا سڀ جيو، جن جو اسان سان لهڻي ڏيڻي جو سنبنڌ آهي ۽ جيڪي ڪرمن جي سنجوڳ سان ڪٺا ٿيا آهن، اهي به هئومي ۽ موت جو کاڄ آهن. جيئن جيئن ڪرمن جو حساب ختم ٿيندو وڃي ٿو، تيئن تيئن سڀيئي رشتيدار ۽ سنبنڌي پنهنجي پنهنجي رستي تي هلندا وڃن ٿا. ڀلا ته ڇڏيو،

پر هيءَ پنهنجو سرير به ساڻس لڏي نٿو سگهي. انت سمي هيءَ سرير به مٽيءَ يا اڳنيءَ جي سپرد ٿي، پٺيان رهجي وڃي ٿو. مايا وي سنسار جو ڪو به پدارٿ ۽ اندرين جو ڪو به سک پڪو يا بقادار ناهي، سڀ ڪجهه ئي ڪچو، عارضي ۽ بي بقا آهي.

هؤمي ۽ موت جي روڳ مان ڇوٽڪارو ڪيئن لهي؟ هن روڳ جو هڪڙو ئي رام باڻ يا ڪارگر علاج "سرت-شبد-يوگ" جو ابياس آهي. گرنٿن شاسترن جو گيان، تيرٿ ياترا، هٺ يوگ جا اليڪ آسڻ يا سادن ۽ اپ ليپاڳ وغيره به هؤمي، موت ۽ آواگون کان ڇڏائڻ جو سادن نٿا بڻجي سگهن.

ان ڪري ٿو ٿڪ، پرماتما جي ديا مهر بنا ڪو به ڪڏهن هن بيماريءَ مان ڇوٽڪارو پائي نٿو سگهي. پرماتما جي ديا مهر ستگروءَ جي روپ ۾ پرگهٽ ٿيندي آهي. ستگرو ئي جيو کي اندر شبد سان جوڙي، کيس هؤمي جي روڳ کان مڪتي بخشيندو آهي.

[1] آتم مهه رام رام مهه آتم چينهس گر بيچارا،
امرت باڻي سبد پڇاڻي دک ڪاٽي هئن مارا.
نانڪ هؤمي روڳ بري،
جهه ديکان ٿهه ايڪا بيدن آپي بخسي سبد ڌري.

[2] آپي پرکي پرکڻ هاري بهر ڪسوٽي لاک نه هوئي،
جنهه ڪئو ندر هوئي گر ميلي پريپ پاتا سچ سوئي.
پئڻ پاڻي بيسنتر روڳي روڳي ڌرت سڀوگي،
مات پتا مائيا ديهه سه روڳي روڳي ڪٽمب سنجوگي.
روڳي برهما بسن سه رودرا روڳي سگل سنسارا،
هر پد چين هوئي سي مڪتي گر ڪا سبد ويچارا.

---

فوٽ نوٽ ڏسو صفحي، ٢١٨ تي.

روڳي سات سمنڊ سنديئا کنڊ پتال سي روڳ ڀري،
هر ڪي لوڪ سي ساچ سهيلي سربي ٿائي ندر ڪري.
روڳي کٽ درشن ڀيکڌاري نانا هٺي انيڪا،
بيد ڪتيب ڪرهه ڪهه بپري نهه بوجهه اِڪ ايڪا.
مشٽ رس ڪام سي روڳ ڀريجي ڪندمول سک ناهي،
نام وسار چلهه آن مارگ انت ڪال پڇتاهي.
تيرٿ ڀرمي روڳ نه ڇوٽس پڙيا باد بباد ڀيئا،
دبدا روڳ سو ادڪ وڏيرا مائيا کا محتاج ڀيئا.
گرمک ساچا سبد سلاهي من ساچا تس روڳ گئيا،
نانڪ هرجن اندن نرمل جن ڪؤ ڪرم نيساڻ پيئا.
(ڀيرؤ، م ۱-۱۱۵۳)

---

صفحي ۲۱۷ جا فوٽ نوٽ.

۱. آد گرنٿ ۾ شبد، باڻي، نام، امرت وغيره ڪيترن پدن کي هڪ ئي ارٿ يا معنيٰ ۾ ڪم آندو ويو آهي.

۲. پراڻي زماني ۾ خزاني ڪوٺي رکڻ لاءِ نڪ لڳائي ڇڏيندا هئا، جنهنکي سوراخ جهڙو ٿيندو هو. گرو صاحب اشارو ڪن ٿا ته اهو پرماتما خود ئي سڀني جيون جي پرک ڪري ٿو. جن کي پرک جي قابل ڄاڻي ٿو يا پرک ۾ پاس ڪري ٿو، تن کي پاڻ سان ملائي ٿو ڇڏي. جيڪي پرک جي قابل نٿا ٿين، اهي چوراسيءَ جي چڪر ۾ ئي ڦاٿل رهن ٿا. ڪو به جيو پنهنجي عقل يا شڪتيءَ سان پرک جي قابل نٿو بڻجي. پرماتما پاڻ ئي جنهنکي قابل يا لائق بڻائڻو هوندو آهي انکي بڻائيندو آهي. اصل ۾ ڪرڻ ۽ ڪرن سڀئي ۾ پاڻ وٽ آهي. مولانا روم به فرمائين ٿا ته هو پاڻ ئي برتڻ آهي، پاڻ ئي ان برتڻ جي مٽي آهي ۽ پاڻ ئي ان برتڻ کي ٺاهڻ وارو ڪنڀار آهي ۽ پاڻ ئي گراهڪ آهي.

## ١٢. پرماتما جي درگاهہ

جڏهن گروُ نانڪ صاحب جن مڪي پڌاريا ته سندن ملاقات رڪن الدين نالي هڪ قاضيءَ سان ٿي. ٻنهي جي وچ ۾ پرمارٿي وشين تي گيان گوشٽ ٿيو، جنهنجو ڪجهہ ذڪر هيٺ ڏجي ٿو.

قاضي رڪن الدين گروُ صاحب جن کان پڇيو ته جتي ان پرماتما جو نواس آهي، اها جڳهہ ڪهڙي آهي. گروُ صاحب قاضيءَ کي اهو سمجهائڻ لاءِ ته رب منش شرير جي اندر ئي رهي ٿو، ڪنهن مندر، مسجد، گرجا گهر وغيره ۾ ڪونه ٿو رهي، ڪمن پرماتما جي سچيءَ درگاهہ جو وستار سان نقش چٽي ڏيکاريو.

گروُ صاحب پرماتما جي اڄ گهر کي هڪ وڏي محل سان مشابهت ڏني آهي، جنهنجي اڏاوت خاص ڍنگ جي آهي. هن محل يا قلعي جا ١٢ برج يا منارا (ٽنگن ۽ ٻانهن جا جوڙ) آهن، ٽي دروازا (ٻه اکيون، ٻه ڪن، ٻه نڪ جا سوراخ هڪ منهن ۽ ٻه هيٺيان اندرين جا دوار) آهن، ٥٢ ڪنگرا (٣٢ ڏند ۽ ٢٠ ننهن) آهن، ٻه ڪڙڪيون يا دريون (اکيون) آهن ۽ انهن کانسواءِ اُها ٥ چوڪيدار (گيان اندريون) ۽ ٢٥ منشي (پرڪرتيون) به آهن. هيءُ اهڙو ته خوبصورت محل آهي، جو ديوي ديوتا به هن ۾ رهڻ لاءِ ترسندا آهن. ڪبير صاحب به فرمايو آهي:

اس ديهي ڪو سمرهہ ديو سو ديهي ڀج هر ڪي سيو.
(آد گرنٿ، ١١٥٩)

سرير جي اندر بيشمار خزانا ۽ شڪتيون پريون پيئون آهن، پر اهي سڀ گپت آهن. انهڪي جاڳرت ڪرڻ ڪانپوءِ ئي انهن مان لاڀ وٺي سگهجي ٿو.

الدر الهن گهٽ شڪتين ڪي جاڳائڻ ۽ شهد جي رڳي راڳ، ڪي ٻڌڻ جو هڪ طريقو اهو آهي ته ڪنهن پورن ستگرو، ڪامل مرشد جي تلاش ڪئي وڃي ۽ سندس شرڻ پڪڙي انهي اپديش لي عمل ڪيو وڃي. ستگرو شش کي ٻڌڪ نال روهي لنگه ۽ ٽيڙهي رستي مان لنگهي، رب جي محل ۾ پهچڻ جي جڳتي ٻه سمجهائيندو آهي ۽ ان محل ۾ پهچي رب سان ميلاپ ڪرڻ ۾ به سهائتا ڪندو آهي.

## قاضي رڪن الدين

رڪن آکي ناناڪا درگهه دي سناء،
کيها رنگ محل دا جتي رهسي خداء.
چجي چتان برج گهر کيهي لگي چوکاٺ،
کيها گاڙا چوڙا ڪس بنائنا ناٺ.
صورت ڪتڻ محل دي ڪتر ڪر هرء ديدار،
درتي ڪي ڪچ لکتا کهڙا أسدا بار.
کهڙي سمت پاليئي ڪرکي ڪوڻ لماج،
ڪرڻ رسول پهچاندا چاهيئي کهڙا ساج.
سب لساليئان ديهه توں تان توں اول فقير،
پيران دي سر پير توں ميران دي سر مير.

## گرو نانڪ

ناناڪ آکي رڪن دين درگهه دي سڌ لي،
[1]رنگ عجائب محل دا هيري نال جڙي.
[2]آفتاب مهتاب لکه روشن بلي مشعال،
بارهه برج محل دي اٺ دروازي نال.

---

۱. ان محل جو رنگ روپ ڏاڍو انوکو آهي.

۲. ان ۾ لکين چنڊ سورج مشعالن وانگر ٻري رهيا آهن.

[1] ٻاهرُ پنج حواس هئا ڪارڪن ٻڌيس،
ڇهي ڇڏ امولڪان ميڻا ڪاري لڌس.
ڳارا چولا ڪمري چمڙن دي چوڪاٺ،
[2] ڏاهل پارس دي ٻٽي بجر دي ڪپاٽ.
ڪامڌين لکه لڇميڻان ڪارن گوليڻان ڪار،
رڌي سڌي نؤانڌ حاضر رهي دوار.
باون ڪنگري ڪوٽ دي اوپر نور محل،
ست سمندر کائيان تس وچ ڪمول اچل.
اڪ محل دوباريڻان شو شڪتي سلطان،
نوري ٻئنا بادشاهه سچ تخت سجان.
[3] غيبي واجي وجدي پانچ انيڪ اپار،
راڳ راڳڻي ڳاودي اٺ پهر سران اچار،
مرشد کرلي ڪپاٽ جس هوسي تسي ديدار.
[4] اچي خاصي محل دي ڏيوي بانگ خداءِ،
ستي بانگ نه سڻ سڪي رهيا خدا جڳاءِ.
ستي پئي نپاڳ سب سٿي نه بالڪان ڪرهه،
جو جاڳي سوئي سکي سائين سندي سوهه.

---

۱. پنج ٻهريدار ۽ پنجواهه معنيٰ آهن.

۲. ڏيڍي پارس جي ٻٽيل آهي، معنيٰ جيڪو الان لڳي ٿو سو سون ٿي پوي ٿو، پر رستي ۾ ٻجر ڪپاٽ يعني پٿر جا دروازا لڳل آهن.

۳. انهد شبد جون انيڪ قسم ڌنيون وڄي رهيون آهن. جڏهن پورو ستگرو ٻجر ڪپاٽ کولي ٿو، تڏهن ان محل ۾ داخلا ملي ٿي.

۴ پرماتما جي درگاهه مان اهڙو انهد شبد جي ڌن جيو کي هر پل، هر گهڙيءَ پنهنجي طرف سڏي رهي آهي.

# ستگرو

## ١. ذات ملي ٿي ذات کي

جيئن ڌاتوءَ جا ٽڪرا رڃي پاڻ ۾ رلي ملي هڪ ٿي ويندا آهن، تيئن ئي هڪ شش ستگروءَ جي ڀڳتيءَ دوارا ستگروءَ ۾ سمائجي ويندو آهي. اهڙيءَ طرح جيڪو جيو ستگروءَ ذريعي هڪ من هڪ چت ٿي پرڀوءَ کي ڌيائيندو آهي سو ان پرڀوءَ ۾ ئي سمائجي ويندو آهي ۽ انجو ئي روپ ٿي ويندو آهي.

گروُ صاحب جن ساڌڪ کي اُپديش ڪن ٿا ته جي من ۾ مڪتيءَ جي چاهه اٿيئي ته ستگروءَ جي چرڻ ڌوڙ بڻجي وڃ. پورب جنمن جي پنن ڪارڻ منش جنم جي امولڪ ذات ملي ٿي. جي هن موقعي جو فائدو وٺي پورن سنتن جي سنگت صحبت ۾ رهبو ته اهڙي سچي ڪرڻيءَ جي ڀڳتي حاصل ٿيندي، جنهن سان پرماتما جي ارچن سندر محلن ۾ واسو ٿي رهندو يا اُتي پهچي وڃبو.

جيو سدائين ٽن قسمن جي ڪرمن جي جار ۾ ڦاٿل رهي ٿو. الڪي انهن ٽريڌ ڪرمن ۽ ٽن گڻن جي ٽرڪٽيءَ مان ڇوٽڪارو ڪيئن ملي؟ ستگروءَ جي شرڻ ۾ وڃڻ بنا نه ٽرگڻي ٽرڪٽيءَ مان جند ڇٽي ٿي ۽ نه ئي سهج جي پراپتي ٿئي ٿي. پر ستگروءَ جي ڏيکاريل مارگ تي هلڻ سان پرڀوءَ جي محلن ۾ پهچي ۽ سهج، سک ۽ آنند جي پراپتي ملي وڃي ٿي.

اهو پرماتما ۽ انجو سچو محل ته جيو جي پنهنجي اندر ئي آهي، پر جيسين ستگروءَ جي ڏسيل نام يا شبد جي ڪمائي نه ڪبي، ان ڏسيل ساڌن تي عمل نه ڪبو، تيسين نه پاپن ۽ وڪارن جون گندگيون لهنديون، نه من وس ۾

اڻندو ۽ نه ئي ڀهڻجي يا ڀهڻجي آتما جي ڄاڻ ٿيندي.
جڏهن ان پرماتما جي دَيا مهر سان پورو ستگرو ملي ٿو
وڃي ته پوءِ گهر اندر ئي سڀ ڪجهه ملي ٿو وڃي.

گرو صاحب سمجهائين ٿا ته پرمارٿ جي راهه ۾ ڪي
بي هر طرح جي آس لاهي، ستگروءَ ۽ سندس شبد کي
من ۾ وسائڻ گهرجي. ٻاڻ فرمائين ٿا: مان اهڙي ستگروءَ
تان ٻلهار وڃان ٿو، جڏهن خود پرماتما جا درشن ڪيا آهن
۽ ٻين کي به انهيءَ درشن ڪرائي ٿو.

[1] ذات مليو ٿن ذات کو صفتي صفت سماءِ،
[2] لال گلال گهـبـرا سچا رنگ چڙاءِ،
سچ مليو سنتوکيئا هر جپ ايکي ڀاءِ.
[3] آنـي ري سنت جـدا کي رالڻ،
[4] سنت سڀا گر پائيئي مکت پدارت ڌاڻ.
[5] اوچو ٿـان سهاوڻـا اوپـر مدل مرار،
سچ ڪرڻي دي پائيئي در گهر مدل پيار،
[6] گرمکه مـن سمجهائيئي آتـم رام بيچار.

---

١. جيئن ڌاتو رڇي ڌاتوءَ ۾ ملي وڃندو آهي، ليئن
پـرماتما جي صفت ساراهه ڪرڻ وارو بـه ان پرماتما ۾
سمائجي وڃندو آهي.

٢. ان لئي سچي نام جو گهرو لال رنگ چڙهي وڃندو آهي.

٣. سنتن جي چرڻ ڌوڙ ٿڻجي وڃان.

٤. سنتن جي سنگت مان ستگرو ملندو آهي ۽ ستگروءَ
دئاران مکتيءَ روپي ڪامڌين گئو ملندي آهي.

٥. اهو مراري، پـرماتما ڀهڻجي اوچـي سهڻي مدل
(سچکنڊ) ۾ براجمان آهي.

٦. گروءَ جي مت لئي هلي من کي وس ڪرڻ ۽ آتما
جي رام ارٿات پرماتما کي ڏٺائيو.

¹ترِبڌ ڪرم ڪمائيندي آس انديسا هوءِ،
²ڪنهن گرٻن ترڪٽي جنسي سهج مليو سک هوءِ،
تنهن گهر محل پڇائيندي اندر ڪري مل ڌوءِ.
ٻن گر مُڪل نه آريءِ ٻن هر ڪنهن گهر واس،
اهڪو سبد وچارنيو اور تياگيو آس،
نانڪ ديکه دکائيندو هنه سد ٻلهاريو جاس.

(سري راڳ، م ١ - ١٨)

## ٢. گرو کي چرڻي لاڳو

هن شبد ۾ گروُ صاحب اگيانيءَ، مورک ۽ اچيت من کي ستگروءَ جي شرن ۾ وڃڻ ۽ شبد جي ڪمائي ڪرڻ جو اُپديش ڏيئي رهيا آهن. اِئين ڪرڻ سان سڀئي ٽي مؤت ۽ دکه ٽي جيت پائي سگهجي ٿي.

ڏهاڳڻ ۽ پرائي پرش لڪيندڙ استري ڪڏهن سکي نٿي ٿي سگهي. ساڳي طرح پريو روپي پرماتما کان وڇڙيل ۽ دنيوي آسا منسا ۾ ڦاٿل جيوآتما ڪي نه پرماتما سان ميلاپ ڪرڻ بنا ڪڏهن به سچو سک پراپت نٿو ٿي سگهي.

گروُ صاحب جن پنهنجي ستگروءَ جا شڪرانا مڃين ٿا، جن کين نام جو ڀيد ڏنو. پاڻ فرمائين ٿا ته هاڻي نام ئي منهنجو سچو ڌن، سچو خزانو ۽ سچو سهارو ٿيو چڪو آهي ۽ هاڻي نام ئي مونکي قدم قدم تي سڄي راهه، سچو مارگ ڏيکاري ٿو ۽ ستگروءَ جي دَيا مهر سان مونکي پرماتما جي درگاهه ۾ پهچڻ جو ڏسُ ۽ پنهنجي پريتم سان دائمي ميلاپ جو سؤڀاڳيه پراپت ٿي ويو آهي.

---

١. جيسين ٽن گڻن (ستو، رجو ۽ تمو) جي ڪرمن ۾ ٻڌل آهيون، تيسين آشا ترشنا جي قيد ۾ آهيون.

٢. گروءَ جي دَيا مهر بنا انهن ٽن گڻن جي بندن کان ڇوٽڪارو نه ملندو.

گرو صاحب جن کي ڪوڙن، ڪچن يا انڌن گرن کان ساوڌان ڪن ٿا. جيڪي پاڻ انڌا آهن، سي ٻين کي ڪيئن راهه ڏيکاري سگهندا؟ انهڪري ستگروءَ جي چونڊ ۾ پوري ساوڌاني، سمجهه ۽ سوچ ٻوجهه کان ڪم وٺڻ گهرجي. اڌوري گروءَ جي سنگت کان بچڻ گهرجي ۽ صرف پوري گروءَ جو ئي پلئه پڪڙڻ گهرجي. پوري ستگروءَ جي مکيه نشاني اها آهي ته هو پاڻ به شبد جي ڪمائي ڪندو آهي ۽ پنهنجي شش شيوڪن کي به سچي شبد جي ڪمائيءَ جي جڳتي ڏسيندو آهي. هن حوضي کي ماري سچ اوستا پراپت ڪئي آهي ۽ اهائي راهه پنهنجي شش شيوڪن کي به ڏيکاريندو آهي.

ستگرو شش جي آتما کي شبد ۾ لين ٿيڻ جي قابل بڻائيندو آهي، چاڪاڻ ته جيڪو شبد ۾ سمائجو آهي، اهڙي وري مرڻ يا چوراسيءَ جي چڪر ۾ اچڻ نه پوندو آهي. انجي برعڪس شبد يا نام کان وڇڙيل، نام کان محروم جيو انت ڪال تائين جمڻ مرڻ جي قيد ۾ قائل رهندا آهن.

سڻ من پوري باوري گر ڪي چرني لاڳ،
هر جپ نام ڌيا تو جم ڊرپي دک ڀاڳ،
دوک گهڻو دوهاڳڻي ڪئه ٿر رهي سهاڳ.
پاني ري اوڙ ناهي مئه تاءِ،
مئه ڏن نام لڏان همه ڪسر دکا بل جاءِ.
گرمت پت ساباس تس، تس ڪي سنگه ملاءِ،
تس سن گهڙي نه جيونوُ بن ناوين مر جاءِ.
مئه اندلين نام نه وسري نيڪ ٽڪي گهر جاءِ،
گرو جنا ڪا اندلا چيلي ناهي ٺاءِ.
بن ستگر ناءُ نه پائيئي [1] بن ناوي ڪيا سئاءِ،

---

[1] نام بنا ڪارج راس نٿو ٿئي.

[1] آءِ گئا پڇتاوڻا جِئن سُڃي گهر ڪاءُ.

[2] ٻن ناوَءِ دک دُهري جِئن ڪلر ڪي ڀيت،
تب لگ محل نه پائيئي جب لگ ساچ نه چيت،
[3] سبد رپئي گهر پائيئي نرباڻي پد ليت.

هئن گر پُوڇئن آپڻي گر پُڇ ڪار ڪماءِ،
سبد سلاهي مَن وسئي هؤمي دک جل جاءِ،
سهجي هوءِ ملاوڙا ساچي ساچ ملاءِ.

سبد رتي سي نرملي تج ڪام ڪروڌ اهنڪار،
[4] نام سلاهن سد سدا هر راکهه اُرڌار،
سو ڪئن مَنهُه وسارئي سب جيئا ڪا آڌار.

سبد مرئي سو مر رهئي ڦر مرئي نه دوجي وار،
سبد هي تي پائيئي هر نامي لگئي پيار،
ٻن سبدئي جگ ڀولا ڦرئي مر جنمئي وارو وار.

سب سالاهي آپ ڪئن وڏهه وڏيري هوءِ،
گر ٻن آپ نه چينئي ڪهي سڻي ڪنا هوءِ،
نانڪ سبد پڇاڻيئي هؤمي ڪري نه ڪوءِ.

(سري راڳ، م ١-٥٧)

---

١. جيئن سُڃي، خالي گهر مان ڪانءَ کي ڪجهه نه ٿو ملي تيئن نام نه ملي ته سنسار ۾ اچڻ مان ڪو لاڀ ڪونهي.

٢ نام بنا سرير دک سهي ٿو ۽ ڪلر جي ڀت وانگر ڍهي پوي ٿو.

٣. شبد ۾ رڱجي وڃڻ سان ئي گهر پهچي وڃجي ٿو ۽ نرباڻ پد يعني مڪتي ملي ٿي.

٤. هُو سدائين نام ڌيائيندا آهن ۽ هريءَ کي اندر وسائي رکندا آهن.

## ٣. ٻن گر پريم نه پائيندءِ

جڏهن استريءَ جو پتيءَ سان ميلاپ نٿو ٿئي، تنهنجو هار سينگار ونرٿ آهي. اها چاهي ڪيترا به زيور ۽ ڪپڙا پائي، پر ته به هوءَ پتيءَ بنا سدائين اداس رهندي ۽ سندس من کي ڪڏهن به شانتي نه ملندي.

گروُ صاحب ان ڳالهه تي زور ڏين ٿا ته جيوآتما روپي استريءَ کي پرماتما روپي پريتم سان ميلاپ ڪرڻ لاءِ ڀڄن سمرن يا پرما ڀڳتيءَ جي ضرورت آهي. پر ستگروءَ بنا نه ته ڀڳتيءَ جي سچي جڳتيءَ جو پتو لڳي ٿو ۽ نه هردي ۾ پرماتما جو پريم ئي جاڳي ٿو. ستگروءَ جي سنگت ۽ سيوا مان ئي من کي سچي خوشي ۽ شانتي پراپت ٿئي ٿي.

جيڪڏهن استريءَ (جيوآتما) جي هردي ۾ سچو پريم، برهه ۽ تڙپ آهي ته اها ضرور ڦل پائيندي ۽ سندس هردو سدائين ٽڙيل ڪڙيل ۽ آنند سان ڀرپور رهندو. پرماتما روپي پريتم کي رجهائڻ لاءِ جيوآتما کي پنهنجي من ۽ آپي يا هؤمي کي مارڻو پوندو. پوءِ آتما ۽ پرماتما موتين جي لڙهيءَ وانگر هڪ ٻئي ۾ پوئجي ويندا، ملي هڪ ٿي ويندا.

اهڙيءَ گرمک آتما جو من نهچل رهي ٿو، ڇاڪاڻ ته الکي نام جو پڪو ۽ مضبوط آڌار ملي ٿو وڃي. ٻئي طرف منمک جو من هميشه چنچل رهي ٿو. هوُ دک ۾ جيئي ٿو ۽ روئندو ئي هن سنسار مان روانو ٿئي ٿو. هنجي زندگي بيڪار ۽ بي رسي رهي ٿي ۽ سندس جيون جو منورٿ ڪڏهن به پورو نٿو ٿئي. پر جڏهن شبد کي ڄاڻي، پاڻ کي ان ۾ پوري طرح لين ڪري ڇڏيو آهي، اُن تي دنيا جي لاهين چاڙهين ۽ دکن سکن جو اثر نٿو ٿئي. ڪال ۽ مايا به هنکي نٿا ستائي سگهن، ڇاڪاڻ ته هوُ من مايا، سمي ۽ استان جي ٻنڌڻن کان مٿي اٿي وڃي ٿو.

پرماتما جا نام روپي سچ جو وڻج واپار ڪرڻ وارا هن سنسار مان مالا مال ٿي وڃن ٿا. سندن اصلي راس جا سچي پونجي سندن ستگرو ئي آهي، جو هر قسم جي برائيءَ کان پاڪ صاف آهي ۽ هر طرح پورڻ آهي. سو ستگروءَ جي شرڻ ۾ اچڻ اهڙا سچ جا واپاري پنهنجي جيون ۾ آشا منشا ۽ لوڀ موهه وغيره جي عليتا کان ڇوٽڪارو پائين ٿا.

آخر ۾ گرو صاحب جن فرمائين ٿا ته شاسترن گرنٿن جي ڪٿا وارتا جا بيا باهرمکي ڪرم ڪانڊ من کي صاف ڪري هيءَ سڀ اوستا آڻڻ ۾ بالڪل اسمرٿ آهن. صرف ستگروءَ دواران بخشيل نام جي ڪمائيءَ سان ئي مڪتي ملي سگهي ٿي.

[1] بن پر تن سيگارئي جوبن باد خوار،
نا مائي سک سيجڙي بن پر باد سيگار،
[2] دک گهڻو دوهاڳڻي نا گهر سيج ڀتار.

من ري رام جپهو سک هوءِ،
بن گر پريم نه پائيئي سبد مائي رنگ هوءِ.

گر سيوا سک پائيئي هر ور سهج سيگار،
سچ مائي پر سيجڙي گوڙا هيت پيار،
گرمک جاڻ سڃاڻئي گر ميلي گڻ چار.

سچ مِلهه ور ڪامڻي پر مرهي رنگ لاءِ،
من تن ساچ وگسيا قيمت ڪهڻ نه جاءِ،
هر ور گهر سوهاڳڻي نرمل ساچئي ناءِ.

---

۱. پتيءَ بنا استريءَ جو جوڀن ۽ سينگار وئرٿ آهن.

۲. جنهن ڏهاڳڻ جو پتي گهر سيج تي نٿو اچي، انکي ڀاري دک پرڻو پوي ٿو.

## ۲. ستگرو پورا جي ماڻ

هيءُ شبد پوري ستگروءَ جي مهما ۾ لکيو ويو آهي، جنهن جي ملڻ سان اسانکي بيشمار بخششون پراپت ٿين ٿيون. پوري ستگروءَ جي ملڻ سان پرماتما جي سچي گيان جو امولڪ ڌن ملي ٿو. من کي ستگروءَ جي سکيا انوسار هلائڻ سان پرماتما جي سچي پريم جي پراپتي ٿئي ٿي. گروءَ جي ديا مهر سان مکتيءَ جهڙو قيمتي ۽ امول پدارٿ ملي ٿو، جنهن سان سمورا پاپ ۽ اوگڻ ڌوپي صاف ٿين ٿا.

ستگرو مکتي پراپت ڪرڻ جو الادي ساڌن ۽ ذريعو آهي. برهما، نارد ۽ ويد وياس به شاهدي ڀريندا ته ستگروءَ کانسواءِ مکتيءَ جي دات نٿي ملي. هن شبد جي دويه ڌني پدڻ جي، سچو گيان نٿو پراپت ٿئي ۽ هن ستگروءَ جي، سچي شبد سان سنبنڌ نٿو جڙي. سو ستگروءَ جو بخشيل نام ۽ شبد ئي گيان جو ڀنڊار آهي ۽ ان نام ۽ شبد دوارا ئي پرماتما جو سچو گيان ۽ سچو ڌيان پراپت ٿئي ٿو.

ستگروءَ وٽ نام ۽ پريم جو انمول ڌن آهي، جنهن سان هوُ ششن جي پنجن وڪارن جو ناس ڪري، سندن دکن جو خاتمو ڪري ڇڏيندو آهي ۽ کين سچي سک جي ڏات بخشيندو آهي. اِها ڏات اُنهن کي ملندي آهي جن جي ڌر ڪرم ۾ خود پرماتما طرفان اهڙو ليک لکيل هوندو آهي.

سنسار روپي ڀوساگر ڏاڍو خوفناڪ ۽ ڀيانڪ آهي. انهي نه اورئين ڪناري جو پتو آهي ۽ نه پرئين ڪناري جو. اسان وٽ نه نه ڪا ٻيڙي آهي، نه ونجهه، نه ترهو ۽ نه ڪو ٻيڙيءَ کي هلائڻ وارو ملاح آهي. صرف ستگروءَ روپي ملاح ئي اسانکي هن ڀوساگر کان پار اُڪاري سگهي ٿو.

پرماتما کي ڳائڻ آهي دکن کي اولو ڏيڻ ۽ سکن ڏانهن مهڙُم ٿيڻ. اِنهيءَ حالت ۾ سرير روپي مٽيءَ جو ڪچو

ٻارڙا، ڦاٽي چولو، ٽڙڪي پيو پوي ٿو ۽ موت اچي ٿو
جيو کي گهيري. انت سمي موت وقت ڀڄڻ مان ڪو
لاڀ ڪونه ٿئي. زندگيءَ ۾ جن به چيزن کي اسين پنهنجو
سمجهون ٿا، تن مان ڪابه، ڌن دولت، هٽ حويلي،
وهندي ٻنيون ۽ سنبندي وغيره به ساڻ نٿا هلن. بلڪ
سرير، جو جنم وقت ساڻ آيو هو، اهو به مرڻ سمي ساڻ
ڪونه ٿو ڏئي.

انت سمي صرف هڪ نام روپي دولت ۽ پور ستگروءَ
روپي متر ئي سچو سچ ساٿ نڀاهين ٿا. بنا نام ۽ ستگروءَ
جي، جيو مايا جي اونداهيءَ ۾ ٿي ٽڪندو رهي ٿو.

جنم مرڻ، ڏک سک ۽ آسائون پرالبڌ جا اول ئي لکيت
ٿيل آهن. پرالبڌ جي لکيل مان هڪ لفظ به ميٽجي ڪونه
سگهي. انڪري اسان کي صبر ۽ سنتوش سان، خوشيءَ سان
انکي ڀوڳڻ گهرجي. پر انهيءَ ڳالهه جو ڌيان رکڻ گهرجي
ته آئينده لاءِ نون ۽ برن ڪرمن جو ٻج نه پوکيون، جيئن
انهيءَ ڦل ڀوڳڻو نه پوي. ستگروءَ جي سکيا انوسار شبد
جي ڪمائي ڪرڻ سان اسين ڪرمن جي جار کي ٽوڙي
واپس وڃي پرماتما ۾ سمائجي سگهون ٿا.

ستگر پورا جي ملي پائيئي رتن بيچار،
من ديجي گر آپڻي پائيئي سرب پيار،
مڪت پدارٿ پائيئي اوگڻ ميٽڻ هار.
پائي زي گر بن گيان نه هوءِ،
[1] پوڇهه برهمي ناردي بيد بياسي ڪوءِ،

---

1. گروُ صاحب نارد ۽ ويد وياس سان برهما جو نالو
گڏي، اهو ٿا ٻڌائين ته سرشٽي بڻائڻ واري ئي سرشٽيءَ
جي شروعات کان اهو نيم ٺاهيو آهي ته ستگروءَ بنا مڪتي
نه ملي سگهندي.

[1] گيان ڌيان ڌن جاڻيئي اکٿ ڪهاويئي سوءِ.
سڦلو پرکه ھرناولا ڇاو گھڙي ھوءِ،
لعل جواھر ماڻڪي گر ڀنڊاري سوءِ.
گر ڀنڊاري پائيئي نرمل نام پيار،
ساچو وکر سنچيئي پوري ڪرم اپار،
[2] سک داتا دک ميٽڻو ستگر اسر سنگھار.
ڀوجل بکم ڊراوڻو نا ڪنڌي نا پار،
نا بيڙي نا تلھڙا نا تس ونجھ ملار،
ستگر ڀئه کا بوھٿا ندري پار اُپار.
اڪ تل پيارا وسري دک لاگي سک جاءِ،
جھوا جلئه جلاوڻي نام نه جپي رساءِ،
[3] گھٽ بنسي دک اگلو جم پڪڙي پڇتاءِ.
[4] ميري ميري ڪر گئي لن ڌن ڪلت نه سات،
[5] بن ناوي ڌن باد ھئه ڀولو مارگ آت،
ساچئه صاحب سيويئي گرمک اڪٿو ڪاٿ.
آوي جاءِ ڀوائيئي پئيئي ڪرت ڪماءِ،

---

١. شبد ڌن سان جڙڻ ئي سچو گيان ڌيان آھي ۽ شبد ڌن ئي اکٿ پرماتما جو روپ آھي.

٢. ستگرو سکن جو داتا، ڏيڻ وارو آھي. ھوءَ دکن جو ڪارڻ بڻجڻ وارن دشمنن يعني وشيه وڪارن کي ناس ڪرڻ وارو آھي.

٣. سنسار روپي گھر ڇڏڻ لي ڏاڍو ڏک ٿئي ٿو ۽ جمدوت پڪڙي وٺي ويندا آھن ته پڇتائڻو پوندو آھي.

٤. ”منھنجو“ لن، ڌن ۽ استريءَ کي پنھنجو چوندو ھئين، انھن مان ڪجھه به توسان گڏ نه ھليو ۽ نه ھلڻ وارو آھي.

٥. نام بنا ٻيو ھر قسم جو ڌن ناسونت آھي.

پورب لکھا کھ میٹوٹیع لکھا لیکھ رضاء،
بن هر نام نہ چنیٹیع کرمت ملیع مذاء.
تس بن میرا کو نهي جس کا جیئڑ پران،
هؤمیع ممتا جل بلئڑ لوبھ جلئڑ ایمان،
نانک سبد وچارنٹیع پائیٹیع گٹي لدان.

(سري راڳ، م ۱-۵۹)

## ۵. ري من ائسي هر سئڑ پریت کر

هن شبد ۾ گروُ صاحب جن کيترائي مثال ڏئي الدکار ڏيئي، ستگروء ۽ شش، جيوآتما ۽ پرماتما جي سچي پيار جو ڀاو پرگهٽ ڪرڻ جو جتن ڪيو آهي.

گروُ صاحب سادڪ کي اُپديش ڪن ٿا ته ستگروء نسا هريء سان اهڙو پيار ڪر، جهڙو ڪنول کي پاڻيء سان آهي. پاڻيء جون لهرون پلي کڻي کيس ڪيترو به نوڏين پر تڏهن به هوُ پنهنجي پريتم جي پيار سنديه ۾ ڪوڙيل اڙيل ۽ خوش رهي ٿو. شش کي ستگروء سان اهڙي پريت ڪرڻ گهرجي، جهڙي مڇليء کي جل سان آهي. جل جيترو وڏيڪ هوندو آهي، مڇلي اوترو وڌيڪ پرسن ٿيندي آهي، پر جڏهن کيس جل کان ٻاهر ڪڍبو آهي ته هوُء هڪدم تڙپي مري ويندي آهي. جيستائين هردي ۾ اهڙو تيز يا پرال پريم پيدا نٿو ٿئي، تيستائين من مايا جا بندن ٽني نٿا سگهن ۽ جنم مرڻ کان ڇوٽڪارو پراپت نٿو ٿي سگهي.

چاترڪ يا پپيهي جو به سوانتي بوُند سان اهڙو ئي پريم هوندو آهي. پلي کڻي هنجي اڳيان مني پاڻيء جو ڀرپور سمنڊ هجي، پر هوُ اُج يا پياس ۾ مري وڃڻ پسند ڪندو پر سوانتي بوُند کانسواء ٻيو پاڻي ٻي پياس بجهائڻ قبول ڪري نه ڪندو.

پاڻيءَ جو کير سان سچو پريم آهي. جيستائين پاڻي کير ۾ رهي ٿو، تيستائين هو کير کي باهه جو سيڪ لڳڻ نٿو ڏئي. هو کير جي خاطر پاڻ اگنيءَ جي تپت سهي، کير کي سڙڻ کان بچائي ٿو. اهڙيءَ طرح سچو پريمي پنهنجي پريتم تان پنهنجي جند جان قربان ڪرڻ لاءِ تيار رهندو آهي.

ساڳيءَ طرح چڪوري پنهنجي ساٿي چڪوي جي پريم ۾ ساري رات تڙپندي رهندي آهي ۽ هڪ پل به چين آرام نه هوندو آهي. هوءَ سڄي رات جاڳي، سورج جي اڀرڻ جو انتظار ڪندي آهي، جيئن سورج جي پرڪاش ۾ پنهنجي پريتم کي پائي سگهي. هوءَ چڪوي کي دور سمجهي بار بار اڏامڻ جي ڪوشش ڪري، وٽس وڃڻ چاهيندي آهي، جيتوڻيڪ چڪو اڏامندو وٽس ايندو آهي.

ساڳيءَ طرح منمکه لوڪ پرماتما کي بلڪل دور سمجهندا آهن، پر گرمکن لاءِ هو حاضران حضور هوندو آهي. منمکه لوڪ ايڪ حساب ڪتابن ۾ لڳا رهندا آهن ته اسين هيئن ڪنداسين، هونءَ ڪنداسين، پر ٿيندو اهو آهي، جو پرماتما جو ڀاڻو هوندو آهي.

ڪير به پرماتما جو ملهه نٿو ڪٿي سگهي. اُنکي جاڻڻ منش جي وس کان ٻاهر آهي. صرف ستگروءَ جي اپديش تي عمل ڪرڻ سان ئي پربو پراپتي ممڪن ٿي سگهي ٿي ۽ اِن اٿاهه پربوءَ جي ٿاهه پائي سگهجي ٿي. جڏهن خوشقسمتيءَ سان جمو کي سچو ستگرو ملي وڃي ٿو ته اُنجي دوارن ئي پربوءَ جو سچو پيار منجهس جاڳرت ٿئي ٿو، ستگروءَ کان ئي سچو گيان پراپت ٿئي ٿو ۽ ترلوڪيءَ جا سڀ ڀيد اُن جي اڳيان پستڪ وانگر کليل ظاهر ٿي پون ٿا.

سڀني گڻن ۽ چڱاين جو ڀنڊار نام آهي. جيڪڏهن ڪو
گڻن جو گراهڪ آهي ۽ سچ پچ نيڪ ٺهڪڻ چاهي ٿو ته
ان کي گهرجي ته ڪڏهن به نام کي نه وساري. نام ئي
آواگون کان ڇوٽڪارو ۽ امر جيون جي ڏاس ۽ مڪتي ڏيڻ
وارو آهي.

گروءَ صاحب سمجهائين ٿا ته سنسار جا جيو پکين وانگر
جيون روپي سروور جي ڪناري تي ڪجهه ڏينهن راند رمي
هتان هليا وڃن ٿا. هنن کي جيڪو ٿورو گهڻو سمو هٿ
رهڻ لاءِ ملي ٿو، انجو هو درست استعمال نٿا ڪن ۽ جيون
جي بازي هارائي ٿا وڃن. پر جيڪي جيو پرماتما جي
ديا مهر سان پنهنجو پاڻ کي سڃاڻي، پوءِ پنهنجي مول،
شبد روپي پريو پريتم کي سڃاڻي وٺن ٿا ۽ ساڻس ميلاپ
ڪري وٺن ٿا، ساڻس ملي هڪ ٿي وڃن ٿا، اهي جيون جي
پڙ مان کٽي، جيتي وڃن ٿا ۽ انهن جو جيون سڦل ٿئي ٿو.

هيءَ زندگيءَ کي سڦل بڻائڻ جو ڪارج ستگروءَ جي
سهائتا سان ئي پورو ٿئي ٿو، ڇاڪاڻ ته ستگروءَ ٻنا نه ته
پرماتما جي سچي پريت پيدا ٿئي ٿي، نه هؤمي جي مَل
دور ٿئي ٿي، نڪو شبد جو ڀيد کلي ٿو ۽ نه پنهنجي آتما
۽ پرماتما جي ڄاڻ پڇاڻ ٿئي ٿي. اهو سوڀاڳيه صرف ستگروءَ
دوارا پراپت ٿئي ٿو، ڇو ڪو به ان ڀيد جو واقف ٻيو
گياتا ڪونهي.

انهيءَ اوستا ڪهڙي نه عجيب ۽ آنندمئه آهي، جيڪي
ڪل مالڪ، پرماتما سان ملي هڪ ٿي ويا آهن. اهي
پنهنجي منزل، پنهنجو منورٿ پائي چڪا آهن ۽ انهن ۾
شبد پرگهٽ ٿي چڪو آهي. ٻئي طرف منمک لوڪ، اگيان
جي انڌيري ۾ ئي ٻڏل رهن ٿا ۽ پرماتما کان وڇڙيل رهڻ
ڪري، جنم مرڻ وغيره دکن جون چوٽون سهندا رهن ٿا.

آخر ۾ گرو صاحب جن فرمائين ٿا ته ڪل مالڪ، پرماتما جي لاءِ گهر ڳولهڻ جو صرف هڪڙو ئي رستو ”دسوان دوار“ يا ”تيسرا تل“ آهي. گرمک ان مارگ ذريعي اُتي پهچي وڃن ٿا، باقي منمک ٻاهر ئي ڀٽڪندا رهن ٿا.

ري من ائين هر سين پريت ڪر جيئن جل ڪملينهه،
لهري لال پڇاڙيئي ڀي وگسي اسنيهه،
جل مهه جيئه اُپائڪي بن جل مرڻ تنيهه.
من ري ڪيئن ڇوٽهي بن پيار،
گرمک انتر رو رهيا بخشي ڀڳت ڀنڊار. رهاءُ.

ري من ائين هر سين پريت ڪر جيئن مڇلي نير،
جيئن اڌڪو تيئن سک گهڻو من تن سانت سرير،
بن جل گهڙي نه جيوئي پرڀ جاڻيءِ اڀ پير.[1]

ري من ائين هر سين پريت ڪر جيئن چاترڪ ميهه،
سر ڀر ٿل هرياولي اڪ بوند نه پوئي ڪيهه،[2]
ڪرم ملي سو پائيئي ڪرت پئيا سر ديهه.

ري من ائين هر سين پريت ڪر جيئن جل دڌ هوءِ،
آوٽڻ آپي کوي دڌ ڪؤ کپڻ نه ديهه،[3]
آپي ميل وڇنيا سچ وڏائي ديءِ.

ري من ائين هر سين پريت ڪر جيئن چڪوي سور،

---

١. پاڻيءَ بنا مڇليءَ جي هردي (اُپ) ۾ جيڪا پيڙا ٿئي ٿي، سا پرڀو ئي ڄاڻي ٿو.

٢. چاهي سروور ۽ ٿلهه ڀرجي وڃن، پر پپيهو اُن پاڻيءَ جي هڪ بوند به ڪو نه پيئي.

٣. پاڻي آگ جي لپٽ پاڻ سهي ٿو، پر کير کي اُن لپٽ کان بچائي ٿو.

کِن پل نيد نه سوونٽي جاڳي دور ڇهوُر،
منمکه سوُجهي نا پوي گرمکه سدا حضوُر.
منمکه گڻت گڻاوڻي ڪرنا ڪري سو هوءِ،
نا ڪي قيمت نا پوي جي لوچي سڀ ڪوءِ،
گرمت هوءِ نه پائيئي سچ مليءِ سک هوءِ.
سچا نيهه نه ٽٽئي جي سٽگر ملئي سوءِ،
گيان پدارٿ پائيئي ترڀوڻ سوجهي هوءِ.
نرمل نام نه وسرئي جي گڻ ڪا گاهڪ هوءِ.
کيل گئي سي پنکڻون جو چگدي سر تل،
گهڙي ڪ مهت ڪ چلڻا کيلڻ اج ڪ ڪل،
جس تون ميلهه سو ملئي جاءِ سچا پڙ مل.
بن گر پريت نه اوپجئي هؤمي ميل نه جاءِ،
¹سوهن آپ پڇاڻيئي سبد ڀيد پتيئاءِ،
گرمکه آپ پڇاڻيئي اَوَر ڪ ڪري ڪراءِ.
ملڻا ڪا ڪيٿا ميليئي سبد ملي پتيئاءِ،
منمکه سوجهي نا پوي ولڙ ڇوٿا کاءِ،
نانڪ در گهر ايڪ هئي اَوَر نه دوجي جاءِ.
(سري راڳ، م ۱-۵۹-۶۰)

۶. گرمکه

گرمکه سدائين سچ ۽ گيان جا وچن بوليندو آهي، ڇاڪاڻ ته هن پاڻ کي ۽ پنهنجي رضا کي پورن رِيت پرماتما جي رضا ۾ لين ڪري، ملائي ڇڏيو آهي. هن پرماتما جي ڪنهن طرح شرن ورتي آهي، پاڻ کي پوري طرح سمرپڻ ڪري ڇڏيو اٿس. هوُ دنيا کان نرليپ ۽ دليوي آشائن ترشنائن

---

۱. جڏهن هوُ شبد سان ايڪ ٿئي ٿو ته کيس معلوم ٿئي ٿو ته منهنجو ۽ هريءَ جو موُل يا اصلي روپ هڪ آهي. سوهن يا سوهنگ = مان اُهوئي آهيان جو هري آهي.

ڪان مڪمل ٿي چڪو آهي. هوُ سوڪنڊ پهچي چڪو آهي،
تنهنڪري ڪال هنجي نزديڪ به اچي نٿو سگهي. انجي
اُلٽ، مدمڪ ماياوي ۽ دنيوي موهه پيار جو شڪار آهي ۽
سدائين آشا ترشنا جا دک سهي ٿو ۽ چوراسيءَ جي چڪر
۾ قائل رهي ٿو.

گروُ صاحب ابياسين کي اُپديش ڪن ٿا ته پنهنجي اندر
شبد کي پرگهٽ ڪرڻ ۽ اهو دوڙ امرت پيءِ، امر ٿي وڃو
۽ اهڙي طرح سهج آنند جي اوستا پراپت ڪريو.

انهيءَ اوستا جي پراپتيءَ لاءِ ستگروءَ جي شرڻ وٺڻ
ضروري آهي. گروُ صاحب جن فرمائين ٿا ته ستگروءَ کان
نام دان پائي، سرت کي اندر ايڪاگر ڪري شبد يا نام
سان جوڙڻ گهرجي. سڀ ڪجهه گروءَ کي سونپي، اُنهي سکيا
الوسار هلڻ گهرجي. ائين ڪرڻ سان ابياسي پاڻ کي سڃاڻي
ٿو وٺي ۽ پاڻ سڃاڻڻ سان پرماتما جي سڃاڻپ به ٿي وڃي
ٿي. اهڙي جيوآتما کي هرهنڌ ۽ هر وستوءَ ۾، رچنا جي
ڪڻي ڪڻي ۾ انهيءَ هڪ ئي پرماتما جي جوت ۽ جلوو
نظر اچڻ لڳي ٿو.

گروُ صاحب فرمائين ٿا ته مڪتيءَ جو صرف اهو ئي
هڪڙو مارگ آهي جو ستگروءَ وارو ۽ اٽڪس آهي، جنهن
۾ ڪنهنکي به ڪڏهن اسفلتا نٿي ملي. آخر ۾ پاڻ ستگروءَ
جي مهما ڪندي، سندس شڪرانا مڃين ٿا، جو سندس
اپار ديا مهر سان موهه مايا وغيره سڀ بندن ڪٽجي ويا
۽ ان الک پرماتما جي جاڻ يا سوجهي پئي.

بولهه ساچ متنا لهي رالي،
چالهه گرمک حکم رضائي،
رهه اليت سچي سرنائي.
سچ گهر بيٺي ڪال نه جوهي،
مدمک ڪوُ آوت جاوت دک موهي.

آپڻ پيئڻ اکٿ ڪٿ رهڻي،
نج گهر بسنس سهج گهر لهڻي،
هر رس ماڻي اهه سک ڪهڻي.
گرمت چال نهچل نهي ڊولي،
گرمت ساچ سهج هر بولي،
پيوي امرت تت وروليءِ.
[1]ستگر ديکيا ديکيا ليدي،
[2]من تن ارپيو انترگت ڪيدي،
[3]گت مت پائي آتم چيني.
پرو جن نام لوچن سار،
پرم هنس سچ جوت اپار،
جهه ديکئه تهه ايڪنڪار.
رهي نرالم ايڪا سچ ڪرٽي،
پرم پد پائيا سيوا گر چرٽي،
من لي من مانيا چوڪي اهم ڀرمٽي.
ان بد ڪئڻ نهي تارئا،
هر جس سنت ڀگت نستارئا،
پرڀ پائي هم اَور نه ڀارئا.
ساچ محل گر الکه لکائئا،
نهچل محل نهي ڇائئا مائئا،
ساچ سنتوکي ڀرم چڪائئا.
جن ڪي من وسئا سچ سوئي،
تن ڪي سنگت گرمکه هوئي،
نانڪ ساچ نام مل ڪوئي.

( گوڙي م ١ - ٢٢٧ - ٢٢٨ )

---

١. ستگروءَ جو درشن ڪيو، ان ڪان نام دان پائو.
٢. من تن الکي ارپڻ ڪري، سرت کي اندر ايڪاگر ڪيو.
٣. آتما کي سڃاڻي، پرماتما کي سڃاتو.

## ٧. هنس ۽ بگهلو

هن شبد ۾ سمنڊ، هنس، بگهلي ۽ تلاءَ جا مثال ڏيئي انهيءَ مشابهت ستگرو، گرمک، منمک ۽ سنساري ڇڪتاڻ ڀريل تلاءَ سان ڪري، ستگروءَ جي وشيه ۾ پورو پرڪاش وڌو ويو آهي. ستگرو سمنڊ سمان آهي جو هيرن ۽ موتين سان ڀرپور آهي. پرماتما جو پريمي ڀڳت يا گرمک هنس آهي. بگهلي مان ڀاو دنيادار يعني منمک جو آهي، جو سمنڊ کان دور ماياوي آشا ترشنا جي گپ سان ڀريل تلاءَ روپي سنسار جي ڪناري رهي ٿو.

مالڪ جا سچا ڀڳت يا گرمک، ستگروءَ روپي سمنڊ مان موتي چڳندا آهن. منمک، بگهلن وانگر وشيه وڪارن روپي ڇڪتاڻ جي تلاءَ ۾ ٻڏا پيا هوندا آهن. گرمکن جو مقصد اندران سچ يا روحانيت جي ڄاڻ پراپت ڪرڻ جو هوندو آهي، پر منمک اندري ڀوڳن جي پورتي ۽ عيش عشرت چاهيندا آهن. گرمک آواگون جا بندڻ ٽوڙي ڇڏيندا آهن، پر منمک سدائين چوراسيءَ ۾ ڀٽڪندا ڦرندا آهن. پريم جي رنگ ۾ رڱيل پريمي شردڪ جن، ستگروءَ ۾ سمائجي انجو روپ ٿي ويندا آهن. جيو آتما روپي ٻوند يا هنس هميشه لاءِ ستگرو روپي سمنڊ ۾ لين ٿي ويندو آهي. قطرو ساگر ۾ سمائجي ويندو آهي ۽ ساگر قطري ۾. ٻنهي ۾ ڪو ڀي ڀيد نه رهندو آهي.

گروءَ صاحب پرماتما کي سچو جوڳي چئي ياد ڪن ٿا، جو سرشٽيءَ جي ڪڻي ۾ سمايل هئڻ جي باوجود ان کان نرليپ آهي. ساري ترلوڪي هنجي حڪم انوسار هلي رهي آهي. هوُ ئي سچي آنند جو اکٽ ڀنڊار آهي. ساري منش جاتي ۽ ديوي ديوتا وغيره سڀ سندس سهاري رهن ٿا. هوُ ڀڳت وڇل آهي ۽ هئومي مارڻ ڪاڻهوءَ

ٿي اندر سمنڊ چرن ڪنولن جي شرن پراپت ٿئي ٿي يعني سائينس ميلاپ ٿئي ٿو.

موت اٽل آهي. ڪو به جتن يا اپاءُ ڪڍڻ ۾ ڪنهن کي موت جي چنبي کان نٿو بچائي سگهي. تنهنڪري مڙس جنم جو املهه موقعو فضول ضايع ڪرڻ نه گهرجي ۽ پنهنجي پوري ڪوشش ستگروءَ جي بخشيل شبد جي ڪمائيءَ ۾ لڳائڻ گهرجي، جيئن سنسار ۾ اچڻ ۽ مڙس جنم ڌارڻ جو اصل مقصد پورو ٿي سگهي.

گر ساگر رتني پرپوري امرت سنت چگهه لهي دوري.
هر رس چوگ چگهه پرڀ ڀاوي سرور مهه هنس پران پت پاوي.
ڪتا بگ بپڙا ڇپڙي ناءِ ڪيچڙ ڊوبي مئل نه جاءِ.
رڪ رڪ چرن ڌري وچاري دبدا ڇوڊ ڀئي نرنڪاري.
مڪت پدارٿ هر رس چاکي آوڻ جاڻ رهي گر راکي.
سرور هنسا ڇوڊ نه جاءِ پريم ڀگت ڪر سهج سماءِ.
[1]سرور مهه هنس هنس مهه ساگر اڪٿ ڪٿا گر بچني آدر.
سن منڊل اڪ جوگي بيٺي نار نه پرک ڪهه ڪوڪ ڪٿي.
ترڀوڻ جوت رهي لو لائي سر نر ناٿ سچي سرنائي.

---

ا. سمنڊ ۾ هنس آهن ۽ هنسن ۾ سمنڊ آهي. مطلب ته سنت جن پرڀوءَ روپي سمنڊ مان اچن ٿا ۽ جڏهن هو مرت لوڪ ۾ عام ماڻهن وانگر ڏسڻ ۾ اچن ٿا ته به اهو پرڀوءَ روپي سمنڊ انهن ۾ سمايل هوندو آهي.

اڳتي ڪجهه ٽڪن ۾ ٻڌائين ٿا ته اهو پرماتما جو ذات ۽ ڪل کان مٿي آهي، سڀڪنهن ۾ وسي ٿو، ساري ترلوڪيءَ جي سنڀال ڪري رهيو آهي. هو آنند سروپ آهي، ساري سرشٽيءَ جو آڌار آهي ۽ سڀ ديوي ديوتا هن جي اڌين آهن.

آلله مؤل انـاٿ اداري گـرمکہ پگت سهج ٻهاري.
پگت وچ ٻه ڪاڻهاري هؤمي مار مليو پگ ڌاري.
الک جتن ڪرڪال سنتاي مرڻ لکاءِ مدبل مهه آئي.
جنم پدارٿ دبدا کووي آپ نه چينس ٻرم ٻرم رووي.
کهنه پڙله سنته ايڪ ڌيرج ڌرم ڌرٿي ڌر ٽيڪ.
جت ست سنجم رديه سمائي چؤٿي پد ڪؤ جي من پتيائي.
ساچي نرمل عقل نه لاگي گرکي سبد ڀرم ڀه ڀاگي.
صورت مورت آد انوپ نانڪ جاچي سچ سروپ.
(ڌناسري، م ١ - ٦٨٥)

## ٨. ماڻس جنم دلڀ

منش جنم امولڪ وردان آهي. صرف سنت مهاتما، گرمکہ ۽ ڀگت جن انجي اصلي مهما ڄاڻن ٿا. باقي جيو انجو ملهه لتا ڄاڻن ۽ انکي ڪوڏين بدلي وڃائي ٿا وهن. جيڪڏهن ڪو ڀيارو ڀاڳن سان ڀوري ستگروءَ جي سنگت صحبت ۾ اچي ٿو ته هو ستگروءَ ۽ ڀڳو ڀريم جي رنگ ۾ رڱجي وڃي ٿو ۽ کيس پنهنجي خوشقسمتيءَ جي ڄاڻ ٿيوي ٿي.

جڏهن دنيا مان ڪوچ ڪرڻ جو وقت اچي ٿو ته گرمکن وٽ پنهنجي شڀ ڪرمن جو پدبار رهي ٿو، انهيءَ ڪري هو ڪل مالڪ جي درگاهه ۾ مان سنمان پائين ٿا.

سنسار ۾ اسانجو اصلي دشمن من آهي، جو وشيه وڪارن ۾ لپٽي، ضدي ٿي پيو آهي. پر جڏهن ستگروءَ جي ديا مهر ۽ بخشش سان جيو جي اندر پرماتما جو سچو پيار جاڳرت ٿئي ٿو ته من سهجي ٿي وس ۾ اچي وڃي ٿو. اهو ڪاربہ ستگروءَ جي ديا مهر سان پورن ٿئي ٿو. پر جيڪي منش پرماتما ۽ ستگروءَ کان بيمکہ آهن ۽ ڀرمن ۾ ڀٽڪندا رهن ٿا، انهنجي هردي ۾ پاپن جا گهرا داغ هوندا آهن. انهن کي ڀرڀو روپي پريتم جي پيار جو امرت پيئڻ لاءِ نه ملندو آهي.

آخر ۾ گروءَ صاحب فرمائين ٿا ته اهو ڳڻ نڌان مڌهجي
اندر وسي ويو آهي، مان وينتي ڪريان ٿو ته ڪرپا ڪري
منهنجي زندگيءَ کي ڳڻڪاري بڻايو ۽ مونکي بل بخشيو
ته مان سدائين ستگروءَ جي حڪم ۾ رهان ۽ سڌس ڏسيل
مارگ تي هلي سرت کي شبد سان جوڙي، هميشه لاءِ جنم
مرڻ جي چڪر کان ڇوٽڪارو پائي سگهان.

ماڻس جنم دلڀ گرمک پائنتا،
من تن هوءِ چلڀ جي ستگر ڀائنتا.
چلي جنم سوار وکر سچ لئي،
پت پائي دربار ستگر سبد ڀئي.
من تن سچ سلاهه ساچي مَن ڀائنتا،
لال رتا من مانتا گر پورا پائنتا.
هئو جيو اڳڻ سار انتر ڳڻ وسئي،
ڳڻ وسهه من ماهه سهجي رس رسئي.
مورک من سمجهاءِ آکهه ڪيترا،
گرمک هر ڳڻ گاءِ رنگ رنگيتڙا.
نت نت رديءَ سمال پريتم آپڻا،
جي چلهه گر نال ناهي دک سنتاپڻا.
[1] منمک ڀرم ڀلاڻا نا تس رنگ هئو،
مر سي هوءِ وڊاڻا من تن ڀنگ هئو.
گر کي ڪار ڪماءِ لاها گهر آڻتا،
[2] گر باڻي نرباڻ سبد پڇاڻتا.

---

۱. منمک ڀرم ۾ ڀليل آهي. هوءَ پريو ميلاپ جي آنند
جو اپيؤ لٿو ڪري سگهي. هوءَ دکي ٿي مري ٿو.

۲. شبد روپي پرماتما، جو مايا جي هر طرح جي ملينتا
کان مکت آهي، اُن جي ڄاڻ حاصل ڪئي.

'اڪ نانڪ ڪي ارداس جي تُڌ ڀاوسي،
مُڃ ڏيجي نام نواس هر گڻ گاوسي.
(سوهي م ١-٧٥١)

## ٩. مول خريدي لالا گولا

هن شبد ۾ ستگروءَ لاءِ امرتا پورڻ ڀاوَ ۽ پريم جو اظهار ڪيو ويو آهي. شش چوي ٿو ته هي ستگرو مان توهانجو زر خريد غلام آهيان. رکو مان ئي نه پر منهنجا ماتا پتا به توهانجا داس آهن. سو مان نه گروءَ جي چاڪرن جو ئي اولاد آهيان.

شيوڪ وينتي ڪري ٿو ته مان ستگروءَ جو "لالو گولو" يعني غلام آهيان. ستگرو جيڪو به ڪارج يا شيوا مونکي ڏيندو، سا مان ڪرڻ لاءِ تيار آهيان. گروءَ کي پياس لڳڻ جي حالت ۾ مان سندس لاءِ پاڻي ڀري ايندس. ڪيس بک لڳڻ جي حالت ۾ مان سندس لاءِ اٽو پيهندس، گرميءَ لڳڻ جي حالت ۾ مان کيس پکو قيريندس ۽ سندس ٿڪل هئڻ جي حالت ۾ مان سندس چرڻ دٻائيندس. شيوڪ وڌيڪ چوي ٿو ته مان ته ڪنهن به طرح ستگروءَ جي شيوا لائق ئي نه آهيان، پر ناٿ ئي مون تي ديا مهر ڪري، رحمت جو مينهن وسائي، مونکي پنهنجي چرڻن ۾ قبول ڪيو اٿن.

هيءَ شبد پريل پڳتي ڀاو ۾ رچيو ويو آهي جنهن ۾ گروُ نانڪ صاحب، پرماتما ۽ ستگروءَ کي هڪ روپ مڃي ستگروءَ جي مهما ڪئي آهي.

---

١. هي پريو! منهنجي اهائي وينتي آهي ته ڪرپا ڪري مونکي نام ۾ نواس ڏي، جيئن مان سدائين تنهنجا گڻ ڳائيندو رهان.

موُل خريدي لالا گولا ميرا ٿاءِ سڀاڳا.
ڳرکي ٻڌي هاٿ بڪانا جت لاڻا تت لاڳا.
ٽيري لالي ڪتا چترائي صاحب ڪا حڪم نه ڪرڻا جائي.
ما لالي ڀئا لالا ميرا هٿ لالي ڪا جائتا.
لالي ناچي لالا گاوي ڀڳت ڪري ٿيري رائتا.
ڀيٽيو نه ٻاڙي آڻي ڪاهي نه ٻيسڻ جاءِ.
ٻڪا ڦيري ٻير ملووا جيت رها ٿيرا ٿاءِ.
لوڻ حرامي ناٺڪ لالا ٻخشيو تڏ وڊائي.
آد جڳاد دئتا ٻت دالا تڏ وڻ مڪت نه ٻائي.
(مارؤ م ١ - ٩٩١)

## ١٠. سنسار ساگر

ڳُرو صاحب هن سنسار جي، جنهن ۾ اسين رهون ٿا، صحيح تصوير پيش ڪن ٿا ۽ هن ۾ رهندڙ جيون جي دُردشا جو جيئرو جاڳندو چٽ ڪيئن ٿا. پاڻ هن سنسار جي مشابهت هڪ خطرناڪ سمنڊ سان ڪن ٿا، جنهن ۾ اسانجي من روپي ٻيڙي، جا اسانجي ڪرمن جي ڀاري بوج سان ڀريل آهي، ٻي سهاري لڙهندي وڃي رهي آهي. هن سمنڊ جو نه اورئون ڪنارو ڏسڻ ۾ اچي ٿو ۽ نه پرئون. ڪنهن کي به خبر ڪانهي ته دنيا ڪڏهن ٺهي آهي ۽ ڪڏهن ختم ٿيندي. زندگيءَ جي هن ٻيڙيءَ ۾ نه ڪو ملاح آهي ۽ نه ڪو ونجهه يا چپوُ. پوءِ هن ڀوساگر مان پار لنگهڻ جي آشا ڪيئن ٿي رکي سگهجي؟

ڳُرو صاحب جن فرمائين ٿا ته اهڙيءَ حالت جي باوجود هن ڀوساگر مان پار ٿيڻ جو هڪڙو ساڌن اوس آهي. جيڪڏهن هن ٻيڙيءَ جي لاچار مسافر کي سچو ستگرو ملي وڃي ته هوُ خاطريءَ سان ڪيس هن دهشت ڀرئي سمنڊ مان پار ڪڍائي سگهي ٿو.

ستگرو ملاح جو ڪار، ڪندو ۽ سندس بخشيل نام نـا شبد، جهاز يا انجي ولجهہ يا ڇوڙہ جو ڪم ڪندو. جيڪو يااري پوري ستگروءَ ۽ سندس بخشيل شبد جي سهائتا سان هڪوار هي پوساگر پار ڪري، پنهنجي منزل مقصود تي پهچي ويندو، اهو سدائين لاءِ سمنڊ جي خطرن ۽ طوفانن کان بچيو رهندو. ٻين لفظن ۾ هوُ هميشه لاءِ جنم مرڻ جي چڪر کان مڪت ٿيندو ۽ سمي، اسٿان ۽ من مايا جي بندڻن کان آزاد ٿي ويندو. انکي خالص يا نرمل آنند جي سهج اوستا پراپت ٿيندي.

گروُ صاحب جن انهيءَ سچائيءَ جو به ذڪر ڪن ٿا ته من جڏهن به وس ۾ ايندو ته صرف نام روپي امرت ذريعي ئي وس ۾ ايندو ۽ نه دمن ڪرڻ، دبائڻ يا هٺ ڪرمن ذريعي روڪڻ سان. هؤمي يـا اهم، جو من کي زهريلو بڻائي ٿو ۽ پريـو پراپتيءَ جي راهه ۾ وڏو روڙو آهي، انکي به صرف من ۾ شبد يا نام کي وسائڻ سان ئي مٽائي سگهجي ٿو. جڏهن جيو جي اندر مان هؤمي مري مٽي ويئي سو جيون مڪت، جيئري ئي مڪت ٿيل سمجهڻ گهرجي.

شبد جي آخر ۾ گروُ صاحب آتما جي پيت طوطي سان ۽ سرير جي اُن پڃري سان ڪن ٿا، جنهن ۾ اهو آتما روپي طوطو قيد آهي. هن سرير روپي پڃري جي اندر شبد يا نام روپي سچ جو چوڳو رکيل آهي. جڏهن آتما روپـي طوطو ان سچ جو چوڳو چڳندو ۽ اندر اهو امرت پيئندو ته پوءِ سدا لاءِ ديهہ جي بندڻن کان آزاد ٿي پوندو.

[1] بکہ بـوهتا لادنـا ديٺا سمند منجهار،
[2] ڪنڌي دس نہ آوئي نا اُروار نہ پار.

---

۱. زهر (پاپن) جو پريل جهاز (جيو) سمنڊ (سنسار) ۾ هلي رهيو آهي. ۲. سنسار ساگر جو اوريون يا پريون ڪنارو ڏسڻ ۾ نٿو اچي.

[1] ونجهي هاٿ نه کيونئو جل ساگر اسرال،
ٻاٻا جڳ ڦاٿا مهاجال،
گر پرسادي اُبري سچا نال سمال.
ستگر هٿ ٻوهٿا سبد لنگهاوڻهار،
[2] ٿئي پوڻ نه پاوڪو نا جل نا آڪار،
[3] ٿئي سچا سچ نائو ٻوجل ٽارڻهار.
[4] گرمک لنگهي سي پار پئي سچي سِن لو لاءِ،
[5] آواگوڻ نوارئا جوتي جوت ملاءِ.
گرمتي سهج اوپجي سچي رهئي سماءِ.
[6] سپ پڙائي پائيئي بڪ انتر من روس،
ٻُرب لکئا پائيئي ڪس نو ديجئي دوس،
[7] گرمک گارڙ جي سٻڌي مني نائو سنتوس.
[8] ماکوءِ ڦاهئيئي ڪندي چال ونئاءِ،

---

١. ٻيڙيءَ جو نڪو ملاح آهي ۽ نڪو ونجهه وغيره آهي.

٢. جتي شبد جو جهاز آهي، اُتي پڇ لٽ ڪونهن.

٣. نام جو تارڻ وارو جهاز ٻڌڻ لٽن ڪان مٿي آهي.

٤. گرمکن ذريعي نام ۽ ٻريوءَ سان اڌو لائڻ وارا ٻوساگر ڪان پار ٿي ويا.

٥. اُهي آواگون جو چڪر ختم ڪري پربھوءَ ۾ ملي ويا.

٦. نانگ کي ٽوڪريءَ ۾ بند ڪرڻ سان اُهو زهر نہ ڦصو وڃي ڪونہ ٿو، مطلب تہ من زبردستيءَ سان وس ڪونہ ٿو اچي.

٧. ماندري نانگ جو زهر لاهيندو آهي. گرؤءَ روپي ماندري من روپي نانگ کي وس ڪندو آهي.

٨. مانگرمڇ گوشت جي لالچ ۾ اچي ڪنڍيءَ ۾ ڦاسي پوندو آهي.

[1]درمت ڦاٿا ڦاهيءَ ڦر ڦر ڦڙڪاءِ،
جڏهن مرڻ لاءِ سجهئي ڪرڻ نه ميٺا جاءِ.
هوءِ بڪ ٻاءِ جڳت اُپائٽا سبد وسيءَ بڪ جاءِ،
[2]جرا جوهه نه سگهئي سچ رهيءَ لوَ لائي،
جيون مڪت سو آکيئي جس وڃهه هوءِ جاءِ.
ڏنڍيءَ ڏاوسه جڳ ٻاڏٽا نا بوجهيءَ ويچار،
جڏهن مرڻ وسارئا مدمڪ مڪڏ گوار،
گر راکي سي اُٻري سچا سبد ويچار.
[3]سوهت پنجر ٻرام ڪيءَ ٻوليءَ ٻولڻهار،
[4]سچ چڪيءَ امرت پيٽيءَ اُڏيءَ لـه اڪاوار،
گر ملئيءَ خصم پڇاڻيئي کهه نانڪ موکه دئار.
(مارو م ١-١٠٠٩)

## ١١. ستگروءَ بنا مڪتي نٿي ملي

هتي ڪوبه اسانجو سچو ساٿي ڪونهي، ڇاڪاڻ ته ڪوبه اسانجو سدائين لاءِ يا دائمي ساٿي ٿي نٿو سگهي. اسانجو هڪڙو ئي سچو سڄڻ اهو پريو آهي، جنهن سان ستگروءَ جي ديا مهر سان ئي ميلاپ ٿي سگهي ٿو.

---

١. درمت جو شڪار جيو ڏکن جون چوٽون کائيندو آهي.

٢. جرا = پيرايو. ستگروءَ جي شبد سان لڏو لڳائيندي پيرايو ويجهو نه ايندو معنيٰ جيو سدائين سچيت يا ساوڌان رهندو.

٣. سوهت = طوطو (آتما). پنجري (سرير) جي موهه ۾ ڦاٿل طوطو ڏکه سکه جي ٻولي ٻولي ٿو.

٤. جيو روپي طوطو اندران شبد يا نام روپي سچ جو چوڳو چڳي، سدائين لاءِ ڏيهه جي بندن کان آزاد ٿي سگهندو آهي.

گرو صاحب پنهنجي ستگروءَ جي مهما ۽ واکاڻ ڪندي فرمائين ٿا ته ستگروءَ جي سهائتا بنا منهنجو جنم مرڻ جو چڪر ڪڏهن به ختم ٿي نه سگهي ها.

گرو صاحب جيوآتما کي ڏن يا پتني ۽ ڪل مالڪ پرماتما کي ڪنت يا پتي ڪري ياد ڪن ٿا ۽ فرمائين ٿا ته صرف انهن ٻنهي جو ئي پاڻ ۾ سچو ۽ پڪو سنبنڌ آهي. جيوآتما روپي استري، پرماتما روپي پتيءَ سان ميلاپ ۽ پريم ولاس ڪندي، سدائين سچو سک ماڻي ٿي معنيٰ هڪوار آتما پاڻ کي ۽ پرماتما کي سڃاڻي وٺي ٿي ته پوءِ پرماتما سان ميلاپ ٿيڻ بعد هوءَ وري ڪانئس ڪڏهن به ڪاله ٿي وڇڙي.

ستگرو ملاح يا ناکئي آهي، جو هميشه ڏوڪي جي چوٽ تي هوڪو ڏيئي ماڻهن کي سنسار ساگر يا ڀوساگر روپي پتڻ پار لنگهائڻ جي دعوت ڏيندو آهي. ڪوبه جيو ستگروءَ جي سهائتا بنا ڪڏهن به مڪتي پراپت ڪري نٿو سگهي.

گرو صاحب جن شبد جي آخر ۾ اهو وچار پرگهٽ ڪن ٿا ته سنسار ۾ ڪوبه ڀرو ڪولهي ۽ ڪڏهن به پنهنجو پاڻ کي نيڪ سمجهڻ نه گهرجي. جيو هؤمي کي ماري، انسان مان ڀڳوان ٿي سگهي ٿو.

نا پٽا پرجاليا نا سي سنڱتياهه،
سچا ساڪ نه لٿي گر ميلي سهتياهه.
بلهاري گر آپڻي سد بلهاري جاءِ،
گر بن ايتا ڀو تکي گر پر ميلم دلم ملاهه.
ٿقي اسالي ماسيٽا دنر جيٽا اسڙيٽاهه،
[1] آون وانجن لسا رهن پور هري پٽيئياهه.

---

١. رشتيدارن جون ٽوليون ويندا ون رهن ٿيون، ڪوبه هتي سدا لاءِ نٿو رهي.

ما مئي ٿيءَ ماماٽيا پاڻ باپ نه ماءُ،
ساٿ لڌي ٿن ڀائيٽا ٻڙ گهٽي ڏرياءُ.
[1] ساچهه رنگ رنگاولو سڪي هماروڪنت،
سچ وچوڙا نه ٿيئي سو سهه رنگ رونت.
سڀي رُتي چڱيٽا جت سچي سته ٿيهه،
[2] سا ڌن ڪنت پڇاٽنا سڪه سٺي لس ڏيهه.
[3] پنڌ ڪوڪي ٻالڻي وڃهه ڏڙڪ ولاڙ،
[4] ٻار ٻولڏڙي ڏيت مٺ ستگر ٻرهت چاڙ.
هڪي لڌنا هڪ لڌ گئي هڪ ٻاري ٻر ال،
جني سچ وٺيٺا سي سچي ٻرب ٿال.
نا هم چنگي آکيٺهه ٻرا نه ڏسيئي ڪوءِ،
نانڪ هؤمي مارئي سچي جهڙا سوءِ.
(مارو م ١-١٠١٥)

## ١٢. سنپرش ۽ ستگرو

هن شبد جي شروعات ۾ اهيءَ وچارڌارا سان ٿيل آهي ته جو ڪجهه به آهي، سڀ ان سنپرش پرماتما جو روپ آهي. اهو پرماتما ڏسڻ ۾ ايندڙ سنسار جي پنيان لڪل سٿيه آهي. هوُ پاڻ ئي رچڻهار ۽ پاڻ ئي رچنا آهي. هوُ پاڻ ئي گروُ آهي ۽ پاڻ ئي چيلو آهي. دراصل سڄي سرشٽيءَ ۾ هوُ پاڻ ئي پنهنجي مؤل روپ ۾ سمايل آهي.

---

١. اسانجو سچو امر، ابداسي پتي پريو آهي.
٢. جيڪا جيوآتما روپي استري اُن پريوءَ روپي پتيءَ کي سڃاڻي ٿي، سا ڏينهن رات سکي رهي ٿي.
٣. پاڻي ۾ ٻيڙيءَ وارو (ستگرو) هوڪا ڏئي ڪري ٿو ته جلدي جلدي ڊوڙي اچو.
٤. مون ڏٺو آهي ته ستگروءَ جي جهاز تي چڙهي، جيو پوساگر کان پار لنگهي رهيا آهن.

سو هو اسان کان دور ڪونهي، پر اسان کي ويجهي ۾ ويجهو آهي.

سنت ستگرو هر جڳهه ۾ سنسار ۾ اچي، ان جي سوڀيا وڌائين ٿا. ڪڏهن به سنسار پوري ستگروءَ کان خالي نه رهندو آهي. سنت مهاتما نه صرف پاڻ ئي پاپن جي گندگيءَ کان مڪت هوندا آهن، پر هو پنهنجن سکن شيوڪن جي پاپن جي به ساري ملينتا ڌوئي ڇڏيندا آهن.

هن شبد ۾ اسان کي چتاوني ڏني وئي آهي ته زندگي ناسونت ۽ کڻ ڀنگر آهي، وقت ڏاڍو قيمتي آهي ۽ ان کي بيڪار ۽ نندا چغليءَ جهڙين فضول ڳالهين ۾ وڃائڻ نه گهرجي.

گرو صاحب انهيءَ ڳالهه تي زور ڏين ٿا ته پربو پراپتي صرف شبد يا نام جي ڪمائيءَ سان ئي سگهي ٿي، جنهن جو ساڌن يا ڀيد پوري گروءَ کان ملي ٿو. گرنٿن شاسترن جي پاٺ سان پنجن وڪارن کان ڇوٽڪارو پائي نٿو سگهجي. جيسين ستگروءَ جي ديا مهر نٿي ٿئي، تيسين جيو ڪنهن به حالت ۾ نرڪ جي باهه ۽ دک ڪليش کان بچي نٿو سگهي.

شبد جي آخر ۾ گرو صاحب فرمائين ٿا ته سنت ستگرو نه صرف اڪيلو پاڻ ئي تري پار پهتل آهي، بلڪ هو پنهنجي ڪل کي، شش شيوڪن کي ۽ سندس سنگت صحبت ۾ ايندڙن کي به پار اتاري، پرماتما وٽ پهچائي ٿو.

آپي ڪرتا پرک بڌاتا جن آپي آپ اُپاءِ پڇاتا،<br>
آپي ستگر آپي سيوڪ آپي سرسٽ اُپائي هي.

آپي نيڙي ناهي دوري بوجهه گرمکه سي جن پوري،<br>
تن کي سنگت اهنس لاها گر سنگت ايهه وڌائي هي.

جگ جگ سنت ڀلي پرڀ تيري هر گڻ گاوهه رسن رسيري،<br>
استت ڪرهه پر هر دک دالد جن ناهي چنت پرائي هي.

اوءِ جاڳت رهه نه سوئي ديسهه   سنگت ڪل تاري ساچ پريسهه،
¹ڪلمل مٽل ناهي تي ارمل   اوءِ رهه يڳت لوٽائي هي.
ٻوجهه هر جن ستگر ٻاڻي   ايهه جو ان ساس هٿ ديهه ٻرائي،
آج ڪال مر جانيئي پراڻي   هر جپ جپ رديو ڏڻائي هي.
²ڇوڙهه پراڻي ڪوڙ ڪباڙا   ڪوڙ ماري ڪال اڇا هاڙا،
³ساڪت ڪوڙ ٻڇهه من هؤمي   دهه مارگ ٻڇيو ٻڇائي هي.
ڇوڙهه نندا ڪاسب ٻرائي   ٻڙ ٻڙ ڏجهه ساس نه آئي،
مل ست سنگت نام سلا هه   آسم رام سڪائي هي.
⁴ڇوڙهه ڪام ڪروڌ برائي   هؤمي ڏلڻ ڇوڙهه لپٽائي،
ستگر سرڻ پڙهه تا ابڙهه   اڻ لرٿئي ٻوجل پائي هي.
⁵آڳيو بمل ندي اڳن بڪه جهيلا   ڏٿئي اور نه ڪوئي جيئه اڪيلا،
⁶ٻڙ ٻڙ اڳن ساڳر دي لهري   ٻڙ دجهه مدمڪتائي هي.
گر ٻهه مڪت دان دي پاٽيو   جن پاڻٿا سوئي بڌ جائيو،
جن پاڻٿا تن پوچهه پائي   سڪه ستگر سيو ڪمائي هي.
گر ٻن ارجهه مرهه بيڪارا   جم سر ماري ڪري خئارا،
باڏي مڪت ناهي نر ندڪ   ٻوبهه ندد پراڻي هي.

---

١. الهڪي پاپن جي گندگي نه لڳي آهي. اهي ارمل آهن ۽ سدا پرماتما سان لنوَ لڳل اٿن.

٢. ڪوڙ ۽ فضول ڳالهيون ڇڏي ڏيو. ڪوڙ ۾ ٻڇڻ واري کي ڪال ڏاڍي چاهه ۽ اُتساهه سان ماريندو آهي.

٣. ساڪت، مدمڪه پراڻي ڪوڙ، هؤمي ۽ دولت واري راهه تي هلندا آهن.

٤ ڪام، ڪروڌ، برائي، هؤمي ۽ ڪپٽ ڇڏي ڏيو.

٥. ترڪن ڏانهن اشارو ڪن ٿا ته اڳتي باهه جي ندي آهي، جنهن مان زهر جون لاٽون اڀرن ٿيون.

٦ مدمڪه ان پڙڪندڙ اڳنيءَ جي ساڳر جي لهرن ۾ سڙي مري وڃي ٿو.

۱ آپ ترپ جن پترا لـاري سنگت مکت سـ پار اتاري،
۲ نـانڪ تس ڪا لالا گـولا جن گرمک هر لـو لاتـي هي.
(مارؤ م ۱ - ۱۰۲۵-۱۰۲۶)

## ۳ . سرڻ پري گرديو تماري

هيءُ شبد ستگرو پگتي ۽ ستگروءَ ڏانهن شرڌا ۽ شڪران جي ڀاو سان ڀرپل آهي. ستگرو، ستپرش والگر ٿي سمرٿ ۽ شڪتيوان آهي. در حقيقت گرؤ صاحب جن هن شبد ۾ گرؤ ۽ گوبند کي هڪ ٿي مڃيو آهي. پاڻ فرمائين ٿا ته، ساري سرشٽيءَ کي هلائڻ وارو ستگرو ئي آهي ۽ هر جڳهه سندس حڪم هلي ٿو. ستگرو ئي شش کي اندر روحالي سند روحالي منڊل ڏيکاري ٿو، ستگرو ئي شش کي اندر سچي امرت پيئڻ جي لائق بڻائي ٿـو، ستگرو ئي اندر شش جو ڌيون دوار کولي ٿو، جنهن ذريعي هؤ اندر من موهيندڙ جوت جا درشن ڪري ٿو ۽ اندر شبد جون پنج الڳ الڳ ڌنيون ٻڌي ٿو. جتي دليوي ورتيءَ وارو پـا مدمک جيو پنجن وڪارن - ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهه ۽ اهنڪار جو شڪار بڻيو رهي ٿو، اتي ستگروءَ جي مت لي هلڻ وارو شش انهن سڀني وڪارن تي جيت پائي ٿو. سو، ستگرو اساڃو لوڪ پرلوڪ ٻنهي ۾، هڪڙو ئي سچو خير خواهه متر ۽ رکوالو آهي.

سرڻ پري گرديـو تماري تون سمرٿ دئيال مراري،
تيري چوج نه جاڻي ڪوئي تون پورا پرکه بڌاتا هي.

---

۱. گرمک پـا مالڪ جا پڳت پاڻ به ترپي وڃندا آهن ۽ پنهنجي سنگت ۾ ايندڙ جيون کي به تار يندا آهن.
۲. نانڪ [illegible] لالو گولو آهي، جـي ستگروءَ ذريعي هريءَ سا[illegible] ڪن ٿا.

لـو آد جگاد کره پـرلپالا — گهٽ گهٽ روپ الوپ د ئتالا،
جنهه الد پـاوي لوي چلاوه — سپ ليرو کيتا کمالا هي.
التر جـوت پلي جگجيون — سپ گهٽ پوگي هر رس پيون ؛
آپي ليوي آپي دپـوي — تهه لوئي جگت پت دالا هي.
جگت اپـاه کيل رچـائتا — پوٽي پاٽي اگهي جيته پائتا،
ديهي نگري لته دروا جي — سو دسوا گپت رهالا هي.
چـار نـدي اگهي اسرالا — کوئي گرمکهه بوجهي سبد لرالا،
ساکت درمت دوبهه داجهه — گر راکي هر لو رالا هي.
آپ ليج واءِ پرلمي آکاسا — لـس مهه پيچ لت گهر واسا،
سنگر سبد رهه رلگه رالسا — لج مالتا هؤمي پـرالتا هي.
اهه من پيجي سبد پتيجي — بن لاوي کتا نيک لکيجي،
التر چور مهي گهر مندر — ان ساکت دوت له جالا هي.
دندر دوت پـوت پيهالي — کنچو لـالاٺ کره بيتالـي،
سهد سرت بن آوي جاوي — پت کوئـي آوت جالا هي.
کوڙ کلر لن پسوي پاري — بن لاوي کنسي پت ليري،
پاڌي مکت ناهي جگه چاري — جم کنکر کال پـرالا هي.
جم ڌر پاڌي ٻهه ماهه سزائي — لس اپراڌي گت لهي کائي،
کرڻ پلاو کري ال لاوي — جنهه کنبڌي من پـرالا هي.
ساکت قاسي پـڙي اکيلا — جم وس کيتا الد دهيلا،
رام نام بن مکت له سوجهي — آج کال پچ جـالـا هي.
سنگر باجهه نه بيلي کوئي — ايتي اوتي راکا پرپ سوئي،
رام نـام دپوي کر کرپا — لئه سللي سلل ملالـا هي.
پؤلي سکه گرؤ سمجهائي — اجهڙ جادي مارگه پـائي،
لس گر سيو سدا دن راتي — دکه پنجن سنگه سکالا هي.
گرکي پگت کره کتا پراڻي — برهما لند مهيس نـه جائي،
ستگر الکه کهه کته لکيئي — جس بخسي لسهه پچالـا هي.
التر پرام پـرايت درسن — گر باٽي سته پريت سه پرسن،
اهدس لرمل جوت سپائي — گهٽ دپک گرمکه جالا هي.

پوڄن گنگان مها رس مينا جن چاکنا تن درسن ڏيناه،
درسن ديکه ملي بئراڳي من منسا مار سمانا هي.
ستگر سيوهه سي پرڙانا تن گهٽ گهٽ انتر برهم پڇانا،
نانڪ هر جس هر جن کي سنگت ڏيهي
جن ستگر هر پرڀ جاتا هي.
(مارو م ۱-۱۰۳۱-۱۰۳۲)

## ۱۴. گهر مهه گهر دکاءِ ديئه

گروءَ نانڪ صاحب جن سمجهائين ٿا ته سچو ستگرو اهو آهي، جو جيو کي سندس سرير روپي گهر ۾ ئي انهيءَ سچو نج گهر ڏيکاري ٿو. سندس سرير اهو انوکو محل آهي، جنهنجي اندر رات ڏينهن پنج شبد ڌنڪارون ڏيئي رهيا آهن. هن ۾ نه صرف بيشمار کنڊ برهمنڊ ئي سمايل آهن، جن جي وشالتا ۽ سونهن حيران ڪري ٿي ڇڏي، بلڪ هن ۾ انهد شبد جو الاهي سنگيت به گونجي رهيو آهي. هن جي اندر سڀ کان اوچي استان تي اهو ڪل مالڪ پرماتما شاهاڻي شان شوڪت سان پنهنجي تخت تي براجمان آهي.

جيو آتما جو پنهنجي سچي ۽ نج گهر ڏانهن ۽ ان ڪل مالڪ پرماتما ڏانهن وڃڻ رستو سکمنا ۽ سن منڊل مان آهي. پنهنجي آخري روحاني منزل تي پهچي آتما شبد روپ ٿي وڃي ٿي ۽ کيس پورن شانتي ۽ آنند جي سهج اوستا پراپت ٿئي ٿي. اتي پهچي من جون خواهشون ترشنائون ۽ ٻاهرمکتي نج ڌوڙ سماپت ٿي وڃي ٿي. پوءِ آتما پرم پتا پرماتما ۾ سمائجي وڃي ٿي. اهوئي گرمکن جو سچو گهر يا نج ڌام سڏجي آهي.

چيو وڃي ٿو ته گروءَ صاحب هي شبد هڪ خاص الهاسڪ موقعي تي اچاريو هو. هڪ اداسيءَ يا ياترا جي دوران،

سندن ملاقات بابا فريد صاحب جي گدي نشين صوفي فقير شيخ ابراهيم سان ٿي هئي. گروُ صاحب سان ٿيل گيان گوشت ۾ شيخ ابراهيم گروُ صاحب کي وينتي ڪئي تہ اسانکي اُپديش ڪريو تہ اسانجو اصلي گهر ڪهڙو آهي ۽ اسين اُتي ڪيئن پهچي سگهنداسين. گروُ صاحب جواب ۾ پنهنجا ويچار هن شبد دواران پرگهٽ ڪيا آهن.

ڳهر مهہ گهر دکاء ديئہ سو سطگر پرکہ سجاڻ،
پنچ سبد ڌنڪار ڌن تهہ باجيع سبد نيساڻ.
¹ديپ لوء پاتال تهہ کنڊ منڊل حيران،
² تار گهور باجنتر تهہ ساچ تخت سلطان.
³سکمن ڪيع گهر راگ سن سن منڊل لو لاء،
اکت ڪٿا بيچار يئيع منسا منهہ سماء.
⁴الٽ ڪمل امرت ڀرنا اهہ من ڪتهہ نہ جاء،
⁵اجپا جاپ نہ وسريع آد جگاد سماء.

---

١. اُتي اهڙا عجيب کنڊ برهمنڊ آهن، جن کي ڏسي عقل دنگ رهجي ٿو وڃي.

٢. جتي پرمالما پنهنجي سلطاني تخت تي ويٺو آهي، اُتي شبد جي لمز ڌن وڃي رهي آهي.

٣. سکمنا ۾ شبد ڌن ٻڌڻ سان سن منڊل (پار برهم) ۾ لو لڳي ويندي يعني پار برهم جو مارگہ کلي ويندو.

٤. هردي جو ڪنول سڌو ٿي ويندو آهي ۽ شبد يا نام جي امرت سان ڀرجي ويندو آهي، جنهن مان من نهچل ٿي ويندو آهي.

٥. بنا وڄائي وڄندڙ انهد شبد کي "اجپا جاپ" چئبي ياد ڪن ٿا. ان سان جڙي جيو پريوء ۾ سمائجي وڃي ٿو.

١ سڀ سکيئا پڙهي مِلي گرمک لہج گهر واس،
٢ سبد کوج اهہ گهر لهي نانک تنا کا داس.

(ملار دي وار، م ١- ١٢٩٠-١٢٩١)

١٥. پڙپيوُ ۽ گروُ

هن شبد ۾ خاص طور پرپيو پرماتما جي مهانتا ۽ وڏائيءَ جو جس ڳايو ويو آهي ۽ انهي آخري حصي ۾ ان پرماتما جي پراپتيءَ لاءِ ستگروءَ جي ضرورت تي زور ڏنو ويو آهي.

ان پرماتما جي دربار عجيب ۽ انوکي شان واري آهي. وڏا وڏا پير پيغمبر، اوتار ۽ ديوي ديوتا انهي در تي سر جهڪائي بيٺل آهن. وڏا وڏا جتي ستي ۽ جوڳي تياڳي انهي دوار تي بيٺا آهن. بيشمار مها پرک الي ڌيان ۽ شرڌا جي ڀاو ۾ ويٺا آهن. انيڪ ۽ عجيب رڌين سڌين جا مالڪ سڌ ساڌڪ، پنهنجن چيلن سميت ان کل مالڪ جي حاضريءَ ۾ بيٺا آهن. اتري قدر جو هزارين ديو ۽ دانو وغيره به ان شاهن جي شاهہ جي حڪم جي انتظار ۾ بيٺا آهن.

گروُ صاحب فرمائين ٿا تہ انهن مان ڪنهنکي بہ پوري ستگروءَ جي اُپديش بنا سچي شانتي ملي نہ سگهندي ۽ ڪوبہ ستگروءَ جي بخشيل نام يا شبد جي ڪمائيءَ بنا پرڀوءَ جي درگاهہ ۾ اندر داخل ٿي نہ سگهندو.

جت در لکہ محمدا لکہ برهمي بسن مهيس،
لکہ لکہ رام وڊيرئيه لکہ راهي لکہ ويس.

---

١. ستگروءَ جي سهائتا سان ان لہج گهر ۾ واسو ٿي وڃي ٿو ۽ اُني ڪيترن گرمکہ آتمائن سان ميلاپ ٿي ويندو آهي.

٢. جيڪو ستگروءَ دواران شبد جي کوج ڪري، انهيءَ لہج گهر ۾ پهچي وڃي ٿو، نانک اُنجو داس آهي.

لک لک اوڏي جتي هڻ سنگهه لي سڏاس،
لک لک اوڏي گوڙکا لک لک ناڏا ناد.
لک لک اوڏي آسڻ ڪر چيلي رهراس،
لک لک ديوي ديوتي لک دانو لک نواس.
لک پير پيغمبر اوليا لک قاضي ملا شيخ،
ڪهي شانت نه آئيا بن ستگر کي اپديش.
ساڌڪ سڌ اگڻت هڻ ڪيتي لکه اپار،
ابتڙنا اڀولر لڳ بن ستگر کي سبد بيچار.
سڀ ناڏا کي ايڪ ناٿ ستنام ڪرتار،
نانڪ تا کي قيمت نا پوي ٻي انت نهي سمار.

(آد گرنٿ، پائي ڀنو واري ڀڙ)

## ١. شبد جي مهما

موت جي وقت سرير جلدي رک تي ويندو آهي ۽ من تي مايا وري موه روپي مڙو، کٽ يا گندگي چڙهي ويندي آهي. ڪيل ڏوهه پاپ آتما تي بوجهه ٿي پوندا آهن ۽ انهن تي ڪوڙ جي جيمت جا لغارا وجندا آهن. شبد سان ميلاپ نه هئڻ ڪارڻ، اسين چوراسيءَ جي چڪر ۾ ڦٽڪندا رهون ٿا. هڪ اڌ جيو ٿي نه، پر اليڪ جيو مايا جي پيدا ڪيل دکدا يا يوم ۾ پڻجي مري نـاس ٿي ويندا آهن. گرو صاحب بار بار انهيءَ ڳالهه تي زور ڏين ٿا نه جيستائين اسين پوري گروءَ جي اُپديش الوسار اندر شبد سان تعلق نقا جوڙيون يا اندر شبد کي پرگهٽ نقا ڪريون، تيستائين اسانجي آواگون يا چوراسيءَ جو چڪر ڪڏهن به سماپت نه ٿيندو.

سچو ۽ نرمل سرير اهو آهي، جنهنجي اندر شبد يا نام پرگهٽ ٿي چڪو آهي. اهڙيءَ ڪايا وارو جيو سدائين شبد، نام يا پرماتما روپي سچ جي پڙ ۽ ڀاو جي رنگ ۾ رنگيل هوندو آهي ۽ آنند دائڪ سهج اوستا ۾ رهندو آهي. هنجي زبان هميشه ان سچي پرڀوءَ جي ساراهه جا گيت ڳائيندي آهي. هو سڀني وشيه وڪارن کان مڪت هوندو آهي ۽ پرماتما جي سچي آنند ۾ سمائجي ويندو آهي ۽ وري ڪيس جنم مرڻ جي آگ ۾ جلڻو نه پوندو آهي. اهڙي شبد ۾ رنگيل جيو آتما پرڀوءَ جي دربار ۾ سچو ماڻ پائيندي آهي.

جڏهن جيو جو من پرماتما يا شبد روپي سچ سان پرجي ويندو آهي نه ان تي دئالو پرڀوءَ جي اپار مهر مها جي ورکا ٿيندي آهي ۽ ان ۾ ڀڳوان جو نرمل، پڙ جو ڀاو جاڳرت

ٿيندو آهي ۽ سرير جي سڀني لڪن ۾ شانتي ڀرو ڪ ايڪتا قائم ٿي ويندي آهي. اهڙيءَ طرح جڏهن هڪوار سچ جي جوت سان من روشن ٿئي ٿو ته پاڻ جو اندرو ناس ٿي وڃي ٿو ۽ من وري پنهنجي اصلي گڻن ۽ پرڪاش سان چمڪڻ لڳي ٿو.

ان جل بل ماٽي پئنا ¹من مالٽا موهه مدور،
²اوگڻ ٿر لاڳو پئي ڪوُڙ وڄاوي تور،
بن سبدي ڀرمائيئي دبدا ڊوُبي پور.
من ري سبد ترهه چت لاءِ،
جن گرمک نام نه بوجهئا مر جنمي آوي جاءِ،
تن سوُچا سو آکيئي جس مهه ساچا ناءِ،
ٿه سچ راتي دهري جهوا سچ سڻاءِ،
سهي ندر نهاليئي بهڙ نه پاوي تاءِ.
³ساچي لي پوتا پئنا پوني لي جُل هوءِ،
جل لي ترڀوڻ ساجئا گهٽ گهٽ جوت سموءِ،
نرمل ميلا نا ٿيئي سبد رتي پت هوءِ.
اهه من ساچ سنتوکئا ندر ڪري تس ماهه،
⁴پنچ بوت سچ ڀئي رتي جوت سچي من ماهه،
نانڪ اوگڻ وسري گر راکي پت تاهه.
(سري راڳ، م ۱-۱۹-۲۰)

---

۱. من، مايا جي موهه ڪارڻ مدوُر يعني لوهه جي ڪٽ وانگر گندو ٿي ويو آهي.
۲. اوگڻ ڀاري ٿي ويا آهن ۽ ڪوُڙ جي جيت جا باجا وڄي رهيا آهن.
۳. سچ معنيٰ پرماتما جا شبد مان هوا اٿي ۽ پوءِ ٻيا تت اٿيا.
۴. شاستر ن ۾ پنجن تتن جي سوکم آڪار کي پنج پوت يا پنج ڀوُ چيو ويو آهي.

## ۲۰ نام رديءِ امرت مکہ نام

گروُ صاحب جن فرمائين ٿا تہ جيو جي هردي ۾ ٻہ ٻہ ۽ سندس زبان تي بہ سدائين ان ڪل مالڪ جو نام هئڻ گهرجي. ”نام رديءِ امرت مکہ نام“. پاڻ سمجهائين ٿا تہ جيو سنسار ۾ اچي، پنهنجي سواسن جي سڀني پونجي پوري ڪري هتان هليو وڃي ٿو. اُنکي معلوم ناهي ۽ نہ ڪڏهن سوچڻ جي ڪوشش ڪري ٿو تہ هوُ ڇو، ڪٿان آيو هو ۽ موٽ ڪاٿي ڪيڏانهن وڃڻو. نہ ڪو هنکي اهو پتو آهي تہ ڇا جي ڪري هوُ سنسار سان ٻڌل آهي ۽ ڪهڙي ساڌن سان هوُ ان ٻنڌن کان ڇوٽڪارو پائي سگهندو ۽ ڪهڙيءَ طرح هيءُ محدوُد جيوآتما پاڻ کي ان بي انت ۽ اسيم پرماتما ۾ لين ڪري انجو روپ بڻجي سگهندي.

گروُ صاحب جن انهن سوالن جا جواب ڏيندي فرمائين ٿا تہ جيڪو جيو پرماتما جي نام سان جڙيو وڃي ٿو، اهو پرماتما جو روپ بڻجي وڃي ٿو.

جيو جي من ۾ اڻ ڳڻيون خواهشون لڙشنائون هجي ٿيون ورتيون جنم وٺڻ جو ڪارڻ بڻجن ٿيون. اهڙي طرح مرڻ بعد بہ هوُ من مايا جي دائري ۾ قيد رهي ٿو. مثلاً جيو هميشه چؤراسيءَ جون چڪرون کائيندا رهن ٿا، پر گرمکہ انهن بندشن کان سدائين لاءِ مکت ٿي ويندا آهن، ڇاڪاڻ تہ هوُ شبد يا نام ۾ لڳل لين هوندا آهن، انڪري ڪين چوراسيءَ جي چڪر ۾ اچڻو نہ پوي.

گروُ صاحب هن سنسار جي مشابهت هڪ وڻ سان ۽ سنسار جي جيون جي مشابهت ان وڻ تي ويٺل پکين سان ڪن ٿا. پکي آسمان ۾ اوچو اُڏامڻ چاهيندا آهن پر وڻ ۾ لڳل ڦلن جي لالچ ۾ وڻ سان ٻڌا پيا هوندا آهن. ساڳي طرح سنسار جي آشا لڙشنا سان ٻڌل جيو، انهجي

ڀورليءَ لاءِ بار بار سنسار ۾ ٿي جنمندا مرندا رهندا آهن.
پر جيڪي جيو نام سان لڳ جوڙي رکندا آهن، سي سنسار کي
هڪ سراءِ يا مسافرخانو ۽ پنهنجي منزل مقصود جو هڪ
پڙاءُ، عارضي رهائش يا مانجهاندي جو ماڳ سمجهندا آهن.
هو اندري ٻوڙن ۽ وشيه واسنائن کي لتاڙي، اگيان روپي
انڌيري جي پردي کي هٽائي ڇڏيندا آهن ۽ دسوين دوار
۾ پرويش ڪري، اندر اٿاهه ۽ املهه روحاني دولت
حاصل ڪندا آهن. انهيءَ دسوين دوار کي کولي
اندران روحاني دولت پراپت ڪرڻ جي جڳتي پورن
سنتن مهاتمائن کان ملي سگهندي آهي. سنت ۽ ستگرو
پرماتما جا پيارا آهن ۽ جيڪي هو چوندا ۽ ڪندا آهن سو
اوس سنتيه ٿيندو آهي، ڇو ته لفظن ۾ پرماتما سندن وچن ۽
ڪٿي کي نه موڙيندو آهي.

جا تو جام ڪها ٿي آوي    ڪھ اُپجي ڪھ جاءِ سماوي،
ڪتھ باڌلو ڪتھ مڪتي پاوي    ڪتھ ابناسي سهج سماوي.
نام رديءِ امرت مکھ نام    نر هر نام نر هر نھ ڪام.
سهجي آوي سهجي جاءِ    من تي اُپجي من ماهه سماءِ،
[1]گرمکھ مڪتو بنڌ نه پاءِ    سبد بيچار ڇٽي هر ناءِ.
[2]ترور پنکي بهه اس باس    سکھ دکيئا من موهه وِناس،
[3]ساجهه بهاگھ لکھ آکاس    دهه دس ڌاوهه ڪرم لکئاس.

---

1. جنهنجي مکھ ۽ هردي ۾ نام آهي اهو هريءَ وانگر نرليپ ۽ نهچل ٿي وڃي ٿو.

2. وڻ تي ڪيترائي پکي رلن بسيرا ناهين ٿا. ڪي ڏکي آهن، ڪي سکي. موهه ٿي انهيءَ وناش جو ڪارڻ ٿئي ٿو.

3. هو ڏينهن رات آڪاش طرف ڏسن ٿا، پر ڪرمن جا بدل ڏهن ئي دشائن ۾ چڪر لڳائيندا رهن ٿا.

'نام سنجوڳي ڳوئل ڳالھ ڪام ڪروڌ ڦوڙيو بڪ مالھ'،
ٻن وڪر سؤلو گھر ھات گر مل ڪڙلي ٻجر ڪڀاھت.
ساڌ مليو ٻورب سنجوڳ سچ رهسي ٻوري هر لوڳ،
من لن دي لئہ سهج سباء نانڪ لن ڪيو لاڳہ پاء.
(ڳوڙي م ١ - ١٥٢ - ١٥٣)

## ٣. جپ من نام هر سرٽي

پرماتما جا ڀڳت سدائين پريو پريم ۾ مست ۽ مگھن رهن ٿا. سندن هردي ۾ پرماتما سان ميلاپ جي پياس لڳي رهي ٿي ۽ سندن پسرپل پرهہ، تيز لڙڪ ۽ اڻ مٽي اڪير ڪارڻ هؤ پنهنجي پريتم سان ميلاپ پراپت ڪن ٿا. انهيءَ ميلاپ سان سندن هردي ۾ اکٽ آنند ۽ شانتي پرجي وڃن ٿا.

گرؤ صاحب مورکہ ۽ هوڏي من کي سدائين ان پرماتما جي نام جپڻ ۽ ان جي شرڻ ۾ رهڻ جو اپديش ڪن ٿا. پاڻ سمجهائين ٿا تہ نام اها ٻيڙي يا جهاز آهي، جنهن ۾ چڙهي، جيو هن ڀوساگر کي پار ڪري سگهي ٿو. صرف ستگروءَ جي ديا مهر سان ئي نام روپي سچي گيان جي پراپتي ٿئي ٿي ۽ ستگروءَ جي رهنمائيءَ ۾ ئي ان جو صحيح ايهاس ٿئي ٿو.

گرؤ صاحب ليرت ياترا ۽ پوتر ندين سروورن جي اشنان

---

١. نام جي رنگہ ۾ رنگيل جيو سنسار کي "ڳوئل واس" يعني ڀڪمن جي چڪڻ جي عارضي رهائش سمجهن ٿا.

٢. زهر جو منڪو. گرمکہ ڪام ڪروڌ وغيرہ سان ڀريل زهر جي منڪي کي يعني سرسر کي ڦوڙيندا آهن. مطلب تہ سرار خالي ڪري سرمہ شبد ڪمائيءَ جي زور تي اندر روحاني منڊلن ۾ وڃندا آهن.

بابت سمجهيت ڪن ٿا ۽ فرمائين ٿا ته اهڙن ڀاڳوڪي ڪرم ڪانڊن سان من جون غلاظتون دور نه ٿينديون. انهن سان نه ته پاپن جي گندگي يا مليلتا ڌوپجي ٿي، نه سنسن ڀرمن جا روڳ دور ٿين ٿا ۽ نه چوراسيءَ جو چڪر ختم ٿئي ٿو. صرف سهڪنڊ يا نج ڌام ڀڳتي لي ٿي سهج جي نهچل اوستا پراپت ٿئي ٿي ۽ ان پراپتيءَ سان ئي جنم مرڻ جو چڪر هميشه لاءِ ختم ٿئي ٿو.

[1] ڀيکت ڀرڀم آراڌن سڀ پياس ڀرم هتن،<br>
[2] ٻل لاپ ٻلل ڀندتيٿا سکه پاءِ چت هتن.<br>
جپ من نام هر سرڻي<br>
سنسار ساگر تار تارڻ رام نام ڪر ڪرڻي.<br>
[3] اي من مرت سڀ چدتن گر سبد هري رمڻن،<br>
[4] مت لت گتان ڪلتاڻ لڌان هري نام من رمڻن.<br>
[5] چلچت وت پروا ڀرمن جڳه موهه مگن هتن،

---

١ ۽ ٢. جهڪي منش ڀرڀر ۽ ڀڳتيءَ سان گڏ اُن سڀ ڀدمي ڀرڀوءَ جي پوڄا ڪن ٿا ۽ جن جي اندر ۾ اُنهي ڀرڀر جي تڙپ يا پياس آهي، اُهي روڳي ڪري اُنکي سڌ ٻڌا آهن ۽ اُنهنجي هردي ۾ هن ڀرڀر جي ڪارڻ ئي سکه جو واس ٿئي ٿو.

٣. هي من، مڙس ته ڌنهنجو خيرخواهه ٿي ڀرندو، جي تون گروءَ جي شبد دوارا هريءَ ۾ سمائجي ويندين.

٤. ڌنهنجي بڌيءَ ۾ لت گيان اچي ويندو، تون ڪاماڻ جي خزاني هري نام ۾ سمائجي وڃ.

٥. چنچل من سنساري ڌن دولت جو متوالو آهي، جا اچڻ وڃڻ واري وستو، بي بقا ۽ ناسوانت آهي.

١ ٿر نام ڀڳت ڏڙن متي ڪر واڪ سبد رتن.
٢ ڀر مات ڀرم نہ چوڪئي جڳ جنم ٻناڙ ڪهن،
٣ استان هر لهہ ڪيولن سمت متي نام لهن.
٤ اهہ جڳ موهہ هيت ٻناپتن دک اڌڪ جنم مرڻ،
٥ ڀڄ سرڻ ستگر اوبرهہ هر نام رد رمڻ.
٦ گرمت نهچل من من من سهج بيچارن،
٧ سو من نرمل جت ساچ انتر گيان رتن سارن.
٨ پڻ ڀاءِ ڀڳتي تر ڀوجل مدا چت لاءِ هر چرڻي،

---

١. سدا قائم رهڻ واري وستو نام ڀڳتي آهي، گروءَ جي آگيا انوسار مڪمتا سان شبد ۾ لين ٿي وڃ.

٢. ليرت بالرا وغيره ڌارمڪي ڪرمن سان ڀرم دور نٿا ٿين ۽ نہ جنم مرڻ جو روڳ ناس ٿئي ٿو

٣. صرف پرڀوءَ جو نام ترليپ ۽ نهچل آهي. نام جو ابياس ئي سچو مارگ آهي.

٤. سنسار ۾ موهہ مايا جو پيار قهليل آهي، انهيءَ ڪري جنم مرڻ جو دک وڌيڪ آهي.

٥. ڊوڙي ڪري يعني جلدي ستگروءَ جي شرن وٺو. هري نام کي هردي ۾ وسائڻ سان ئي پار پئجي سگهبو.

٦. گروءَ جي اُپديش سان من نهچل ٿئي ٿو، وڪار دور ٿين ٿا ۽ سهج جو وچار پڪو ٿئي ٿو.

٧. اهو من نرمل آهي، جنهن جي اندر سچ ۽ سچي رتن کان اوچو رتن، گيان پرگهٽ ٿئي ٿو.

٨. پرماتما جي پيءُ ۽ ڀاؤ سان، هي من، تون ڀوجل تري وٺ ۽ چت کي هريءَ جي چرنن ۾ لڳاءِ.

[1] هري نام هرديءِ پوتر پاون اهه سرير لڳ سرٽي.
[2] اب لوڀ لهر لوارٿن هري نام راس مدن،
[3] من مار لهي نرلهما کهه نانڪا سرڻن.
(گوجري، م ١-٥٠٥-٥٠٦)

۴. امرت جا ڪا ناءُ

جيئن اماءِ (آدم جي عادتءِ) کي امل (آدم) ۽ ڏکيءَ کي پاڻي پيارو لڳندو آهي، تيئن پرماتما جي ڀڳتن کي سندس نام پيارو لڳندو آهي. نام ئي انهن جي پراڻن جو آڌار آهي.

گروُ صاحب فرمائين ٿا ته پرماتما اهڙي سندر درخت سمان آهي، جنهن ۾ نام روپي امرت جو سهاوڻو ڦل لڳندو آهي. جيڪو به هيءُ امرت پيئي ٿو، تنهن جي سڀ بک پياس مٽجي وڃي ٿي ۽ هوُ امر ٿي وڃي ٿو. هنکي پورن ترپتي ۽ شانتي حاصل ٿئي ٿي ۽ امر پد پائي ٿو.

اها ڪيتري نه ڏک جي ڳالهه آهي جو پرماتما سروويا پڪ ۽ هرهنڌ حاضران حضور هوندي به اسانکي نظر نٿو اچي. اها هؤميءَ جي ديوار، جا جيو ۽ مالڪ جي وچ ۾ بيٺي آهي، سا کين هڪ ٻئي کان جدا رکي وٺي آهي. جيڪڏهن پاڻيءَ جي چشمي جا نلاو ڏانهن ويندڙ راهه ۾ ديوار کڙي ڪيل هوندي ته اڃايل مئش پنهنجي پياس ڪيئن اجهائي سگهندا؟

---

[1] هي پريو، منهنجي اندر پوتر ۽ نرمل هري نام وسي رهيو آهي ۽ مان پاڻ کي توهانجي چرنن، شرڻ ۾ ارپيان ٿو.

[2]. هي من، لوڀ لالچ جي لهرن کي دور ڪرڻ وارو رام نام ئي سڀ کان پوتر آهي

[3] هي مايا رهت پريو، مان نانڪ تنهنجي شرڻ ۾ آيو آهيان. تون ئي منهنجي من کي وس ۾ آڻ.

موڪلي پنهنجي ستگروءَ جي ڏيا مهر سان ملي آهي ۽
انهي انهيءَ طور مان ان هريءَ جي نام ۾ سمائجي ويو آهيان.

ان پرماتما ۾ اپنيد ٿيڻ لاءِ سڀ کان اول پنهنجي من کي اندر يءِ پوڄڻ کان روڪي، آشا ترشنا کان هٽائي، اندر شانت ۽ استر ڪرڻ ضروري آهي. هئوميءَ کي به اندر مان ماري ڪڍڻ لازمي آهي، تنهن ڪانپوءِ ئي من شانت ۽ اچل ٿيندو ۽ جيو موڪش جي پد کان مڪمت ٿيندو.

پرماتما سان ميلاپ صرف شبد جي ڪمائيءَ سان ئي ٿي سگهي ٿو. شبد ابياس دواران سڀ پاپن وڪارن ۽ ڪرمن جون گندگيون ڌوئي وڃن ٿيون، من نرمل ٿئي ٿو ۽ شش جي اندر ستگروءَ جي گيان جو پرڪاش جاڳرت ٿئي ٿو.

اهڙو روحاني رسائيءَ وارو گرمک، سرير روپي ڳهه ۾ رهندي به سرير ۽ سنسار جي سڀني آشائن ترشنائن کان نرليپ رهي ٿو، چاڪاڻ ته هن پنجن وڪارن کي ناس ڪري ڇڏيو آهي. هاڻي هو پرائي استري يا پرش ۽ پرائي ڌن جي لوڀ لالچ ۾ ڪونه ٿو ڦاسي. هو سدائين ايڪتا روپي سهج جي اچل اوستا ۾ سمائجي، آنند ماڻيندو رهي ٿو.

ڪت مت ڏيهي من بيراگي سرت سبد ڌن انتر جاڳي.
واڄيو انهد مورا من ليڻا گر بچني سچ نام پتيڻا.
پراڻي رام پڪت سک پائيئيو.
گرمک هر هر ميٺا لاڳي هر هر نام سمائيئيو.
مائتا موهه بسو رج سمائي ستگر پيٽيو ميل ملائي.
نام رتن نرمولڪ هيرا تت رانا مورا من ڌيرا.
هئومي ممتا روگ نه لاڳي رام پڳت جم ڪا ڀو ڀاڳيو.

[1]جم جندار نه لاڳي موهه نرمل نام رديءِ هر سوهه.
سبد بيچار ڀڳي نرڪاري گرمت جاڳي درمت پرهاري.
[1]اندن جاڳ رهي لو لاڳي جيون مڪت گت انتر پاڳي.
اَلپت غفا مهه رهه نراري [2]تسڪر پنچ سبد سنگهاري.
پر گهر جاڻي نه من ڏولائي سهج نرنتر رهه سمائي.
گرمک جاڳ رهي اوڌوتا سبد بيراڳي تت پروتا.
جڳ سوُتا مر آوي جاءِ بن گر سبد نه سوجهي پاءِ.
انهد سبد وجي دن راتي اوگت ڪي گت گرمک جاتي.
تهه جاتي جا سبد پڇاتي ايڪو رو رهيا نرٻاڻي.
سن سماڌ سهج من راتا تج هئه لوڀا ايڪو جاتا.
گر چيلي اَپنا من مانيا نانڪ دوُجا ميٽ سمانيا.
(رامڪلي، م ١-٩٠٣-٩٠٤)

## ٦. هر ڏن سنچهه ري جن پائي

هن شبد ۾ گروُ صاحب جن خاص طور پرماتما ۽ ستگروءَ جي مهما ڪئي آهي. گروُ صاحب فرمائين ٿا ته اهو پرماتما ئي اصلي اموَلڪ ڌن آهي ۽ سدائين ستگروءَ جي سيوا ڌواران الهيءَ جو ڀڳتيءَ روپي ڌن ڪٺو ڪرڻ گهرجي. اسانکي ستگروءَ جي سيوا ڪرڻ کپائي، ڇاڪاڻ ته سنت ئي پرماتما جا پيارا آهن ۽ هوُ سدائين انهنجا ڪارج پورا ڪندو ۽ سنواريندو آهي. سنت ستگرو ئي اسانکي اُن ٻي انت، انادي ۽ اموَل پرماتما سان ميلاپ ڪرائي سگهندا آهن.

---

١. ظالم ۽ ٻياڪ جم منهنجو ڪجهه به بگاڙي نٿو سگهي.
٢. پنج ڌاڪوُ (پنج وڪار) شبد جي سهائتا سان ماريا ويا.

منش ديهيءَ کي هڪ سنڌر شهر ڪري بيان ڪيو ويو
آهي، جنهن ۾ پنجن شبدن جون آلاپون دوهه ڌنيون
ڌنڪارون ڏيئي رهيون آهن. انهن پنجن شبدن جو سروت
يا ڀنڊار اهو پرڀو، ياڻي ته انهيءَ ديهيءَ ۾ براجمان آهي.
هن ديهيءَ جا نَو دروازا ٻاهرين طرف کلن ٿا، پر اُهيءَ
پرڀوءَ جي نج ڌام ڏانهن وٺندڙ مارگ سرير جي اندرين
طرف کلندڙ ڏسوين دوار يا ڏهين دروازي کان شروع ٿئي
ٿو. انهيءَ دروازي مان لنگهي، ان مارگ تان هلي اُن
ڪل مالڪ سان وصال ڪرڻ جي شڪتي، سنتس پنهنجي
ٿي ديا مهر سان پراپت ٿيندي آهي.

منش جنم جو اصل مقصد هن سرير روپي شهر ۾ داخل
ٿي، پنهنجو اصلي نج گهر ڳولهي لهڻ جو آهي. ان ڪارڻ
۾ سفلتا صرف شبد يا نام سان جڙي، ان جي ڪمائي يا
ابياس ڪرڻ سان ملندي آهي.

اسان کي انهيءَ نج گهر روپي منزل تي پهچڻ جي راهه
۾ وڏي رڪاوٽ ڪام، ڪروڌ، لوڀ وغيره وڪارن جي
آهي، جن تي ستگروءَ جي سکيا انوسار شبد جي ڪمائيءَ
سان جيت پائي سگهجي ٿي. ستگروءَ جي ديا مهر سان
من استر ٿي، پنهنجي گهر ٽڪيو رهي ٿو ۽ ان تي آشا ترشنا
وغيره جو اثر ڪونه ٿو ٿئي. ستگروءَ جي ديا مهر سان ئي
اندر پنجن شبدن جي ڌن ٻڌڻ ۾ اچي ٿي، جنهن سان
پنهنجي لِوَ جوڙي اسين اڄ گهر ويهي پرماتما سان ميلاپ
ڪري سگهون ٿا.

پرماتما هر وستوءَ ۽ هر پراڻيءَ ۾ وياپڪ آهي. هو پاڻ
ئي شاهه ۽ پاڻ ئي واپاري آهي. هو پاڻ ئي سوني جي
پرک ڪري ٿو ۽ پاڻ ئي پرک جا نيم يا ڪسوٽي بڻائي ٿو.
هو پاڻ ئي ديا مهر ڪري، هؤمي (اهنڪار) ۽ دوئيت

کي دور ڪري ٿو. سنڌس لئي ڏيا مهر سان سنسار ۾ ڏيهي
۽ رهندي به اُنهن الهن کان نرموهي ۽ نرليپ رهڻ جي
جڳتي پراپت ڪريون ٿا.

آخر ۾ گروءَ صاحب فرمائين ٿا ته سنسار ۾ انيڪ قسمن
جا جيو آهن، پر اصلي گياني ۽ تت جا ڄاڻو اهي آهن،
جي شبد جي ڪمائي ڪري، هئومي کي مارين ٿا ۽ پنهنجو
پاڻ کي سڃاڻي، سدا لاءِ سهج اوستا ۾ سمائجي وڃن ٿا.

هر ڌن سنچهه ري جن ڀائي ستگر سيو رهه سرڻائي،
[1]تسڪر چور نه لاڳي تا ڪئه ڌن اپجيو سبد جڳائتا.
تو ايڪنڪار نرالم راجا تو آپ سوارهه جن ڪي ڪاج،
امر اڊول اپار امولڪ هر استر ٿان سهائتا.
[2]ديهي نگري اوتم ٿانا پنچ لوڪ وسهه پرڌانا،
اوپر ايڪنڪار نرالم سن سماڌ لڳائتا.
ديهي نگر نئه دروازي سر سر ڪرتي ڌاري ساجي،
دسوين پرک اتيت نرالا آپي الک لکائتا.
پرک اليک سچي ديوانا حڪم چلائي سچ نيسانا،
[3]نانڪ کوج لهه گهر اپنا هر آتم رام نام پائتا.
سرب نرنجن پرک سجانا عدل ڪري گر گيان سمانا،
ڪام ڪروڌ لئي گردن ماري هئومي لوڀ چڪائتا.
ساچي ٿان وسي نرڪارا آپ پڇاڻي سبد وچارا،
سچي محل نواس نرنتر آون جاڻ چڪائتا.

---

١. چور ڌاڙو اهو ڌن چورائي نٿا سگهن.

٢. ديهي = روپي اتم جڳهه ۾ پنج وڏا منڊل آهن.

٣. سرير روپي گهر اندر لئي نام ۽ آتم رام (پرماتما) جي پراپتي ٿيندي آهي.

ٻـا من چليو نہ پؤڻ اڏاوي، جوڳي سبد اناهد واوي،
[1]پنچ سبد جهڻڪار نرالم، پـرڀ آپي واءِ سڻائيا.
ڀئہ ٻئراڳا سهج سمالسا، هؤمي تياڳي اُنهد راتا،
انجن سار نرنجن جاتيو، سرب نرنجن راتا.
دک ڀئہ ڀنجن پرڀ ابناسي، روگ ڪٽي ڪاٽي جم ڦاسي،
نانڪ هر پرڀ سو ڀئہ ڀنجن، گر مليئي هر پرڀ پائيا.
ڪال ڪول نرنجن جاتيو، بوجهي ڪرم سو سبد پڇاتيو،
آپي جاتيو آپ پڇاتيو، سڀ تسڪا چوج سبائيا.
آپي ساهہ آپي ونجارا، آپي پرکي پرکڻ هارا،
آپي ڪس ڪسوٽي لائي، آپي قيمت پائيا.
آپ دئيال دئيا پرڀ ڌاري، گهٽ گهٽ رو رهيا بنواري،
پرک اتيت وسي نهہ ڪيول، گر پرکي پرکہ ملائيا.
[2]پرڀ دانا بينا گرب گوائي، دوجا ميٽي ايڪ دکائي،
[3]آسا ماهہ نرالم جوني، اڪل نرنجن گائيا.
هؤمي ميٽ سبد سک هوئي، آپ وچاري گياني سوئي،
نانڪ هر جس هر گڻ لاها، ست سنگت سچ ڦل پائيا.

(مارو م ١-١٠٣٩-١٠٤٠)

---

١. انهن ڀنجن شبدن جي ڌني نرالي آهي يعني ڀنڀهڙو ٻاڻ، بدا وڄائي، وڄي رهي آهي. اهو پرڀو ٻاڻ ئي ان ڏوهہ سنگيت جو وڄائڻ وارو آهي.

٢ دانا = جيڪو سڀ ڪجهہ ڄاڻندو هجي. بينا = جيڪو سڀ ڪجهہ ڏسندو هجي.

٣. اُنهيءَ اڄرني ۽ نرليپ پرڀوءَ جي ڀڳتيءَ سان مڌش سنسار ۾ رهي بہ آشا ترشنا کان مڪت ٿي سگهي ٿو.

## ٧. نام بنا ڪيسي آچار

جيڪڏهن ڪو منش خاموش رهي ته دنيا هن کي مورک چوندي. گهڻين ڳالهين ڪرڻ مان ڪو لاڀ ڪونهي، ڇاڪاڻ ته ان مان پرڀوءَ جي نام سان لڳل لو ٽٽي پوندي. جيسين شبد يا نام جي ڪمائي نه ڪبي، تيسين سچي نرملتا ڪڏهن به پراپت نه ٿيندي. پرماتما جي شبد يا نام جي ڪمائي ڪرڻ لئي سڀ کان اهم ۽ پوتر آچار وهنوار آهي.

گرو صاحب فرمائين ٿا ته منهنجي نندا ڪندڙ مونکي پيارا آهن، ڇاڪاڻ ته هو بنا ڪنهن قيمت يا پئسن وٺڻ جي، منهنجا پاپ ڌوئن ٿا. گرو صاحب ان عقيدي جي پٺڀرائي ڪن ٿا ته نندڪ يعني نندا ڪرڻ وارو ان منش جا ڪرم پاڻ لئي کڻي ٿو، جنهنجي هو نندا ڪري ٿو.

مڪتي صرف ستگروءَ جي بخشيل شبد دوارا ئي ٿئي ٿي ۽ اها بخشش پرماتما جي ديا مهر سان ملي ٿي.

صرف ”اوچو-اوچو“ لفظ پڪارڻ سان منش اوچو ٿي نٿو سگهي. اوچو ٿيڻ لاءِ، اوچا گڻ ڌارڻ ڪرڻ جي ضرورت آهي. اهيءَ لاءِ گرمک شبد يا نام جو امرت پيئندا آهن، پر منمک اگيانتا ڪارڻ دنيوي خواهشن، وشيه وڪارن ۽ نندا چغليءَ جي روڳ ۾ ڦاٿل رهندا آهن. اهو پرماتما جو شبد يا نام انڌن لاءِ پرڪاش، ٻوڙن لاءِ آواز يا ڌن ۽ مورکن گنوارن لاءِ سچي گيان جو ڀنڊار آهي. اهو نرڌن لاءِ سچو ڌن، بي آسري جو سچو آسرو ۽ سڀني لاءِ اڻکٽ خزانو ۽ سچو امرت آهي. ان کانسواءِ باقي سڀ سنساري پدارٿ زهر ۽ خاڪ سمان آهن.

گرو صاحب فرمائين ٿا ته ڪجهه لوڪ ٻين ۾ چڱايون ڏسن ٿا ۽ ڪي صرف برايون ڏسن ٿا يا اوگڻ جاچين ٿا،

پر حقيقت ۾ سياڻو اهو آهي، جيڪو انهن ٻنهي ڳالهين کي ڇڏي، فقط شبد يا نام جي ابياس ۾ لڳو رهي ٿو.

مست ڪرڻ مورک جڳ ڪهيا   اڙڪ ٻڪڻ ٽمري لڳ رهيا،
ٻوڙ چوڪ ٽمريو دربار   نام بنا ڪئسي آچار.
السي جهوٽ مني سمسارا   ننڌڪ ننڌيو مجهي ٻارا. رهاءِ.
جس ننڌھ سوني ٻڌ جائيو   گر ڪيو شبدي ڌر نمائيو،
ڪارڻ نام انترگت جائيو   جس نوندڪري سوني ٻڌ جائيو.
مڻ مئلو اوجل سچ سوهه   اوٺر آکي نه اوچا هوهه،
منمک ڪوڙ مها ٻک کاهه   گرمک هوهه سه راچيو ناهه.
انڌڙ ٻولڙ مگڌ گوار   هيڻو نيچ ٻرو ٻرنار،
نيڌن ڪڻ ڌن نام پيار   اهه ڌن سار هور ٻکيا ڇار.
استت ننڌا سبد وبچار   جو ديوي تس ڪئو جيڪار،
ٽو ٻخسهه جاٽ پت هوهه   ناڻڪ ڪهي ڪهاوي سوهه.
(ٻرياڻي، م ١-١٣٣٠-١٣٣١)

# ڪرم ڪانڊ

## ١. ديس ديسانترن ۾ نہ ڀٽڪو

هن شبد ۾ گرو نانڪ صاحب اُپديش ڏئي رهيا آهن
تہ جيڪي، جيڪي تي ۽ ديس ديسانترن جي جدا جدا تيرٿن تي
وڃڻ سان من ۾ لڪل خواهشن ۽ وڪارن جي اگني نہ وسامندي
۽ نہ شانت ٿيندي ۽ نہ صاف ڪپڙن پائڻ سان من صاف
ٿيندو. اها نهايت افسوس جي ڳالهہ آهي تہ لوڪ ڪوڙ
ڪپٽ، ڏيکاو يا پاکنڊ جي زندگي بسر ڪري رهيا آهن
۽ پنهنجي اندروني اصليت کي لڪائڻ لاءِ ٻاهران ڪيترن
قسمن جا ڀيکہ ڌارڻ ڪري رهيا آهن.

ستگروءَ جي اُپديش بنا سچي ڀڳتيءَ جي جڳتي نہ ملي
سگهندي. گروءَ جو شبد من ۾ وسڻ سان من وس ۾ اچي ٿو،
هؤمي ۽ آشا ترشنا روپي اگني شانت ٿي ٿي. جيڪڏهن
پرماتما جو نام اندر وسي وڃي تہ من هڪ امولڪ رتن
بڻجي پوندو ۽ جنهن کي سچي عزت حاصل ٿيندي. شش جو
دشمن من هميشہ ستگروءَ جي ڏنل نام ذريعي هريءَ سان
لنوَ لڳائڻ سان ئي وس ۾ ايندو آهي. من جي وس اچڻ
سان، آتما انهي جنجي مان آزاد ٿي، واپس پنهنجي اصلي
ابج گهر يا پرماتما ۾ سمائجي ويندي آهي، بلڪل اهڙي طرح
جيئن سمنڊ مان اُٿندڙ لهر سمنڊ ۾ ئي سمائجي ويندي آهي.

گرو صاحب اِنهيءَ ڳالهہ ڏانهن ڌيان ڇڪائيندي فرمائين
ٿا تہ جن کي ڌڻي ڌاري ستگرو نٿو ملي ۽ جيڪي ستگروءَ
جي اُپديش انوسار پرماتما سان لنوَ نٿا لڳائين، اهي سدائين
ڀوساگر جي طوفانن ۾ گهيريل رهن ٿا ۽ جنم مرڻ جي چڪر
۾ ڦاٿا رهن ٿا. انهيءَ چوراسيءَ جو چڪر ڪڏهن ختم ئي
نٿو ٿئي. گرو صاحب اسانکي ياد ڏيارين ٿا تہ منش جنم
جي قيمتي هيري کي ڪوڏين وانگر وڪڻي وڃائڻ نہ گهرجي.

سنسار جي جنجالي مان ڇوٽڪاري پائڻ جي جڳتي ستگروءَ کان ملندي آهي. جن کي اهو ڀيد ملي وڃي ٿو، اهي سچي معنيٰ ۾ سڦلا پرش يا برهم گياني ٿيو وڃن ٿا. اهي ئي گروءَ جي ڪرپا سان مالڪ جي درگاهه ۾ قبول پون ٿا. انهن جي اندر شبد ڌن هميشه وڄندي رهي ٿي ۽ انهن جا مکڙا سدائين آنند مئه تيج سان روشن رهن ٿا ۽ اوجل ۽ سونهيڪ ڏسڻ ۾ اچن ٿا.

ڀرمي ڀاءُ نه وڃهوئي جي ڀوڳي دسنتر ديس،
انتر مئل نه اُترئي ڌرگ جيوڻ ڌرگ ويس،
هو ڪتيئي ڀڳتي نه هووني بن ستگر ڪي اُپديس.
من ري گرمک اگن نوار،
گر ڪا ڪهيا من وسئي هؤمي ترسنا مار رهاءِ.
من مالڪ نرمول هئه رام نام پت پاءِ،
مل سمت سنگت هر پائيئي گرمک هر لو لاءِ،
[1]آپ گئيا سک پائيا مل سلليئي سلل سماءِ.
جن هر هر نام نه چيتيو سه اؤگڻ آوئي جاءِ،
[2]جس ستگر پرک نه ڀيٽيو سه ڀؤجل پچي پچاهه،
اهه مالڪ جيئه نرمول هئه اِڪ ڪؤڏي بدلئي جاءِ.
جدا ستگر رس مليئي سي پوري پرک سجاڻ،
گر مل ڀؤجل لنگهيئي درگهه پت پرواڻ،
نانڪ تي مک اجلي ڌن اُپجي سبد نيساڻ.
(سري راڳ، م ١-٢٢)

---

١. آپي ڀاو يا هؤمي جي ناس ٿيڻ سان سکو سک ملي وڃي. پاڻيءَ جي لهر پاڻيءَ ۾ سمائجي وڃي ارٿات آتما پرماتما ۾ سمائجي وڃي.

٢. جنکي سمرٿ ستگرو نه مليو آهي، سي سنسار روپي ڀوساگر ۾ غوطا کائيندا رهن ٿا.

## ٢٠. سچو مسلمان

هتي گروءَ صاحب سچي مسلمان جا گڻ ورڻن ڪن ٿا. سچي مسلمان ٿيڻ لاءِ ڪنهن کي بہ، نه مسجد ۾ وڃڻ جي ضرورت آهي ۽ نه ئي مصلو وڇائي نماز پڙهڻ جي. ان لاءِ نه قرآن شريف جون آيتون پڙهڻ ضروري آهن ۽ نه رمضان مهيني ۾ روزا رکڻ. ديا ۽ رحم جي ڀاونا سچي مسلمان جي مسجد آهي ۽ صدق يا ڀروسو انجو مصلو آهي.

حق حلال جي ڪمائي انجو اصلي قرآن آهي. نيڪ پاڪ ۽ سهل سنجم جي زندگي انجو ورت يا روزو آهي ۽ شرم حياءُ يعني بري ڪرم کان بچڻ انجي سُنت آهي. نيڪ عمل يا سچي ڪرڻي انجو ڪعبو آهي، سچ يا شبد انجو نبي يا پيغمبر آهي، ڪلمو يعني شبد يا نام ئي انجي نماز آهي. پرماتما جي ڀاڻي يا رضا ۾ راضي رهڻ انجي تسبيح يا مالها آهي. جو مسلمان اهڙي رهڻي رهندو، انهيءَ جي رب جي درگاهه ۾ لڄ پت سان رهجي ايندي.

هن سلوڪ ۾ گروءَ صاحب سمجهائين ٿا ته سچ، حق حلال جي ڪمائي، دان، من جي شڌتا يا سچي نيت ۽ خدا جي صفت يا ساراهه ڪرڻ، پنج نمازون آهن ۽ ڪلمي يا شبد جي ڪمائي ئي سچي مسلمان جي اصلي نشاني آهي.

مهر مسيت صدق مصلا حق حلال قراڻ،
سرم سُنت سيل روزا هوهُ مسلماڻ.
ڪرڻي ڪعبا سچ پير ڪلما ڪرم نواز،
تسبي سا تس ڀاوسي نانڪ رکي لاج.
پنج نوازا وکت پنج پنجا پنجي ناءِ،
پهلا سچ، حلال دُءِ تيجا خير خداءِ.
چوٿي نيت راس منُ پنجوي صفت ثناءِ،

کرڻي ڪلما آکڪيو لـا مسلمانڻ سداءِ،
الـالڪ جيتي ڪوڙلـار ڪوڙيو ڪوڙي پاءِ.
(مالهه ڪي وار، م ۱-۱۴۰-۱۴۱)

### ٣. مڪتيءَ جو دروازو

پنجن تتن ۽ من جي جوڙ ميل سان مدش جو سرير ٺهي ٿو. پر پوءِ هن ديهيءَ روپي گهر جا نَوَ دروازا ظاهري طور پرگهٽ رکيا آهن، پر ڏهون دوار يا ”دسوان دوار“ گپت رکيو آهي، جنهن مان ئي پرماتما جي نج گهر ڏانهن مارگ وڃي ٿو. گرو صاحب فرمائين ٿا ته سچو گياني اهو آهي، جيڪو اهو گپت در کولهي لهي ٿو ۽ اُن ۾ داخل ٿئي ٿو. اهڙو گياني ئي پنهنجو پاڻ کي سڃاڻي ٿو سگهي، باقي ٻيو ٻلي کو ڪيترو به ڳالهائيندو يا پڙهندو رهي، پر ان مان کو به لاڀ ڪونهي.

گرو صاحب سوال ڪن ٿا ته ديهي منيءَ سمان آهي ۽ پران هوا يا پَوَن سمان آهن ته پوءِ سرير جي مرڻ تي اصل ۾ ڪير ٿو مري؟ جواب ۾ گرو صاحب پاڻ ئي ڏين ٿا ته اُن مدش جي هؤميءَ ئي مري، جيڪو پاڻ کي مؤت کان مٿي ٿو سمجهي. باقي انتردرشٽيءَ واري يا ساکي آتما جو مؤت ڪڏهن به ڪونه ٿيندو آهي. گرو صاحب جن جو مطلب آهي ته آتما امر ۽ لرليپ آهي ۽ سرير روپي پالڻي پڃڙ سان آتما جو مؤت ڪونه ٿو ٿئي.

گرو صاحب اگياني جيو کي ساوڌان ڪن ٿا ته جنهن انمول رتن جي تلاش ۾ تون تيرٿن يا ندي ڪنارن تي ڦرندو ٿو رهين، اهو خود تنهنجي اندر ئي آهي. اهڙيءَ طرح ودوان ۽ پنڊت گرنٿ شاستر پڙهي بحث مباحثي يا واد وواد ۾ پئي ٿا ۽ جهيڙا پيدا ڪن ٿا، جاڪاڻ ته ڪين سندن اندر موجود سچي خزاني جو گيان يا علم ڪونهي.

آخر ۾ گروءَ صاحب فرمائين ٿا ته موکي پنهنجي ستگروءَ ساکيات پرماتما جو درشن ڪرايو آهي، جو سرو وياپڪ ۽ اجر امر آهي. اهو پرماتما ڪڏهن به نه مري ۽ نه مان ٿي ڪڏهن مري سگهان ٿو.

١ پؤڻ پاڻي اگني ڪا ميل ٢ چنچل چپل ٻڌ ڪا کيل.
٣ نؤ دروازي دسوان دئار بجهه ري گياني ايهه ويچار.
٤ ڪٿتا بڪتا سنتا سوئي آپ ويچاري سو گياني هوئي.
٥ ديهي ماٽي بولي پؤڻ بجهه ري گياني موئا هئه ڪؤڻ.
٦ موئي سرت باد اهنڪار اوهه نه موئا جو ديکڻهار.
جئه ڪارڻ تٽ تيرٿ جاهي رتن پدارٿ گهٽ هي ماهي.
پڙ پڙ پنڊت باد وکاڻي ڀيتر هوندي وست نه جاڻي.

---

١. سرير پنجن تتن مان ٺهيو آهي.

٢. پنجن تتن کي چنچل من هلائيندو آهي.

٣. سرير جا نو دروازا دنيوي ڪاروبار لاءِ آهن. ڏهون-دسوان دوار نج گهر وڃڻ لاءِ آهي.

٤. اصل گياني، ودوان ۽ ٻڌيمان اهو آهي، جيڪو پنهنجو پاڻ کي سڃاڻي ٿو.

٥. ديهي مٽيءَ سمان آهي، ان ۾ هلندڙ پران هوا سمان آهن ته پوءِ موت وقت مري ڪير ٿو؟

٦. اهنڪاري جيو جو اهنڪار مري ٿو. شاسترن ۾ "آتما" کي "ساکشي" چيل آهي. گروءَ صاحب ان کي "ديکڻهار"- ڏسڻ واري چون ٿا. مطلب ته آتما نرليپ آهي. موت وقت تتن ۾ ملي وڃن ٿا. آتما امر آهي.

[1]اهڙا نه مُئا مِيري مٽيءَ ملاءِ، اوهي نه مُئا جو رهيا سماءِ.
ڪهه ناناڪ گر برهم دکائيا مرتا جاتا نَدر نه آئيا.
(گوڙي م ١- ١٥٢)

## ٢. سڀ جپ سڀ تپ سڀ چتراڻي

سڀ جپ تپ، پاٺ پوڄا ۽ ٻيا ٻاهرينگي ڪرم اهڙيءَ مثل آهن، جيئن ڪو انسان رستو ڀُلجي، اُجاڙ بيابان ۾ ڀٽڪندو ڦرندو هجي. سچي گيان ٻنا اسين پنهنجي منزل تي پهچي نٿا سگهون ۽ شبد يا نام جي ڪمائيءَ ٻنا سچو گيان نٿو پراپت ٿئي. نام وهوڻي يا نام کان خالي جيو جي مٿي تي ڪلنڪ لڳي ٿو.

سارو سنسار مٿيا يا فاني آهي. صرف هڪ پرماتما ئي ستيه، سچو يا دائم قائم آهي. هن ناسونت سنسار جي بندن مان ڇوٽڪاري پائڻ جو هڪڙو ئي اُپاءُ آهي، ستگروءَ جي شرن ۾ اچي، سندس بخشيل شبد جي ڪمائي ڪرڻ.

گروءَ جي مت تي هلڻ سان، هن آشا ترشنا ۽ موهه مايا ۾ گهيريل سنسار ۾ رهندي به ان کان اُداس ۽ نرليپ رهي سگهجي ٿو، اندر نام روپي سچي گيان جو پرڪاش ٿئي ٿو ۽ هردي جو ڪمل ڪڙي پوي ٿو. اهڙيءَ طرح پوري گروءَ جو شش موت جي ڀؤ کان مڪت ٿي وڃي ٿو.

سنساري منش اندري ڀوڳن، وشيه وڪارن ۽ پٽن ڌيئرن ۽ استري وغيره جي پريم پيار ۾ نام کي وساري ويٺا آهن. اُهي اگياني انسان ڪي اهو به معلوم ناهي ته منش جنم

---

١. منهنجي ملا يعني هڙ ومڙ، اهنڪار مئا آهن. جنهنڪري مان ڪڏهن به نه مرندس ۽ نه اهو سرو وياپڪ پرماتما مرندو. ستگروءَ مونکي پرماتما جو درشن ڪرايو آهي، جنهنڪري منهنجو جنم مرڻ ختم ٿي ويو آهي.

هڪ امول نعمت آهي ۽ چوراسي لک جوڻين مان اهو هڪ
ئي دروازو جمڻ مرڻ يا آواگون جي قيد مان ڇٽڻ جو آهي.
هوُ اهو ۽ وساري ويٺا آهن ۽ هن موقعي مان پورو لاڀ
وٺڻ جو ساڌن سچي ستگروءَ جي شيوا آهي، جيڪا سچي
رهڻي ڪرڻيءَ جو سار آهي. ستگروءَ جي شيوا سان آتما
ٻنڌن مڪت ٿي وڃي ٿي ۽ آتما تي هئومي جي گندگي
وري لٿي چڙهي. جيڪي جيو ستگروءَ جي مت تي هلن
ٿا، اهي دنيوي موهه پيار ليائي، پرماتما جي خالص ۽
نرمل نام کي سمجهي هردي ۾ پڪي طرح وسائي ٿا ڇڏين.
سندن چنچل من ٻاهر ڀٽڪڻ ڇڏي، اندر ئي اسٿر رهي ٿو.
پر اهڙا جيو ورلي ئي هوندا آهن.

گروُ صاحب پرڀو پراپتيءَ لاءِ زندهه ستگروءَ جي ضرورت
تي ڏاڍو زور ڏين ٿا. نگرا جيو جمڻ مرڻ جي چڪر ۾
قائل رهن ٿا. گروُ ٻنا شبد جي سوجهي لٿي پوي ۽ سچي
شانتي نٿي ملي.

جيڪو پراڻي گروءَ جي مت تي هلي ٿو، اُنکي اندر
انهد شبد (ٻنا وڄائڻ جي) روپي دوارا سنگيت ٻڌڻ ۾
اچي ٿو. هوُ پرڀوءَ روپي سچ جو ساکيات درشن ڪري ٿو
۽ سندس انترآتما سچي سک سان ڀرپور رهي ٿي. هوُ
پنهنجو آپو يا هئومي لياڻي، ٽنهي لوڪن جو گيان پراپت
ڪري ٿو. هن جي شبد يا نام سان لنو لڳي رهي ٿي،
ڪمس اندر نام يا شبد روپي سچي ٻاڻي ملي ٿي ۽ هوُ ٻاڻي
اُنهيءَ ۾ سمائجي اُنهيءَ جو روپ ٿيجي ٿو. اهو دئيال پرڀو
ڏن آهي، جو دئيا مهر ڪري جيو کي صحيح مارگ تي
لڳائي، اُنجو ڪلياڻ ڪري ٿو.

سڀ جڳ سڀ تپ سڀ چترائي  اوجهڙ پرمي راهه نه پائي،
بن بوجهي ڪو ٿاءِ نه پائي  نام ٻهوڻي ماهي سمائي،

۱ساچ ڏٺي جڳ آهه بڌاسا چونس پراڻي ڳرمڪ داسا،
جڳ موهه باڌا بهتي آسا ڳرمتي اڪ يڻي اُداسا،
۲اَنتر نام ڪمل پرڳاسا تنهه ڪئه ناهي جم ڪي ترا سا.
۳جڳ ترڻ جت ڪامڻ هتڪاري پتر ڪلتر لڳ نام وساري،
پرڻا جنم ڳوائتا بازي هاري ستگر سهوي ڪرڻي ساري.
باهرهه هؤميه ڪهيو ڪهائي اندرهه مڪت ليپ ڪدي ترلائي،
مائتا موهه گر شبد جلائي ترمل نام سد هرديو ڌيائي.
ڌاوت راکيو ٺاڪ رهائي. سڪه سنگت ڪرم ملائي،
گر بن ڀولو آويه جائي ندر ڪري سنجوڳ ملائي.
۴روڙو ڪهڻه نه ڪهڻا جائي اڪٿ ڪٿه اهه قيمت پائي،
۵سڀ دک تيري سوڪ رضائي سڀ دک ميٽي ساچي نائي.
۶ڪر بن واجا پڳ بن تالا جيه سبد بجهيه تا سچ انهالا،
انتر ساچ سڀي سڪه نالا ندر ڪري راکيه رکوالا.
۷ترڀوڻ سوجهيه آپ ڳواويه باڻي بوجهيه سچ سماويه،
سبد وچاري ايڪ لوتارا نانڪ ڌن سوارڻ هارا.
( آسا، م ۱- ۴۱۲ )

---

۱. پرمالما سڀو ۽ ابناسي آهي، سنسار اچڻ وڃڻ وارو يعني ناسونت آهي.

۲. اندر نام دواران هردي جو ڪمل ٽڙي پوندو آهي. اهڙن جيون کي جم جو ڀپ نٿو رهي.

۳. سنسار، استري، پٽن ۽ ڌيئرن جي پيار ۾ نام کي وساري ڇڏيو آهي.

۴. اهو سندر پريو اڪٿ ۽ امولڪ آهي.

۵. رب جي رضا ۾ هلڻ سان ۽ نام جپڻ سان سڀ دک دور ٿين ٿا ۽ سڀ سڪه پراپت ٿين ٿا.

۶. بنا وڄائي وڄڻ وارو انحد شبد ٻڌڻ ۾ ايندو آهي.

۷. هؤميه کي ناس ڪرڻ سان ٽنهي لوڪن جو گيان پراپت ٿئي ٿو.

## ٥. ڪرم ڪانڊ

گروءَ صاحب انهيءَ زوردار لفظن ۾ ۽ وستار سان انيڪ قسمن جي ڪرم ڪانڊ جو کنڊن ڪن ٿا. هو ڪنهن خاص ڌرم جي رياتن رسمن جو ئي وروڌ ڪونہ ٿا ڪن، بلڪ هندن، مسلمانن، جوڳين وغيره سڀني ڌرمن جي ٻاهرين ڪريائن جي نندا ڪن ٿا. گروءَ صاحب صرف هندن جي تيرٿ ياترا، پوڄا ٽڪڻ ۽ تلاون جي سنان، ڪپڙن بنا گهمڻ، گهر ٻار تياڳي جهنگلن ۽ پهاڙن ۾ هيڏانهن هوڏانهن ڀٽڪڻ وغيره جو ئي نہ، پر مسلمانن جي شريعت جي ڪيترن ڳالهين جو بہ کنڊن ڪيو آهي، ڇاڪاڻ تہ اهڙي قسم جي ڪوشش ڀريو ڀرائيءَ ۾ ڪابہ سهائتا نٿي ڏئي.

گروءَ صاحب جن گرنٿن شاسترن جي واچڪ گيان ۽ بحث مباحثي کي بہ ڪا اهميت ڪانہ ڏني آهي. هو فرمائين ٿا تہ پنڊت ڏينهن رات جيڪي بہ پڙهڻ ۾ لڳا پيا آهن، اُنهيءَ مان ڪوبہ لاڀ ڪونهي، ڇاڪاڻ تہ هو ان تي عمل ڪونہ ٿا ڪن. انهيءَ سموري پڙهڻ پڙهائڻ صرف ڏيکاءَ، ڪپٽ يا ڇل آهي. انهيءَ جوڻ ۽ ڪرڻ ۾ ڪافي فرق آهي. هيٺ ڏنل پدن مان ان باري ۾ گروءَ صاحبن جي وچارن جو پتو لڳي سگهي ٿو.

مسلمانا صفت شريعت پڙهي پڙهي ڪره بيچار،
بندي سي ج پوهه وچ بندي وکڻ ڪتہ ديدار.
هندو سالاهي سالاهن درسن روپ اپار،
تيرٿ ناوهه ارچا پوجا اگر واس بهڪار.
جوڳي سن ڌيائن جيتي الکہ نام ڪرتار،
سوکم مورت نام نرنجن ڪايا ڪا آڪار.
(آسا دي وار، م ١-٤٦٥-٤٦٦)

پڙ پڙ گڏي لدئيهہ پڙ پڙ ڀرئيهہ سات،
پڙ پڙ بيڙي پائيئي پڙ پڙ گڏئيهہ کات.

پڑھیئہ جیتی برس برس پڑھیئہ جیتی ماس،
پڑھیئہ جیتی آرجا پڑھیئہ جیتی ساس،
نانک لیکھی اِک گل ہور ہؤمی جھکھنا جھاکھ۔

(آسا م ۱ - ۴٦۷)

لکھ نیکیاں چنگیائیاں لکھ پنّا پروان،
لکھ تپ اُپر تیرتھاں سہج جوگ بیبان۔
لکھ سورتن سنگرام رن مہہ چھٹہہ پران،
لکھ سُرتی لکھ گیان دھیان پڑھیئہ پاٹھ پران۔
جن کرتی کرنا کیا لکھیا آون جان،
نانک متی متھیا کرم سچا نیسان۔

(آسا م ۱ - ۴٦۷)

لکھ لکھ پڑنا لیکھا کرنا بہہ لیکھہ پورنا لیکھو لونا۔
بہہ پیکھ کیتا دُبِھی دکھ دیتا سبھ وی جیتا اپنا کیتا۔
اِن نہ کانیا ساد گوائیا بہہ دکھ پائیا دوجا بھائیا۔
بستر نہ پہری اہدس کہری۔
مون وگوتا کیوں جاگی گر بن سوتا۔
پگ اُپیتانا اپنا کیتا کمانا۔
الّ مل کالی سر چھائی پائی۔
مورکھ اندھی پت گوائی ون ناوی کچھ تھائے نہ پائی۔

(آسا م ۱ - ۴٦۷)

مورکھ پنڈت حکمت حجت سنجی کرہہ پیار،
دھرمی دھرم کرہہ گاواوہہ منگہہ موکھ دوار،
جتی سداوہہ جگت نہ جانہہ چھڈ بہہ گھر بار۔
سبھ کو پورا آپی ہووی گھٹ نہ کوئی آکھی،
پت پروانا پچھی پائیہ تا نانک تولیا جاپی۔

(آسا م ۱ - ۴٦۹)

ماڻس کاڻي کرهه لواز چري وڳائن ٿن گل ڳاگه،
ٿن گهر برهمڻ پورهه ناد اُنا پي آوهه اوٿي ساد.
ڪُوڙي راس ڪُوڙا واپار ڪُوڙ بول کرهه آهار،
سرم ڌرم کا ڏيرا دور نانڪ ڪُوڙ رهيا ڀرپور.
متي ٽڪا تڙ ڌوتي ڪڪائي هٿ ڇري جگت کاسائي.
(آسا، م ۱ - ۴۷۱-۴۷۲)

جو موها کا گهر مهي گهر مهه پتري ديئه،
اگي وست سڃاڻيئي پتري چور کريئه.
وڍيئهه هٿ دلال کي مصفي ايهه کريئه،
نانڪ اگي سو ملي ج کٽي گهالي ديئه.
(آسا، م ۱ - ۴۷۲)

لک چوريا لک جاريا لک ڪوڙيا لک گال،
لک ٺگيا پهدا مهينا رات ڏنس جيئه نال.
تنگ ڪپاهه ڪتيئي باهڻ وٽي آءِ،
ڪهه بڪرا رڌهه کائيا سڀ ڪو آکي پاءِ.
هوءِ پراڻا سٽيئي ڀي ڦر پائيئي هور،
نانڪ تگ نه ٽٽئي جي تگ هووي جور.
(آسا، م ۱ - ۴۷۱)

پڙ پستڪ سنڌيا بادن سل پوجس بگل سماڌن،
مکه جهوٺ بيوکڻ سارن ترنپال تهال بچارن.
گل مالا تلڪ للاٽن ڌُئه ڌوتي بستر کپاٽن،
جي جاڻس برهمن کرمن سڀ ڦوکٽ نسچه کرمن.
کهه نانڪ نسچه ڌياوي وڻ ستگر واٽ نه پاوي.
(آسا، م ۱ - ۴۷۰)

اندرهه جهوٺي پتج باهر دنيا اندر ڦيل،
اٺسٺ تيرٿ جي ناوهه اُترِي ناهي ميل.
(آسا، م ۱ - ۴۷۳)

## ٦٠. امرت گهٽ ماهه

جڏهن امرت جي تلاش ۾ مڙش سنسار ۾ اچي ٿو، اُهو
ڪٿي به ٻاهر ڪونهي. اهو امرت سندس گهر جي اندر
آهي. سڀ اندر موجود انهيءَ املڪ خزاني کي کولڻ
جي ڪنجي پوري ڪامل ستگروءَ وٽ آهي. جڏهن
اصلي انج پدارٿ گهر ۾ آهي ته اُنڪي ٻاهر ڳولهڻ جون
سڀ ڪوششون يا ڪرم ڪانڊ فضول آهن ۽ اهڙن ڪوڙن
ڀيکن جو تياڳ ڪري، سچي راهه وٺڻ گهرجي.

مڙش لاءِ اهو لازمي آهي ته صحيح ۽ غلط، ٻري ڀلي کي
سڃاڻڻ جو گيان رکي، جيئن برائيءَ جي راهه ڇڏي، نيڪيءَ
جي راهه تي هلي سگهجي. جيستائين صحيح ۽ غلط جو فرق
نه سڃاڻبو، تيستائين جيترو به اڳتي وڌبو، اوترو مايا جي
چڪر ۾ ڦاسبو.

جڏهن من ڪوڙ ۽ لوڀ جي گندگيءَ سان ۽ زبان انڌا
چغليءَ جي ميلاڻ سان ڀريل آهي ته پوءِ تيرٿن تي سنان
ڪرڻ مان ڪو به لاڀ ڪونهي. من جون گندگيون صرف
ستگروءَ دوارا بخشيل شبد يا نام جي ڪمائيءَ سان ئي
ڌوپي سگهن ٿيون. من کي صاف ۽ نرمل ڪرڻ جو ٻيو
ڪو به اُپاءُ ڪونهي.

[1]جس جل نذ ڪارڻ تم جگ آئي سو امرت گر پاهي جيءُ،
[2]ڇوڏهه وس ڀيکه چترائي دبدا راهه ڦل ناهي جيءُ.

---

١. جل = نام روپي امرت، نذ = خزانو يا ذن. جڏهن
نام روپي امرت جي ذن لاءِ تون سنسار ۾ آيو آهين، سو
ستگروءَ کان ملندو آهي.

٢. ٻاهريان ڀيک ۽ چترايون ڇڏي ڏيو. انهن سادنن سان
نام روپي ڦل ڪونه ملندو آهي.

مـن ري تـر رهه مت ڪمت ڄـاهي جنهه،
ٻاهر ڀرولبت بهت دکه پاوهه گهر امرت گهٽ ماهي جنهه.
اوگڻ چوڻ گڻا ڪنه ڌاوهه ڪر اوگڻ پڇتاهي جنهه،
[1]سر اپسر ڪي سار نه ڄاڻهه ڦر ڦر ڪيچ اڌاهي جنهه.
[2]انتر ميل لوڀ ٻهه جهوٺي ٻاهر ناوهه ڪاهي جنهه،
نرمل نام جپهه سد گرمکه انتر ڪي گت تاهي جنهه.
[3]پرهر لوڀ نندا ڪوڙ تياگهه سچ گر ٻچني ڦل پاهي جنهه،
جنه ڀاوي تنه راکهه هر جيئه جن نانڪ سبد سلاهي جنهه.

(سورٺ، م ١-٥٩٨)

## ٧. تياڳي ۽ ويراڳي

هن شبد ۾ گروءَ صاحب اُن جوڳيءَ جي نهايت سخت نڪتچيني ڪن ٿا، جنهن جي ڪفني ۽ ڪرڻيءَ ۾ ڪو جوڙ ميل ڪونهي. گروءَ صاحب فرمائين ٿا ته تياڳين ۽ ويراڳين جو تياڳ صرف ڪهت، ڏيکاءُ ۽ پاکنڊ آهي. هو شهر ڇڏي جهنگل ۾ ضرور هليا وڃن ٿا، پر سندن من ۾ ناري ۽ مايا جو پيار ۽ ترشنا سمايا رهن ٿا. هو سنسار کي گيان ڏيڻ ۾ تيار لڳن، پر پنهنجي هردي ۾ لڪل وشيه وڪارن جي اگني شانت ڪرڻ ۾ اسمرٿ آهن. هو رنگيل ڪپڙا پائي ۽ ڪنن ۾ شيشي جون مندرائون پائي، پنهنجي پولڙا جو مظاهرو ڪن ٿا. هو سنسار کي دوکو ڏين ٿا، ڇاڪاڻ ته سندن اندر آشا ترشنا جي زهر سان ڀريل آهي ۽ ٻاهران

---

١. چڱي بري جي ڄاڻ سڃاڻ نٿا رکو، بار بار پاپن جي ڪيچڙ ۾ ڦاسو ٿا.

٢. جڏهن اندر لوڀ ۽ ڪوڙ جي گندگيءَ سان ڀريل آهي ته ٻاهران اسنان ڪرڻ مان ڇا فائدو؟

٣. لوڀ، نندا، چغلي ۽ ڪوڙ جو تياڳ ڪري، گروءَ جي وچن تي عمل ڪريو ته سچ جو ڦل پائيندا.

تياڳي ٿيا رهن ٿا. هو بدن تي ڀڀوت لڳائين ٿا، پر ان
ڪري سندن جنم مرڻ جي چڪر کان ڪڏهن به ڇوٽڪارو
نٿو ٿي سگهي. هو نراڄ ٿي گهر گهر مان ڀکيا پنندا ڦرن
ٿا ۽ پنهنجو بار ٻين تي وجهن ٿا. آواگون يا جنم مرڻ جي
دکن مان ڇٽڻ جو هڪ ئي علاج آهي ۽ اهو آهي ڪنهن
پوري گروءَ جي شرن ۾ وڃي، اهڙيءَ کان نام دان جي
بخشش وٺي، ان جي ڪمائي ڪرڻ. اهڙيءَ طرح ئي مَن
نرمل ٿئي ٿو ۽ نرمل من ۾ ئي پرماتما جو سچو پيار سمائجي
سگهي ٿو. ستگروءَ دوارا بخشيل شبد جي ڪمائي ڪرڻ
سان، جوڳي ليک پنهنجو پاڻ کي سڃاڻڻ ۽ پرماتما سان
ميلاپ ڪرڻ جي لائق ٿي وڃي ٿو.

[1]جڳ پرٻوڌهه مڙهي ٻڌاوهه [2]آسڻ ٽلاڳه ڪاهي سچ پاوهه.
[3]ممتا موهه ڪامڻ هتڪاري نا اؤڌوتي نا سنساري.
[4]جوڳي ٻئس رهه دبڌا دک ڀاڳي گهر گهر منگت لاج نه لاڳي.
[5]گاوهه گيت نه چينهه آپ [6]ڪت لاڳي نوري پرتاپ.

---

١. دنيا کي اپديش ڏئي ٿو، پر پنهنجي سرير روپي
مڙهيءَ کي پري ٿو.
٢. سماڌيءَ جي نرمل اوسٿا ڇڏي، سچ، پرمارٿ
ڪٿان پائبو؟
٣. تنهنجي اندر ناري ۽ مايا جو موهه آهي، تنهنڪري
تون نه گرهستي رهئين ۽ نه جوڳي.
٤. اڏول ۽ استر ٿي ويهه يعني من کي استر رک ته
تنهنجي ٻيائي دور ٿئي.
٥. تون گيت ڳائيندو ڦرين ٿو، پر پنهنجو پاڻ کي نٿو
سڃاڻين.
٦. پرتاپ = لکي لهت. تنهنجي ترشنا جي لکي اگني
ڪيئن ٻجهي شانت ٿئي؟

[1] گر ڪيو سبد رچيو من پاه [2] پڪتا سهج وڃاري ڪاه.
پسر چڙاه ڪره پساڪنب ماتا موه سهه جم ڍلب.
[3] ڦوٽيو ڪاپر پيڪ نه پاءِ بدڻ ٻاڌنا آويو جاه.
[4] ٻند نه راکهه جتي کهاوهه [5] مالي ماگت لريو لوڀاوهه.
[6] نردئتا نهي جوت اجالا ٻوڊت بڊي سرب جنجالا.
[7] ٻيڪ کرهه کڌتا ٻهه ٺٺوٺا جهونو کيل کمايو ٻهه نٽوٺا.
الٽر اگن چدتا ٻهه جاري وڃاکرما ڪتسي اُترس پاري.
[8] مدرا ڦٽڪ بدا ٽي ڪان [9] مڪت نهي بدئا بگيان.
[10] جهوا اندري ساد لوڀانا [11] پسو ٻڌي نهي منٽيو نيسانا.

---

١. تون من ۾ گروءَ جي شبد لاءِ پرام پيدا ڪر.

٢. سهج اوستا جي پراپتيءَ جي ٻيڪ گهر، وڌتي ڪر.

٣. تنهنجو هردو روپي پيالو، موه مايا جي ٺوڪرن سبب ٽٽي چڪو آهي. انهيءَ ۾ پرماتما جي پرام روپي امرت جي ٻيڪ (دان) ڪڏهن به سمائجي نه سگهندي.

٤. ڪام وس ۾ ڪونه اٿس، پر سڏائي ٿو جتي يا سنجم وارو.

٥. ننهي ڳڻن جو لوڀي، لالچي ۽ مايا جو منگتو ٿيو ڦري ٿو.

٦. تنهنجي ڪنوار هردي ۾ پريوءَ جي جوت جو پرڪاش ٿي نه سگهندو.

٧. ٻيڪ ڪري ٿو، گودڙي پهري ٿو، ڪيترائي پاکنڊ ڪري ٿو.

٨. ڪڻن ۾ شيشي جا ڪنڊل پائي ٿو.

٩. وديا يا وگيان ۾ ڪتي ڪانهي.

١٠. زبان ۽ اندري پوڃن جي سواد جو لوڀي آهي.

١١. تنهنجا جانورن وارا لڇڻ ڪونه ويا.

۱ نر بڌ لوڳـا نر بڌ جـوڳـا ۲ سبد وڇاري ڇوُڪس سوگا.
اوجل ساچ س سبد هوء جوڳي جڳت وڇاري سوء.
۳لڇهہ پڻہ اؤ انڌ نو ڪرٽيءِ جوڳہ ٿاپ اٿاپي ڪري س هوگہ.
۴جت ست سنجم سچ سہ چيت ۵ نانڪ جوڳي نربهوڻ ميت.
( رامڪلي، م ۱- ۹۰۳ )

## ۸. هٺ نگرهہ ڪر ڪائئا ڇيجي

گروُ صاحب هٺ يوگہ جي سادنن مثلا جپ تپ وغيرهہ جو نهايت گهٽو کنڊن ڪن ٿا. گروُ صاحب صاف لفظن ۾ اُپديش ڪن ٿا تہ ضرورت من کي وس ڪرڻ جي آهي، نہ ڪي سريرکي تسيا يا تڪليف ڏيڻ جي ناهي. من کي وس ڪرڻ جي اصل جڳتي ساڌ سنگت ۾ ملندي آهي. پراڻايام ذريعي ساهہ يا پراڻ جي سنجم جي ساڌنا سان سريرضرور شڌ ٿئي ٿو، پر انهيءَ سان من مان ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهہ ۽ اهنڪار روپي وڪار نہ دور ٿي ٿا سگهن ۽ نہ ئي اهڙيءَ ساڌنا سان مايا ۽ ٽنهي گڻن مان ڇوٽڪارو ملي ٿو. ساڳيءَ طرح تيرٿ استان تي اشنان ڪرڻ جو

---

۱. سنساري ماڻهو آڙي جوڳي، سڀ ٽن گڻن واريءَ مايا جا غلام آهن.

۲ اهو دکہ شبد جي ڪمائيءَ سان دور ٿيندو آهي.

۳ هي پرڀو، تون نون نڌين جو مالڪ آهين، تون ڪرڻ ڪراڻ وارو سمرٿ صاحب آهين.

۴. جيڪو جوڳي جت، ست، سنجم ڌارڻ ڪري ٿو ۽ چت ۾ اُن پرماتما کي وسائي ٿو ۽ من کي پوتر ڪري ٿو، اهو سدائين لاءِ پرماتما کي پائي ٿو.

۵. اهڙو جوڳي پوري نرلوڪيءَ جو متر آهي.

آتمڪ لاڀ ڪونہ ڪولهي. چاڪاڻ تہ اهڙي طرح ڪرڻ
سان صرف سرير ئي صاف ٿي سگهندو. پر ٻيرڻ ئي سدان
ڪرڻ سان من جرن غلاظتون تہ دور ڪونہ ٿيون ٿين.
جنم مرڻ جي ٻنڌن مان مڪتي پراپت ڪرڻ ۽ پرماتما سان
ميلاپ ڪرڻ جو هڪ ئي ساڌن آهي، شبد يا نام جي ڪمائي.
انجي جڳتي ڏهہ ڏاري پورن ستگروءَ ڪان ئي ملندي آهي
چاڪاڻ تہ هوءَ خود منزل تي پهچي چڪو آهي، ڪيس منزل
جي راهہ جو بہ گيان آهي ۽ هن ۾ پنهنجي چتايل شش کي
ان مارگ تان لنگهائي منزل تي پهچائڻ جي شڪتي بہ آهي.

١ هٺ نگرهہ ڪر ڪائنا ڇيجئي،
ورت تپ ڪرمن لهي پڄئي.
رام نام سر اور نہ پوجئي،
گروءَ سيو منا هر جن سنگ ڪيجئي.
٢ جم جندار جوهہ لهي ساڪئي،
سرپن ڊس نہ سڪئي هرڪا رس پيجئي.
٣ واد بڙئي راڳي جڳ ڀيجئي،
تڙئي گڻ بڪتا جنم مريجئي.

---

١. نگرهہ جو مطلب آهي زبردستي خواهشن يا من تي ضابطو رکڻ يا انهنکي روڪڻ. گروءَ صاحب سمجهائين ٿا تہ اهڙن ساڌنن سان من ۾ رس يا پريم پيدا نہ ٿيندو، باقي سرير ڪمزور ٿيندو.

٢. گروءَ جي سنگت ۽ شيوا سان ۽ هريءَ جي نام جو امرت پيئڻ سان نڪو ظالم جم نزديڪ ايندو ۽ نہ مايا روپي نانگڻ ڏنگي سگهندي.

٣. سنسار واد وواد ۾ الجهيو رهي ٿو ۽ بيڪار سنگيت ۾ مگهن رهي ٿو.

رام نام ٻن دوکھ ڀڃيجي،
[1] چاڙھ پون سنگهاسن پهچيجي.
[2] نئلي ڪرم ڪٽ ڪرم ڪريجي،
رام نام بن ٻرٿا ساس ليجي.
[3] انتر پنج اگن ڪٿه ڌارج ڌيجي،
[4] انتر چور ڪٿه ساد لهيجي.
گرمکھ هوءِ ڪاٺا گڙهه ليجي،
[5] انتر مل تيرٿ ڀرميجي.
[6] من نهي سوچا ڪٿا سوچ ڪريجي،
ڪرت ٻئا دوس ڪا ڪٿه ديجي.
ان نه ڪاهه ديهي دک ديجي،
ٻن گر گيان ٿرپت نهي ليجي.

---

١. جوڳي ساهه يا پران چاڙهي اندران روحاني رس وٺڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. هوُ پنهنجي طرفان ته ائين ٿي سمجهي ٿو ته مان سنگهاسن يعني اوچي روحاني استان تي پهچي ويو آهيان.

٢. جوڳي هٺ يوگ جا ڇهه ساڌن - ڌوتي، نيتي، وستي، نئلي، ترانڪ ۽ ڪپال ڀاتي ڪندو آهي. پر نام کانسواءِ هرهڪ سواس وٿرت آهي.

٣. جڏهن اندر پنج اگنيون يعني پنج وڪار آهن ته ڌيرج يا شانتي ڪٿان ملندي؟

٤. جڏهن اندر پنج وڪارن روپي چور لڪل آهن ته هري رس جو سواد ڪيئن ملندو؟

٥. تيرٿن تي ڀٽڪندو ڦري ٿو، پر اندر گندگي اٿس.

٦. جڏهن من نه شڌ ٿيو آهي ته ٻاهرين شڌتا يا صفائي جو ڪهڙو لاڀ آهي؟

ڪڏهن جنمي جنم مرانجي،
سنگ ڀڄو سنگت جن ڪيجي.
من هر راچي لهي جنم مرانجي،
رام نام بن ڪتا ڪرم ڪيجي.
اوندر دوندر پاس ترانجي،[1]
تر ڪي سيوا رام رواجي
نانڪ نام ملي ڪرپا پرڀ ڪيجي.

(رامڪلي، م ١-٩٠٥)

## ٩. ڪُوڙو لپسوي

تياڳي وئراڳي جو جيون ڏکن ۽ ترسن گذري ٿو وڃي. هو پنهنجي گرهست جي ذميوارين کان دور ڀڄي ٿو، پر سنسار جو تياڳ ڪندي بہ، اندري ڀوڳن ۽ وشيہ وڪارن جو شڪار بڻيو رهي ٿو. هو پنهنجو گهر ڇڏي، ٻين جي گهرن ۾ بکيا گهرندو رهي ٿو.

وئراڳي گيڙو رنا ڪپڙا پائي ۽ تياڳين وارو ويس ڪري، سنياسي هئڻ جو ڍونگ ڪري ٿو. هو پنهنجي روزي پاڻ ڪمائڻ جي عيوض در در بکيا پنندو ڦري ٿو. هنکي شبد جو گيان ڪونہ آهي، جنهڪري هو سدائين سنسن، ڀرمن ۽ وهمن ۾ ڦاٿل رهي ٿو.

تيرٿ استانن جي ياترا ڪرڻ ۽ سر تي ڀڀوت لڳائڻ سان هو مايا جي جار مان ڇٽي نٿو سگهي. هندوي مڪہ لي گرنٿن شاسترن جا وچن آهن، پر تہ بہ هو ڪوڙ ۽ ڇل ڪپٽ کان ڪم وٺي ٿو. هو دنيا کي گياني بڻجي ڏيکاري ٿو،

---

١. اوندر = ڪوڙ. دوندر = ڇل يعني ودروهي
من کي وس ڪري استر ڪرڻ.

پر ڪير اهڙو به گيان ڪونهي ته اهو پرم پتا پرماتما صرف
پنهنجي اندر ئي ملي سگهي ٿو.

متو ڪوڙين ڀيرا ڏکيون جتائون رکڻ سان آتما مٿي
روحاني منڊلن ۾ لنگهي پهچي سگهي ۽ اُهو ڌارڻ يا ڌيان
ساڌڻ مان ئي ڪو لاڀ ٿئي ٿو. اهڙن ڪرمن مان نه ڀاڳ
هئومي وڌي ٿي. تياڳيءَ جو من ذهن ئي دشائن ۾ ڀٽڪي
ٿو. جيستائين من استر ٿي اندر نٿو ٽڪي، تيستائين اندر اُن
هري نام جو امرت ڪيئن ٿو ملي سگهي؟ ڀاڳ کي وڌائي
سڌائڻ جو ڏيکاءُ ڪرڻ وارو اهڙو اندو اگياني آهي، جو
پنهنجي استريءَ کي نه تياڳي ٿو ڇڏي، پر ڪام جو ماريل
پر استريءَ ڏانهن ڀڄندو ڦري ٿو. هو ٻين کي تياڳ ۽ ويراڳ
جو اُپديش ڏيندو ڦري ٿو، پر خود موهه مايا ۾ ڦاٿو پيو
آهي. هنکي شبد جي ڪا سڌ ٻڌ ئي ڪانهي. هو ٻاهران
ڏسڻ ۾ ته شانت چت لڳي ٿو، پر اندر سندس من ۾
وڪارن روپي ڇٽڪون اڀري رهيون آهن.

سچو سنياسي اهو آهي، جيڪو سدا شبد جي رس ۽
آنند ۾ لنو لين رهي ٿو ۽ ستگروءَ جي دَيا مهر سان وشيه
وڪارن ۽ ڀرشٽ يا ملين وچارن ئي جيت پائي ٿو. ستگروءَ
جي ڀڳتيءَ دواران هن جي اندر پريم ڀڳتي جاڳي اُٿي ٿي
۽ هئومي کي ماري، هو پنهنجو ڀاڳ کي سڃاڻي ٿو. اهڙي
سچي سنياسيءَ کي ڀوڄن ۽ ڪپڙن وغيره لاءِ ٻين اڳيان
هٿ ٽنگڻو ڪونه ٿو پوي. هن جو وچن ڪڏهن به اجايو يا
بيڪار ڪونه ٿو وڃي ۽ هن جو هردو ساري سرشٽيءَ جي
پيار ۽ ڪروڻا سان ڀريل رهي ٿو. هو جيون مڪت ٿي
ويندو آهي يعني جيئري ئي جنم مرڻ جي چڪر کان
آزاد ٿي ويندو آهي ۽ اندر اُن انهد شبد سان جڙيو
رهندو آهي، جنهن مان ڪيس سچي سک ۽ شانتيءَ جي
پراپتي ٿيندي آهي.

[1] ممتا لهر گهر ٻج وڳوڇيءَ اُورا ڪي گهر هيريءَ،
[2] گرهه ڌرم گوائي سنگر نه پيٺيءَ درمت گهمن گهيريءَ.
دسنتر پوئي پاٺ پڙ ٿاڪا لرسدا هرء وڌيريءَ،
[3] ڪاڇي پنڊي سبد نه چيٺيءَ اُڌر پريءِ جنسي ڀوري.
بابا ائسي روت رويءَ سنڌاسي،
[4] گر ڪيءَ سبد ايڪ لو لاڳي ليريءَ نام رتي لڪ ٻناسي.
گهولي گيرو رنگه چڙائنا وسنتر ڀيک ڀيکاري،
ڪا پڙ ڦار بڌائي ڪنٿا جهولي مائيا ڌاري.
[5] گهر گهر ماڳيءَ جڳ پربوڌيءَ من انڌيءَ پت هاري،
ڀرم ڀلاٽا سبد نه چيٺيءَ جوئي بازي هاري.
[6] انتر اڳن نه گر بن بوجهيءَ باهر پوئر ٽاپيءَ،
گر سيوا بن ڀگت نه هووي ڪيئه ڪر چيٺس آپيءَ.
نندا ڪر ڪر نرڪ نواسي انتر آتم جاپيءَ،

---

١. ممتا ڪوڙي وڻراڳ جي جوش (اُمنگ) ۾ پنهنجو گهر ٺهائي ڇڏيندو آهي، پر پوء ٻين ماڻهن جي گهران ڀکيا پنندو ڦرندو آهي.

٢. هو گرهست ڌرم جي پالنا نٿو ڪري ۽ ستگروءَ جي نه ملڻ ڪري درمت جي ڪُن ۾ ڦاٿل رهي ٿو.

٣. ڪجهه پڙهي ناسونت سرلر ۾ وٺهي، شبد کي نٿو سڃاڻي ۽ ڀورن وانگر پنهنجو پيٽ ڀري ٿو.

٤. گروءَ جي شبد ۽ نام دوارا پريوءَ سان لئو لڳي ٿي ۽ من ترپت ٿئي ٿو.

٥. سنسار کي پربوڌ ڏئي ٿو، پر گهر گهر ڀکيا ڪري ٿو، اُنجو من انڌو آهي ۽ آخر ۾ اُنجو ايمان ٿئي ٿو.

٦. گروءَ جي ديا مهر سان اندرين وڪارن جي اڳنيءَ کي شانت نٿو ڪري پر ٻاهرين اڳ دکائي وهي ٿو.

¹ انسٽ ٽيرٿ ڀرم وڳوڇهه ڪئي مل ڌوپي پاپي.
² ڇاٽي خاڪ ڀڀوت چڙائي ماٿا ڪا مڪ جوهي،
³ انتر باهر ايڪ نه جاڻي سچ ڪهي تي ڇوهي.
پاٺ پڙهي مکه جهوٺو بولي لڪڙي ڪي مت اوهي،
نام نه جپي ڪٿي سک پاوي بن ناوي ڪٿي سوهي.
⁴ مولٺ مداه جٽا سک باڌي مون رهي اپمانا،
ڏوُنا ڏولي دهه دس ڌاوي بن رت آتم گيانا.
امرت ڇوڙ مها بک پيوي مانئا ڪا ڏيوانا،
ڪرت نه مٽي حڪم نه بوجهي پسوئا ماهه سمانا.
⁵ هاٿ ڪمنڊل ڪاپڙيا من ترسنا اُپڄي ڀاري،
استري تج ڪر ڪام وياپيا چت لائيا پر ناري.
⁶ سک ڪري ڪر سبد نه چيني لمپٽ هئي بازاري،

---

١. اڳيائتا وس تي اُنهه ٽيرٿن تي سنان ڪري ٿو، پر ان سان پاپن جون گندگيون نٿيون ڌوپجن.

٢. هُو ڀڀُوت لڳائي ٿو، پر مايا جي مارگ تي هلي ٿو.

٣. اندر ٻاهر هڪ پرڀو کي نٿو ڏسي، ڪيس سچ چئجي ٿو نه غصو ڪري ٿو.

٤. متو ڪوڙائي ٿو يا جٽائون رکي ٿو؟ مونلي ٻڌجي ٿو، پر سندس من اهنڪار سان ڀريل آهي.

٥. هٿ ۾ ڪرمنڊل اٿس، ليڙن جو چولو پهريل اٿس، پر من آشا ترشنا سان ڀريو پيو اٿس.

٦. ماڻهن کي سکيا يا اُپديش ڏئي ٿو، پر پاڻ شبد کي نٿو ڄاڻي. اصل ۾ هُو سنساري پدارٿن جو لوڀي آهي؛ جڳهه جڳهه انهيءَ خاطر گهمندو ڦري ٿو.

[1] اتر ٻڪ ٻاهر نيرالي تا جم ڪري خئاري.
سو سنياسي جو سنگر سيوي وڇه آپ ڪواني،
[2] چاڍن پوڄن ڪي آس نه ڪري اڇت ماڳ سو پاڻي.
[3] ٻڪي نه بولي ڪما ڏن سنگرهي لنا مس نام جلائي،
[4] ڏن گرهي سنياسي جوڳي ج هر چرني چت لائي.
[5] آس نراس رهي سنياسي اڪس سنگ لو لائي،
هر رس پيوي لنا ساڌ آري انج گهر لاڙي لائي.
مدوتا نہ ٻولي گرمکہ ٻوجهي ڏاوت ورج رهائي،
[6] گرهہ سرنر گرمتي کوجي نام پدارت پائي.
برهما بسن مهيس سرہست نام رلي وبهاري،

---

١. ٻاهران شانت آهي، پر اندر مايا جي زهر جي آگ ٻرندي ٿي، انکي جمدوتن هٿان خراب خوار ٿيڻو پوندو.

٢. اصلي سنياسي اهو آهي، جو پوڄن ۽ ڪنهن جي چندنا ڪري ۽ ٻنا فڪر، مالڪ جي آسري، جيڪي ملي تو اهو قبول ڪري ٿو.

٣. جيڪو گهٽ ڳالهائي ٿو، ڪما جو ڏن ڪنو ڪري ٿو ۽ نيچ ورلين کي نام جي مدد سان جلائي ٿو، اهوئي اصلي سنياسي آهي.

٤. مهانتا لہ هريءَ جي چرڻ ۾ چت لڳائڻ ۾ آهي ۽ جيڪو گرهستي، سنياسي، جوڳي لائين ڪري ٿو، سو ڏن آهي.

٥. جيڪو گرمت لي هلي آسا رهت رهي، هڪ پرماتما ۾ لِوَ لڳائي رکي ٿو، سو سنياسي آهي.

٦. گرمت ذريعي سرير روپي گهر جي تلاش ڪري نہ نام پدارت پائيندو.

¹ڪاٽي ٻاٽي گگن پتالي جڏتا جوڙ اماري.
² سب سڪ مڪمع لـام ڏن ٻاٽي مچ لـام أرڏاري،
³ لـام ٻڌا لهي چونس لـالڪ ساچي لر لـو ٽاري.
(مارو، م ١-١٠١٢-١٠١٣)

---

١. چٽدي ڪاٽين، چٽدي ٻاٽين ۾ ساري سرشٽيءَ ۾ لون لي وياپڪ آهين.

٢. سڀو سک ۽ سڀي مڪتي الدران ملي واري لام لـا ٻاٽيءَ روپي شبد ۾ آهي.

٣. الهيءَ الترمکي لـام ٻڌا کڏهن ٻـ مڪتي نه ملي سگهدي.

## م-ن

### ١. مڇلي جال نہ ڄاڻندا

مڇي ڏسڻ ۾ تمام چالاڪ ۽ هوشيار لڳندي آهي، پر
اها اڻڄاڻائيءَ ۾ ماڻهوءَ جي ڄار ۾ ڦاسي پوندي آهي.
اهڙي طرح جيو جندڙن جي ڦندي ۾ ڦاسي وڃن ٿا. مڇي
۽ منش، ٻنهي مورکتا سبب ئي موت جي ڦندي ۾
ڦاسن ٿا.

سچو سنسار موت جي چنبي ۾ ڦاٿل آهي، ڪوبہ موت
کان لڪو بچي سگهي  موت کان بچڻ ۽ انکي جيتڻ جو صرف
هڪ ئي اپاءُ آهي، پوري ستگروءَ جي اپديش تي عمل ڪرڻ.
ستگرو شبد سان جڙڻ جي جڳتي سيکاري ٿو، جنهن سان
موت کان مڪتي حاصل ٿئي ٿي. گرو صاحب جن فرمائين
ٿا تہ مان اهڙي ستگروءَ تان صد بلهار وڃان ٿو، جيڪو
موت جي بندن کان ڇڏائي ٿو.

گرو صاحب جيو جي مشابهت باز جي چنبي ۾ ڦاٿل
پکيءَ سان ۽ شڪاريءَ جي ڦندي يا ڄار ۾ ڦاٿل شڪار
سان ڪن ٿا. پکي ۽ پسون داڻي جي لالچ ۾ اچي ڄار ۾
ڦاسن ٿا. انهيءَ ڦاهيءَ کان صرف اهي بچندا آهن، جنهي
مٿان پوري گروءَ جو هٿ هوندو آهي. ستگرو نام جو دان
ڏئي، شش کي جنم مرڻ جي بندن کان آزاد ڪري ٿو
ڇڏي. ڪوبہ سنگي ساٿي، مٽ مائٽ اهڙي سهائتا نٿو
ڪري سگهي.

اهو پرماتما سچو آهي ۽ ان جو نانءُ بہ سچو آهي.
گرمک يا سچا ڀڳت هميشه ان سچي پرڀوءَ ۾ لين رهندا
آهن. جنکي ستگروءَ جي ديا مهر سان ان پرماتما جو گيان
ٿئي ٿو، انهن جو مک بہ پوتر يا شد آهي ۽ انهن جو من بہ
اوجل ۽ پوتر آهي. مطلب تہ انهن جي وچار ڌارا، وچن ۽

ڪرم، آواڳون ۾ ڦاسائڻ وارا ڪوله ٿـا ٿين. اهڙا ڳرمڪه
امر ٿي وڃن ٿا ۽ اُهن لاءِ موت بدا لاءِ مري وڃي ٿو
ستگروءَ بدا اسين انڌيري ۾ ٺوڪرون کائيندا ڦرون ٿا
۽ شبد بدا اسانکي اڳيالتا جـي اولدهه ۾ سچ جـي راهه
ڏسڻ ۾ نٿي اچي. پر جڏهن ستگروءَ جي اُپديش تي هلون
ٿا، اُن تي عمل ڪريون ٿا ته اُهيءَ پوري گروُءَ جي ديا
مهر سان اسانجو پرماتما روپي سچ ۾ واسو ٿي وڃي ٿو ۽
اسانکي سچو گيان پراپت ٿئي ٿو. پوءِ اسانجي جوت اُن
پرم جوت پرماتما ۾ سمائجي وڃي ٿي.

گروُ صاحب فرمائين ٿا ته جيڪي به ٿئي ٿو، سو سڀ
اُهيءَ ڪل مالڪ جي موج يا مرضيءَ انوسار ٿئي ٿو. هنجي
حڪم سان ئي سنسار بڻجي ٿو، هنجي اِڇا سان ئي زندگي
۽ موت جو سلسلو جاري آهي ۽ هنجي ديـا مهر سان ئي
سائنس ميلاپ ٿئي ٿـو. اِنسان جي وس ڪجهه به نـاهي.
جيڪي به ٿئي ٿو، سو سڀ مالڪ جي موج سان ٿئي ٿو.

ٻچلي جال نـه جاڻتا سر ڪـارا اسگاهه،
اس سڻائـي سوهـڻـي کنه ڪيتو وساهه،
ڪيتي ڪارڻ پـاڪڙي ڪال نه ٽليو سراهه.
ٻاٿي ري لاءِ سر جاڻهه ڪال،
جنـه مچي لنه مـاڻسا پـويو اُڇدتا جال.
سڀ جگه باڌو ڪال ڪو بن گر ڪال اڦار،
سچ رتـي سي اُبري دبدا ڇـوڊ وڪار،
هنه تـن ڪيو بلهارڻـيو در سچي سچيـار.
[1] سيچا نـي جنه پنکيئا جالي بدڪ هاٿ،
گـر راکي سـي اُبـري هور ڦاٿي چوگيو ساٿ،

---

1. جيئن پکي باز جي وس هوندو آهي ۽ شڪار شڪاريءَ
جي وس هوندو آهي، ايئن منش ڪال جي وس آهي.

[1]ٻن ناوي ھڏ سنيھ ڪره نہ سگهي ساڌ.
سڄو سڀا آکيئي سڀي سڀا ٿان،
جيڏي سڀا مڌتا ٿن من سچ ڏٺان،
[2]من مکہ سوچي چاليھ گرمکہ جيدا گيان.
ستگر آکيو ارداس ڪر سا جن ديئہ ملاء،
[3]ساجن مليو سکہ پائنا جمدوت مئي بکہ کاء،
ناوي اندر ھئہ وسان ناء وسيو من آء.
ٻاجھ گرو غبار ھئہ بن سبدي بوجھ نہ پاء،
گرمتي پرگاس ھوء سچ رھيو لو لاء.
[4]لتيو ڪال نہ سنڍري جولي جوت سماء.
تو ھئہ ساجن تو سڄاڻ تو آپي ميلڻھار،
گر سبدي سالاھيئيو انت نہ پارا وار،
تتيو ڪال نہ اپڙيو جتيو گر ڪا سبد اپار.
حڪمي سڀي اوپجھہ حڪمي ڪار ڪماھ،
حڪمي ڪاليو وس ھئہ حڪمي ساچ سماھ،
[5]ناڪ جو تس ڀاويو سو ٿيئيو انا جنتا وس ڪڇ ناھ.
(سري راڳ، م ١-٥٥)

---

١. نام وھوڻا يعني نام کان خالي مڻھن کي ڇولڊي، ٻاھر ڦٽو ڪيو ويندو آھي، اُنھنجو ڪوبہ ساٿي نہ ٿيندو آھي.

٢. جنھن گرو ۽ دواران سڄو گيان پراپت ٿئي ٿو، انھنجو من بہ پوتر آھي نہ مکہ بہ پوتر آھي.

٣. پرانم جي ميلاپ سان سچو سکہ ملندو آھي ۽ جمدوت زھر کائي مري ويندا آھن. مطلب نہ پريو پراپتي ڪيل جيو ٿي جمدوتن جو وس نہ ھلندو آھي.

٤ جنھي اندر گرو ۽ ذريعي نام يا شبد جي جوت پرگھٽ ٿيندي آھي، انھجي ويجھو ڪال پھچي نہ سگھندو آھي.

٥. ٿيندو اھوئي آھي، جيڪو مالڪ جو ڀانءُ ھوندو آھي، منش جي وس ڪجھ بہ ناھي.

## ٢. زندگيءَ جون ڏهہ اوستائون

هن شبد جي شروع ۾ گروءُ صاحب ستگروءَ جي مهما ڪن ٿا. ستگرو سڀ داتا ۽ شانتيءَ جو سروپ آهي. هوءُ نرلوڪيءَ جي جوت آهي. جڏهن ڪي ۾ هوءُ شبد جي ڏات بخشي ٿو، اُهو من سنڌس وس ۾ اچي وڃي ٿو ۽ اُنکي امر آنند جي پراپتي ٿئي ٿي.

گروءُ صاحب زندگيءَ جي ڏهن اوستائن جو ذڪر ڪن ٿا. منش هر اوستا ۾ اگيانتا، آشائن ترشنائن ۽ وشيہ وڪارن جو شڪار رهي ٿو. جڏهن هن جو انت سمو اچي ٿو تہ ٿوري وقت لاءِ سنڌس سنگي سالي، مت مالت روئي پٽي ويهي رهن ٿا ۽ پوءِ پهنجي ڪم ۾ لڳي ۾ لڳي مرڻ جيو ڪي ڀلائي ٿا وهن. ڪڏهن ڪي ڪوبہ پتو لتو پوي تہ هنجي آتما ڪيڏانهن وئي. اهڙي طرح منشن جو جيون اگيانتا ۽ دک ۾ شروع ٿئي ٿو ۽ اگيانتا ۽ دک ۾ ئي سماپت ٿئي ٿو. بنا پوري ستگروءَ جي، سارو سنسار اگيانتا جي انڌيري ۽ جنم مرڻ جي دکن ۾ قائل رهي ٿو.

١گر داتا گر هوِيءِ گهر گر دِيپڪ تهہ لوءِ،
امر پدارٿ نانڪا مَن مانئيءِ سکہ هوءِ.
پهليءِ پيار لگا ٿڻ دڌ دوُجيءِ ماءِ باپ ڪي سڌ،
تيجيءِ ڀيا ڀابي بيب چوٿيءِ پيار اپجي کيڊ.
پنجويءِ کاڻ پيئڻ ڪي ڌاتُ ڇٺويءِ ڪام نہ پڇي جات،
ستويءِ سنج ڪيئا گهر واس اٺويءِ ڪروڌ هوئا تن ناس.
ناويءِ ڌؤلي اپي ساه دسوي دڌا هوئا سئاهہ،

---

١. گروءُ نام جو داتا ۽ برف جو گهر (هوِيءِ گهر) يعني شانتي ۽ سيتلتا جو گهر آهي ۽ ٽنهي لوڪن جي جوت آهي.

اڳئي سگهيت پڪاري ڏاهه آدنا هدس دسائي راهه.
آئتا گئتا مئتا ائو ٻهچي پتل سدهه ڪاءُ.
ناناڪ مدمڪ الڌ پڪار باجهه گرو ڏوبا سنسار.
(وار ماجهه سلوڪ م ١-١٣٧)

### ٣. اور پنچ هم ايڪ جنا

هتي گرو نانڪ صاحب جن پنجن وڪارن کي پنج ڌاڪو چئي رهيا آهن، جن اڪيلي جيوآتما کي گهيري رکيو آهي. اهي پنج ڌاڪو بار بار ان اڪيلي ۽ بيوس جيوآتما کي زير بار ڪري، انکي لٽيندا رهن ٿا. گرو صاحب جن اُپديش ڪن ٿا ته جيوآتما کي پڀو نام جي سمرن جو سهارو وٺڻ گهرجي، ڇاڪاڻ ته صرف نام جي شڪتيءَ سان ئي الهن دشمن ۽ دشمن جو مقابلو ڪري سگهجي ٿو. نام جي سمرن سان جمدوت به نزديڪ نٿا اچن. پر نام کان بيمک منش کي اهي جمدوت نه سهڻ جهڙا ڪشت ۽ پيڙائون ڏين ٿا. گرو صاحب سمجهائين ٿا ته ڌيئرن، پٽن ۽ استري وغيره خاطر پاپ ڪرڻ جي مورکتا کان بچڻ گهرجي، ڇاڪاڻ ته جيو کي ارلر سولر، اڳي پوءِ پنهنجي ڪيل ڪرمن جو ڦل اوس ڀوڳڻو پوي ٿو.

اور پنچ هم ايڪ جنا ڪئه راکهه، گهر بار مناء
مارهه لوٽهه ايت نيت ڪس آڳي ڪري پڪار جناء
سري رام ناما اُچر منا آڳي جم دل بکم گهنا.
[٣] اُسار مڙولي راڪي دنارا ڀيتر بئٺي ساڌنا،

---

١. سنگي ساٿي توري وقت لاءِ روئندا پٽيندا ۽ دانهون ڪندا آهن.

٢. موت کاپوءِ جي ڪرم ڪانڊ (سراڌ) طرف اشارو ڪن ٿا ته ماڻهو پالن ۾ پوڄن پرچين ٿا ۽ ڪانون کي سڏين ٿا.

٣. سرير جي ڏهن دروازن واري ٽن ۾ آتما وسي آهي.

¹امرت ڪيل ڪري لت ڪامڻ اور لٽمن س پنج جدا،
²داهه مڙولي لوٽنا دڀرا سا ڏن پڪڙي ايڪ جدا،
جم ڊنڊا گل سنگل پڙتا ڀاڳ گئي سي پنج جدا.
³ڪامڻ لوڙي سندا رپا متر لڙين س ڪا ڏالا،
نانڪ پاپ ڪري تن ڪارڻ جاسي جمپر با ڏالا.
(گوڙي، چيتي م ۱-۱۵۵)

## ۴. رنڻ گوائي سوء ڪيئي

پرماتما سان ميلاپ ڪرڻ جو هڪ ئي موقعو، منش جنم آهي. اهو ئي هڪ دروازو چوراسيءَ جي جيلخاني مان ٻاهر نڪرڻ جو آهي. منش جنم جي اهميت ٻڌائيندي، گروُ صاحب افسوس ظاهر ڪن ٿا تہ جيو انهيءَ اموليڪ موقعي کي ٻوڙي ولاس، ڪامڻ پيٽ ۽ سنسار جي ناسوانت پدارٿن کي جمع ڪرڻ ۾ ئي گنوائي ٿو ڇڏي.

هن کي ڪهندو هو تہ پرماتما سان ميلاپ جي اڪير ۽ برهہ هردي ۾ رکي ۽ هنجي نام جي اپياس ڏانهن پورو ڌيان ڏئي. دراصل نام جي ڪمائيءَ ۾ ئي اهي سچا امر پدارٿ آهن. پر منمک، اگيانپي، زندگيءَ جي انهيءَ اصلي مقصد ڏانهن ڌيان ئي نٿو ڏئي.

آخر ۾ گروُ صاحب فرمائين ٿا تہ وچاري انسان جي وس ڪجهہ بہ ڪونهي. انهيءَ پرماتما جي دَيا مهر بنا هن سان ميلاپ ڪرڻ ناممڪن آهي.

---

۱. هوءَ ٻاڻ کي امر سمجهي ڪيل ڪيلي رهي آهي، پر ڪمس پنج وڪار لٽي رهيا آهن.

۲. سرپر روپي مڙهيءَ کي داهي، جيوآتما کي پنجن وڪارن لٽي ورتو ۽ آخر ۾ انکي هڪ جڳي ئي (موت) پڪڙي ورتو.

۳. جيڪا ڏن دولت جمع جوڙي ٿو، سا سندس استري ۽ پيا متر سنبنڌي کائڻ چاهين ٿا.

رکي ڳوالي سوءِ ڪيو دوس ڳوالڻا ڪاءِ،
ھميري جيتا جنم ھئہ ڪوڙي بدلي جاءِ.
نام نہ جاڻا رام ڪا موڙي ڦر پاڇو پڇتاءِ ري،
[1]الٽا ڏن ڏرٽي ڏري الٽ نہ چاھٽا جاءِ،
[2]الٽ ڪؤ چاھن جو ڳئي سي آئي الٽ ڳواءِ.
[3]آپڻ لپٽا جي ماي تا سب ڪو ڀاڳٽ هوءِ،
ڪرما اُپر ابڙي جي لوچيو سب ڪوءِ.
نانڪ ڪرٽا جن ڪيٽا سولي سار ڪريئہ،
حڪم نہ جاپي خصم ڪا ڪسيو وڏائي ديئہ.
( ڪوڙي، ٻراڳڙ م ١-١٥٦-١٥٧ )

## ٥. منمکن جي اوستا

پرماتما جا ڀڳت صرف هڪ ئي مالڪ جي پيار ۽ شيوا ۾ لڳا رهن ٿا. هو ٻيءَ ڪنهن بہ ڳالهہ جي پرواهہ نٿا ڪن. هو پنهنجن لنن جي رچنا ۽ جهڳڙن جهميلن واري سنسار سان موهہ نٿا رکن. انهيءَ من ۾ وير ورود بنا حد لاءِ ڪا بہ جڳهہ ڪانهي. هو سڀني مالڪ جي پرلم ۾ ڀڳتيءَ دوارا انهيءَ ۾ ئي سمائجي ويندا آهن. هو اندر ۽ ٻاهر پوريءَ طرح شانت ۽ اڏول رهندا آهن.

منمکن جي هردي جو ڪمل الٽو ٿيل هوندو آهي، جنهنڪري ان ۾ پرماتما جي ديا مهر جو امرت نہ سمائجي سگهندو آهي.

---

١. بيشمار ڌن کي ڌرتيءَ ۾ دٻي رکي ٿو پر ان ئي الٽ پريوءَ کي پيار نٿو ڪري.

٢. جن دولت سان پيار ڪيو، اهي پريوءَ کي وڃائي ويٺا.

٣. پنهنجي ڪوشش سان جي پريو ملندو هجي تہ جيڪر سڀ ڀاڳوان ٿي پون.

سڀ سنسار پنجن وڪارن جي اگنيءَ ۾ جلي خاڪ ٿي رهيو آهي. صرف اهي ئي اهڙي اگنيءَ مان بچي سگهن ٿا، جيڪي گرُوءَ جي نام يا شبد جي اوٽ وٺن ٿا.

پتنگ، ڀنئر، هاٿي، مڇي ۽ هرڻ صرف هڪ هڪ اندريءَ جي سواد ڪارڻ يعني نڪ، اکين، ڪام، جيڀ ۽ ڪنن جي ڪري نقصان ٿين ٿا ۽ پنهنجي پنهنجي جان وڃائين ٿا. منش جي هردي ۾ پنج ئي وڪار پرابل آهن. هو ڪام وس ٿي ڪاميءَ (ناريءَ) جي پٺيان ڀٽڪندو رهي ٿو. انهيءَ سبب منش جي من جي شانتي ختم ٿي وڃي ٿي ۽ هو نام کي وساري، ٻڌي ۽ عزت ٻئي گنوائي ٿو وجهي. منمک جيو پرائي ناري، پرائي ڌن ۽ ابرڪا (پرالوڪ ڏسي سهي نه سگهڻ) ڪارڻ دکن ۾ گهيريل رهن ٿا.

منمک اُن وڏوا استريءَ سمان آهي، جيڪا ڪام ۽ ڌن جي موهه ۾ پنهنجو لسن پرائي پرش کي ڏيئي ٿي ڇڏي، پر انکي پتيءَ بنا ڪڏهن به سچو سک يا سچي شانتي نٿي پراپت ٿئي. اهڙي طرح جيستائين ان پرماتما سان ميلاپ نٿو ٿئي، تيستائين ڪنهن کي به گرنٿن پوٿين جي پاٺ ۽ ٻين ڪيترن قسمن جي ڪرمڪانڊن مان ڪڏهن به سچو سک ملي نٿو سگهي.

سڀوا ايڪ نه جانس اوري پرپنچ بياڌ لتاگي ڪوري،
ڀاءِ مليو سچ ساچيو سچ ري.
الٿا رام پکت جن هوئي هر ڪڻ ڪاهه مليو مل ڌوئي،
اوندو ڪول سڪل سنساريو درمت اگن جگت پر جاريو،
سو اُبريو گر سبد بيچاريو.
پرلگ پتنگ ڪنچر اَر مينا مرگ مريو سن اپنا کينا،
ترسنا راچ نت لهي بينا.

ڪام چتيءَ ڪامڻ هتڪاري ڪروڌ ٻڌاسيءَ سگل وڪاري،
ٻت مت کوهه نام وساري.
ٻـر گهر ڇيت مدمڪ ڊولاءِ گل جيوري ڏنڌيءَ لپٽاءِ،
گرمک چـرنس هر گڻ گاءِ.
جنهن ٽن ٻڌوا ٻـر ڪنهن ڏيئي ڪام دام چت ٻر وس سيئي،
ٻن ٻر لرپت نه ڪبهر هوئي.
ٻـڙ ٻـڙ ٻـوتي سمرت ٻـانا ٻيد ٻراڻ ٻـڙيءَ سڻ ٽاڻا،
[1] ٻن رس راتي من ٻهه لاڻا.
[2] جنهن چاترڪ جل ٻرلم پٽاسا جنهن ميما جل ماهه الاسا،
نانڪ هر رس ٻي لرپتاسا.
(گوڙي، م ١-٢٢٥)

## ٦. ڪال

ڪال، جم يا ڌرمراج، سنسار جي ڪنهن به ٻراڻيءَ جو لحاظ نٿو ڪري. وڏا وڏا راجا مهاراجا ۽ انهن جي ٻرجا، چـوڌري، حاڪم، سردار، قاضي، شيخ ۽ فقير ڪال جي ڦهري چنبي مان بچي نه سگهيا. ڪال جپ، تپ، ڪرم ۽ اکين وغيره ذريعي اسان جي سامهون انهن لرشدائن ۽ وشيه وڪارن وغيره جي جار وڇائي ٿو ڇڏي. اندريون من کي ٻـوڳن طرف مائل ڪن ٿيون ۽ کيس ٻڌهڊر غلام بڻائي ٿيون ڇڏين.

---

١. جيستائين من اندر ٻريوءَ جي ٻرلم يا ڀڳتيءَ جي رڱ نه رڳجي نٿو، تيستين هو ڪيترائي ڪيل تماشا وغيره ڪندو رهي ٿو، ٻر انهن مان ڪو به لاڀ ڪونهي.

٢. جيئن ٻهبهي ۽ مڇيءَ جي ٻـاڻيءَ لاءِ ٻياس صرف ٻاڻيءَ سان ئي لرپت ٿي سگهي ٿي، تيئن هريءَ جي ڀڳت کي هري رس يا رام نام روپي امرت ٻيئڻ سان ئي لرپتي يا شانتي پراپت ٿئي ٿي.

برهما، وشنوءَ مهيش دواران ڪال سنسار جي اُتپتي، پالنا ۽ سنگهار ڪري ٿو. اهي ٽيئي ديوتا اُن پرماتما جي حڪم موجب ڪم هلائي رهيا آهن. انهن جي پنهنجي وس ۾ ڪجهه به ڪونهي.

گروُ صاحب جن اُپديش ڪن ٿا ته ان سرو سرشٽ ڪل مالڪ جي ئي پوڄا، ڀڳتي يا پرارٿنا ڪرڻ گهرجي ۽ نه ديوي ديوتائن وغيره جي، جيڪي خود جنم مرڻ جي چڪر ۾ قائل آهن ۽ ناسونت آهن.

اهو پريو سڀني ديوي ديوتائن کي ڏسي ٿو، پر حيرت جي ڳالهه آهي ته ديوي ديوتا ان کي نٿا ڏسي سگهن. اهي ديوي ديوتا رچنا جو حصو آهن، پر اهو اوڪار پرماتما پاڻ سڀني جو ڪرتار سرجڻهار آهي. جيڪو منش ستگروءَ جي شرن ۽ شيوا ۾ پڪو نشچو رکي ٿو ۽ من کي شبد يا نام سان جوڙي رکي ٿو، انهو ڪال يا ديوي ديوتا ڪجهه به بگاڙي نٿا سگهن.

[1]پرٿمي برهما ڪاليءَ گهر آئتا  برهم ڪمل پئتال لہ پائتا،
[2]آگيا نهي ليني پرم ڀلائتا.
[3]جو اپجي سو ڪال سنگهارتا  هم هر راکي گر سبد بيچارتا.
مائتا موهي ديوي سب ديوا  ڪال نہ ڇوڊي بن گرڪي سيوا،
اوهه ابناسي الک اڀيوا.

---

١. پهريان ڪال برهما کي پيدا ڪيو. هوُ ڪنول گل ۾ داخل ٿيو. هن پاتال جي کوج ڪئي، پر ڪيس پرماتما جو درشن نه ٿيو.

٢. هن پرماتما کان آگيا نه ورتي، نهڪري مايا جي ڀرم جو شڪار ٿيو.

٣. جيڪي پيدا ٿيو آهي، سو سڀ فنا آهي. صرف گروءَ جي شبد جي ڪمائي ڪرڻ وارا ئي ڪال کان بچن ٿا.

سلطان خان پادساهه تهي رهندا   تا جهه پؤليو جم كا دكه سهندا،
مڻه ذر نام جپه راکهه رهندا.

چؤذري راجي تهي كسيو مقام   ساهه مرهه سڃهه ماڻتا دام،
مڻه ذن ديڃيو هر امرت نام.

رعيت مهر مقدم سكداريو   تهڃل كوءِ نه دسيو سنساريو،
[1] اقرته كال كوڙ سر ماريو.

تهڃل ايك سچا سچ سوئي   جن كر ساجي تنهه سڀ گوئي،
اوهه گرمكه جاڻيو تان پت هوئي.

قاضي سيخ ڀيكه فقيرا   وڏي كهاوهه هؤميو تن پيرا،
كال نه چوڏيو بن ستگر كي ذيرا.

[2] كال جال جهوا اَر نيتي   [3] كاني كال سڻيو بكه ڀڻي،
بن سبديو مؤئي دن رتي.

هرديو ساچ وسيو هر ناءِ   كال نه جوهه سكيو گڻ گاءِ،
ناناك گرمكه سبد سماءِ.

(گؤڙي، م ١ - ٢٢٧)

## ٧. من مڪل ساكت ديوانا

گروُ صاحب هن شبد ۾ من جي انڌي مست هاٿيءَ سان مشابهت كري رهيا آهن، جنهنكي اهنكار جو نشو چڙهيل آهي، پر مستيءَ سان گڏ كيس انڌر موت جو ڀؤ ٻه ستائي رهيو آهي. صرف گرمكن جي ذسمل جڳتيءَ لي هلي، من

---

١. كال نهايت طاقتور آهي. اهو كوُڙن كي، مدمكن كي چوٽ ماريندو آهي.

٢. كال اسانكي جڀ، اكين ۽ كنن ذريعي ٻنڌهجي جاړ ۾ ڦاسائي ٿو.

٣. ننڌا جا زهر ڀريا وچن كنن سان ٻڌڻ كري ٻه اسان تي كال جو اثر لڳي ٿو.

پنهنجي نج گهر پهچي سگهي ٿو، جتي پهچڻ لي ان جا
سڀ ڏک ڏاو ختم ٿي وڃن ٿا.

ستگروءَ جي اپديش بنا مَن شانت ۽ اسٿر نٿو ٿي سگهي.
ستگرو شش کي هر طرح جي ڪرم ڪانڊ مان ڪڍي،
شبد يا نام جي ڪمائيءَ ۾ لڳائي ٿو. گرو صاحب سمجهائين
ٿا ته جڏهن پرماتما دَيا مهر ڪري ڪنهن جگياسوءَ جو
پوري ستگروءَ سان ميلاپ ڪرائي ٿو ته ستگرو هن جو مَن
اسٿر ڪري ٿو ۽ سدا لاءِ ڪال جو ڏک هن جي مَن مان ڪڍي
ڇڏي ٿو. ستگروءَ جي دَيا مهر سان سچ يا پرمارٿ جي
جيت ٿئي ٿي ۽ ڪوڙ يا مايا جي هار ٿئي ٿي.

مَن پنهنجن لڇڻن جو غلام آهي. هيءُ ڪرمن جي قانون ۾
ٻڌجي سنسار ۾ چڱا ۽ برا ڪرم ڪري ٿو. منمکن جي مَن
۾ پدوي ۽ دولت جو پيار هوندو آهي، جنهڪو جنم مرڻ
جو ڪارڻ بڻجي ٿو. پر ستگروءَ جي سکيا تي هلڻ سان
هؤمي ناس ٿي ويندي آهي ۽ چؤراسيءَ جي چڪر کان
مُڪتي ملندي آهي. ستگروءَ جي مت تي هلي، منش کي
ٻين لوڪن جو گيان پراپت ٿئي ٿو ۽ هو پرماتما سان
ميلاپ ڪرڻ جي لائق بڻجي ٿو.

ستگروءَ جي سکيا يا اپديش تي عمل ڪرڻ سان،
مَن آشا ترشنا کان ڇوٽڪارو پائي ٿو ۽ ڪمس اندر
نام يا شبد جو امرت پيئڻ لاءِ ملي ٿو. اهڙو منش نهايت
شان مان سان ڏهين دوار ۾ داخل ٿيندو آهي. پورڻ گروءَ
جي نام يا شبد سبب منش نرڀؤ ٿي، پنهنجن پنجن وڪارن
روپي دشمنن کي جيتي وٺندو آهي. هن کي اندر انهد
شبد جو اهڙو الوڪڪ ناد ٻڌڻ ۾ ايندو آهي، جو هو
هر طرح جي ٻاهرين سنگت کان منهن موڙي ڇڏيندو آهي.
انهيءَ دسوين دوار ۾ داخل ٿيڻ تي هنکي ٻاڻي سڃاڻڻ جو
گيان پراپت ٿئي ٿو. پوءِ هنکي معلوم ٿيندو آهي ته منهنجو

اصلي روپ سڀ ۾ پاڻ اندر ڳجهون ڪونه آهن، پر شبد، نام يا پرماتما آهي. اهڙي طرح هن جي اندر پرماتما جو سچو پيار پيدا ٿئي ٿو ۽ هو انهد شبد جي سريلي ۽ مڌر ڌن ۾ مگن ٿي ويندو آهي.

گروءَ صاحب جن شبد جي آڌر ۾ ارداس ڪن ٿا ته شل اسانکي به ستگروءَ جي چرن ڪمولن جي اوٽ اچهو ملي وڃي، جيئن اسانجو به پرماتما سان ميلاپ ٿي وڃي.

[1] من مشڪل ساڪت ديوانا بن ڪنهه مائتا موهه ڄڙانا.
[2] ايس اس جاهه ڪال ڪي چاپي گرمڪ ڪوچ لهيءِ گهر آپي.
بن گر شبدئِ من لهي نه ٺورا،
سمرهه رام نام اس نرمل اور نتاڪه هؤمي ڪؤرا.
اهه من مگڌ ڪهه ڪت رهسي بن سمجهي جم ڪادڪ سهسي.
آپي بخسي ستگر ميليءِ [3] ڪال ڪنٽڪ ماري سچ پيليءِ.
اهه من ڪرما اهه من ڌرما اهه من پنچ تت تي جنما.
ساڪت لوڀي اهه من مؤڙا گرمڪ نام جپيءِ من روڙا.
[4] گرمڪ من استاني سوئي گرمڪ ترڀون سوجهي هوئي.
اهه من جوگي ڀوگي تپ تاپيءِ گرمڪ چينهي هر پرڀ آپيءِ.
من بيراڳي هؤمي تياڳي گهٽ گهٽ منسا د بڌا لاڳي.

---

۱. من مدمست ۽ مورک هاٿي آهي، جيڪو مايا وي سنسار روپي جهنگل ۾ فضول ڀٽڪي رهيو آهي.

۲. هو ڪٿي ڪيڏانهن به ويندو ته به ڪال يا موت جي چنبي کان نه بچندو.

۳. گروءَ ڪال جو انڪش هٽائي ٿو ۽ من سچ دوارا پريرتا حاصل ڪري ٿو.

۴. جيڪو من گرمک معنيٰ گروءَ جي مت تي هلي، پنهنجي استان نرڪتيءَ ۾ پهچي وڃي ٿو، ان کي گروءَ دوارا ٽنهي لوڪن جي سوجهي پوي ٿي.

رام رسائڻ گرمک چاکيح در گهر معلي هر ہت راکيح
اهہ من راجا سور سنگرام اهہ من نرپتہ گرمک لسام.
ماري پنچ انيح وس کيٽي هوميح کراس اکمت تاء کيٽي.
گرمک راکہ سنّاد ان لتاکي گرمک اهہ من ہکتي جاگي.
الھد سڻ مالتا سبد ويچاري آلر چهدهہ پٽي نرلکاري.
اهہ من نرمل در گهر سولي گرمک ہکتي ہار ڈن ڊهوني.
اهدس هسر جس کسر پرساد گهت گهت سو پرب آد جگاد.
رام رسائڻ اهہ من مالا [1]سرب رسائڻ گرمک جاتا.
ہکتي هيمت کسر چرڻ نواسا نالک هري جن کي داسن داسا.
(آسا، م ١-٤١٥-٤١٦)

## ٨. بنڌن مات پتا سنسار

ستگروءَ جي شيوا سان ئي پرماتما جو گيان حاصل ٿئي ٿو. ستگرو شبد جو پيد ڏيندو آهي، جنهن سان پرمارٿ جو گيان ٿيندو آهي. گروءَ جي مت ئي هلڻ وارو جيو سدائين لاهہ ڏکن ۽ چنتائن کان مکت ٿي ويندو آهي.

سنسار جا سڀ مت مالت ۽ سمبنڌي، جن سان اسانجو موهہ آهي، اسانجي بنڌن جو ڪارڻ آهن. ماتا پتا، ڌيئر پت ۽ استري وغيرهہ سڀ بنڌن آهن. هؤميح جي وس ٿي جيڪي ڪرم اسين ڪريون ٿا، آهي بہ بنڌن ۾ وجهن ٿا. انهيءَ ڪل پوڻ لاهہ اسانکي بار بار سنسار ۾ جنم وٺڻو پوي ٿو. سنسار جا سڀ ڪرم ۽ پدارٿ بہ بنڌن جو ڪارڻ آهن. هاريءَ جي کيتي، راجا جو محصول، امير جو ڌن وغيرهہ سڀ بنڌن ئي بنڌن آهن.

وديا، پڙهڻ ۽ گرنٿن جو پاٺ پا انهن جي باري ۾ سوچ ويچار ڪرڻ بہ بنڌن آهي، جاڪاڻ تہ انهن مان بہ

[1] سمهي دوائن ۾ الر، سربمت دوا شبد ہا نام آهي، جو ستگروءَ کان ملندو آهي.

هؤميءِ وڌي ٿي. مايا جو چار نهايت وڏي اندازءِ ڦهليل آهي ۽ سنسار جا سڀ پراڻي ان ۾ قائل آهن. ڪل مالڪ، پرماتما جي سچي ڀڳتيءَ کانسواءِ الهيءَ چار مان ڪڍهن ۽ ڇوٽڪارو ٿئو ٿي سگهي.

آخر ۾ گروُ صاحب ارداس ڪن ٿا ته شال پوري ستگروءَ جي شرن ملي وڃي، جيئن مايا ۽ ڪال جي اهڙي بندن روپي چار مان ڇوٽڪارو پراپت ٿي سگهي.

گر سچي سو ناڪر جاڻيءِ دوک مٽيءِ سچ سبد پڇاڻيءِ.
رام جپهه ميري سکي سکڻيي ستگر سيو ديکهه پرڀ لڳي.
بندن مات پتا سنسار بندن ست کنيا أر نار.
بندن کرم ڌرم هئه ڪيا بندن پت ڪلت من بيا.
بندن ڪرکي[1] ڪره ڪرسان هؤميءِ ڏن سهيءِ راجا منگيءِ دان.
بندن سؤدا اڻ وڇاري لهت ناهي مائيا موهه پساري.
بندن ساهه سڃهه ڌن جاءِ بن هري ڀڳتي نه پؤئي ٿاءِ.
بندن بيد باد اهنڪار بندن بنسيءِ موهه وڪار.
نانڪ رام نام سرڻائي ستگر راکي بند نه پائي.
(آسا م ۱- ۴۱٦)

## ۹. سڀ هرڻا ڪالڪا

هن شبد ۾ گروُ صاحب جن من جو ورلن ڪيترن ئي مثالن دوارا ڪيو آهي. من کي ڪارو هرڻ چيو الس، جيڪو هميشه مايا جي ڀوڳن روپي واڙين ۽ کيتن ڏانهن وڃڻ چاهيندو آهي. مورک اهو ئئو سوچي ته وشيه وڪارن جا سک ۽ اندرين جا ڀوڳ، جن ڏانهن هوُ بار بار ڊوڙي ٿو، سي سڀ چئن ڏينهن جو کيل آهن، جڏهن ته کيس بي انت جڳن تا جنمن تائين دک سهڻا پوندا. من ۽ آتما کي صرف

---

۱. ڪرکي = ڪرشي، کيتي واڙي. ڪرسان = ڪسان، هاري.

پرماتما جي ڀڳتيءَ ۽ سندس نام جي ڪمائيءَ مان ئي سچو سک ملي سگهي ٿو. ٻيا سڀ اُپاءَ ٻاهي ۽ موت جي گهائيءَ ڏانهن وٺي وڃن ٿا.

گروُ صاحب من کي دنيا جي سهڻين شڪلين ۽ سڳندين (وشيه وڪارن) جي ڇڏاڙي ٻوُن ٻوُن ڪندڙ ڀنڀرو نه ڪولين ٿا. ڀنڀرو گلن جي اندر بند ٿي پنهنجي جان وڃائي ويندو آهي. اهيءَ طرح اگياني جيو سنسار جي ڀوڳن پنيان لڳي برباد ٿي وڃي ٿو.

گروُ صاحب ڪولي سمجهائين ٿا ته شبد جي مارگ کي ڇڏي، ٻئي ڪنهن به مارگ ذريعي ڪلج سان آخر ۾ ڇوٽڪارو ٿيندو. شبد ڪانسواءِ آتما اگيانتا جي اونداهي ۾ ٿي ڀٽڪندي رهي ٿي.

گروُ صاحب اُپديش ڪن ٿا ته هيءَ سنسار آتما جو اصل ديس ڪونهي. آتما کي ڪال جي جار کان ٻچي رهڻ گهرجي، نه ته هوءَ به ڪال روپي مهاڻي جي جار ۾ ڦاسي، مڇيءَ وانگر تڙپي تڙپي مري ويندي. آتما رام نام جي سمرن سان ئي ڪال جي جار کي ٽوڙڻ جي لائق ٿي سگهي ٿي. پنهنجي سروت کان وڇڙيل نديون، وڏن پاڻين سان ئي واپس پنهنجي اصلي گهر (ساگر) ۾ سمائجون آهن. ساڳيءَ طرح پرماتما کان وڇڙيل جيو آتمائون به سندس دِيا مهر سان ئي ساڻس ملي، اهيءَ ۾ سمائجي هڪ ٿي سگهن ٿيون.

اهي ڪي ورلي ڀاڳن وارا ئي خوش نصيب منش آهن، جن کي ستگروءَ دواران اهڙو گيان پراپت ٿئي ٿو ته دنيا جا ڀوڳ ۽ پدارٿ مايا جي ڇلڪن مثل آهن، نه ته اهيءَ حالت ۾ گهڻو ڪري پرماتما جي نام کان ڀليل جيو هن مايا وي سنسار ۾ ئي لوڪرون کائيندا رهن ٿا ۽ ڪال جون چوٽون سهندا رهن ٿا.

[1] لون سڀ هرڻا ڪالڻا ڪي واڙيءَ ۾ رانا رام،
[2] پِڪ ڦل ميٺا چار ڏن ڦر هووي ٿاٿا رام.
[3] ڦر هوءِ ٿاٿا ڪرا مالا نام ٻن پرڪاشي،
[4] اوهه جيو ساڳر ديڻ لهري ٻهل جوي چمڪي.
هر ٻاجهه راکا ڪوءِ ناهي سوءِ لجهه بسارنا،
سچ ڪهي نانڪ چيت ري من مرهه هرڻا ڪالڻا.
[5] ڀؤرا ڦول پولنٿا ڏکه اس ٻاري رام،
سڀ گر پوچنا آپڻا ساچا بيچاري رام.
بيچار سنگر مجهي پوچڻا ڀؤر ٻيلي رالئو،
سورج چڙنا ٻسنه پڙنا ليل ناوڻ نالئو.
[6] جم مڪه ٻاڌا ڪاهه چونا سبد ٻن ٻي ٿالڻا،

---

١. من روپي هرڻ وشيہ وڪار جي واڙيءَ ۾ چرو ٿو ڦاسي.

٢. وشيہ وڪارن جا زهر روپي ڦل، جي چار ڏينهن مٺا لڳن ٿا، آخر ۾ ڏکن جو ڪارڻ بڻجن ٿا.

٣. جن گلن تي تون مست آهين، انهن لاءِ توکي ڏاڍو ڏک سهڻو پوندو. پرڪاشي = اهڃ.

٤. سنسار جي ڀوڳن جي چمڪ ڏمڪ، سمنڊ جي لهر ۽ ٻجليءَ جي ڪرڻن وانگر ڪن پلڪ آهن.

٥. ڀنئرا گلن جي اندر ٻند ٿي ويندا آهن. گلن مان عطر ڪڍڻ وارا گل ٽوڙي، تيل جي ٽهندڙ ڪٽيءَ ۾ وجهندا آهن. ڀنئرا به انهن جي وچ ۾ ٽلي ٽٽل تيل ۾ ترجي مري ويندا آهن، اهوئي حال وشيہ وڪارن جي لوڀي انسان جو ٿئي ٿو.

٦. شبد بنا جمدوت توکي ٻڌي، نرڪ جي راهه تي مار ڏيندا وٺي ويندا. بيتال هڪ قسم جو ڀوت پريت ٿيندو آهي، جيڪو مردي سراڻ ۾ رهندو آهي. گروُ صاحب جن هن شبد ۾ وشيہ وڪارن ۾ ڦاٿل منش کي بيتال چون ٿا، جو نہ بيتال وانگر انسان جو من مڙدي روپي جڙ وشين ۾ اُلجهيل رهي ٿو.

سچ ڪهي نانڪ چيت ري من مرهه ڀورا ڪالتا.
موري جيئڙا پرديسيا ڪت پوهه جنجالي رام،
ساچا صاحب من وسي ڪي ڦاسي جم جالي رام.
مڇلي وڇنئي انڱ رانئي جال بڌڪ پائتا،
سنسار مائتا موهه ميٺا انت ڀرم چڪائتا.
ڀگتي ڪر چت لاءِ هري سنءُ ڇوڙ منهه انديسڙا،
سچ ڪهي نانڪ چيت ري من جيئڙا پرديسيا.
نديئا واهه وڇنئا ميلا سنجوڳي رام،
[1]جگ جگ ميٺا وس ڀري ڪي جاڻي جوڳي رام.
ڪوئي سهج جاڻي هري پڇاڻي ستگرو جن چيتئا،
بن نام هري ڪي ڀرم ڀولي پچهه مگند اچيتئا.
[2]هري نام ڀڳتي نه رديءَ ساچا سي انت ڌاهي رنئا،
[3]سچ ڪهي نانڪ سبد ساچي ميل چري وڇنئا.
(آسا، م ١ - ٤٣٨ - ٤٣٩)

## ١٠. ڪرٽي ڪاگد من مسواٽي

هن شبد ۾ گروءَ نانڪ صاحب جن ڪرمن جي سڌانت جو نهايت سهڻو چٽر چٽيو آهي. اسانجا ڪرم، زندگيءَ جي پستڪ ۾ دنيا جي حساب ڪتابن وانگر لکيا ويندا آهن. اهو ليکو اسانجي چڱن ۽ مندن ڪرمن انوسار سٺو ۽ خراب آهي. بار بار ڪيل ڪرم سنسڪارن جو روپ وٺن ٿا.

---

١. جگ جگانترن کان منا لڳندڙ ۽ زهر ڀريل وشيه وڪارن جي اصليت ڪو ورلو گياني سمجهندو آهي.

٢. جنجي هردي ۾ رام نام جي سچي ڀڳتي ناهي، اهي آخر ۾ ڏانهون ڪري روئندا آهن.

٣. مدت کان وڇڙيل آتمائون شبد دوارا ئي پرماتما سان ميلاپ ڪري سگهن ٿيون.

گرو صاحب جن چنچل ۽ طاقتور من کي پرماتما جي نام جي ڪمائي ڪرڻ جو اُپديش ڪن ٿا ته جيئن نام کي وساري سڀ مرجهايل ليڪيون وري هريون ڀريون ٿي پون.

گرو صاحب فرمائين ٿا ته راس ۽ ذهن هڪ چار ساهان آهن، جنهن ۾ سڀ مدش ڦاٿا پيا آهن. سر ۾ انيءَ والکر آهي، جنهن ۾ پيهن وڪارن جي اگني جلي رهي آهي. الهيءَ بنيءَ ۾ پاپن روپي ڪانڀون اُسري رهيون آهن، جيڪي من کي جلائي خاڪ ڪن ٿيون. پر اهن هوندي به من روپي لوهه، ستگروءَ روپي پارس جي ڇهاءَ سان سون بڻجي سگهي ٿو. ستگرو اهڙي من کي نام يا شبد جي امرت سان نرمل بڻائي ٿو ڇڏي. پوءِ هو جنم مرڻ جي چڪر کان ڇٽي ٿو پوي.

¹ ڪرٽي ڪاگد من مسواٽي برا ڀلا دوءِ ليک پئي،
² جن جن ڪرت چلائي تن ڇليئي تن گڻ ناهي انت هري.
³ چت چيتس ڪي نهي باورئا هر بسرت تيري گڻ گلتا،
⁴ جالي رئڻ جال دن هوئا جيتي گهڙي ڦاهي ليتي.

---

١. اسانجي ڪرٽي ڪاغذ، من مس ۽ ليک يا بد ڪرم ليکي سمان آهن.

٢. جيئن ڪرمن الوسا رٽيل پراپت اسانکي هلائي ٿي، تيئن اسانکي هلڻو پوي ٿو. ڪوبه ڪرمن ذريعي ان هريءَ جو انت پائي نٿو سگهي.

٣. هي مورک، تون اُن پرڀوءَ جو سمرن ڇو نٿو ڪرين، جنهنکي وسارڻ سان تنهنجا گڻ ناس ٿي ويا آهن.

٤. راس ۽ ڏينهن چار سمان آهن. هر گهڙي جيڪا گذري رهي آهي، ان ۾ ڪيل ڪرم اسان لاءِ ڦاسي بڻجندا ٿا وڃن.

[1] رس رس چوڳ چڳهه لت ڦاسهه، ڇونس موڙي ڪوڻ ڪٽي،
[2] ڪالتا آرڻ مڻ وچ لوهه، پنچ اگن تت لاڳ رهي،
[3] ڪوئلي پاپ پڙي تس اوپر، من جلتا سني چنت ڀئي.
[4] ڀئتا منور ڪنچن ڦر هووي، جي گر ملي تنيها،
[5] ايڪ نام امرت اوهه ديوي، تؤ نانڪ ترسٽس ديها.
(مارُو م ١-٩٩٠)

## ١١. منمک

اهو گهٽ ۾ رميل رام، وشيه وڪارن ۾ ڦاٿل روحي دنشن کي ناس ڪرڻ وارو آهي. ان اگر ۾ الاهه ڀرپور جو گيان ۽ ٿاهه يعني سوجهي ستگروءَ جي اپديش جي پالنا ڪرڻ سان پوي ٿي. جيڪو منش گروءَ کي پڌهڻو رهبر پڌهڻو سچو سهارو سمجهي ٿو ۽ انهي سڪيا تي هلي ٿو، سو جلدي ئي ڀوساگر کان پار ٿي وڃي ٿو.

اهڙي گرمک جي ابتڙ منمک، جيڪو من کي ئي اڳوان مڃي ٿو ۽ جڏهن جي هلائيندڙ شڪتي من آهي، سو جنم مرڻ

---

١. تون ڀنوڙن جي رس ڪري لوڀ لالچ جي جار ۾ ڦاسي ٿو وڃين. ڪهڙن ڪمن سان تون ان جار مان ڇٽندين؟

٢. ڪايا روپي ڀٺيءَ ۾ من روپي لوهه تپي رهيو آهي ۽ پنجن وڪارن جي اگني ٻري رهي آهي.

٣. پاپ ڪوئلن سمان آهن ۽ انهن تي من جلي رهيو آهي. چنتا سنسي يعني وڏيءَ پڪڙ وانگر من روپي لوهه کي پڪڙي رکيو آهي ۽ هؤ ڪال روپي لوهار جون چوٽون سهي رهيو آهي.

٤. گروءَ روپي پارس جي ملڻ سان من روپي منؤر يعني ڪٽ چڙهيل لوهه به سون ٿي پوندو.

٥. جي گرو نام روپي امرت جي ڏاس ڏئي ته ديهه جي پياس، آشا ترشنا مٽجي وڃي.

جون نوڪرون کائيندو رهي ٿو. انهيءَ جي شڀ ڪرمن
جو ڪوبه شڀ ڦل نٿو لڪري، جنهنڪري جمدوت انهي
جي بي عزتي ڪن ٿا. جيڪا ڏاهپڻ جيو آتما پنهنجي سچي
پريتم (پرماتما) کي وساري، پر پرش يعني سنساري رشتن
ناتن سان رنگ رليون مائيندي ڦري ٿي، سا ڪڏهن به
پتي پرماتما جي گهر قبول پئجي نٿي سگهي.

سرير جي پنڌلن ۾ قابل منمک هتي به ايڪ دک سهي
ٿو ۽ موت ڪالهوءِ به نرڪن جي پيڙا ۾ پيڙجي ٿو، نرڪن
جي آگ ۾ جلي ٿو. ڌرمراج اهڙن پاپين لئي ڪوبه قياس
نه ڪندو آهي. منمک سدائين آشا ترشنا جي اگنيءَ ۾
جلندو رهي ٿو. هو نر بڻجي حيواني ورتي اختيار ڪري
ٿو ۽ بري طرح پاپن وڪارن ۾ الجهي وڃي ٿو.

دنيوي منش بري طرح ڏيئن پٽن، مٽن مائٽن، استري
۽ اولاد جي موهه ۾ جڪڙيل آهن. اهو سڄو مايا جو پسارو
آهي، اهو پرم پوري گروءَ جي ديا مهر سان ئي دور
ٿيندو آهي.

منمک غلط راهه تي هلي نرڪن جي باهه ۾ جلي ٿو،
پر گرمک ستگروءَ جي بخشيل نام جو امرت پي امر ٿي
وڃي ٿو. ستگروءَ جي اپديش تي عمل ڪرڻ سان هنجي
من ۾ اندري شڪتي پيدا ٿئي ٿي، جو هو صبر شڪر سان
پرالبڌ جون چوٽون برداشت ڪري سگهي ٿو. هنجي پيرن
۾ دنيا ۾ چانيل دکن روپي ڪنڊن جو ڪوبه اثر نٿو ٿئي.

منمک اُن پٿر سمان آهي، جيڪو پاڻيءَ ۾ به ڀڄي نه
پسي نٿو. هو پنهنجو الست سمو پلالي ٿو وهي ۽ من جي
مت نٿو ليائي. هؤمي يا دويت، منمکن جي بربادي جو
ڪارڻ ٿئي ٿو. انهيءَ هؤمي جو هڪڙو ئي علاج آهي
اُن پرم پتا پرماتما جو سچو نام، جنهنجي بخشش پوري
ستگروءَ کان ملندي آهي.

[1] آسو سنگهارڻ رام همارا گهٽ گهٽ رميتا رام پيارا،
نالي الک، نه لکيئي مؤلي گرمک لک و ڇارا هي.
گرمک ساڌو سرڻ تماري کر کرپا پرڀ پار اُتاري،
[2] اگن پاڻي ساگر اتِ گهرا گر ستگر پار اُتارا هي.
منمک اندلي سؤجهي ناهي آوهه جاهه مرهه مرجاهي،
پورب لکيا ليک نه متئي جمدر اند خئارا هي.
اک آوهه جاوهه گهر واس نه پاوهه کرت ڪي باڌي پاپ ڪماوهه،
اندلي سوجهي بوجهه نه ڪائي لوڀ برا اهنڪارا هي.
[3] پِر بِن ڪيا تس ڌن سيگارا پَر پِر راتي خصم وسارا،
[4] جِئُ بيسنا پوت باپ ڪو ڪهيئي تئُ فوڪٽ ڪار وڪارا هي.
[5] پريت پنجر مهه دوک گهنيري نرڪ پچهه اگيان انڌيري،
ڌرمراه ڪي باقي ليجيه جن هري ڪا نام وسارا هي.

---

۱. گهٽ گهٽ ۾ رميل شبد روپي رام، وڪارن روپي دلتن کي ناس ڪرڻ وارو آهي.

۲. سنسار وشه وڪارن جي آگ ۽ پاڻيءَ جو گهرو ۽ پيالڪ سمنڊ آهي، جنهن مان ستگرو ئي پار اُڪاري سگهي ٿو.

۳. پتيءَ کي وساري پرائي پرش سان پيار ڪندڙ استريءَ جو سينگار وئرٿ آهي. مطلب ته پرماتما جو سچو پيار نپائڻ بنا اشٽن جي ڀڳتي يا ڌرم ڪرم ڪرڻ فضول آهي.

۴. ونشيا جي پٽ جو پتا ڪنهن کي چئبو؟ اهڙي طرح منمکن جي ڀڳتي ڪنهن به ليکي ۾ نه لڳندي.

۵. هن سرير روپي ڀؤت جي پڃري ۾ لهايت گهڻا دک آهن. اگيان جي انڌيري ۾ رهي منش نرڪ ۾ وڃي دک ڀوڳي ٿو. گرو صاحب سرير کي ڀؤت جو پڃرو چئو آهي، ڇو ته هن ۾ من روپي ڀؤت رهي ٿو.

¹سورج ٽوٽيءَ اڳن ٻڪ جهالا اَپت پسُو مدمڪ ٻيٺالا،
آپا مدسا ڪُوڙ ڪماوهہ روڳ ٻرا ڀرٽارا هي.
مستڪ ڀار ڪار سر ڀارا ڪٺ ڪر ڀوجل لنگهس ڀارا،
²ستگر بوهت آد جڳادي رام نام نستارا هي.
³پتر ڪلتر جڳ هيت پٽارا ماٽا موهہ پسرٽا پاسارا،
جم ڪي ڦاهي ستگر ٽوڙي ڳرمڪ لت بيچارا هي.
⁴ڪوڙ مني چاليءَ ٻهہ راهي مدمڪ داجهيءَ ٻڙ ٻڙ ڀاهي،
⁵امرت نام گرُو ود داٽا نام جپهہ سک سارا هي.
ستگر نٺا سچ درڙائي سب دک ميٽي مارگ ڀائي،
⁶ڪنبا ڀاءُ نہ گڏلي مُولي جس ستگر راکٺهارا هي.
کمهہ ڪدهہ رليءَ لن چمچيءَ مدمڪ ڀاٽر سٺل نہ ٻيجيءَ،
ڪرڻ ٻلاو ڪري بهتيري نرڪ سرڳ اوٽارا هي.

---

١. هتي گرُو صاحب نرڪن جي انيڪ قسمن جي دکن ڪشٽن جو ذڪر ڪري رهيا آهن. اَپت = جنهنجي پت (عزت) نہ هجي. مدمڪ پنهنجي پت وڃائيندا آهن ۽ نرڪ جي اڳنيءَ ۾ سڙندا آهن.

٢. آد جڳاد کان ستگرو ڀوساگر کان پار ڪرڻ لاءِ جهاز جو ڪم ڪندو آيو آهي.

٣. پت، ڌيئر، استري ۽ سنسار جو پيار، موهہ مايا جو پسارو آهي.

٤. ڪُوڙ جي نڪار دليا، گرمت جو مارگ ڇڏي، انيڪ ڀين رستن لي هلي ٿي ۽ مايا جي اڳنيءَ ۾ سڙي ٿي.

٥. ستگرو مهان داتا آهي، هوُ سڀني نام روپي امرت جي ڏات ڏئي ٿو، جو سڀني سکن جو سار يا مُول آهي.

٦. جنهنجو ستگرو رکوالو آهي، انجي ڀين ۽ ماياوي دکن جا ڪنبا نٿا ڇهن.

[1]مائيا ٻڪ ڀنڀگر ناڳي ان ڏڌا گهر ٻهتي ڳالي،
ستگر ٻاجهه ٻريت نه اُپجي ٻگتي رلي ٻتٽارا هي.
ساڪت مائيا ڪٺ ٻهه ڏاوهه نام وسار ڪها سڪه ٻاوهه،
نرهه گڻ انتر ڪپهه ڪپاوهه ناهي ٻار اُتارا هي.
[2]ڪوڪر سوڪر ڪهيٿهه ڪوڙيارا ٻوڪ مرهه ٻوڙ ٻوڙ ٻوڙهارا،
من تن جهوٺي ڪوڙ ڪماوهه درمت درگهه هارا هي.
ستگر مليِ ته مدونا ٽيڪي رام نام دي سرڻ ٻراڪيِ،
هر ڏن نام امولڪ ڏيوي هر جس درگهه ٻيارا هي.
رام نام سادو سرڻائي ستگر ٻچني گت مت پائي،
نانڪ هر جپ هر من ميري هر ميلي ميلڻ هارا هي.
(مارو، ١-١٠٢٨-١٠٢٩)

## ١٢. گهر رهه ري من مگڌ ائاني

هن شبد ۾ گروُ صاحب مورک من کي سمجهائي رهيا آهن ته تون استري ٻنهنجي گهر اندر (اکين جي ٻنيان دسوين دوار ۾) ويهه ۽ بار بار ٻاهر وڃڻ جي ڪوشش نه ڪر. گروُ صاحب من کي هدايت ڪن ٿا ته مؤت کي ڪڏهن به وسارڻ نه گهرجي ۽ نه ڪڏهن ان ٻرماتما جي نام کي ٽي ٻلائڻ گهرجي. جيڪي نام کي ٻلائي وهن ٿا، سي مؤت ۽ دکن جون چوٽون کائين ٿا. نام سان جڙڻ جي جڳتي ستگروءَ کان ٻراپت ٿيندي آهي. ستگروءَ کان نام جو ڀيد ملڻ ٽي هر روز نيمائتو نام جو ابياس ڪرڻ جڳائي.

---

١. مايا روٻي زهريلي نانگڻ مدش سان گڏ رهي ٿي. مايا جي ٻيدا ڪيل ڀرم ڪيترن انسانن کي برباد ڪري ڇڏيو آهي.

٢. مدمڪ، ڪتي ۽ سؤر سمان آهن، جيڪي مايا جي لوڀ لالچ سبب ڀٽڪندا رهن ٿا ۽ بار بار جمن ۽ مرن ٿا.

گرو صاحب هن شبد ۾ ايڪ پرڪارن جي ڪرم ڪانڊ ۽ ڀيک ڀڳوگ وغيره جو به کنڊن ڪن ٿا. اسام يا پرماتما روپي سار پدارٿ جيو جي پنهنجي اندر ئي آهي، تنهن ڪري ان کي ٻاهر ڳولهڻ جو ڪرڻ جتن ڪڏهن به سڦل ٿي نه سگهندو.

جڏهن جيو پوري گروءَ جي شرڻ وٺي ٿو، ان کي جمدوتن هٿان پريشان ٿيڻو نٿو پوي. پورڻ ستگرو پرم گياني آهي ۽ هنجي اندر شبد گهر ڪري چڪو آهي. تنهنڪري ڪال يا ڪابه شيطاني طاقت پوري گروءَ جي شش جو وار به ونگو نٿي ڪري سگهي. پر مڪمه سنساري پدارٿن، موهه مايا، آشا ترشنا ۽ هؤمي ممتا جو شڪار رهي ٿو. هن جي من مان جمدوتن جو ڀؤ ڪڏهن به دور نٿو ٿئي ۽ هو جنم مرڻ جي اڙوٽ ۽ سدا چالؤ چڪر ۾ قائل رهي ٿو.

[1] گهر رهه ري من مگڌ اڻاڻي   رام جپهه انترگت ڌياني،
[2] لالچ ڇوڊ رچهه اپرپر   ائر پاوهه مڪت دئارا هي.
[3] جس بسرئي جم جوهڻ لاگي   سڀ سک جاهه دکا ڦن آگي،
رام نام جپ گرمکه جيئڙي   اهه پرم تت وچارا هي.
هر هر نام جپهه رس ميٺا   [4] گرمکه هر رس انتر ڊيٺا،
[5] اهنس رام رهه رنگ راتي   اهه جپ تپ سنجم سارا هي.

---

۱. هي موڙهه، اڻاڻا من، اندر ڌيان لڳائي نام جپ.
۲. دنيا جي لالچ ڇڏي ان اپر اپار پرڀوءَ سان پريم ڪر، اهوئي مڪتيءَ جو اصلي مارگ آهي.
۳. رام نام کي وسارڻ سان منش جمدوتن جو شڪار ٿئي ٿو.
۴. نام روپي منو امرت اندر گروءَ دوارا ملندو آهي.
۵. اندر ان رام نام سان جڙيو رهڻ ئي هر طرح جي پوجا ۽ جپ تپ جو سار آهي.

[1] رام نام گر ٻڌي ٻولھہ   سنت سڀا مھہ اھہ رس ڏولھہ،
گرمت کوج لھھ گھر اپنا   ٻھڙ نہ گرڀ مجھارا ھي۔
[2] سچ تيرٿ ناوھہ ھر گڻ گاوھہ   تت وچارھہ ھر لو لاوھہ،
[3] انت ڪال جم جوھہ نہ ساڪيءِ   ھر ٻولھہ رام پيارا ھي۔
ستگر پرکھ داتا وڏ داتا   جس انتر ساچ س سبد سماتا،
جنکؤ ستگر ميل ملائي   تس چوکا جم ڀئہ ڀارا ھي۔
[4] پنچ تت مل ڪايا ڪيني   تس مھہ رام رتن لہ چيني،
آتم رام رام ھہ آتم   ھر پائيئي سبد وچارا ھي۔
ست سنتوکھ رھھ جن ڀائي   ڪما گھھ ستگر سرڻائي،
[5] آتم چين پرآتم چينھہ   گر سنگت اھہ نستارا ھي۔
ساڪت ڪوڙ ڪپٽ مھہ ٽيڪا   اھنس نندا ڪرھہ انيڪا،
ٻن سمرن آوھہ ڦن جاوھہ   گرڀ جوني نرڪ مجھارا ھي۔
ساڪت جمڪي ڪاڻ نہ چوڪيءِ   جمڪا ڏنڊ نہ ڪبھو موڪيءِ،
باقي ڌرمراءِ ڪي ليجيءِ   سر اڦرنو ڀار اڦارا ھي۔
ٻن گر ساڪت ڪھھ ڪو ترنا   ھؤمي ڪرتا ڀؤجل پرنا،
ٻن گر پار نہ پاويءِ ڪوئي   ھر جپيئي پار اتارا ھي۔

---

١. گروءَ جي ھدايت جڳتيءَ سان رام نام جپيو. اھو سار پدارٿ سنتن کان ملندو آھي.

٢. اندر رام نام سان جڙڻ، سچن تيرٿن ۾ اسنان ڪرڻ آھي. اندر اُن ھريءَ سان لو لڳائڻ سان سچو گيان ملندو آھي.

٣. اھڙي طرح رام نام سان پريم ڪرڻ واري جي موت وقت جمدوت سندس ويجھو به نه اچي سگھندا آھن.

٤. پنجن تتن جي ڪايا اندر ڳولھڻ جي وستو رام نام ئي آھي.

٥. آتما کي سڃاڻڻ سان ئي پرماتما (پرم آتما) کي سڃاڻي سگھبو ۽ اھا جڳتي ستگروءَ کان ئي ملندي آھي.

گُرڪي داس نه ميٽيو ڪوئي    جس بخشي تس تاري سوئي،
جنم مرڻ دک ايڙ نه آوي    من سو پريم اپر اپارا هي.
گر ٿي ٻولي آوهه جاوهه    جنم مرهه ڦن ڀاپ ڪماوهه،
ساڪت موڙ اچيت نه چيتهه    دک لاڳي ٿا رام پڪارا هي.
سکهه دکهه پورب جنم ڪي ڪيٽي    سو جاڻي جن داتي ديٽي،
ڪس ڪؤ دوس ديهه تو پراڻي    سهه اپنا ڪيٽا ڪرارا هي.
هؤمي ممتا ڪردا آئيا    آسا منسا بند چلائيا،
[1]ميري ميري ڪرت ڪٿالي چالي    بکهه لادي چار بڪارا هي.
[2]هر ڪي ڀڳت ڪرهه جن ڀائي    اڪٿ ڪٿهه من مهه سمائي،
[3]اَت چلتا ٿاڪ رکهه گهر اپني    دک ڪاٽي ڪاٽڻهارا هي.
هر گر پوري ڪي اوٽ پرائي    گرمکهه هر لو گرمکهه جائي،
نانڪ رام نام مت اوتم    هري بخسي پار اُتارا هي.
(مارو، م ١-١٠٣٠)

## ١٣. ڪام ڪروڌ ڀرهر پر نندا

اندروني روحاني ترقي ڪري پرماتما سان ميلاپ ڪرڻ لاءِ اهو ضروري آهي ته پنجن ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهه ۽ اهنڪار روپي پنجن وڪارن جو تياڳ ڪيو وڃي. انهن وڪارن کي تياڳڻ بنا، اندر نام جو امرت پراپت ڪرڻ ناممڪن آهي. نام جي ڪمائيءَ سان جڏهن تون دوار خالي

---

١. منهنجي منهنجي ڪرڻ وارا منمک، پاپن جو زهر ۽ وڪارن جي چار کڻي ڪري پاڻ سان کڻي ويندا آهن.

٢. پريوءَ جي ڀڳتي ڪرڻ، جنهن سان من پنهنجي ڪاٺي ترڪنيءَ ۾ ٻڌجي ويندو ۽ اڪٿ پريوءَ جي ڄاڻ پوندي.

٣. ٻاهر ويندڙ من کي گروءَ جي ڏنل، هدايتن ساڌن سان ٻار بار اندر ورني اچو ۽ الکي اکين پنهنجيان ايڪاگر ڪريو. اهڙي ڪرڻ سان سڀيئي دکن جا بندڻ ڪٽجي ويندا.

ڪري سرت اندر وڃڻ شروع ڪري ٿي ته پهرين پهرين پرڪاش جي جهلڪ ڏسڻ ۾ اچي ٿي. ان ڪانپوءِ جڳ مڳ ڀرندڙ جوت جا درشن ٿيندا آهن ۽ پوءِ چندر لوڪ ۽ سورج لوڪ مان لنگهڻو آهي.

آتما ۽ پرماتما جي وچ ۾ ميلاپ ڪرائڻ لاءِ پوري گروءَ جو هجڻ نهايت ضروري آهي. گروءَ جي ديا مهر بنا پرڀوءَ کي پائي سگهڻ مشڪل ئي نه، پر ناممڪن آهي. ستگرو ئي اُن الک ۽ ادرشٽ پرڀوءَ کي لکائيندو آهي ۽ اهو ستگرو ئي امر جيون ڏيڻ وارو نام روپي امرت پيئڻ لاءِ ڏيندو آهي.

شبد جي ابياس ڪرڻ سان آتما سڀ کان اوچي روحاني منڊل سچکنڊ ۾ پهچي ويندي آهي. اهيءَ منڊل ۾ پورن ادويت، ايڪتا آهي. هيءَ منڊل من ۽ اندرين، لوڪ ۽ پنڊي، وقت ۽ استان جي حد کان پري ۽ پار آهي.

گروءَ صاحب فرمائين ٿا ته جيڪو به مَنُش اندر اُن سچ پڌي پرماتما جي پرڪاش جا درشن ڪري ٿو، اُن کي ٻاهر به هر جڳهہ ۽ هر ڪنهن ۾ اهوئي نُور وياپڪ نظر اچي ٿو.

ڪام ڪروڌ پر هر پر نندا  لب لوڀ تج هوهہ اچندا،
[1]ڀرم ڪا سنگل توڙ نرالا هر انتر هر رس پاتا.
[2]نس دامن جِهہ چمڪ چنداڻ ڏيکي  اهنس جوت نرنتر پيکي،

---

١. هتي ان روحاني پند ڏانهن اشارو آهي ته سرير جي هيٺين ڇهن چڪرن ۾ ڀرم ۽ مايا جو راڄ آهي. انهن کان نرالو ٿي يا انهن کان مٿي اٿي، اکين پٺيان اچي، شبد يا نام روپي هريءَ رس ۾ سمائجي وڃ.

٢. شروع ۾ ٽوڪي اندر پرڪاش جا چمڪاٽ ڏسڻ ۾ ايندا. ٿورن جوت جا درشن به ڪندين ۽ چندر لوڪ ۽ سورج لوڪ به پار ڪندين.

[1] آنند روپ انوپ سروپا گر پوري ڏيکائتا.
ستگر ملهه آپي ٻرب تاري [2] سس گهر سور ديپڪ ڳڻتاري،
[3] ڏيکه ادست رهه لو لاڳي سڀ ترڀوڻ ٻرهم سمائتا.
امرت رس پاڻي ترسدا پؤ چاکي اهو پد پاوي آپ گواڻي،
اوڇي پدوي اوچو اوچا نرمل سبد ڪمائتا.
ادرست اگوچر نام اپارا امت رس مينا نام پيارا،
نانڪ ڪوچڪ جڪه هر رس ڏجي هر جهينجي انت نه پائتا.
[4] انتر نام پراپت هيرا هر جهتي من من لي ڏيرا،
[5] دکهت گهت پؤ پهچن پائيتي باهڙ جنم نه جائتا.
ڀڳت هيت گر سبد ترنگا هر جس نام پدارت منگا،
هر ڀاوي گر ميل ملائي هر تاري جڳت سمائتا.
جن جب جپئو ستگر مت واکي [6] جم ڪنڪر ڪال سيوڪ ڀڪ تاکي،

---

١. گروءَ جي ديا مهر سان ننهنجو آنند سروپ پرماتما سان ٻه ميلاپ ٿيندو.

٢. روحاني چڙهائيءَ جي دوران ڀهرئين منڊل ۾ جوت جا، ٻئي ۾ اڀرندڙ سج جي لالاڻ جا ۽ ٽئين منڊل (دسوين دوار) ۾ چوڏس جي چنڊ جا درشن ٿيندا آهن. سس = چنڊ، سور = سج، ديپڪ = جوت، ڳڻتاري = تارا.

٣. اهڙي طرح ادرشت يا ڏسڻ ۾ نه ايندڙ پرماتما ٻه ڏسڻ ۾ ايندو آهي ۽ ٽنهي لوڪن ۾ انهوءَ جي پرڪاش نظر ايندو آهي.

٤. نام روپي اُملڪ هيرو اندر ئي پراپت ٿيندو آهي. ان نام جي ڪمائيءَ سان من وس ۾ ايندو آهي.

٥. پوءِ ناس ڪندڙ ٻريو ٻهنجي گهٽ اندر ئي ملي ويندو آهي ۽ وري جنم نه وٺڻو پوندو آهي.

٦. جم ڪنڪر = جمدوت. ستگروءَ جي مت ئي هلي اندر نام يا شبد جي ڪمائي ڪرڻ واري جا جمدوت ۽ ڪال ٻه شموڪ ٿڃي ويندا آهن.

اونم سنگت ڪت مت اونم جڳ ڀؤجل پار لنگهانتا.
اهه ڀؤجل جڳت سبد گر نرپتيءِ انتر ڪي دبڌا انتر جرائيءِ،
[1] پنچ ڀاڻ لي جم ڪؤ ماريءِ گگنتر ڌڻڪ چڙهانتا.
[2] ساڪت نرسبد سرت ڪڻ پائيءِ سبد سرت بن آئيءِ جائيءِ،
نانڪ گرمک مڪت پرائڻ هر ڀوريءِ ڀاڳ ملانتا.
نرڀئه ستگر هئه رکوالا ڀڳت پراپت گر گوپالا،
[3] ڌن انهد اناهد واجيءِ گر سبد نرنجن پائنتا.
نرڀئه سو سر ناهي ليکا آپ اليکه قدرت هئه ديکا،
آپ اجت اجوني سنڀئه نانڪ گرمت سو پائنتا.
انتر ڪي گت ستگر جاڻيءِ سو نرڀئه گر سبد پڇاڻيءِ،
[4] انتر ديکه نرنتر بوجهيءِ اننت نه من ڏولانتا.
نرڀئه سو اڀ انتر وسئا اهنس نام نرنجن رسئا،
نانڪ هر جس سنگت پائيءِ هر سهجي سهج ملانتا.

---

1. پنچ ڀاڻ = پنج تير. ڪجهه ودوان پنجن ڀاڻن جو ارٿ - شيل، سنتوک، ڪميا، وويڪ ۽ نمرتا ڪندا آهن. پر هتي اشارو پنجن شبدن طرف آهي، جن ذريعي جمدوت ماريا ويندا آهن. گگن = اندر جي منڊل ۾ هڪ روحاني منزل يا اڪاش. گگن ۾ شبد جا تير هلائڻ سان ڪال يا من مارجي ويو يعني پيو منڊل پار ڪرڻ ۾ سڦلتا ملي.

2. منمک سرت کي شبد سان جوڙڻ جي جڳتي نٿا ڄاڻن. تنهڪري سدائين جنم مرڻ جي بندن ۾ جڪڙيل رهن ٿا.

3. ستگرو جي ديا مهر سان اندر انهد شبد جي ڌني وڄڻ لڳي ٿي، جنهن سان نرنجن پرماتما جي پراپتي ٿيندي آهي.

4. جڏهن اندر پرڀو جو درشن ٿي ويندو آهي ته پوءِ هر هنڌ اهو ئي جلوو ڏسڻ ۾ ايندو آهي.

[1] انتر باهر سو نِرب جاڻي رهي الپت چلتي گهر آڻي،
[2] اوپر آد سرب لهه لوئي سچ نانڪ امرت رس پاتا.
(مارو، م ۱-۱۰۴۱-۱۰۴۲)

---

۱. جيڪو سنسار يا مايا کان نرليپ ٿي وڃي ٿو ۽ من کي ٻاهران موڙي، اندر اکين ٻنهان آڻي، شبد سان جوڙي ٿو، اُن کي اندر ۽ ٻاهر اُن هريءَ جو ئي نور نظر ايندو آهي.

۲. هوُ سڀ کان مٿين منڊل ۾ پهچي وڃي ٿو، جو سڀني جي آد آهي ۽ سڀني ترلوڪيءَ جو آڌار آهي. اُتي پهچي آتما امر جيون ڏيڻ واري نام، شبد يا ٻريوءَ روپي امرت ۾ سدا لاءِ لين ٿي ويندي آهي.

## پريم

### ١. آوهه پٽڻي گل ملهه

آتما استري آهي ۽ پرماتما ڪنت آهي. هڪ سهيلي (ستسنگڻ) ٻيءَ کي چوي ٿي ته اچو ته اَن سڀ شڪتيوان ڪنت، جا گڻ ۽ جس ڳايون. هوُ چون ٿيون ته اسان جو پتي گڻن جو ڀنڊار آهي، پر اسين اوگڻن سان ڀريل آهيون. جڏهن اهو ڪنت ڪرتا سرجڻهار آهي، سڀ سمرٿ آهي ۽ هر طرح پوري پوُرن آهي ته پوءِ اهڙي سڀ شڪتيوان پتيءَ کي ڇڏي اُٿي ڪنهن جو خيال به ڇو ڪيو وڃي ۽ اهو پيارو پريتم هڪ به آهي، ته انيڪ به. اهو هڪ پريو بيشمار رنگن روپن شڪلين، آڪارن، ذاتين ڪلن جو روپ ڌارڻ ڪري پرگهٽ ٿيندو آهي ۽ بيشمار جيو، جنت وغيره ڏينهن رات اُنجي مهما ۽ صفت ساراهه ۾ لڳا پيا آهن.

آتما روپي استري ڪهڙا گڻ ڌارڻ ڪري، جيئن پنهنجي پريتم کي پرسن ڪري؟ انکي جڳائي ته ڌيرج ۽ سنتوش جو سينگار ڪري، مٺا ٻول ٻولي ۽ ستگروءَ جي شبد جي ڪمائي ڪري ته اَن سندر، آنند روپ پتيءَ سان سندس ميلاپ ٿي ويندو.

[1]آوهه پٽڻي گل ملهه اڪ سهيلڙيئاهه،
[2]ملڪي ڪرهه کهاڻيئا سمرٿ ڪنت ڪيئاهه،
[3]ساچي صاحب سڀ گڻ اوگڻ سڀ اساهه.

---

١. اچو منهنجون پيارئون ستسنگياڻيون سهيليون، اچي مون سان گلي ملو.

٢. اچو ته گڏجي، اَن سمرٿ پتيءَ جون ڳالهيون ڪريون.

٣ هن ۾ سڀ گڻ آهن، اسان ۾ سڀ اوگڻ آهن.

ڪرتا سڀ ڪو تيري جور،

۱ ايڪ سبد ٻيچارئي جاوتا ڪتا هور. رهاءُ.

۲ جاءِ پڇهه سوهاڳڻي تسي راوتا ڪني ڪٿي،

سهج سنتوکه سيڱاريا مٺا بولڻي،

پر رسالو تا مليو جا گر ڪا سبد سڻي.

۳ ڪيتيا تيريا قدرتي ڪيوڊ تيري داس،

ڪيتي تيري جيئه جنت صفت ڪرهه دن راس،

ڪيتي تيري روپ رنگ ڪيتي جات اجات.

۴ سچ مليو سچ اوپجي سچ مهه ساچ سماءِ،

۵ سرت هووي پت اوگوي گر بچني ڀؤ کاءِ،

نانڪ سچا پاتساهه آپي لئي ملاءِ.

(سري راڳ، م ۱-۱۷)

## ۲. اڪ تل پيارا ويسري

اُهيءَ پياري پريتم کي ڪن پل لاءِ وسارڻ به هڪ وڏي بيماريءَ کي دعوت ڏيڻ برابر آهي. جي اهو پيارو پريتم من ۾ آ وسي ته درگاهه ۾ ڪيئن سوڀيا ملندي؟ اها سچي

---

۱. اساڻکي صرف شبد جي ڪمائي ڪرڻ گهرجي. جڏهن تون آهين ته ڪنهن ٻئي بابت سوچڻ ئي اجايو آهي.

۲. اچو ته هلي سهاڳڻين (پرڀوءَ وٽ پهتل گرمکه آتمائن) کان پڇون ته اُهن اُن پياري پريتم کي ڪيئن پرسن ڪيو.

۳. تنهنجي قدرت (شڪتي) ۽ دات (بخشش) جي ڪا به حد ڪانهي.

۴. سچو ستگرو ملي ته سچو شبد ملي وڃي ۽ سچي پرڀوءَ ۾ لين ٿي وڃجي.

۵. سچي پرماتما جو گيان ملي وڃي ته سچي سوڀيا ملندي ۽ ستگروءَ جي شبد دوارا هر طرح جو ڀؤ دور ٿي ويندو.

سو پيا ڏٺن ملندي، جڏهن پوري گروءَ جي ديا مهر سان وڪارن جي اگني شانت ٿي ويندي.

سنسار ۾ ڪي ورلي جيو آهن جي پل پل، ڪن ڪن اُن پياري پرتم پرماتما کي ڏيائين ٿا. گروءَ جي ديا مهر سان انهن جي جوت (آتما) پرم جوت (پرماتما) ۾ سمائجي ويندي آهي. اهڙا جيو هميشه هوشيار، پرم سڪ ۽ دک سنتاپ کان ڇوٽڪارو پائين ٿا. من کي وس ڪري، پرڀوءَ سان ميلاپ ڪرڻ وارا اهڙا گرمک وڏن ڀاڳن سان ملندا آهن.

سنسار جي ناسونت ۽ سڀ ڀلا پدارٿن سان پيار ڪرڻ مورکتا آهي. گرمک من جي سچي اگنيءَ کي شانت ڪن ٿا ۽ انهيءَ هردي روپي ڪمول گل، نام جي امرت سان پرجي ويندو آهي.

اڪ تل پيارا وسريو روڳ وڏا من ماهه،
ڪئن درگهه پت پائيئي جا هر نه وسيو من ماهه،
گر ملئيو سک پائيئي اگن مريو گڻ ماهه.
من ري اهنس هر گڻ سار،
جن ڪن پل نام نه وسريو تي جن ورلي سنسار.
جوتي جوت ملائيئو سرلي سرت سنجوگ،
هنسا هوميو گت گئي ناهي سهسا سوگ،
گرمک جس هر من وسيو تس ميلي گر سنجوگ.
ڪاٽا ڪامڻ جي ڪري پوگي پوگڻهار،
تس سڪ ليهه نه ڪيجئيو جو ديسيو چلڻهار،
گرمک روهه سوهاگڻي سو پرڀ سيج پتار.
چاري اگن نوار مر گرمک هر جل پاهه،
انتر ڪمل پرگاسئا امرت پرنا اگهاءِ،
نانڪ ستگر ميت ڪر سچ پاوهه درگهه جاءِ.

(سري راڳ، م ١-٢١)

## ٣. ستگر ميلي پڻھ وسي

پنھنجي طرفان سڀ جيو آتمائون انھيءَ ۾ پرماتما کي پرسن ڪرڻ لاءِ ايڪ طرح جا ھار سينگار ڪندڙون آھن. پرڀوءَ جا سچا ڀڳت تہ اُھن سھاڳڻين سمان آھن، جن جي ھردي ۾ سدائين ان پرماتما روپي پريتم جو سچو ڀاؤ (پيار) ۽ سچو ڀؤ (ڊپ) ھوندو آھي. ۽ منمکن کي پنھنجي ڪرم ڌرم ۽ ٻيڪ آچار وھنوار جو ايمان ھوندو آھي. اھو بيپرواھہ پريتم، پرماتما اُھن اھنڪاري ڏھاڳڻين ڏانھن ڪڏھن ڌيان نہ ڏيندو آھي.

گروُ صاحب اُپديش ڪن ٿا تہ آتما روپي اِستريءَ جو سچو زيور شبد آھي. انکي سچي ھردي، سچي پريم ۽ سچي نمرتا جو سينگار ڪري، پتيءَ جو حڪم مڃڻ جڳائي. انکي پنھنجا زيور پنھنجي ڪنت جي گھري پريم جي رنگ ۾ رڱائڻ گھرجن ۽ پنھنجو تن من انکي ارپڻ ڪري، سندس سيوا ۾ لڳي وڃڻ گھرجي.

پريمي آتما سدائين ستگروءَ جي پريم جي رنگ ۾ رڱيل رھندي آھي. ھوُءَ اجر امر ڪنت جي اِستري آھي، اِھيءَ ڪري ھن جو سھاڳ اٽل آھي. اِھي اندر شبد جي جوت جاڳي پوندي آھي، جيڪا ڪڏھن بہ وسامي نہ سگھندي آھي. ھوُءَ پنھنجي گلي ۾ نام جو ھار پائيندي آھي ۽ مٿي تي پيار جو تلڪ لڳائيندي آھي، جيڪو مٽيءَ وانگر چمڪندو رھندو آھي. ٻئي طرف جيڪا ڏھاڳڻ انھيءَ پڀو روپي پريتم سان پيار نٿي ڪري، تنھنجي جيون روپي رات اگيانتا ۽ دکن جي اندھيري ۾ سمھندي وڃي ٿي. ھوُءَ پتيءَ کان وڇڙيل ٿي رھي ٿي ۽ سندس دکن جو ڪڏھن بہ انت نٿو ٿئي. صرف ستگرو ئي پرماتما جي سچي ڀاؤ ۽ سچي ڀؤ جي پراپتيءَ جي جڳتي سمجھاري

تون ۽ انهيءَ و ياڪل، ٻرهه جي مارئل آلما کي پنهنجي پياري پرماتما سان ملائيندو آهي.

[1] سڀئي ڪنت مهيليئا سڳليئا ڪرهه سينگار،
[2] گهٽ گهٽا وڻ آئيئا سوهـا ويس وڪار،
[3] پاڪنڊ پريم نه پائيئي ڪوڙا پاڄ خنڌار.
هر جيئه لڳ ٻر راوي نار،
تنن پاون سوهـا گهٽي اپٽي ڪرپا لٿهه سوار.
گر سبدي سينگاريئا تن من پر ڪيءِ پاس،
دءِ ڪر جوڙ ڪڙي لڳي سچ کهي ارداس،
[4] لال رتي سچ پئه وسي ڀاءِ رتي رنگ واس.
[5] پرڀ ڪي چيري ڪاڍئيئي لالي مالي ناءِ،
ساچي پريت نه تٽئي ساچي مهل ملاءِ،
سبد رتي من ويدنا هئه سد بلهاريءِ جاءِ.
[6] سا ڌن رنڊ نه بئسئي جي ستگر ماهه سماءِ،
[7] پر ريسالو نؤ تنو ساچه مري نه جاءِ،

---

١. سڀ آتمائون پرڀوءَ روپي پتيءَ جون پتنيون آهن، ڪيس راضي ڪرڻ لاءِ سينگار ڪنديون آهن.
٢. جيڪي پنهنجي سينگار جو ماڻ ڪنديون آهن، انهنجو سينگار وڪرت آهي.
٣. اهو ڪوڙو ڏيکاءُ الهنجي دڪنتيءَ جو ڪارڻ ٿئجي ٿو.
٤. هوءَ پنهنجي پريتم (لال) جي پريم جي رنگ ۾ رڱيل آهي. هنجي اندر پرڀو (روپ) ۾ آهي ۽ هوءَ پاڻ (پيار) ۾ ۾ رتل آهي.
٥. هوءَ پريتم جي داسي سڏائي ٿي ۽ انهو نام جپي ٿي.
٦. جيڪا جيوآتما روپي استري اندر شبد روپي ستگروءَ ۾ سمائجي وڃي ٿي، اها ڪڏهن به ڏهاڳڻ نٿي ٿئي.
٨. هنجو پريتم سندر، آنند سروپ ۽ امر آهي.

لٽ روپ سوهاڳڻي ساڄي سندر رضاه.
[1] ساڄ ڌڙي ڌن ماڻهن ڪاڄڻ پريم سينگار،
[2] چندن چيت وسائتا مندر دسوا دئار،
[3] ديپڪ سبد وڳاسئا رام نام اُڄار.
[4] ناري اندر سوهڻي مستڪ مڻي پيار،
سوڀا سرت سهاوڻي ساچي پريم اپار،
[5] بن پر پرک نه جاڻئي ساچي گرکي هيت پيار.
[6] نس اندناري سنجهي ڪڪهه پر بن رڳ وهاءِ،

---

١. اها استري شبد روپي سچ جون چوليون سهائي رکندي آهي ۽ پريم جي ڪڄڻ جو سينگار ڪندي آهي.

٢. هوءَ پريتم کي چت ۾ وسائڻ لاءِ چندن جو تلڪ لڳائيندي آهي ۽ پنهنجو گهر (مندر) ڏسن دوار کي ٺاهيندي آهي، جتي آتما تان من ۽ مايا جا سڀ پردا لهي ويندا آهن.

٣. هنجي اندر شبد جي جوت جو ديپڪ روشن آهي ۽ هوءَ رام نام کي هردي ۾ وسائيندي آهي.

٤. اها جيو آتما سڀني کان سندر ڏسجي پوندي آهي ۽ پيار جي مڻي سندس مستڪ تي جهڪ مڪ ڪندي آهي.

٥. هوءَ پنهنجي پرينءَ کانسواءِ ٻئي پرش کي پنهنجو نٿي مڃي. اهڙي اوستا ڪيس سچي گروءَ جي ڀڳتيءَ ذريعي پراپت ٿئي ٿي.

٦. جيڪا آتما روپي استري پنهنجي پرماتما روپي پتيءَ کان وڇڙيل آهي يا جنهنکي پتيءَ (پرماتما) سان پيار ڪونهي، اها هميشه رات جي اونداهي ۾ سمهندي رهي ٿي، انهيءَ جي زندگيءَ روپي رات خبر ناهي ڪيئن ٿي گذري.

[1] الڪ جلڻ لسن جاليئڻ من ڏن جل ٻل جاءِ،
[2] جا ڏن ڪدمت نہ راوبڻا لنا ٻرلنا جوبن جاءِ.
[3] سيجڻ ڪدمت مهيلڙي ستي اوجهہ لہ ٻاءِ،
هڻ ستي ٻر جاڳٺا ڪس ڪڻ ٻوجڻ جاءِ،
ستگر ميلي ٻئہ وسي لالڪ ٻرٻم سڪاءِ
(سري راڳ، م ١ - ٥٤)

## ٤. رام نام من بيڏڻا

هن شبد جي شروع ۾ گروُ صاحب الهيءَ ٻرٻميءَ جي من جي حالت جو سندر ورلن ڪن ٿا، جنهنجي هردي ۾ ٻريم جو ٻاڻ لڳي ٿو وڃي. هنڪي ٻريتم ڪالسواءِ ٻيو ڪجهہ بہ لٿو سجهي ۽ ڪنس ٻيو ڪوبہ ٻدارٿ لٿو وڻي. هن جي سرت اندر شبد سان جڙي وڃي ٿي ۽ هوُ امر سکہ جي ٻنڌار ۾ سمائجي وڃي ٿو. هوُ مالڪ جي رضا ۾ راضي رهي ٿو ۽ رام نام سندس جيون جو اصلي سهارو بڻجي ٻوي ٿو.

گروُ صاحب اِها ڳالهہ چڱيءَ طرح سمجهائين ٿا تہ سربت کي شبد يا نام سان جوڙڻ ٿي ٻرٻوءَ جو سچو ٻريم آهي ۽ اهڙي طرح ٻريتم سان ميلاپ ۽ سهج سکہ ٻراپت ٿئي ٿو. ان بعد ڪيترن قسمن جي هٺ ڪرمن جو ذڪر ڪن ٿا،

---

١. جنهن استريءَ ۾ ٻريم ڪولهي، الهيءَ جا سڀ عضوا، لن من ڏن جلي وڃن ٿا.

٢. جنهن ٻرٻوءَ روٻي ٻريتم سان ٻيار نہ ڪيو، الهيءَ جو منش جنم روٻي جوٻن وڃرٿ وڃي ٿو.

٣. اڳيالي جيوآلما، اڳيانتا روٻي انڌ ۾ غلطان آهي، الهيءَ کي اِها سمجهہ لاهي تہ سندس ٻريتم (ٻرمالما) تہ هميشہ ۾ سهج ٿي ٿي آهي يعني سندس ٿي اندر آهي.

جن ذريعي لوڪ من کي وس ڪرڻ ۽ پريوءِ سان ميلاپ ڪرڻ جا جتن ڪن ٿا. پاڻ اڳتي فرمائين ٿا ته جيڪڏهن سرير کي باهه ۾ جلايو وڃي، پنهنجي ماس جو ذرو ذرو ٻڪيه جي سامگريءَ جي روپ ۾ ساڙيو وڃي، سيس آريءَ هيٺان چيرايو وڃي، سرير هماليه پربت جي برف ۾ ڳاريو وڃي ۽ ٻيا به اهڙا ڪيترن قسمن جا هٺ ڪرم ڪيا وڃن، ته به من کي لڳل هؤميءِ جي گندگي دور نٿي ٿئي. انهن سڀني ڪوشش جي باوجود به نام جو امولڪ ڌن ڪونه ملندو. جي دان ۾ سونا محل، هاٿي گهوڙا، ڳايون ۽ زمين وغيره بي حساب ڏنا وڃن، ته به من مان هؤميءِ ناس نه ٿيندي. گرنٿن شاسترن جا پاٺ ۽ انهيءَ لي سوچ وچار ڪرڻ سان به آتما جا بندن ٽٽا نٿن.

انهن بندنن کي ٽوڙڻ، مڪتي پراپت ڪرڻ جو صرف هڪ ئي اپاءُ آهي ۽ اهو آهي ستگروءَ جي بخشيل نام يا شبد جي ڪمائي ڪرڻ جو. شبد روپي سچ جي ڪمائي باقي ٻين سڀني ڪرمن ڌرمن کان اُتم ۽ نرمل آهي. جڏهن اسين انهيءَ امولڪ پدارٿ، پريوءَ کي ڌارڻ ڪنداسين ته پوءِ سڀني پراڻين ۾ هڪ ئي پريوءَ جو نور نظر اچڻ لڳندو، سڀ پراڻي هڪ ئي ڪنبر جا ڀاتيل ڏسڻ ۾ ايندا ۽ ٽنهي لوڪن ۾ هڪ ئي پريوءَ جو پرڪاش سمايل ڏسڻ ۾ ايندو. انهيءَ اوستا ۾ سڀ جيو اوچا يا اُتم کان اُتم نظر ايندا ۽ ڪو به نيچ يا برو نه لڳندو. اهو گيان ان پرماتما جي ڪرپا سان، ستگروءَ دوارا ملندو آهي ۽ ستگروءَ جي بخشيل ڏات يعني شبد، نام يا سچ کي ڪو به ڪسي يا چڻي نه سگهندو. اهو نام يا شبد سدائين شش جو سنگي ساٿي ۽ رکوالو هوندو آهي.

جڏهن خوش نصيبيءَ سان پوري گروءَ سان ميلاپ ٿي ويندو آهي ته انهي رضا ۾ رهڻ ڪري، من صبر شانتي ۽

سنتوکہ سان پرچي ويندو آهي. جڏهن شش پنهنجي هؤمي کي ماري، اندر ستگروءَ ۾ سمائجي ويندو آهي تہ انکي بي انت پرماتما جو گيان ٿي ويندو آهي. شبد يا نام جو امرت پي من هميشه لاءِ شانت ٿي ويندو آهي ۽ شش کي پرماتما جي دربار ۾ پهچڻ جو فخر پراپت ٿيندو آهي. هؤ هر روز شبد جي ڪمائيءَ جي مدد ڏن پنهندو آهي، جا هر شش جي اندر ڏهين دوار ۾ وڄي رهي آهي. ڪي ورلي ڀاڳن وارا جيو آهن، جي گرمکن دواران من کي وس ڪري، اندر شبد يا نام، ستگروءَ يا پرماتما ۾ سمائجي وڃن ٿا.

گرو صاحب اُپديش ڪن ٿا تہ نام کي ڪڏهن بہ نہ وسارڻ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ جڏهن بہ مايا وچ پنڌ ان ڪان ڇوٽڪارو ٿيندو نہ اهو شبد يا نام جي ڪمائيءَ سان ئي ٿيندو.

[1] رام نام من بيڌيا اور ڪ ڪري وچار،
[2] سبد سرت سکه اوپجي پرڀ راتہ سکه سار،
جئہ ڀاوي تئہ راکہ تون مئہ هر نام آڌار.
[3] من ري ساچي خصم رضاءِ،
[4] جن تن من ساج سيگارتا تس سيتي لو لاءِ.

---

[1]. من کي صرف نام جي ڪمائيءَ سان ئي وس ۾ آڻي سگهجي ٿو، ٻئي ڪنهن اُپاءَ جي وچار ڪرڻ جي بہ ضرورت ناهي.

[2]. سچو سکہ سرت کي شبد سان جوڙڻ مان ملندو آهي. شبد سان جڙي، جيو پرڀوءَ جي رنگ ۾ رڱبو آهي ۽ اهو ئي سکہ جو مول يا سار آهي.

[3]. ان پرڀوءَ جو ڀاڻو يا رضا سچي آهي.

[4]. جنهن مالڪ تن من پيدا ڪري، انکي نام يا شبد سان سينگاريو آهي، ان سان اسين لو لڳايون.

¹تن ٻُمندڙ هومِيئي اڪ رلي ٻرل ڪٽاءِ،
²تن مَن سمڌا جي ڪري اڳن اگن جلاءِ،
³هر نامي تل نه پڄئي جي لک ڪوٽي ڪرم ڪماءِ.
⁴ارڌ سرِءِ ڪٽائيئي سر ڪروت ڌراءِ،
⁵ٽن هممڇل ڳاليئي ٻي من لئي روڳ نه جاءِ.
⁶هر نامي تل نه پڄئي سڀ ڏنئي ٽوڪ وڃاءِ.
⁷ڪنچن ڪي ڪوٽ دس ڪري بهي هئور ڳئور دان،
پرمي دان ڳئوڻا گھٽي ٻي اتر ڳرب ڳمان،
⁸رام نام من ٻيڌتا ڳر ڏيڻا سڀ دان.

---

١. ٻنهي وقت سرِءُ جي هوميءَ کي اگنيءَ ۾ جلائي ڇڏجي.

٢. ٽن من کي هون جي ڪاٺين وانگر روز جلائيندو رهجي.

٣. ڪوٽ ڪرم رام نام جي برابري نه ڪري سگھي، ڀلي ڪٽي لکين ڪروڙين ڪرم ڪجن.

٤. ڪاشيءَ ۾ وڃي سرِءِ کي آريءَ سان ڪٽائجي. پراڻي زماني ۾ ماڻهو ڪاشي بنارس وڃي پاڻ کي ڪروت يا آريءَ سان ڪٽائيندا هئا، جيئن سندن منوڪامنائون پوريون ٿين ۽ کين مڪتي ملي.

٥. همر = برف. سرِءِ کي هماليه جي برف ۾ ڳارجي، ته به من مان هومي يا دويت جو وڪار دور نه ٿيندو.

٦. ڀلي ڪوٽ ڪرم رام نام جي ڪمائيءَ سان مقابلو نه ڪري سگھي. اسان هر ڳالهه کي ڏسي ورتو آهي.

٧. سون جي ٽلعن جو دان ڪجي، هاٿي، گھوڙا، زمين، بيشمار ڳائيون دان ڪجن، ته به من ۾ اهنڪار قائم رهي ٿو.

٨. من جڏهن به وس اچي ٿو ته رام نام سان ئي اچي ٿو ۽ اهو رام نام جو دان ستگروءَ کان ملندو آهي.

[1] مَن ھٺ ٻڌي ڪيتيئا ڪيتي ٻيد ٻيچار،
[2] ڪيتي ٻمڌن جيئه ڪي گرمکه موکه دئار،
[3] سڀه اوري سڀ کو اُپر سچ آچار.
سڀ ڪو اوچا آکيئي نيچ نه ديسي ڪوءِ،
اکئي ڀانڊي ساجيئي اک چانڻ تهه لوءِ،
کرم مليئي سچ پائيئي ڌر ٻخس نه ميٽي ڪوءِ.
سات مليئي ساڌو جنيئي سنتوکه وسي گر ڀاءِ،
[4] اکٿ کٿا ويچارئيئي جي سَتگر ماهه سماءِ،

---

١. ايڪ ٻرڪارن جا ھٺ ڪرم آھن، ايڪ ٽولن جي ٻڌي يا سوچ ويچار؛ ايڪ ٻرڪار جا گرنٿ شاستر آھن.

٢ اھي سڀ ھؤمي پيدا ڪري آتما لاءِ ٻمڌن جو ڪارڻ ٻڻجن ٿا. مڪتيءَ جو دوار صرف گرمکن ڪان ئي ملندو آھي.

٣. ھرهڪ ڪرم شبد يا نام روپي سچ ڪان ھيٺ آھي. سڀ ڪان مٿي يا اوچي، شبد يا نام روپي سچ جي ڪمائي آھي. گروُ صاحب ھن سڄي شبد ۾ شبد يا نام جي اپمن ساڌن سان ڀيٽ ڪري رھيا آھن، سو "سچ" مان سندن مطلب "شبد يا نام" سان آھي. اھيءَ ڀاو جي وياکيا لاءِ ھيءَ اڪ ساھوون رکڻ گھرجي: "رام نام من ٻيڌ ئاُ گر ديئا سچ دان". ڀاڻ اشارو ڪن ٿا ته سچ جو ارٿ نام يا شبد آھي، جنھنجو دان گروءَ کان ئي ملي ٿو. اڳتي ھلي ٻه اشارو ڪن ٿا ته اھو سچ پراپت ڪرڻ اناھي وس ۾ ڪونهي، پرماتما جي ديا مھر سان ملندو آھي.

"ڪرم مليئي سچ پائيئي، ڌر ٻخس نه ميٽي ڪوءِ".

٤. سَتگروءَ ۾ سمائجڻ سان الکه پرماتما جي لکه يا سوجهي پوي ٿي. ھيءُ اشارو سَتگروءَ جي نوري؛ شبد سروپ ڏانهن آھي. جڏھن شش ٻهرئين منڊل ۾ پهچي، سَتگروءَ جي نوري سروپ ۾ لين ٿيندو، تڏھن ئي اڪٿ الکه پرڀوءَ ۾ سمائجڻ جي قابل ٿيندو.

ٻي اميرت سنتوکا ڌرگهه پنڌا جاءِ.
[1] گهٽ گهٽ واڄي ڪنگري اندن سبد سُهاءِ،
[2] ورلي ڪنهن سوجهي پئي گُرمُک من سمجهاءِ،
[3] نانڪ نام نه وسري ڇُوٽي سبد ڪماءِ.
(سري راڳ، م ١-٦٢)

## ٥. مل ور ناري منگل گائيا

جڏهن جيوآتما روپي استريءَ جو پرماتما روپي سچو پيارو پتي گهر لٿو اچي، انهيءَ جي زندگيءَ روپي رات اوجاڳي ۽ ڏکن ۾ وهامي ٿي. جي پريتم گهر اچي ٿو ته ان سان گڏ رات سکن ۾ گذري وڃي ٿي. جڏهن استريءَ سڀ هار سينگار ڪيا آهن، پر سندس پتي ساڻس گڏ ڪونهي ته اهي سينگار ڪنهن به ڪم جا ڪونهن. جڏهن جيءَ کي سنسار جا سڀ سک پراپت آهن، پر هوءَ پرماتما کان ڌار آهي، اهو ڪڏهن به سچي سک جو ساهه کڻي نه سگهندو ۽ اُن جي من ۾ ڪڏهن به شانتي اچي نه سگهندي. اندر ۾ ان جي پنجن ئي وشيه وڪارن جي لڙائيءَ مان ڪڏهن به سچو سک ملي نٿو سگهي، ڇاڪاڻ ته اهي سڀ ناسونت، عارضي

---

١. شبد يا نام جي ڪنگريءَ جو آواز جڏهن سان من کي جرڙيل آهي، سو هر هڪ جي اندر رات ڏينهن قدرتي طور وڄي رهيو آهي.

٢. انهيءَ شبد يا نام جي ڪنگريءَ جي آواز جي سوجهي معنيٰ سچ جي سوجهي انهن ورلن جيون کي پوندي آهي جي گروءَ جي مت تي هلي من کي وس ۾ ڪندا آهن.

٣. نام کي ڪڏهن به وسارڻ نه گهرجي، ڇاڪاڻ ته من مايا، آواگون، هؤمي ۽ اگيانتا وغيره جي بندن کان تڏهن ڇٽندو، جڏهن ستگروءَ جي انڀيل شبد، نام يا سچ جي ڪمائي ڪبي.

۽ بي بقا آهن ۽ انهن جي لهه اندر ۾ ڀا ڏک اڪل آهي سچو ۽ دائمي سک صرف اڄر امر ۽ آنند سروپ پرماتما روپي اٽل سهاڳ جي ميلاپ سان ئي ملي سگهي ٿو.

١ مدن راڻا ڍهلڙيا جيئه نيڻ نه آوي،
٢ سا ڏن ڍليئا جيئه پر ڪيو هاوي.
٣ ڏن ٿيئي ڍبل ڪنت هاوي ڪيئو ليٽي ڍڪئي،
٤ سيگار مٺ رس ڀوگ ڀوڃن سڀ جهوٺ ڪٿي نه ليکئي.
٥ مئه مت جوبن گرب گالي ڍڌا ٿٽي نه آولي،
٦ نانڪ سا ڏن ملي ملائي ٻن پر نيڻ نه آولي.

---

١. پتي ء پرماتما کان وڇڙيل استريء جي جيون روپي رات ڏکي گذرندي آهي.

٢. هوء پريتم جي وڇوڙي جي ڏک ۾ مرجهائجي ويندي آهي.

٣. وڇوڙي جي ڏک ۾ ڪومايل ڪمزور ٿيل استريء کي اهولي اڪو ۽ انتظار هوندو آهي ته ڪڏهن پنهنجي پريتم کي اکين سان ڏسندي.

٤. الڪي سينگار ۽ مٺا سوادي ڀوڃن سڀ ڦڪا لڳندا آهن. اهي سڀ هنجي ڪنهن به ڪم جا نه هوندا آهن.

٥. هن جي مدمست جواني (زندگي) اهنڪار سبب ولٽرت گذري وڃي ٿي. جهڙي طرح ڏڌل ڪير ٿڻن ۾ واپس ڪو وڃي سگهي، اهڙي طرح منش جنم روپي جوڀن واپس لئو اچي ۽ پرڀو پراپتيء جو موقعو هٿ مان نڪري وڃي ٿو.

٦. جيوآتما روپي استري پرماتما روپي پتيء سان تڏهن ئي ملي سگهي ٿي، جڏهن هوء پاڻ ڪمس پاڻ سان ملائڻ چاهي ٿو.

¹منڊ لمالڙيتا جيئن ٻن ڏاڍي ٻڌاري،
ڪٿ سڪ ٻاوڻگي ٻن آر ڏاري.
ناهه ٻن گهر واس ناهي ٻڇهہ سکي سهيليتا،
²ٻن نام پريت پيار ناهي وسهہ ساچ سهيليتا.
سچ من سچن سنتوک ميلا گرمتي سهہ جاڻتا،
نانڪ نام نہ ڇوڊيءِ ساڌن نام سهج سماڻتا.
مل سکي سهيلڙيهو هم ٻر راوڻها،
گر پڇ لکنگي جيئن سبد سديها.
سبد ساچا گر دکائتا مدمکي پڇتاڻيتا،
³نکس جا نٿ رهيو استر جام سچ پڇاڻتا.
⁴ساچ کي مت سدا اوتن سبد ليهہ نويلڙو،
نانڪ ندري سهج ساچا ملٿ سکي سهيلڙو.
مهري اڄ ٻسي جيٿ هم گهر ساجن آئتا،
⁵مل ور ناري منگل گائتا.
⁶گڻ گاءِ منگل پريم رهسي منڊ من اوماهتو،

---

١. هوءَ ٻياري ڪنت بنا نماڻي ويڳاڻي آهي.
٢. سڀني سهيلين کان پڇي ڏسو تہ پتيءَ کانسواءِ گهر ۾
رهڻ سڪ ٻرابو لتو ٿي سگهي.
٣. گهڙي گهڙي ٻاهر نکري وڃڻ من ڏڍهن استر ٿي
ويو، جڏهن پريوءَ روپي سچ جي سوجهي ٿي.
٤. سچ جي سوجهي ٿيڻ سان آتما سدا لاءِ نئين نويلي
۽ سندر ٿي وئي. شبد سان پيار لڳائڻ ڪري آتما
سدائين لاءِ جوان ۽ سندر رهندي آهي.
٥. پنهنجي ور يعني پتار سان ملي، ناريءَ منگل معني
خوشيءَ جا گيت ڳايا. مطلب تہ اندر اهو انهد شبد ٻڌڻ ۾
آيو.
٦. پريتم جي گڻن ۽ پريم جا گيت ڳائڻ سان پريمڻ جو
من آنند ۽ خوشيءَ سان ڀرجي ويو.

۱ساڄن رهندي ڏسڻ وڻائي ساڄ جپ سچ لاهڻو.
۲ڪرجوڙ ساڌن ڪري ٻنتي رنگ ڏن رس پيئندا،
۳نانڪ پرڏن ڪرهه رليا اڄ ميري پيئندا.
(گئوڙي، م ۱ - ۲۴۲)

## ۶. مڌ جوبن ٻالڙپڻي

جڏهن جيو آتما روپي استريءَ کي پرماتما روپي پتيءَ لاءِ نهايت سچو ۽ گهرو پريم آهي، انهيءَ پتيءَ سان ضرور ميلاپ ٿئي ٿو. اهو پتي آنند جو ڀنڊار آهي، ديا ۽ پريم جي مورتي آهي ۽ نهايت نرمل ۽ سندر آهي. جڏهن جيو آتما هن سان سچو پريم ڪري ٿي ته سندس من، تن، ٻڌي وغيره به سڀ نرمل ٿي وڃن ٿا. جيڪا آتما شبد سان جڙي وڃي ٿي، اها پرماتما جو بيحد گهڻو راضپو ۽ خوشي پراپت ڪري ٿي، ڇاڪاڻ ته شبد ئي پرڀوءَ جو نج روپ، اصلي روپ آهي. پرڀوءَ روپي پريتم کي ڏسڻ سان ئي آتما روپي استري سچي آنند ملڻ سبب نڙي پوي ٿي ۽ سندس خوشيءَ جي ڪا حد نٿي رهي. هر پدارٿ ۾ پنهنجي سروپ، پنهنجي مول سان موٽي ملڻ جي قدرتي ڇڪ هوندي آهي ۽ ساڳي طرح آتما ۾ به پرماتما سان ملڻ جي اها هڪ قدرتي ڪشش ۽ تڙپ آهي، پر هؤمه ڪرمن جي بوج سبب دٻيل آهي. انهيءَ بوج مان آزاد ٿيندي ئي

---

۱. اهو ساڄن راضي ٿي ويو ۽ دشمن ڏکي ٿيا. اُن سچ جي شبد جو جاپ ڪري سچو سک پراپت ڪيم.

۲. اها استري هٿ جوڙي وينتي ٿي ڪري ته مونکي ڏينهن رات اهڙي پريتم جي پيار جي رس ۾ مست رهڻ ڏيو.

۳. منهنجون سڀ اڇالون پوريون ٿيون آهن. منهنجو پنهنجي پرينءَ سان ميلاپ ٿي ويو آهي ۽ مان انهيءَ سان رنگ رليون ماڻي رهي آهيان.

آلما هكدم الهيء پنهنجي مؤل، پنهنجي پندار ۾ وڃي ملندي آهي. ان ميلاپ سان هن كي الوكو آنند پراپت ٿيندو آهي.

منڌ جوبن بالڙيئي ميرا پِر رليئالا رام،
ڌن پِر نيهه گهڻا رس پريت دئيالا رام.
ڌن پِرهه ميلا هوء سئامي آپ پرڀ كرپا كري،
سيجا سهاوي سنگ پر كي ساچ سر امرت ڀري.
كر دئيا مئيا دئيال ساچي سبد مل گڻ گاونو،
نانكا هر ور ڏيكه بكسي منڌ من اوما هتو.
منڌ سهج سلونڙيئي اك پريم پنتي رام،
مٺ من تن هر پاوي پرڀ سنگم راتي رام.
پرڀ پريم راتي هر پنتي نام هر كي سكه وسيي،
تئه گڻ پڇاڻهه تا پرڀ جاڻهه گڻهه وس اوگڻ نسيي.
تڌ باجهه اك تل رهه نه ساكا كهڻ سڻ نه ڌيجئي،
نانكا پريه پريه كر پكاري رسن رس من ڀيجئي.
سكيهو سهيلڙيهو ميرا پِر وڻجارا رام،
هر نامو وڻجڙنا رس مول اپارا رام.
مول امولو سچ گهر ڍولو پرڀ پاوي تا منڌ پلي،
اك سنگ هر كي كره رليئا هئ پكاري در كلي.
كرڻ كارڻ سمرٿ سريڌر آپ كارج سارئي،
نانك ندري ڌن سوهاگڻ سبد اڀ ساڌارئي.
هم گهر ساچا سوهلڙا پرڀ آئڙي ميتا رام،
راوي رنگ راتڙيا من ليئڙا ديتا رام.
آپڻا من ديئا هر ور ليئا جئه پاوي تئه راولي،
تن من پر آگئي سبد سڀاگئي گهر امرت ڦل پاولي.
بڌ پاٺ نه پائيئي بهه چتراڻيئي ڀاء مليئي من ڀاڻي،
نانك ناكر ميت هماري هم ناهي لوكاڻي.
(آسا، م ١ - ۴۳۵-۴۳۶)

## ٧٠. پيئڙي ساوڻ آئيا

ساوڻ جو سندر ۽ وڻندڙ مهينو اچي ويو آهي. ساوڻ
جا ڪارا ڪڪر ۽ ڪنوڻ، ڇم ڇم ڪندڙ ڦڙي ۽ نچندڙ
مور، اهي سڀ بهار کي گهرو ۽ دلڪش بڻائڻ جا وسيلا
آهن. گرو صاحب ساوڻ جي مهني جي مٺاس جمر سان
ڀيٽ ڪن ٿا. جيئن ساوڻ جي برسات جي موسم ۾ پتيءَ
کان وڇڙيل، برهه جي ماريل استري وياڪل ٿيندي
آهي، تيئن جيڪو مٺاس جمر ٻاڻي ان پياري پريتم پرماتما
سان ميلاپ نٿو ڪري، اُنهيءَ جو جمر دکن ۾ ئي وهامي
ٿو وڃي. ڀلي ڪٽي هنڪي سنسار جا سڀ سک ملي وڃن،
پر نه ته هنڪي پنهنجي اندر ڪا ڪمي، اوڻائي ۽ اڪيلائيءَ
جو احساس رهي ٿو. اندران جا پوڙهي ۽ سنساري سک ڪڏهن
به ان اوڻهي خال يا ڪميءَ کي پوري نٿا سگهن.

شبد جي ٻئي حصي ۾ گرو صاحب اُن استريءَ جو مثال
ڏين ٿا، جنهن کي سهڻي ۾ پريتم جو درشن ٿئي ٿو، پر
جاڳڻ تي هنجي وڇوڙي جي پيڙا وڌيڪ گهري ٿئي ٿي.
اهڙيءَ طرح جنهن پرامڀيءَ کي اندر اُن پريتم جي هلڪي
جهلڪ ڏيکاري ڏيئي الوپ ٿي وڃي ٿي، اُن لاءِ جيڻ نه
مؤت جو سامان تيار ٿي وڃي ٿو. جنهن ڪڏهن ميلاپ جو
سک ماڻيو ئي ڪونهي، اُنهيءَ جي ڳالهه ئي ٻي آهي. پر
جنهنکي ميلاپ جو ٿورو به رس يا آنند حاصل ٿئي ٿو،
اُنهيءَ جي تڙپ بيان کان ٻاهر آهي. بنا دائمي ۽ پڪي
ميلاپ جي، هن کي ڪڏهن به چين آرام، سک سنتوک نه
ايندو.

شبد جي آخر ۾ گرو صاحب جن ستگروءَ جي مهما ڪندي
فرمائين ٿا ته مان پريتم جو سنيهو آڻيندڙ ۽ اُنهيءَ سان
ميلاپ جي راهه ٻڌائيندڙ ستگروءَ تان قربان وڃان ٿو. مان

ڪيس پنهنجو سيس پيرن ڌرڻ لاءِ تيار آهيان ۽ مان ٻيا سيس جي ٻه سندس شيوا ڪندس. مطلب ته پنهنجي هؤمي کي پوري طرح ليائي، ان ستگروءَ جو حڪم مڃڻ لاءِ تيار آهيان. اِئين فرمائين ٿا ته جڏهن آتما جو پتي دور هليو ويو هجي، جڏهن ڪي وڇوڙي جو روڳ لڳي وڃي، اها ته برهه جي پيڙا ۾ ئي مري وڃي ٿي.

[1] موري رڻ جهڻ لاٿا پپيهي ساوڻ آئتا،
[2] ليري مند ڪناري جهوڏا ان لوپي لوپ ليائتا.
[3] ليري درسن وڻهه ڪديڻي وڃا تيري نام وڻهه قربانو،
جا لو ناماءِ ماڻ ڪيٽا هم لڌ بن ڪيها ميرا ماڻو.
[4] چوُڙا پڌن پلنگهه سڄ منڌي سڻ باهي سڻ باها،
[5] اٿي وياس ڪريدئي منڌي سهه رالو آوراها.
[6] نا منيتار نہ چوڙيتا نا سي ولگڙيتاها،

---

١. مور ساوڻ جي اچڻ جون خوشيون ملهائي رهيا آهن.

٢. هي پريتم، تنهنجي ترڇي نظرن جي تيرن مونکي ٻوڙيءَ وانگر ٻڌي رکيو آهي. انهي ڪشش ۾ لوپي من انهن کي ئي چاهي ٿو. جهوڏا = جهوڙا = رسيءَ ۾ ٻڌڻ وارئون نظرون.

٣. مان تنهنجي درشن تان قربان ٿيڻ لاءِ تيار آهيان. تنهنجي نام تان ٻلهار وڃان ٿي.

٤. پنهنجا چوُڙا ٻانهن سميت ۽ پلنگ چوڪاٺ سميت ٻاري ڇڏ. مطلب ته پتيءَ بنا سهاڳ جون نشانيون چوُڙا ۽ سندر سيج بيڪار آهن.

٥. تون اترا هار سينگار ڪرين ٿي، پر ته به تنهنجو پتي ٻئين سان سڪ مائي رهيو آهي.

٦. تو وٽ نه گروءَ روپي ڇوڙيڪر آهي، نه پڳيءَ روپي چوڙيون ۽ نه پرام روپي ولڳڙيون ئي ٿا چلا، جن سان پتي پرسن ٿئي.

### ٨. جيهه ورت هڪ آپڻا

منش پاڻ سان پريل آهي. هڪڙي سدائين اهو ڏپ لڳو رهي ٿو ته متان ناهي ته الائي ڪهڙا دک يا سزائون ڀوڳڻيون پونديون. پر اهو پرماتما پرم دئيال ۽ بخشند آهي. جيڪڏهن منش اُن مان سان ڪيس پيار ڪري ۽ سچيءَ دل سان سندس سيوا ڪري ته انت سمي اهو ڪرپا نڌان ضرور انهيءَ منش جو مددگار ٿيندو.

پاڻي منش پرارٿنا ڪري ٿو ته هي پڀو، توهان موکي پنهنجي نام جو سمرڻ ڏيو، جنهن مان انهيءَ نام روپي جهاز ۾ چڙهي، ڀوساگر کان پار ٿي وڃان. هي پڀو! توهان ئي هڪڙو سچو ڏاتي آهيو، توهان ئي نماڻن جو مان ۽ بي آسرن جو آسرو آهيو.

گرو صاحب ارداس ڪن ٿا ته هي پڀو! مون تي اهڙي مهر ڪر، جنهن مان تنهنجي نام جي ڪمائيءَ ۾ سدا لام لڳو رهان. مان لوڪ لاج ڇڏي بيپرواهه ٿي، تنهنجي سيوا ڪرڻ چاهيان ٿو. مان تنهنجو غلام آهيان ۽ توتان قربان وڃان ٿو.

جيهه ڊرت هڪ آپڻا ڪئه سڪ ڪري پڪار،
دوکه وسارڻ سيوتا سدا سدا داتار،
صاحب ميرا ايڪ توا سدا سدا داتار.
الذين صاحب سمهيم الڪ چداڻي سوءِ،
سڀ سڀ ميري ڪامڻي پيار آتارا هوءِ.
دلتال ليري نام ميرا سد قرباڻي جاءِ،
سرين ساچا ايڪ هڪ دوجا ناهي ڪوءِ،
تاکي سيوا سو ڪري جا ڪئه ندر ڪريءِ.
تذ باجهه پياري ڪيو رها،

سا وڏڀاڳڻي ڏيهہ جت نام نمري لاڳ رهاءِ،
تو جا ناهي ڪوءِ جس آڳي ٻڌاري جاءِ ڪهاءِ.
سيوڙي صاحب آپڻا اور نہ جاچڻ ڪوءِ
نانڪ تا ڪا داس هڻ ٻڌ ٻڌ ڇڪہ ڇڪہ هوءِ.
(ڌناسري، م ١-٦٦٠)

## ٩. ڪچجي

هيءُ شبد نمرتا ۽ ٻرارٿنا جو ڀاو ظاهر ڪري ٿو. ڪچجي (گنوار) جيو آتما چوي ٿي تہ مون ۾ ڪوبہ گڻ، لائقي يا ڍنگ ڪونهي، مان اوگڻن سان ڀريل آهيان. مان پنهنجي پتيءَ جو سنگ ڪيئن پراپت ڪري سگهندس؟ مون کان گهڻيون وڌيڪ سگهڙ، سندر، سلڇڻيون ۽ لائق استريون آن پرئتم جي پٺيان لڳيون پيون آهن. اهڙيءَ حالت ۾ مان تنهن نمائي، ڪهڙي باغ جي موري آهيان؟

ڪچجيءَ جي اهڙي حالت آهي، جو اها ڌن دولت، سون چانديءَ ۽ سنساري پدارٿن پٺيان ڊوڙندي رهي ٿي. هوءَ دانا کي ڀلائي، انهي نعمتن (پدارٿن) جي موهہ ۾ ڦاٿل رهي ٿي. ڀلاپي ۾ متو اچو ٿئي ٿو تہ جيو آتما روحي استريءَ کي پرلوڪ روحي ساهرن مان سڏ اچي ٿو.

گرو صاحب شبد جي آخر ۾ ارداس ڪن ٿا تہ هي منهنجا پرئتم، جنهن طرح تو ٻين سهاڳڻين لاءِ دايا مهر ڪئي آهي، تنهن مون لاءِ بہ مهر مهيا ڪري مونکي بہ درشن ڏيئي پاڻ سان ملائي ڇڏ.

[1]مڌيج ڪچجي الماوڻ دوسڙي هؤ ڪنہ سهہ راوڻ جاءِ جيئہ،

---

١. مان ڪچجي، ٻي ڍنگي آهيان. منهنجا ڏوهہ بيشمار آهن. مان پنهنجي ڀتار جو ميلاپ ڪيئن ٿي ماڻي سگهان. مڌيج = مان. دوسڙي = ڏوهہ. الماوڻ = سمائجي نٿا سگهن. ڪنہ سهہ راوڻ جاءِ = مان پرئتم سان ڪيئن ملان.

[1] اڪ ڏو اڪ چڙ لڏيتا ڪؤنڌ جاٽپي ميرا ٿاءِ جيئه .
[2] جهڙي سڪي سڄ راوڻا سي انهي ڇاوڙ ڇانئيءَ جيئه ،
[3] سي گڏ مڏج نه آولي هيءَ ڪيءَ جي ڏوس ڏرڻ جيئه .
[4] ڪيئا گڏ ٿيري وترا هيءَ ڪيئا ڪيئا گهڻا ٿيرا ٿاءِ جيئه ،
[5] اڪت ٽول نه البڙا هيءَ صد قرباٽي ٿيري جاءِ جيئه .
[6] سنڌا رپا رنگلا مولي ٿپي ماڪ جيئه ،
سي وستو سڄ ڏليتا مٺ لڌه سڄ لالٽا چت جيئه .
[7] مدر مٽي سنڌڙي پتر ڪيتي راس جيئه ،
[8] هيءَ ايهي ٽولي پليٽس ٿس ڪنت نه ٻٽني پاس جيئه .

---

١. ان مالڪ جون اينڪ، هڪ ٻئي کان وڌيڪ ڏاسيون آهن. مون لڪوءَ کي آئي ڪير چاٽيندو يا سڃاڻيندو؟

٢. جهڙي سڪيون پريتم سان ملي چڪيون آهن، اهي انهن جي وٽن جي چاٽو ۽ آنند ماڻين ٿيون معنٰي سچو سک پوکين ٿيون.

٣. مون ۾ انهن جهڙا گڏ ڪوئه آهن. مان ڪنهن کي ڏوهه ڏيان.

٤. مان ڪهڙي ڪهڙن گڻن جو ورڻن ڪريان؟ معنٰي ڪهڙا گڏ انيڪ آهن. پيو نه مان ڪهڙو ڪهڙو نام وٺان؟

٥. مان ڪهڙي هڪڙي گڏ يا خوبيءَ ٿاڻين نه پهچي اٽي سگهان. مان نه لو مٿان سؤ وار قربان وڃان ٿي.
البڙا = پهچي سگهڻ.

٦. مولڪي مڪهڙي پريتم سون چالڊي، سهڻا ماڻڪ مولي ڏنا، پر مان اُنهيءَ داتا کي وساري سنڌس ڏنل پدارٿن جي پيار ۾ اُلجهي وئي آهيان.

٧. مون نه مٽيءَ جي سرير روپي محل کي پترن يعني هيرن جواهرن سان سينگاريو آهي.

٨. مان انهن پدارٿن کي گڏ ڪري ۾ پڪي پريتم کي پلائي وينس ۽ انهي پاسي ۾ نه وينس.

[1]اُڀرِ ڪونجا ڪرِ لِڱڙا ٻڪ ٻَڌنِي آهه جِنِ،
[2]سا ڏِنِ چِلي سا هَرِيءَ ڪِتا مهه ڏيهي اڱيءَ جاءِ جِنِ.
[3]سَتي سَتي جهال لڳا پَلي واڻُ ٻَڌاس جِنِ،
[4]لِيءَ سهه نالهه مَتَيَڻِس ڏُکا ڪَوُن ڏرِيئاس جِنِ.
تَنِ ڳُڻ مَنَ سَڀ اوڳڻا اڪ نانڪ ڪي ارداس جِنِ،
سڀ راتي سوهاڳڻي مَنِ ڏوهاڳڻِ ڪائي رات جِنِ.

(سُوُهي، م ١-٧٦٢)

## ١٠. سچجي (سگهڙ)

ڪچجي يا ڦهلي استريءَ جي اُبتڙ، هن شبد ۾ سچجي يا سگهڙ استريءَ جي گُڻن جو ورڻن ڪيل آهي. سچجي اُها آهي، جا پنهنجي پريتم جي پياري آهي، اُنجي حڪم ۾ رهي ٿي ۽ شبد جي ڪمائي ڪري ٿي.

پريو جنهن جهو سان الڳ سنڱ آهي، اُنجي اندر ۽ ٻاهر شانتي ٿي شانتي نظر اچي ٿي، اُهو مالڪ جي شرن ولي ٿو ۽ اُنين سمجهي ٿو ته جيڪي ڪجهه بس تي رهيو آهي، اُهو سندس حڪم يا ڀاڻي انوسار ٿي رهيو آهي.

---

١. سر لي مؤت روپي ڪونجون پوليون پولي رهيون آهن ۽ وار پکهن وانگر سفيد ٿي ويا آهن.

٢. استريءَ جو پرلوڪ روپي ساهرن ۾ وڃڻ جو وقت اچي ويو آهي. هاڻي اُلي هؤءَ ڪهڙو منهن کڻي ويندي. مطلب ته اُنکي شرمسار ٿيڻو پوندو.

٣. سمهي پئي (اڳيانتا) ۾ لي اُنجي جيون روپي رات گذري وئي، هتان وڃڻ جو سمو، صبح اچي ويو ۽ هوءَ زندگيءَ جي اصلي راهه کان گمراهه ٿي وئي.

٤. مان پريتم کان وڇڙي وئس ۽ ڏک ڪنا ڪندي رهيس.

انهيءَ ڪري هوُ هر حال ۾ سندس رضا ۾ راضي رهي ٿو،
چاهي هوُ بادشاهي اوُج بخشي، چاهي بيڪاريءَ وانگر بيک
گهرائي. جيڪڏهن ڀريوءَ جي موُج ٿئي ٿي ته هوُ ديال ءِ
سندر نظر اچي ٿو ءِ جي سندس موُج ٻي طرح جي هجي
ته هوُ پيارڪ محسوس ٿئي ٿو. اهڙي قسم جو ڀاو اڇو ۽
مالڪ جي موُج ءِ مرضيءَ تي منحصر رهي ٿو. ڪوئي به
ان پرماتما جو انت پائي نٿو سگهي. سندس پاڻي الوسار
زمين اندر سمنڊ وهي پون ٿا ءِ آڪاش ۾ ڪنول ٽڙي پون
ٿا ءِ ڦلن ڦولن ٿا. سندس پاڻي يا موُج سان ئي پوجل ٿري
وڃبو.

سچي پرارٿنا ڪري ٿي ته هي پريو، مان توڪان چا
گهران. مونکي نه تنهنجي درشن جي پياس آهي. مون
تنهنجي شرڻ ورتي آهي. مونکي نه ستگروءَ جي شبد
جي ذات بخشيو، چاڪاڻ ته شبد دوارا ئي تنهنجو ميلاپ
ٿي سگهندو.

جا تو تا مڻ سڀ ڪر تو صاحب ميري راس جيءُ،
تڏ انتر هڻ سڪ وسا تون انتر ساباس جيءُ.
ڀاڻيءِ تخت وڊائيا ڀاڻي ڀيک اداس جيءُ،
[1] ڀاڻيءِ ٿل سر سر وهيءِ ڪمل ڦليءِ آڪاس جيءُ.
ڀاڻيءِ پوجل لنگهيئيءِ ڀاڻي مڃهه پرڻاس جيءُ،
[2] ڀاڻيءِ سر سهه رنگلا صفت رتا گڻ تاس جيءُ.

---

1. تنهنجي مرضي هجي ته ريگستان ۾ نديون وهڻ لڳن.
تنهنجي موُج هجي ته آڪاش ۾ ڪنول گل ٽڙي پون.

2. پنهنجي موُج سان ئي تون سهڻو من موهڻو لڳين ٿو
۽ پنهنجي موُج سان ئي تون منش لاءِ پيارڪ ۽ جنم مرڻ
جي دکن جو ڪارڻ بڻجين ٿو.

ٻاڻيءَ سهه ٻڀهاولا هڻ، آوڻ جاڻ مٺاس جيئن،
تر سهه اگر الولا هڻ، کهه ڏهه ڀڀاس جيئن.
ڪٽا ماڳه کهاکهه سٺي مڻ، درسن ٻوکه پٽاس جيئن،
گر سبدي سهه پاٽا سچ لاڪ ڪي ارداس جيئن.
(سوهي، م ١-٧٦٢)

## ١١. سوني رئڻ وهاڻي

هن پرم جي ڀاو سان ڀرپور شبد ۾، آتما جي استريءَ سان، پرماتما جي پتيءَ سان ۽ زندگيءَ جي رات سان مشابهت ڪئي وئي آهي. هيءَ جيون روپي رات الهيءَ لاءِ ملي آهي ته سهاڳڻ آتما پنهنجي پريتم جو سنگ ساٿ ماڻي ۽ اُن سان پرم جي بازي کيلي سگهي. پر مورک استري هيءَ موقعو سنسار جي وڏرت ڏلڻ ۾ گنوائي ڇڏيو ۽ اُن پريتم سان ميلاپ جي انوکي آنند جو رس وٺڻ بجاءِ، پنهنجو وقت پاڻ جي گنڍڙي ٻڌڻ ۾ لڳائي ڇڏيو. ستگرو دَيا مهر ڪري، وچ وارو بڻجي، سندس وڇڙيل پريتم سان ميلاپ ڪرائڻ چاهي ٿو، پر هوءَ جوڀن جي اهنڪار ۾ مست، ستگروءَ جي گيان ڀريل وچن ڏي ڌيان نٿي ڏئي. جڏهن زندگيءَ روپي رات پوري ٿيڻ تي اچي ٿي ته هن کي پنهنجي مورکتا جو احساس ٿئي ٿو ۽ هوءَ ستگروءَ اڳيان ارداس ڪري ٿي. ستگرو دَيا مهر ڪري ڪيئن سندس پياري پتي سان ملائي ٿو، جنهن مان انوکي امر آنند جي پراپتي ٿئي ٿي.

پر[1] جوڀن مٽ ممت پيئڙيءِ گهر پاهڻي ٻلرام جيئن،

---

١. ڀريل جوانيءَ جي نشي ۾ مست (اهنڪار ۾ ٻي سُڌ) آهيان ۽ معلوم خبر ناهي ته مان هت پيڪن (سنسار) ۾ مهمان آهيان ۽ هڪ ڏينهن ساهري (پرلوڪ) وڃڻو پوندو. بلرام جيئن = مان پرڀوءَ کان ٻاهر وڃان ٿي.

١ مٺـلـي اوڳـڻ چت ۾ گرڳڻ نه سماولي ٻلرام جيئه.
٢ ڳڻ سار نه جاڻي ڀرم ڀلاڻي جوبن باد گوائنا،
ور گهر در درسن نهي جاتا ٻر ڪا سهج نه پائنا.
ستگر پوڇ نه مارگ چالي سوئي رڻ وهاڻي،
٣ نانڪ بالتڻ رانڊيا ٻن ٻر ڌن ڪملاڻي.
بابا مڻ ور ڊيهه مڻ هر ور پاوي تس ڪي ٻلرام جيئه،
٤ رو رهتا جڳ چار ٽرڀوڻ باڻي جس ڪي ٻلرام جيئه.
٥ ٽرڀوڻ ڪمت روپ سوهاڳڻ اوڳڻوليتي دوري،
٦ جئسي آسا لئمي منسا پور رهئا ڀرپوري.
هر ڪي نار سه سرب سهاڳڻ رانڊ نه منڍي وسي،
نانڪ مڻ ور ساچا پاوي جڳ جڳ پريتم لئسي.
٧ بابا لگن ڳڻاءِ هنڍي وچان ساهري ٻلرام جيئه،

---

١. مان اوڳڻن سان ڀرجي مُري ٿي چڪي آهيان، گروءَ ٻدا منهنجي چت ۾ ڳڻ نٿا اچي سگهن.

٢. مون ڳڻن ڌاڻهن کوهه ڌيان نه ڏنئي، وهمن ڀرمن ۾ پنهنجي زندگيءَ روپي جواڻي اجائي وڃائي.

٣. جهڙي طرح ٻالپڻ ۾ وڌوا ڪنيا، جوان هوندي به هميشه مرجهايل ۽ اداس رهندي آهي، اهڙي طرح پرڀوءَ روپي پريتم کانسواءِ آتما روپي استري هميشه مرجهايل ۽ اداس رهي ٿي.

٤. پرڀو چئني جڳن ۾ ۽ ٽنهي لوڪن ۾ ٻاڻي يا شبد روپ ۾ وياپڪ آهي.

٥. اهو پرڀو سهاڳڻين، ڳڻن وارين (گرمکن) وٽ رهندو آهي. ۽ مون جهڙي اوڳڻن سان ڀريل کان دور رهي ٿو.

٦. سهاڳڻين جي هردي ۾ جيڪا به ڪامنا هوندي آهي، سا اهو سرو وياپڪ پرڀو پوري ڪندو آهي.

٧. هي پتا (ستگرو)، منهنجي شاديءَ جي لگن ڪيائو، جيئن مان به ساهري، پنهنجي پتي پرڀوءَ وٽ وڃان.

ساهه حڪم رضاء سو نه ٽليو جو پرڀ ڪري ٻرام جيئه.
¹ڪرت پٽتا ڪرليو ڪر پاٽٽا ميٽ نه سڪيو ڪوئي،
²جاچي ناءُ نرهه نهه ڪبول رو رهنتا نه لوئي.
³ماءُ نراسي روءِ وچيو ٻاليو هيٽي،
نانڪ ساچ سبد سڪهه مهليو گر چرٽي پرڀ چيٽي.
⁴ٻابل دلڙي دور نه آويو گهر پيئڙيو بلرام جيئه.
⁵رهسي ويکه حدور پر راوئي گهر سوهنيو بلرام جيئه.
ساچي پر لوڙي پرٽم جوڙي مت پوري پر ڌاني،
سنجوگي ميلا ٿان سهيلا گٽونتي گر گياني.
ست سنتوکه سدا سچ پليو سچ بوليو پر پاني،
نانڪ وڇڙ نا دکهه پائي گرمت انڪ سماني.
(سوڙهي م ١ - ٧٦٣ - ٧٦٤)

---

١. جيڪو ڪرمن جو ليکه ڪرتار لکيو آهي، انکي ڪو به ميٽي نٿو سگهي.

٢. براس يا چج جو اڳوان، مڪهنجو گهومت نرليپ آهي، سڀني ٻنڌن کان پري، ۽ او ۽ پوري طرح مڪت آهي؛ تنهي لوڪن ۾ وياپڪ آهي.

٣. گهومت ۽ ڪنوار جي ميلاپ لي مايا روپي ماءُ روئي ٿي، جاڪاڻ ته ڪنوار روپي جيو آتما، مايا جي دهس مان نڪري وڃي رهي آهي.

٤. مهنجي پتا (ستگروءَ) مهنجو سنبنڌ اهڙي دور ديش (پرڀوءَ جي ڌام) ۾ ڪيو آهي، جو مونکي واپس پيڪي گهر (سنسار) ۾ اچڻو نه پوندو يعني جنم مرڻ ۾ اچڻو نه پوندو.

٥. پرڀوءَ روپي پرٽم کي سامهون ڏسي نهايت خوش ٿي، پرٽم ڪيس قبول ڪيو ۽ هاڻي هوءَ پرڀوءَ جي گهر ۾ سونهيا پائي ٿي.

## ١٠٢. پريم جا سلوڪ

هتي ”سوهي راڳ جي وار“ مان ۽ وارن کان وڌيڪ سلوڪن مان، پريم جي وشيه سان سمبنڌ رکندڙ گرو صاحب جن جا ڪجهه سلوڪ ڏنا ويا آهن. انهن ۾ پريم جا الڳ الڳ ڀاو پرگهٽ ڪيل آهن. انهن ۾ برهه جي تڙپ، ميلاپ جي گهڙي چاهڻ، پريتم جي بيپرواهيءَ تي نراشا ۽ اداسي ۽ ميلاپ جي پورڻ آنند جا ڀاو ملن ٿا. وارن کان وڌيڪ ورتل سلوڪن ۾ گرو صاحب انهيءَ حقيقت کي پرگهٽ ڪن ٿا ته ايشور روپي پريتم صرف پريم دوارا ئي ملي ٿو ۽ اها ڳالهه چڱيءَ طرح سمجهائين ٿا ته پريو جڏهن به ملندو ته پنهنجي اندر ئي ملندو ۽ ٻاهران مندر، مسجد، گرجا گهر ۽ ٺاڪر دواري وغيره مان ڪڏهن به ڪونه ملندو.

اِڪو ڪنت سبائيا جيتي در کڙياهه،
نانڪ ڪنتي رتيا پوڇهه باتڙياهه.
سڀي ڪنتي رتيا مين دوهاڳڻ ڪت،
مين تن اوگڻ ايتڙي خصم نه ڦيري چت.
هؤن بلهاري تنهه ڪئين صفت جنا دي وات،
سڀ راتي سوهاڳڻي اڪ مين دوهاڳڻ رات.
جني نه پائيو پريم رس ڪنت نه پائيو ساءُ،
سڃي گهر ڪا پاهڻا جيئن آئيا تيئن جاءُ.

(وار سوهي، م ١-٧٩٠)

تن نه تپاءِ تنور جيئن بالڻ هڏ نه بال،
سر پيري ڪيا ڦيڙيا اندر پِري سمهال.
سڀني گهٽي سهه وسي سهه بن گهٽ نه ڪوءِ،
نانڪ تي سوهاڳڻي جنها گرمک پرگٽ هوءِ.
جؤ تؤ پريم کيلڻ ڪا چاءُ سر ڌر تلي گلي ميري آءُ،
اِت مارگ پير ڌريجي سر ديجي ڪاڻ نه ڪيجي.

(سلوڪ وار کان وڌيڪ، م ١-١٤١١-١٤١٢)

### ٣١. لاج مرنتي مرگئي

”دکٽي اونڪار“ مان ورتل هن شبد ۾ اُن پريمي جي من جي حالت چٽيل آهي، جا پريو پريم ۾ لين ٿي، هر طرح جي لوڪ لاج کي تياڳي ڇڏيندي آهي. هوءَ اهڙيءَ سهاڳڻ وانگر آهي، جا سس (مايا) جو ڊپ من مان ڪڍي، پردو لاهي، پريتم جي ميلاپ لاءِ هاڪاري شروع ڪري ٿي. گروءَ صاحب جن جو اهو ڀاو آهي ته پريوءَ جو سچو ڀڳت ڪڏهن به سنسار جي نندا ۽ نڪتچينيءَ کان نٿو ڊڄي ۽ هوءَ مايا جو پردو هٽائي، اُن پياري پريتم سان وڃي ملي ٿو. هوءَ شبد يا نام جي رنگ ۾ رڱجي وڃي ٿو، جنهن مان هنجا سڀ دک دور ٿي وڃن ٿا ۽ ڪيس سچو سک پراپت ٿئي ٿو. اهڙي اوستا ستگروءَ جي ديا مهر سان پراپت ٿيندي آهي.

١ لاج مرنتي مر گئي گهونگهٽ کول چلي،
٢ ساس دوانِي باوري سر تي سنڪ ٽلي.
٣ پريم بلائي رلي سڻ من مهه سبد اَنند،
٤ لال رتي لالي ڀئي گرمک ڀئي نچند.
(رامڪلي دکٽي اونڪار، م ١-٩٣١)

---

١. جيڪا لوڪ لاج مونکي پريشان ڪري رهي هئي، اها ختم ٿي ويئي آهي، مون گهونگهٽ کولي ڇڏيو آهي ۽ اندر ٿي پريم جي مارگ تي هلي رهي آهيان.

٢. سس معنيٰ مايا جي مت ماري ويئي آهي. هاڻي مون تي اُنجو زور نٿو هلي سگهي ۽ منهنجا سڀ ڀرم دور ٿي ويا آهن.

٣. پريتم مونکي پيار سان سڏايو آهي ۽ منهنجي من ۾ شبد جو آنند ڇانيل آهي. هتي گروءَ صاحب شبد جي مدد ذريعي پريتم جي پريم ڀرئي سڏ سان ڀيٽ ڪئي آهي.

٤. لال يعني پريتم جي رنگ ۾ رڱجي مان به لال ٿي ويئي آهيان يعني پريتم ۾ سمائجي مان به پريم جو روپ ٿي ويئي آهيان. ستگروءَ جي ديا مهر سان اها اوستا پائي اٿم جا سڀني دکن کان پري آهي.

# ونساکَ ڀلا ساکا ويس ڪري

لکاري راڳ جي ”ٻارهه ماهه“ مان ورال ويساک جي
مهني ۾ گروُ صاحب بسنت جي موسم جو ورنن ڪن ٿا ۽
اُن ٻرهه جي ماريل استريءَ جي من جي حالت جو چٽر
ڪيڏو ٿا، جا اهڙي سهڻي ۽ وڻندڙ موسم ۾ پنهنجي
پياري کان وڇڙيل آهي. ويساک جي سهاوڻي سمي ۾ چؤطرف
ساوڪ ڇانيل آهي ۽ ونسپتي هري ڀري ٿي پئي آهي.
هوءَ سڪ سوز مان پڪاري ٿي ته هي پرڀتم! مان تنهنجي
راهه تڪي رهي آهيان ته تون اچين ته. منهنجو ڪومايل
هردو نئڙي پوي ۽ سر سبز ٿئي. هي منهنجا پيارا، تون
دَيا ڪر ۽ منهنجي گهر اچ. تون ئي موٽي ڏکن جي
سنسار ساگر مان پار لنگهائي سگهين ٿو. توکان سواءِ منهنجي
قيمت ڪوڏيءَ جيتري به ڪانهي. جيڪڏهن تون مون تي
پنهنجي پيار ۽ رحمت جي هڪ نظر به وجهندين ته مان
لکن ۽ ليکن مان املڪ ۽ امول ٿي پونديس ۽ ڪنهنکي
به منهنجي قيمت ڪٿڻ جي همت ٿي نه ٿيندي. تنهنجي
دَيا مهر ٿئي ته مان توکي پري يا ٻاهر ڳولهڻ بجاءِ، پنهنجي
سرير اندر ئي تنهنجي کوج ڪري سگهان ٿي ۽ اندر ئي
تنهنجي محل، نج ڌام ۾ پهچي سگهان ٿي. ويساک روپي
مدش جنم آهيءَ مدش لاءِ سڀاڳو ٿئي ٿو، جنهنجي
سرت اندر شبد سان جڙي وڃي ٿي، جنهنجو من وس ۾
اچي وڃي ٿو ۽ جنهنجو پنهنجي پياري پرڀتم پرڀوءَ سان
ميلاپ ٿي وڃي ٿو.

ونساک ڀلا ساکا ويس ڪري   ڌن ڏيکي هر دُوار آوهه دئيا ڪري.
گهر آءُ پياري دُتر تاري لڌ بن ايڪ نه مولو.
قيمت ڪؤڻ ڪري تڌ پاوان ديکهه دکاوهي پولو.
دور نه جانا انتر مانا هر کا محل پڇانا.
(لکاري ٻارهه ماهه، م ١-١١٠٨)

## ضميمو

### ساهتيڪ گڻ ۽ عبارت

گرو نانڪ صاحب جن جا "سري آد گرنٿ" ۾ ڪل ۹۷۴ شبد آهن. انهن مان سندن مکيه ٻاڻي آهي "جپجي"، "سڌ گوسٽ"، "آسا دي وار" ۽ "دکڻي اونڪار". حقيقي ۽ ڳوڙهي روحاني اُپديش ڪانسواءِ سهڻي ۽ سليس ٻوليءَ ۾ ورنن ڪرڻ جي اعليٰ گڻن، گرو صاحب جي ٻاڻيءَ کي هڪ عمدي نظم جي روپ ۾ نهايت مهان ادبي درجو ڏنو آهي. شبدن جي چونڊ ۽ هر هڪ شبد جي مڌر ۽ موهيندڙ گيت روپ جي درشٽيءَ کان گرو صاحب کي سنسار جي سڀني جڳن جي مهان شاعرن ۾ شمار ڪري سگهجي ٿو. هو خود پنهنجي شاعري ۽ سوڀيا کان اڻڄاڻ نه هئا. ٻاڻ کي اُن اڪال پرک پرماتما جي شبد جو پرچارڪ، ٻاڻي يا راڳي چئي ظاهر ڪيو اٿن.

ٻاڻي ڪري ٻساءِ سبد وچانتا.

(مانجهه کي وار، م ۱-۱۵۰)

گرو صاحب جي ٻاڻي جي اوچ ڪلاميه گڻن جي باوجود اسانکي اهو هميشه ياد رکڻ گهرجي ته سندن ٻاڻيءَ جو مکيه مقصد پرماتما جي شبد جو اُپديش هو. اهي ٻد يا ٻاڻي ان شبد جي سنديش ڦهلائڻ جو ۽ ان مقصد جي پورتيءَ جو ساڌن هو. گرو صاحب پنهنجي ٻاڻي ڪاوِيه شڪتيءَ کي ڏيکارڻ لاءِ نه رچي هئي. سندن گيت يا شبد هڪ الوڪڪ نظاري وانگر، هڪ روحاني جوت سمان آهن، جيڪي گلاب جي گل وانگر ٽڙي پاڻ ڏانهن ڌيان ڇڪائين ٿا. سندن مُول مقصد ته پنهنجي روحاني سنديش جو پرچار هو، پر نظم ۽ ٻولي انهيءَ مقصد کي پوري ڪرڻ لاءِ هڪ ذريعو هو.

ڀارت ۾ سنتن مهاتمائن ۽ ڀڳتن دوارا جاري ڪيل روحاني ٻاڻيءَ جي هڪ وشال پرمپرا هئي، جا گروُ صاحب جن کي ورثي ۾ ملي. انهيءَ پرمپرا ۾ نامديو، ڪبير ۽ روِيداس وغيره جي ٻاڻيءَ کي ٻنڌڻو ٿي هڪ خاص الڳ روپ حاصل ٿيل آهي. بابا فريد شڪر گنج جهڙن صوفي فقيرن جي ٻاڻي ۾ لوڪ پريه هئي، جنهن اُن وقت جي پنجابي ٻوليءَ ۾ پرڀو پريم جا گيت رچيا ۽ ڳايا هئا. گروُ نانڪ صاحب انهيءَ پرمارٿي ٻاڻيءَ جي خزاني کان پوريءَ ريت واقف هئا. پاڻ انهن ٻاڻين جي مکيه خاصيتن کي نه نه، بلڪ انهن جي عبارت ۽ ڀاو جي سندرتا کي به اختيار ڪيائون ۽ اُن وقت جي ٻن سماج هلندڙ صوفي ۽ ڀڳتي مت جي ٻاڻيءَ کي ملائي هڪ روپ ڏنائون.

وقت جي لحاظ کان گروُ صاحب جي سموري ٻاڻيءَ کي عام طور ٽن حصن ۾ ورهايو ويو آهي. پهريون وقت لڳ ڀڳ سنه ١٤٦٩ع کان ١٤٩٨ع تائين آهي، جنهن ۾ پاڻ جوشيلي ۽ ڪرانتيڪاري ٻاڻيءَ جي رچنا ڪئي اٿن. اُهيءَ ۾ مکيه طرح ڪوڙي ۽ پاکنڊي پنڊت طبقي جي جاري ڪيل ڪرم ڪانڊ ۽ حڪومت هلائيندڙن جي پاپن ۾ ٻڏل پروڙيءَ جي زوردار نڪته چيني ڪئي وئي آهي. مثال طور پاڻ خود هڪ وديارٿيءَ جي حيثيت ۾ پنڊت جي وِدوان پڻي ۾ شڪ اٿارين ٿا، چاڪاڻ ته سندس وديا مڪتي يا گيان ڏيڻ جي بجاءِ آتما کي گهٽ واري، گلي ۾ ٻڌل پٿر سمان هئي.

گروُ صاحب جن ڪيس ڦٽڪاريندي، هدايت ڪن ٿا ته موهه کي جلائي ۽ گسائي انجي مس ٺاهيو، وويڪ ۽ بُڌيءَ کي ڪاغذ ٺاهيو، پريم جي قلم سان، چت جي ايڪاگرتا سان، گروءَ جي اُپديش انوسار، اُن پرڀوءَ جي نام جي مهما جو ليکو لکو، جنهنجو ڪوئي انت ڪونهي.

ڄال موهه ڪس مس ڪر مت ڪاغذ ڪر سار،
پاڻ قلم ڪر چت ليکاري گر پڇ لکه ويچار،
لکه نام سالاهه لکه لکه انت نه پاراوار.
(سري راڳ، م ١-١٦)

اهڙي طرح ٻاڻ ڳوڙهه جي ونڊ ڪي ۾ روبرو چون ٿا ته بيماريءَ جو علاج ٻڌائڻ لاءِ ڪوٺايل ونڊ مڌهڄي ڪرائي پڪڙي ويٺو آهي، پر هن وڃاري کي اها خبر ئي ڪانهي ته جدائيءَ جي پيڙا ته مڌهڄي هردي ۾ آهي. نبض ڏسڻ مان ڪهڙو فائدو؟

ونڊ بلائِئا ونڊگي پڪڙ ڍنڍولي ٻانهه،
ڀولا ونڊ نه جاڻئي ڪرڪ ڪليجي ماهه.
(وار ملار، شلوڪ م ١-١٢٧٩)

گروُ صاحب جي سموري شروعاتي ٻاڻيءَ ۾ روپالنڪرن، تشبيهن ۽ مثالن جو زور آهي. انهيءَ وقت خاص طور سلوڪن جي رچنا ڪئي ائن، جن ۾ مکيه طور طعاني بازي آهي.

ٻيو عرصو مکيه طور گروُ صاحب جي اداسين يا سنت مت پرچار لاءِ ڪيل ياترائن جي وڏن سالن سان سنٻنڌ رکي ٿو. ان وقت ۾ سندن رچيل ٻاڻي گهڻي قدر سڌانت ۽ سنت مت جي چرچا سان سنٻنڌ رکي ٿي، ڇاڪاڻ ته ٻاڻ ان سمي جي شاستر گيانين، پنڊتن ۽ مولوين سان بحث مباحثن ۽ گوشٽين ڪرڻ ۾ مشغول رهيا هئا. ان وقت ٻه سندن پرچار جو مضمون فضول ۽ بي جان ڪرم ڪانڊ، بي مطلب تيرٿ ياترا، اگيان پرڌان تياڳ، سرير کي تپسيا ۽ تڪليف ڏيڻ ۽ هٺ يوگ، ڪوڙي شان مان، غلط قدر قيمت ۽ وار ٿان ڪل الاهڻ واري ٻڌي واد وغيره جي نڪتيچينيءَ بدسمت هو. پر ان سان گڏوگڏ سندن شبدن ۾ آتما پرماتما، سرشٽيءَ جي رچنا ۽ نام جهڙين روحاني ۽ ڀڳتي ڀاو وارن مضمونن جي جهلڪ به

ملي ٿي. لنهنڪري الهيءَ عرصي واري سنڌن ڀاڻيءَ ۾
مضمون ۽ عبارت جي تبديل جون نشانيون چڱيءَ طرح ملن
ٿيون. مثال طور هيٺيون شبد نموني طور اُن وقت جي
رچنا جو ڏجي ٿو.

موتي تہ مندر اوسرهہ رتني تہ هوهہ جڙاءِ،
ڪستوري ڪنگوُ اگر چندن لمپ آويع چاءِ،
مت ديکہ ڀوُلا وسري تيرا چت نہ آويع ناءِ.
هر بن جيئہ جل بل جاءِ،
مئہ آپنا گر پوچ ديکئا اور ناهي ٿاءِ. رهاءِ.
ڌرتي تہ هيري لعل جڙتي پلنگہ لعل جڙاءِ،
موهڻي مکہ مڻي سوهي ڪري رنگہ پساءِ،
مت ديکہ ڀوُلا وسري تيرا چت نہ آويع ناءِ.
سڌ هووا سڌ لائي رڌ آکا آءِ،
گپت پرگٽ هوءِ بئسا لوڪ راکي ڀاءِ،
مت ديکہ ڀوُلا وسري تيرا چت نہ آويع ناءِ.
سلطان هووا ميل لشڪر تخت راکا پاءِ،
حڪم حاصل ڪري بئٺا نانڪا سڀ واءِ،
مت ديکہ ڀوُلا وسري تيرا چت نہ آويع ناءِ.

(سري راڳ، م ۱-۱۴)

هن شبد کي گهرائيءَ سان سوچڻ بعد معلوم ٿو ٿئي تہ
گرو صاحب جن ”هر بن جيئہ جل بل جاءِ“ ۽ ”مت ديکہ
ڀوُلا وسري، تيرا چت نہ آويع ناءِ“ جي وچار کي چئن
حالتن جي روپ ۾ ظاهر ڪرڻ لاءِ چار اثرائتا خوبصورت
چٽر پيا عڪس چٽيا آهن، جيڪي سنساري منش جي
ڌن دولت، ڪام، عهدي ۽ الوڪي رڌي سڌي پراپت ڪرڻ
جي شڪتيءَ جي ترشنا کي ظاهري روپ ڏين ٿا. چارئي
ئي چٽر ملي هڪ وڏو چٽر ناهين ٿا، جيڪو سڄي سنسار

جي مدورلي، اڇا ۽ خواهش جو نظارو پيش ڪندي،
گروُ صاحب جن جي ويچارن کي هڪ اثرائتي روپ ۾ ظاهر
ڪري ٿو. هر هڪ ننڍو چتر سندن ويچار کي تفصيلي روپ
ڏيئي وڌيڪ اهميت پرڀو بڻائي ٿو، جيئن ننڍيون پهاڙي
چوٽيون گڏجي هڪ وشال پهاڙ جو روپ اختيار ڪنديون
آهن. هن شبد جي خاصيت اِها آهي ته، ڪٿي به مهل،
استري، عهدي ۽ رتبن سندن جي بڙائي نه ڪئي وئي
آهي بلڪ اُنهنجي اٿوراني ۽ کي سمپورن هري جا نام سان
پورڻي ڪرڻ جو اشارو ڏنو آهي. اهڙي طرح هي ننڍي چتر
هڪ اهڙي ڀاو چتر جي رچنا ڪري ٿو، جنهن ۾ سنسار
جي تياڳ جو نه، بلڪ سنسار جو صحيح استعمال ڪندي
اُنهيءَ کي هريءَ جا نام جي پراپتيءَ جي هڪ وسيلي بڻائڻ
جو طريقو بڌائي ٿو.

گروُ صاحب جي باڻيءَ جو ٽيون دؤر سندن جيون جي
آخري ارڙهن سال (سنه ١٥٢١ع کان ١٥٣٩ع) سان سمبند
رکي ٿو. ان عرصي ۾ سندن باڻي پنهنجي اوُج عروج تي
پهچي ٿي وڃي. گروُ صاحب جن جون سڀ مکيه رچنائون
جهڙوڪ جپجي، واران، پٽي، ٿتيون، سڌ گوسٽ ۽ شابد
سوهلو ۽ چمت به اِنهيءَ عرصي جون بڻايل آهن.

پنهنجين لنمين ياترائن کانپوءِ گروُ صاحب جن پنهنجي
زندگيءَ جي آخري وقت ۾ ڪرتارپور ۾ رهائش اختيار
ڪئي. هتي سندن اليڪ قسمن جو وشال انڀو، سندن سرل
۽ پرڀور انداز ۾ نڪرندڙ باڻيءَ جي سهج سندرتا سان ملي
امر ساهتيه جي روپ ۾ قلبي ڦولجي ويو. هن عرصي ۾
رچيل باڻيءَ جو مکيه مضمون فيلسوفاڻو ۽ پرمارٿي آهي،
جيتوڻيڪ اُنهيءَ وقت جي رچنائن ۾ به دليل ۽ نقطچينيءَ
جي جهلڪ ملي ٿي.

انهن رچنائن جو مضمون نام جو ڏيان، پرماتما جو پريم ۽ سندس ميلاپ لاءِ تڙپ، ستسنگ، حڪم يا ڀاڻو، دنيا درشتي، شبد ڌن، ڪرم سدانت، ڏک، بدي يا آواگون، هئومي جا بندن، سداچار جي ضرورت، سماجڪ نئتڪتا، قدرت جي سندرتا ۽ مدش سرير جي اهميت بابت آهي. انهيءَ ڀاڱيءَ جي مضمون ۽ ڀاو جو دائرو ايترو نه وسيع آهي ۽ انهيءَ جي ڪلا ايتري اُتم آهي، جو هيءَ سنسار جي اُتم کان اُتم ڌارمڪ ڪوتا سان برابري ڪري ٿي.

عام طور "جپجي" کي گرو صاحب جي اُپديش جو سار ۽ ڪلا جو سرمور سمجهيو وڃي ٿو. انجون ٣٨ پؤڙيون آهن ۽ آخر ۾ هڪ سلوڪ آهي. جپجي ۾ گرو صاحب جي ڀاڱيءَ جي آخري حصي ۾ آيل گهڻن ئي مکيه وچارن کي نهايت عجيب خوبيءَ سان لباهيو ويو آهي. هن ۾ پرماتما جي هستيءَ جو سار، مدش جو سڀاءُ ۽ سموري ڪائنات ۾ انجي مهانتا، گروءَ جو سروپ، گروءَ جي ضرورت ۽ پرماتما مان لڪرائڻ شبد روپ، رچنائڪ ۽ سرجڻهار شڪتي وغيره جي باري ۾ گنڀيرتا سان ذڪر ڪيو ويو آهي. جپجي جي مول منتر ۾ جنهن خوبيءَ سان پرماتما جي ايڪ گڻن جو سلسليوار ورڻن ڪيل آهي، انجي سڄڻي کي چڱيءَ طرح خبر آهي.

اڪ او ستنام ڪرتا پرکه نرڀؤ نرونر،
اڪال مورت اجوني سڀون گر پرساد.

ساڳيءَ طرح جپجي جي آخر ۾ شامل ڪيل سلوڪ به هڪ طرح جو ضميمو آهي، جنهن ۾ نام جي انوکي شڪتي ۽ نام ڌياڻ وارن جي اپار مهانتا جو ورڻن آهي.

جني نام ڌئاتا گئي مسقت گهال،
نانڪ تي مک اُجلي ڪيتي ڇٽي نال.

(جپجي، م ١-٨)

گرو نانڪ صاحب جي باڻيءَ کي پاڙي سنگيت جي پرچين راڳن انوسار ترتيب ڏني وئي آهي. سرسري نظر سان ائين ٿو ڀاسي ته راڳن جي هيءَ ورڇ بنا ڪنهن نيم جي ڪئي وئي آهي، ڇاڪاڻ ته هڪ راڳ ۾ درج ڪيل باڻيءَ جا ڪيترائي ويچار، ڀاو ۽ ورنن ٻين راڳن ۾ به دهرايا ويا آهن. پر باريڪ نظر سان ڏسڻ ۾ چڱيءَ طرح معلوم ٿئي ٿو ته جنهن شبد کي جنهن راڳ ۾ رکيو ويو آهي، اهو اُن راڳ جي سڀاو يا بناوت موافق آهي.

گرو صاحب جن جي باڻيءَ ۾ سندن ويچارن جو بار بار دهرائڻ سڀاويڪ آهي، ڇاڪاڻ ته سندن سموري باڻيءَ جو مول مقصد ۽ سنديش هڪ ئي آڌياتمڪ سچ کي پرگهٽ ڪرڻ جو آهي.

شري آد گرنٿ ۾ آيل باڻيءَ جي ٣١ راڳن مان گرو نانڪ صاحب جي باڻيءَ کي ٢٠ راڳن ۾ رکيو ويو آهي.

هر هڪ راڳ کي پنهنجو خاص ڀاو ۽ رس ٿئي ٿو ۽ هر راڳ جي ڳائڻ جو پنهنجو خاص وقت ٿئي ٿو. مثال طور

راڳ آسا، پرڀاتڪال ۽ شام جي وقت، سياري ۾ ڳائبو ويندو آهي. گوڙي راڳ گنڀير ڀاو سان، سورٺ الڏڙي سان، ڌناسري برهه سان، وڏهنس ميلاپ جي تڙپ سان ۽ بسنت، بهار جي خوشيءَ جي ڀاون سان سمبنڌ رکن ٿا.

گرو نانڪ صاحب جي باڻيءَ جي هڪ ٻي به عمدي خاصيت آهي چٽرن، تشبيهن، مثالن ۽ روپالنڪارن جو بيحد استعمال. سڀ کان وڌيڪ استعمال ڌن پر يا استريءَ ۽ پتيءَ جي تشبيهه جو ڪيو اٿن. آتما کي استري ۽ پرماتما کي پتي سڏيو آهي. واران ۽ سڌ گوشٽ کي ڇڏي، اهڙي تشبيهه لڳ ڀڳ سڄي باڻيءَ ۾ ڏني وئي آهي. جيو آتما روپي

استري، پرماتما روپي پتيءَ سان ميلاپ لاءِ لڙڦي ٿي، پريتم سان ملڻ لي لڇي، هن جي هردي ۾ اڳل برهه جي اگني شانت ٿي سگهي ٿي. راڳ وڏهنس ۾ رچيل هيٺيون شبد الهيءَ ٻاوڪي چڪيءَ طرح بيان ڪري ٿو جو هڪ سهڻو مثال آهي.

موري رڻ جهڻ لائيا ڀيڻي ساوڻ آئيا،
تيري منڌ ڪٽاري جيئڙا تن لوڀي لوڀ لڀائيا.
تيري درسن وٽهه کنئيي وڃا تيري نام وٽهه قرباڻو،
جا تو تا مئه ماڻ ڪيئا هئه تڌ بن ڪيها ميرا ماڻو.
چوڙا ڀڃ پلنگهه سيئ منڌي سڻ باهي سڻ باها،
ايتي ويس ڪريديئي منڌي سهه راتو اوراها.
نا منيئار نه چوڙيئا نا سي ونگڙيئاها،
جو سهه ڪنٺ نه لڳيئا جلن سه باهڙيئاها.
سڀ سهيئا سهه راوڻ گئيئا هئه ڏاڌي ڪئه در جاوا،
امالي هئه کري سچجي تئه سهه ايڪ نه ڀاوا.
ماٿ گنڌائي پٽيئا ڀريئي مانگ سنڌوري،
اگئي گئي نه منيئا مرءُ وسور وسوري.
مئه روونڌي سڀ جڳ رنا رنڙي وڻهه پنکيرو،
اڪ نه رنا ميري تن ڪا برها جن هئه پرهه وڇوڙي.
سپني آئيا ڀي گئيا مئه جل ڀريا روءِ،
آءِ نه سڪا تجهه ڪن پيئاري ڀيج نه سڪا ڪوءِ،
آءُ سڀاڳي نينڊڙيئي مت سهه ديکا سوءِ.
تئه صاحب ڪي بات ج آکئي ڪهه نانڪ ڪيئا ديجئي،
سيس وڍي ڪر بيسڻ ديجئي وڻ سر سيو ڪريجئي،
ڪيئُ نه مريجئي جيئڙا نه ديجئي جا سهه ڀيئا وڏاڻا.

(وڏهنس، م ۱، ۵۵۷-۵۵۸)

اهڙيءَ ڀاوَ کي ٻاڻيءَ جي ڪيترن ئي شبدن ۾ پپيهي
جي سوانتي ٻوند، مڇيءَ جي نير يا پاڻيءَ، چڪوريءَ جي
چڪوري، هرڻ جي ناد، ڀنوري جي گل ۽ ڪنول جي جل
لاءِ پريم ذريعي ئي ظاهر ڪيو ويو آهي. اهڙيءَ جو هڪ
سهڻو مثال گرو صاحب جن جي هڪ سري راڳ جي شبد
"ري من ايسي هر سين پريت ڪر" ۾ ڏنل آهي.*

صحيح ساهتيڪ درشٽيءَ کان ڏٺو وڃي ته معلوم ٿيندو
ته گرو صاحب جن "وار گاٿا" جي نظم روپ کي "شانت
رس" جي روحاني نظم جي روپ ۾ تبديل ڪري ڇڏيو
آهي. ٻاڻي هڪ اوائلي ڪٿا جي نظم روپ کي وهنوار روپ
ڪاويه ۾ آندو اٿن. ان سان گڏ ٻاهرمکي اصول ڪشمڪش
کي انترمکي سوکم ڪشمڪش ۾ بدلي ڇڏيو آهي ۽ ٻاهريان
رڻ ڀوميءَ جي جڳهه تي منش جي پنهنجي من کي رڻ ڀومي
بڻايو آهي. ور جوڌي ۽ راجا جي جس جي جڳهه تي
ڪرتا پرک، شبد، حڪم، نام ۽ گرمک جو جس ۽ مهما ڳائي
اٿن، وڪارن ۽ منمکتا جو ناس ۽ گرمکتا جي جيت ڏيکاري
اٿن. اهڙيءَ طرح "گوسٽي"، "پٽي"، "ٻارهه ماهه"،
"پهري" وغيره سڀئي نظمي شبدن کي پنهنجي خاص
ضرورت انوسار ٻاڻيءَ ۾ لکيو ويو آهي. هيءُ مضمون
پراچين ڏند ڪٿائن مان ورتل ايڪ ڏيو ڪٿائن، پرماڻن ۽
سنسڪرت، عربي ۽ فارسيءَ مان کنيل وياکيا ۽ ٻيا پروچن
روپي شبدن سان به لاڳو آهي. گرو صاحب جن ڪٿن ۾
اوائلي وقت جي شبد، پد، مثال، النڪار ۽ تشبيهه وغيره
جي استعمال ۾ ڪابه هٻڪ محسوس نه ڪئي آهي، بلڪ
هر جڳهه اها سامگري گرو صاحب جي شخصيت ۽ سوچ ويچار
جي سانچي ۾ ڍلجي سندن اصلي مقصد جي پورتيءَ جو
سادن بڻجي پوي ٿي.

---

* ڏسو صفحو ٢٣٧.

گروُ نانڪ صاحب جي ٻاڻي ڳُوڙهن روحاني انڀون کي ظاهر ڪرڻ ۾ سڌانت، دليل ۽ ڀاو جو ميل ڪري ٿي. هيءَ ٻاڻي ڀاون جي سلسليوار رفتار، چتر ۽ عڪس، ورڻن ۽ وستار جي ايڪ اسرارن کي هڪ ٿي استان يا شبد ۾ جوڙي ٿي. سندن ٻاڻيءَ سنگيت، چتر ۽ مورتيءَ کي اهڙي انوکي اعليٰ ۽ سهڻي شاعراڻي (نظمي) روپ ۾ پيش ڪيو آهي، جو انهو شان ۽ سونهن پڙهندڙ جي دل ۾ آنند ۽ اُمنگ پيدا ڪري ٿي. اهو صرف هڪ پورڻ پرش جي رچنائمڪ ڪلا ۽ ايشوري ڪلا جو ئي چمتڪار ٿي سگهي ٿو.

گروُ نانڪ صاحب جي ٻاڻي اصلي روپ ۾ ڌارمڪ يا پرمارٿي ڀاون سان ڀرپور آهي. ان کي الوڪڪ نظم جو درجو ڏنو وڃي ٿو، پر ان ۾ لوڪڪ يا سنساري نظم جا سڀ اَنگ گڻ ڀرپور انداز ۾ موجود آهن. گروُ صاحب جن جي ٻاڻي الوڪڪ ڳالهين جو لوڪڪ يا سنساري ورڻن ڪري ٿي. هيءَ عرش جون ڳالهيون فرش جي دائري ۾ بيان ڪري ٿي.

گروُ صاحب ڪنهن سنياسيءَ وانگر جيون جو تياڳ يا نرادر نه ڪندا هئا، پر پريو پريم ۽ منش پريم گروُ صاحب جي ٻاڻيءَ روپي درخت جون اهڙيون ٻه انمول شاخائون آهن، جو هڪ ڪانسواءِ ٻيءَ کي خيال ۾ به آڻي نٿو سگهجي.

گروُ نانڪ صاحب جي ٻاڻي هڪ طرف ته برهم ودِيا جي اُن مهان سامگريءَ کي، جنڪا پراچين ٻولين ۾ هئڻ سبب عام رواجي ماڻهن جي سمجهه کان دور ٿي چڪي هئي، عام ماڻهن جي سطح يا ليول تي آڻي ٿي ۽ ٻئي طرف سڌانت کي بي رس ٿيڻ کان بچائڻ لاءِ اُنکي سهج سندرتا جو لهه، چاڙهي ٿي. هيءَ هڪ پاسي سوکم الهو کي استول بڻائڻ لاءِ گوڙهه ارٿ کي ظاهر ڪري ٿي ۽ ٻئي پاسي

ظاهري ارٿ جي لحن همنان ڳوڙهه روحاني ارٿن جا اڀ
پوکي ٿي. اسين جيتري وڌيڪ گهرائيءَ سان کوج ڪريون
ٿا ۽ سندن باڻيءَ کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪريون ٿا،
اوترا ئي وڌيڪ هيرا، پنا ۽ جواهر پراپت ٿين ٿا. هيءَ باڻي
شردالو هردي جي ڌارمڪ جگياسا جي پورتي ڪري ٿي ۽
گيان پراپتيءَ جي سهج سندرتا جي طلب کي به ترپت ڪري
ٿي. هيءَ باڻي پنهنجي سرجڻهار جي آتما جي اگم هئڻ
جي گمتا جي سوجهه بوجهه به ڏئي ٿي ۽ پڙهندڙن لاءِ پڻ
هڪ پرپرتا پرني مارگ جي رهنمائي ڪري ٿي. هن باڻيءَ
جي سچائي جيتري موهيندڙ، سندر ۽ رمڻيڪ آهي،
اوتري ئي همت افزائي ڪندڙ، آدرشي، ڪلياڻڪاري
۽ آشا پورڻ به آهي.



# شبد سوُچي

شري آد گرنٿ جو حوالو ۽ صفحو نمبر ڏنگين ۾ ڏنل آهن ۽ هن پستڪ جو صفحو نمبر ڏنگين کان ٻاهر ڏنل آهي.

گھٽ گھٽ انتر برھم لُڪائِئا گھٽ گھٽ جوت سبائي،
بجز ڪپاٽ مڪتي گرمتي نربھئہ تاڙي لائي،
جنم اپاء ڪال سر جنتا وس گت جگت سبائي،
ستگر سيوِ پدارٿ پاوھ ڇُوٽھ سبد ڪمائي.
(سورٺ، م ١، آد گرنٿ صفحو ٥٩٧)

**' Guru Nanak Jo Roohani Updesh'**
(Sindhi)